# سنڌي وياڪرڻ

## (۴ ڀاڱا)

•

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ

•



سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو / حيدرآباد سنڌ

# سنڌي وياڪرڻ

## (چار ڀاڱا)

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ



**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄام شورو/حيدرآباد سنڌ

۱۴۱۳ھ/۱۹۹۲ع

نئين ڇاپي جو پهريون ايڊيشن سال ١٣٨٢هه/١٩٦١ع تعداد ٢٠٠٠ ڪاپيون
نئين ڇاپي جو ٻيو ايڊيشن سال ١٤١٣هه/١٩٩٢ع تعداد ٢٠٠٠ ڪاپيون



قيمت: هڪ سؤ رپيا
[Price: Rs. 100-00]

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بُڪ اسٽال
تاڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ
(جي-پي-او باڪس نمبر ١٢)

هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو سنڌ ۾ مئنيجر جاويد مرزا ڇپيو ۽ سيد امداد حسيني سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ اُن کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

## ڀاڱو ٽيون ۲۱۹-۱۶۵



## ڀاڱو چوٿون ۴۲۰-۲۹۳

# ڇپائيندڙ پاران

ڪي ڪتاب اهڙا هوندا آهن، جيڪي نہ رڳو ڪڏهن پراڻا نہ ٿيندا آهن، بلڪ جيئن جيئن وقت لنگهندو ويندو آهي، تيئن تيئن انهن جي اهميت بہ وڌندي ويندي آهي:

وڪر سو وهاءِ، جو پئي پراڻو نہ ٿئي

ورهاڱي کان اڳ سنڌي ٻولي تحقيقي توڙي تخليقي، ترجمي توڙي تعليمي لحاظ کان هڪ اهڙي معيار تي پهچي چڪي هئي، جو اسين اهو چئي سگهون ٿا، تہ سنڌي ٻولي جديد دور ۾ پير پائي چڪي هئي- ۽ سنڌي عالمن ۽ اديبن، شاعرن ۽ تعليمي ماهرن پاڻ ارپڻ واري جذبي سان ان ڏس ۾ جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو حيرت انگيز آهي- ۽ اڄ بہ لوهہ تي ليڪي وانگر آهي ۽ ان دعويٰ جو ثبوت مرزا قليچ بيگ جي هيءَ لاثاني تصنيف "سنڌي وياڪرڻ" آهي.

مان جڏهن بہ ٽيبل تي آڏو پيل ڪم مان ڪنڌ مٿي ڪڍندو آهيان، تہ بلڪل سامهون مرزا قليچ بيگ جي تصوير تي اکيون کڄي ويندي يون اٿم ۽ اٿاهہ اتساهہ ڀرجي ويندو آهي، پنهنجي ٻوليءَ ۽ ساهت لاءِ هر جوکي سان جهيڙڻ جو ساهس ڀرجي ويندو آهي منهنجي من ۾.

**مرزا قليچ بيگ** سنڌي ٻوليءَ، ساهت ۽ سڀيتا جو محسن آهي. توڙي جو هڪ لکندڙ جي حيثيت ۾ اهو سندس فرض پڻ بڻجي ٿو، ته هو ٻوليءَ، ادب ۽ ثقافت جو نه رڳو بچاءُ ڪري، پر ان جو ڦهلاءُ به ڪري.

**مرزا قليچ بيگ** جون جيڪي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ خدمتون آهن، تن جو ته ڪو ڪاٿو ئي ڪونهي. سنڌ جي هن عظيم سپوت جيڪي تصنيفون ڏنيون آهن ۽ ڀِن ڀِن موضوعن تي ڏنيون آهن، آهي لازوال آهن. اهي اَن سونَ وانگر آهن، جنهن تي ڪڏهن به ڪٽ نٿي چڙهي. ترجمي، تحقيق ۽ تخليق جي ڏس ۾ **قليچ** جيترو پاڻ ملهايو آهي، اوترو ڪنهن به پاڻ نه ملهايو آهي.

**قليچ** اڪيلي سر جيڪو ڪم ڪيو آهي، اَن کي ڏسي ڳات فخر کان اوچو ٿي ٿو وڃي. ٻولين کي هر دور ۾ هڪڙي قليچ جي گهرج پوندي آهي، پر شايد **قليچ** هڪڙو ئي پيدا ٿيندو آهي.

"سنڌي وياڪرڻ" کي ڇپائڻ جا ڪيترائي ڪارڻ ٿي سگهن ٿا، جهڙوڪ: ڇهن جلدن کي هڪ ئي جلد ۾ ڇپائڻ، ڪتاب جيڪو اڳ ئي ڇپائيءَ هيٺ هو، اَن کي مڪمل ڪري پڌرو ڪرڻ، يا س.ا.ب جو ان تي جيڪو پئسو ۽ ڪارڪنن جي محنت ڪيل هئي، اَن کي وصول ڪرڻ. ڪارڻ گهڻا به هجن، پر ڪارج صرف ۽ صرف اهوئي هو، ته اسين به ٻوليءَ ڏانهن پنهنجي فرض کي سڃاڻون. پوءِ **قليچ** ڪٿي نه به بڻجون، ته به سندس ڇڏيل پيرن تي پنڌ ضرور ڪري سگهون ٿا. خود **قليچ** جيڪي ڪجهه اسان کان لهڻي، اهو ڪيس ڏيون. جيڪڏهن اڄ به اسان پنهنجي روايتي بي حسيءَ کان ڪم ورتو، ته پوءِ اسين تحت الثريٰ کان گهٽ پري ناهيون!

**قليچ** اسان کي جيترو ڏنو آهي، اوترو ته ڇا پر اسين سنڌ جي هن عظيم فرزند کي ڏئي ڪجهه نه سگهيا آهيون.

سچ ته اهو آهي ته خود س.ا.ب رڳو **قليچ** جا ڪتاب ڇپائي، يا سيڪريٽريءَ جي آفيس ۾ سندس تصوير ٽنگي، پنهنجي فرض کان آجو نٿو ٿي سگهي.

**قليچ** جي هن ڪتاب تي "ڇپائيندڙ پاران" لکڻ لاءِ مون گهڻي کان گهڻو وقت ورتو. جاويد مرزا ان ڏس ۾ مون کي ايترا ڀيرا ته ياد ڏياريو، جو پوءِ نيٺ ياد ڏيارڻ ئي ڇڏي ڏنائين.

آفيس کان گهر، گهر کان آفيس، ڪتاب جي ڊمي ساڻ هوندي هيم، پر لکي ڪجهه به نه سگهيو هئس. "سنڌي وياڪرڻ" جا چارئي ڀاڱا منهنجا پڙهيل هئا ۽ ٻه وري به پڙهڻا پيا ـ ۽ قليچ جي تحرير کي پڙهندي پڙهندي آن ۾ ايترو ته کوئجي ٿي ويس، جو پنهنجي ڪوچ به نٿي لهي سگهيس. ائين مون سان تڏهن به ٿيو هو، جڏهن "زينت" کي اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو هئم اڪيڊمي ادبيات لاءِ. ترجمو ڪندي ڪندي ناول پڙهڻ ۾ کوئجي ويندو هئس.

"سنڌي وياڪرڻ" پڙهندي پڙهندي، **قليچ** جو زمانو ياد اچي ويندو هو. ڇا ته زمانو هو! **قليچ** جي حيدرآباد ياد اچي ويندي هئي. ڇا ته حيدرآباد هئي! اسان اهو دور ڏٺو ڪونه، رڳو ڪتابن ۾ پڙهيو. آن دور ڪيڏا نه وڏا ماڻهو پيدا ڪيا. ڪتاب لکيا هئا ۽ ڇپيا هئا. جيڪي هر موضوع تي هوندا هئا، مواد ۽ ڇپائيءَ جي لحاظ کان معياري هوندا هئا. محفلون، مشاعرا، ڪانفرنسون ٿينديون هيون. ناٽڪ اسٽيج ٿيندا هئا.... اهو دور سنڌي ادب جو نهايت اهم دور آهي ۽ ان تي مڪمل اڀياس اچڻ گهرجي. ۽ انهيءَ سڄي دور ۾ **مرزا قليچ بيگ** نمايان آهي.

**س. ا. ب** هن ڪتاب جي نئين ڇاپي جو پهريون ايڊيشن ۱۹۶۰ع ۾ ڇپيو آهي. ۳۲ هن سالن کان پوءِ آن جو ٻيو ايڊيشن ڇپجي رهيو آهي. صورتحال اها هئي ته ڪتاب جي ڇئن ڀاڱن مان چوٿون ڀاڱو خود س. ا. ب ۾ به نه هو، جي هو به ته آن کي اڌوهيءَ کائي ڇڏيو هو ۽ اهو ڀاڱو سنڌالاجيءَ مان هٿ ڪري ڪمپوز ڪرڻو پيو.

هينئر ته پرائمري اسڪولن ۾ گرامر الڳ مضمون نه آهي، پر جيئن **قليچ** سنڌي وياڪرڻ جي ڀاڱو ٻيو جي ديباچي ۾ لکيو آهي، ته هي ڪتاب شاگردن کان سواءِ عام پڙهندڙن لاءِ به ڪارائتو ٿيندو ـــ مان ته اڃا به اهو چوندس ته اسان جي لکندڙن کي به هن ڪتاب مان لاڀ پرائڻ گهرجي.

**سيد امداد حسيني**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

۲۴-۹-۱۹۹۲ع
**جام شورو، سنڌ.**

# سنڌي وياڪرڻ

## پاڱو پهريون

### باب پهريون - "جملو"

**(١) سج اڀري ٿو.**

هتي سج جي اڀرڻ جي ڳالهه ڪجي ٿي.

**(٢) پکي اڏامي ٿو.**

هتي پکيءَ جي اڏامڻ جي ڳالهه ڪجي ٿي.

جڏهن اسين ڳالهايون يا لکون ٿا، تڏهن ڪي لفظ ڪم آڻيون ٿا. لفظ ڳنڍي، اسين اهڙيءَ ريت سٽون ڏاهيون ٿا، اهڙيءَ هرهڪ سٽ مان پورو مطلب نڪري ٿو. هرهڪ سٽ، جنهن مان پورو مطلب نڪري، تنهن کي چئبو آهي "جملو".

يا هيئن چئبو: "جملو"، هڪ لفظن جو ميڙ آهي، جنهن مان پورو مطلب نڪري ٿو.

(١) گوپال ڪڏ تي ............... چوڪر راند..............

هن قسم جون سٽون، جن مان پورو مطلب نٿو نڪري، تن کي "جملو" نه چئبو. مٿين سٽن ۾ ڪي اهڙا لفظ وجهو، جيئن انهن مان پورو مطلب نڪري.

### جملي جا ڀاڱا

**(١) سج اڀري ٿو.**

هتي اسين "سج" جي ڳالهه ڪريون ٿا، ۽ هيءَ ڳالهه ڪريون ٿا ته "اڀري ٿو."

**(٢) پکي اڏامي ٿو.**

هتي اسين "پکيءَ" جي ڳالهه ڪريون ٿا، ۽ هيءَ ڳالهه ڪريون ٿا ته "اڏامي ٿو".

**(٣) گلاب ڪراچيءَ وڃئو آهي.**

هتي اسين "گلاب" جي ڳالهه ڪريون ٿا، ۽ هيءَ ڳالهه ڪريون ٿا ته "ڪراچيءَ وڃئو آهي".

مٿين سڀني مثالن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته هرهڪ جملي جا ٻه ڀاڱا آهن:

| ٻيو ڀاڱو | پاڱو پهريون |
|---|---|
| اڀري ٿو. | سج |
| اڏامي ٿو. | پکي |
| ڪراچيءَ وڃئو آهي. | گلاب |

هر هڪ جملي جا جيڪي ٻه ڀاڱا آهن، سي هي آهن:
(١) جنهن بابت ڳالهه ڪجي ٿي؛ (٢) جيڪي ان بابت چئجي ٿو.
٤. هيٺين جملن مان ٻڌايو ته هرهڪ ۾ ڪنهن جي ڳالهه ڪيل آهي ۽ انهيءَ بابت ڇا چيل آهي؟
(١) ڇوڪرو وهنجي ٿو. (٢) بدن صاف رکجي.
(٣) گلاب گهمي ٿو. (٤) گلاب سيٺي کي وٺي ٿو.
٥. پنهنجا چار جملا ڏاهي، اهي هيٺينءَ جدول (نقشي) موجب ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي ڏيکاريو. (ڏسو باب اوڻيهون).

## باب ٻيو - "ڳالهائڻ جا لفظ"

### (١) "اِسم"

٦. گلاب آيو. احمد ويو. سيتا لکيو. مريم سبيو.
گلاب، احمد، سيتا ۽ مريم، ماڻهن جا نالا آهن.
حيدرآباد، ڦليلي ۽ منڇر، مڪانن (جاين) جا نالا آهن.
ماڻهو، لشڪر، گهوڙو ۽ ڇچر، ساهوارن جا نالا آهن.
وڻ، ڪٽ، دلو، انب ۽ ٻڪ، شين جا نالا آهن.
جنگ، ويڙهه، ناچ ۽ هلت، ڪمن جا نالا آهن.
ڀلائي، سيٺپ، ڏاهپ ۽ ڳلائي، خاصيتن جا نالا آهن.
جواني، پيري، غريبي ۽ ٻانهپ، حالتن جا نالا آهن.
مٿين سڀني نالن کي، "اسم" چئبو آهي. ۽ "اسم" معنيٰ نالو.
ڪنهن ماڻهوءَ يا ٻئي ڪنهن ساهه واري، مڪان (جاءِ)، شئي، ڪم، خاصيت يا حالت جي نالي کي "اسم" چئبو آهي. (ڏسو باب ستون).

### (٢) "فعل"

٧. (١) گلاب، هتي آهي. هن سٽ ۾ "آهي" لفظ جي وسيلي، گلاب جي "هئڻ" جي ڳالهه ڪجي ٿي.
(٢) گهوڙو ڊوڙيو. هتي "ڊوڙيو" لفظ جي وسيلي، گهوڙي جي ڳالهه ڪجي ٿي، ته هن ڊوڙڻ جو ڪم ڪيو.
(٣) ڇوڪر مار کاڌي. هتي "کاڌي" لفظ جي وسيلي، ڇوڪر جي مار کائڻ جي ڳالهه ڪجي ٿي يعني اهو "کاڌي" لفظ، ڄاڻائي ٿو ته ڇوڪر تي مار جو ڪم ٿيو.
اهو لفظ جنهن مان هئڻ، ڪرڻ، سهڻ يا ڪنهن تي، ڪنهن ڪم ٿيڻ جي معنيٰ نڪري، تنهن کي چئبو آهي "فعل". ٿورن لفظن ۾ چئبو ته: "فعل" اهو لفظ آهي، جنهن جي وسيلي ماڻهن يا شين وغيره بابت ڪجهه چئي سگهجي.

## (۳) "ضمير"

۸. (۱) گلاب کي سڏيو، پر گلاب نہ آيو. هن جي بدران چئبو تہ گلاب کي سڏيو، پر "هو" نہ آيو. هتي "هُو" جو لفظ، اسم "گلاب" جي بدران ڪم آيو آهي.

(۲) گوپال، گوپال کي بچايو. هن جي بدران چئبو تہ: گوپال "پاڻ" کي بچايو، هتي "پاڻ" جو لفظ اسم "گوپال" جي بدران ڪم آيو آهي.

اهو لفظ، جو ڪنهن اسم جي بدران ڪم اچي، تنهن کي "ضمير" چئبو آهي (ڏسو باب اٺون).

## (۴) "صفت"

۹. (۱) گوبند "ڏاهو" ڇوڪر آهي.

(۲) هُو "ڏڏگو" آهي.

پهرين ۽ ٻئي سٽ ۾ "ڏاهو" لفظ، "ڇوڪر" (گوبند) سان لاڳو ٿئي، هن جي خاصيت (خاص ڳالهہ) ڄاڻائي ٿو، جنهنڪري خبر پوي ٿي تہ ڇوڪر، ڪهڙي قسم جو آهي؟ ٻي ۽ سٽ ۾ "هُو" جو لفظ، ضمير آهي، ڇاڪاڻ تہ جنهن ٻياڪڙ جي ڳالهہ ڪجي ٿي، تنهن جي نالي بدران "ڪم" آيو آهي. "هُو" (ماڻهو)، جنهن جي ڳالهہ ڪجي ٿي، تنهن بابت اسين چئون ٿا تہ هو "ڏڏگو" آهي. هتي "ڏڏگو" جو لفظ، ضمير "هو" سان لاڳو ٿي، ان بابت ڪا خاص ڳالهہ يا وڌيڪ حقيقت ڄاڻائي ٿو، جنهنڪري خبر پوي ٿي تہ هو ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟

اهو لفظ، جو ڪنهن اسم يا ضمير سان لاڳو ٿي، هن جي خاصيت (خاص ڳالهہ) يا وڌيڪ حقيقت ڄاڻائي، تنهن کي "صفت" چئبو آهي. (ڏسو باب نائون)

## (۵) "ظرف"

۱۰.

(۱) ڇوڪر "هيٺئر" پڙهيو. ڪڏهن؟ هيٺئر (وقت)

(۲) ڇوڪر "اندر" پڙهيو. ڪٿي؟ اندر (جاءِ)

(۳) ڇوڪر "آهستي" پڙهيو. ڪيئن؟ آهستي (ريت)

(۴) ڇوڪر "گهڻو" پڙهيو. ڪيترو؟ گهڻو (قدر)

(۵) ڇوڪر "ڪين" پڙهيو.

"ڪين" لفظ ناڪار جي معني ڏيکاري ٿو. "هيٺئر"، "اندر"، "آهستي"، "گهڻو" ۽ "ڪين" لفظ، فعل "پڙهيو" سان لاڳو ٿي، پڙهڻ بابت وڌيڪ حقيقتون

ڄاڻائين ٿا. اهڙيءَ طرح، جيڪو لفظ، ڪنهن فعل سان لاڳو ٿي، ان بابت ڪا وڌيڪ حقيقت ڄاڻائي، تنهن کي "ظرف" چئبو آهي.

(٦) تو تمام چڱو ڪم ڪيو. هتي "چڱو" لفظ "صفت" آهي. انهيءَ صفت سان "تمام" لفظ لاڳو ڪيو اٿئون ته خبر پوي ته تو جيڪو ڪم ڪيو، سو ڪيتر ىقدر چڱو هو؟ اهو "تمام" لفظ "ظرف" آهي. اهڙيءَ طرح صفت سان به ظرف لاڳو ٿئي ٿو.

(٧) هُو تمام تڪڙو لکي ٿو.

هتي "تڪڙو" لفظ ظرف آهي، جو "لکي ٿو" سان لاڳو ٿي، لکڻ جي "ريت" ڏيکاري ٿو، جنهنڪري خبر پئي ٿي ته هُو ڪيئن لکي ٿو. ظرف "تڪڙو" سان "تمام" لفظ لاڳو ڪيو اٿئون، ته خبر پئي ته هُو ڪيتر ىقدر تڪڙو لکي ٿو. هتي "تمام" لفظ ظرف آهي، جو ٻئي ظرف "تڪڙو" سان لاڳو ٿي، قدر جي معنيٰ ڄاڻائي ٿو.

ظرف اهو لفظ آهي جو فعل، صفت يا ٻئي ظرف سان لاڳو ٿئي ٿو ۽ منجهانئس "وقت"، "جاءِ"، "ريت" "قدر" يا "انڪار" جي معنيٰ نڪري ٿي. ٿورن لفظن ۾ چئبو: ظرف اهو لفظ آهي جو ڪنهن "فعل"، "صفت" يا ٻئي "ظرف" سان لاڳو ٿي، ان بابت ڪجهه وڌيڪ حقيقت ڄاڻائي ٿو. (ڏسو باب سترهون)

**اشارو:** جڏهن ڪو ظرف، ڪنهن ٻئي ظرف يا صفت سان لاڳو ٿئي ٿو، تڏهن ان مان فقط قدر جي معنيٰ نڪري ٿي.

## (٦) "حرف جر"

١١. (١) ڇوڪر باغ ۾ ويو. (٢) ڇوڪر باغ مان ويو.

پهرئين جملي ۾ "باغ" جي پٺيان "۾" جو لفظ وڌو اٿئون، ته جيئن خبر پوي ته ڇوڪر، باغ منجهه (اندر) ويو. ٻئي جملي ۾ "باغ" جي پٺيان "مان" جو لفظ وڌو اٿئون، ته جيئن خبر پوي ته ڇوڪر، باغ منجهان (ٻاهر) ويو. مطلب ته "باغ" جي لفظ جي پٺيان، جدا جدا لفظ ڪم آندا اٿئون، ته جيئن جنهيءَ ريت سڌ پوي ته "باغ" لفظ جو "ڇوڪر" ۽ فعل "ويو" (يعني وڃڻ جي ڳالهه) سان ڪهڙو واسطو يا لاڳاپو آهي.

(٣) گوبند، هن کان ڊڄي ٿو. "هن" جو لفظ، ضمير آهي ڇاڪاڻ ته ڪنهن نياڻڪ جي بدران ڪم آيو آهي. "هن" ضمير جي پٺيان، "کان" جو لفظ

وڏو انئون ته جيئن "هن" ضمير جو، جملي جي ٻين لفظن سان لاڳاپو ڏيکاري، جنهنڪري چئبو ته ريت سڏ پوي ته گوبند، ڪنهن ڪان ڊ جي ٿو؟

اهو لفظ، جو ڪنهن اسم يا ضمير جي پٺيان اچي، ۽ آن جو لاڳاپو جملي جي ٻين لفظن سان ڏيکاري، تنهن کي "حرف جر" چئبو آهي.

## (٧) "حرف جملو"

٢١٠ (١) طوطو، ڏڏ ۽ ڪڇٽي ڪانئي ٿو.

هتي "۽" جو لفظ ڪم آڻڻ ڪري، ڏڏ ۽ ڪڇٽيءَ جي ڳالهه گڏي ڪجي ٿي.

(٢) چوڪر رنو. پيئس ڪليو.

هي ٻيئي جملا گڏي چئبو ته "چوڪر رنو ۽ پيئس ڪليو."

(٣) چاچو گهر ۾ يا اوطاق ۾ هوندو.

"گهر ۾" ۽ "اوطاق ۾"، هن جملي جا ڀاڱا آهن.

انهن ٻنهي ڀاڱن جي ڳالهه، گڏي ڪرڻ لاءِ، "يا" جو لفظ ڪم آيو آهي.

اهو حرف، جو ٻن لفظن، جملن يا جملي جي ٻن ڀاڱن کي گڏي، ڳالهه ڪرڻ لاءِ ڪم اچي ٿو، تنهن کي "حرف جملو" چئبو آهي. "حرف جملو" معنيٰ، جوڙ ڪندڙ (ملائيندڙ) يا ڳنڍيندڙ حرف.

## (٨) "حرف ندا"

٢٠٣ (١) واه! واه! مون کي انعام مليو. "واه! واه!" (خوشي)

(٢) افسوس! هُو مري ويو. "افسوس!" (ڏک)

(٣) مار! هيڏو وڇون. "مار!" (عجب)

(٤) شل! مان انعام کٽان. "شل!" (خواهش يا سڌ)

(٥) ٿُو! ڊاڪ ڪٽي ٿي ڪٽي. "ٿو!" (نفرت يا ڌڪار)

(٦) اڙي! هيڏانهن اچ. "اڙي!" (سڏ)

هن طرح سڏ ڪرڻ توڙي دل جي جدا جدا حالت جهڙوڪ "خوشي"، "ڏک"، "عجب"، "خواهش"، ۽ "ڌڪار" وغيره ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪي لفظ زبان سان ڳالهائجن ٿا. انهن سڀني قسمن جي لفظن کي چئبو آهي "حرف ندا". "ندا" معنيٰ سڏ يا دانهن.

"حرف ندا" اهو لفظ آهي، جو سڏ ڪرڻ يا دل جي ڪنهن حالت ظاهر ڪرڻ مهل وات مان ڪڍجي ٿو.

**اشارو:** جيڪي "حرف ندا" آهن، سي جملي ۾ گهڻو ڪري الڳ ڪري بيهاريا آهن، جيئن مٺي واه! واه! مار! ۽ ٻيا لفظ ڌار ڪري بيهاريا اٿئون.

١٤. ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾، جيڪو جيڪو لفظ وات مان ڪڍجي ٿو، سو مٿين اٺن قسمن مان، هڪ نه ٻئي قسم جو ضرور هوندو. مطلب ته ٻوليءَ جا سڀ لفظ انهن آٺن قسمن ۾ وراهيل آهن. انهن سڀني قسمن جي لفظن کي گڏي چئبو آهي "ڳالهائڻ جا لفظ".

١٥. هر هڪ لفظ سڃاڻڻ، ته مٿين آٺن قسمن مان ڪهڙي قسم جو آهي، تنهن کي چئبو آهي "ترڪيب."

١٦. هيٺين جملن ۾ جيڪي لفظ ڪم آيل آهن، تن جي ترڪيب ڪريو:

(١) انگريزن، سنڌ تي ڪاهه ڪئي.

(٢) مياڻيءَ وٽ لڙائي لڳي.

(٣) مير شير محمد وڏو لشڪر آندو.

(٤) حبشي هوش محمد، تمام گهڻي بهادري ڏيکاري.

(٥) هن انگريزن جا ڪيترا ماڻهو ماريا ۽ ڦٽيا.

(٦) سڀني چيو: مار! هيءَ ڏاڍو پهلوان مڙس ٿو ڏسجي.

(٧) نيٺ انگريزن ماريس، پر سندس قبر جوڙايائون.

(٨) هوش محمد جي قبر حيدرآباد واري قلعي ۾ آهي.

## باب ٽيون - "جنس"

١٧. (١) مرد آيو. زال آئي.

(٢) گهوڙو ڊوڙيو. گهوڙي ڊوڙي.

مرد ۽ گهوڙو، نر آهن. زال ۽ گهوڙي، ماديون آهن. جيڪي لفظ نر جي معنيٰ ڏيکارين، تن کي "مذڪر" (نر) ۽ جيڪي ماديءَ جي معنيٰ ڏيکارين، تن کي "مونث" (مادي) چئبو آهي.

مطلب ته: اسمن جون ٻه جنسون آهن: (١) جنس مذڪر. (٢) جنس مونث.

(٣) هو آيو. هوءَ آئي.

(٤) جو آيو سو ويو. جا آئي، سا وئي.

"هو"، "جو" ۽ "سو"، جا لفظ ضمير آهن ۽ انهن جي جنس، "مذڪر" آهي.
"هوءَ"، "جا" ۽ "سا" جا لفظ به ضمير آهن ۽ انهن جي جنس، "مونث" آهي.
اهڙيءَ طرح، ضميرن جون به ساڳيون اهي ٻه جنسون آهن.

(٥) ڪٽولو پڪو. ڪٽولي پڪي.

(٦) شيشو ڪريو. شيشي ڪري.

ڪتولو ۽ شيشو، جنس "مذڪر" آهن. ڪتولي ۽ شيشي جنس "مونث" آهن. اهڙي طرح، ٻي جان شين جون ٻه ساڳيون اهي ٻه "جنسون" آهن.

**اشارو:** سنڌيءَ ۾ جنس، ٻه جان ڪانهي.

١٨. هيٺين جملن ۾ جيڪي اسم ۽ ضمير ڪم آيا آهن، تن جون جنسون ٻڌايو:

(١) اڳي "مرد"، کيتي ڪندا هئا. (٢) "زالون"، گهر جي ڪرت ڪار ڪنديون هيون. (٣) "ڪنٽارا"، ڳايون چارينديا هئا. (٤) "ڏيڌون"، ڳاين ڏهڻ جو ڪم ڪنديون هيون. (٥) اڳي اڏين پورهئي جي ورچ ٿيل هئي. (٦) سڀ خوش گذاريندا هئا.

## "مونث پڇاڙيون"

١٩. زال نٿ، ۽ ڪٽ، لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" جو آچار آهي. "آ" پڇاڙيءَ وارا سڀ اسم، سدائين مونث آهي.

٢٠. گنگا، جمنا، بلا ۽ ڪلا، لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" جو اچار آهي. "آ" پڇاڙيءَ وارا اسم، گهڻو ڪري مونث آهن، جڏهن ته انهيءَ پڇاڙيءَ وارا ڪي ٿورا اسم، مذڪر ٻه آهن. مثلاً—راجا، لالا ۽ ديوتا.

٢١. چٽ، پٽ ۽ دل، لفظن جي پڇاڙيءَ ۾، "ا" جو اچار آهي. "ا" پڇاڙي وارا اسم، گهڻو ڪري مونث آهن، جڏهن ته انهيءَ پڇاڙيءَ وارا ڪي ٿورا مذڪر، اسم ٻه آهن. مثلاً—سيٺ، قيصر ۽ خضر.

٢٢. ٻيبي، گهوڙي ۽ دلي، لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "اي" جو آچار آهي. "اي" پڇاڙيءَ وارا اسم، گهڻو ڪري مونث آهن، جڏهن ته انهيءَ پڇاڙيءَ وارا ڪي ٿورا مذڪر، اسم ٻه آهن. مثلاً—ڪتي، حلوائي، پاڻي ۽ موتي.

**اشارو:** آ، آ، ا، ۽ اي سان نڪ جو اچار ٻه گڏجي ٿو.

## مذڪر پڇاڙيون

٢٣. ڀاڱ، آٽ، نڪ ۽ چپ، لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "ُ" جو آچار آهي. "ُ" پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري مذڪر آهن، جڏهن ته انهيءَ پڇاڙيءَ وارا ٿورا اسم، مونث ٻه آهن. مثلاً. ماڪ، ٽنب ۽ وڄ.

٢٤. گوپوُ، واڍوُ، واڳهوُ، ۽ ڪدوُ، لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "وُ" جو آچار آهي. "اوُ" پڇاڙيءَ وارا اسم، گهڻو ڪري مذڪر آهن، جڏهن ته انهيءَ پڇاڙيءَ وارا ڪي ٿورا اسم، مونث ٻه آهن مثلاً "ڪنوُ" ۽ "وهوُ" معنيٰ "زال" يا "ننهن".

٢٥. جمعو، گوبندو، گهوڙو ۽ ڏلو، لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "او" جو آچار آهي. "او" پڇاڙيءَ وارا سڀ لفظ، مذڪر آهن.

**اشارو:** سينهن، وڇوُن ۽ هنداڻو. اهڙيءَ طرح، ڪن لفظن ۾ "ُ" "ُو" ۽ "او" سان، نڪ جو آچار ٻه گڏجي ٿو.

## اسمن جي جنس پروڙڻ جون واٽون.

٢٦. پاڻي ڪارو آهي. ڪچهي ڪاري آهي. اهڙيءَ طرح، صفت لاڳو ڪرڻ سان، اسمن جي جنس معلوم ڪري سگهجي ٿي. پر سنڌي ٻوليءَ جي سڀ کان ڀلي خوبي* هيءَ آهي ته اسمن جي پڇاڙين مان، جنس جي پروڙ پوي ٿي. اهي پڇاڙيون جملي ست آهن، جن جو ذڪر، مٿي ڪيو ويو آهي.

"اَ، آ، اِ، اي" (مونث)- "اُ، او ۽ او" (مذڪر) انهن مان "آ"، پڇاڙيءَ وارا سڀ اسم، سدائين مونث آهن ۽ "او" پڇاڙيءَ وارا سڀ اسم، سدائين مذڪر آهن، باقي "اَ، اِي ۽ اُ" پڇاڙين وارا گهڻو ڪري مونث ۽ اُ ۽ آو پڇاڙين وارا گهڻو ڪري مذڪر آهن.

## مذڪر مان، مونث جوڙڻ جون واٽون.

٢٧. گهوڙو، مونث گهوڙي. ڪتولو، مونث ڪتولي.

"گهوڙو" ۽ "ڪتولو" لفظن سان، پڇاڙيءَ وارو "او" جو اچار ڪڍي، "اي" پڇاڙيءَ ۾ گڏجي ٿي.

(الف) ڇوڪرو، ان جو مونث ڇوڪري يا ڇوڪر. اهڙيءَ طرح، ڪن حالتن ۾ "اي" بدران "اِ" پڇاڙي به ڪم اچي ٿي. اٺ، ان جو مونث اٺِ ۽ گڏهه، ان جو مونث گڏهه.

مطلب ته جن مذڪر اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اُ" اچي ٿو، تن جي مونث جوڙڻ لاءِ "اُ" ڪڍي، اڪثر "اِ" پڇاڙي گڏبي آهي.

(ب) لالا، پيشوا، هاٿي، هندو ۽ ٻين اهڙن مذڪر اسمن جي پٺيان، مونث پڇاڙي "اي" گڏڻ ٿي مشڪل آهي، تنهنڪري اهڙن ڪيترن لفظن مان مونث لفظ جوڙي نٿو سگهجي، پر ڪن مان هيٺينءَ ريت جوڙي ٿو:

هاٿي، ان جو مونث: هاٿياڻي- هاٿڻي- هاٿڻ. هندو، ان جو مونث: هندواڻي- هندڏاڻي- هندڻي- هندڻ.

ڪيترن "او" ۽ "اُ"، پڇاڙين وارن مذڪر اسمن جو مونث به انهيءَ نموني جڙيل آهي. مثلاً: ماڙيچو، ان جو مونث: ماڙيچاڻي- ماڙيچڻي- ماڙيچڻ.

پروچ، ان جو مونث: پروچاڻي- پروچڻي- پروچڻ. ڏير، ان جو مونث: ڏيراڻي. شينهن، ان جو مونث: شينهڻ.

مطلب ته، عام قاعدو هي آهي، ته مذڪر مان مونث جوڙڻ لاءِ، "اي" پڇاڙي گڏبي آهي، جنهن جو گهٽيل اچار "اِ" آهي. ڪيترين حالتن ۾، مونث پڇاڙي

---

* انگريزي ٻوليءَ ۾ اها خوبي ڪانهي.

"اِي" جي اکيان، "آڻ" وجهي، "آڻي" پڇاڙي ڦاهبي آهي، جنهن جو آچار گهڻائي آڻ- اڻ ۾ ڪبو آهي.

(ث) عام طرح، مذڪر مان مونث جوڙبو آهي، پر ڪن ٿورين حالتن ۾، مونث مان مذڪر لفظ ٺهيا آهن.

مثلاً: ناني- نانو، مامي- مامو، پڦي- پڦڙ ۽ رن- رنڙ.

۲۸. ڪانءُ- ڪانويلي، گدڙ- گدڙي ۽ ٻگهڙ- ٻگهيڙي. اهڙيءَ طرح، ڪن لفظن جو مونث بيقاعدي ٺهيل آهي.

**اشارو:** هنن بيقاعدي ٺهيل مونث لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ به "اِي" جو آچار آهي، تنهنڪري چاڻڻ گهرجي ته سنڌيءَ ۾ مونث پڇاڙي "اِي"، بلڪل عام آهي.

**اشارو ۲:** ڪو مرد- ڪا زال ۽ سو ماڻهو- سا زال. اهڙيءَ طرح، مونث پڇاڙي "آ"، ڪن ضميرن ۾ ڪم اچي ٿي.

۲۹. ڪن مذڪر اسمن لاءِ نرالا مونث لفظ ٺهرايل آهن. مثلاً:

| مذڪر | مونث | مذڪر | مونث |
|---|---|---|---|
| ابو | امان | پتا | ماتا |
| ٻاءُ | ڀيڻ | پٽ | ڌيءَ |
| پيءُ | ماءُ | ڏاند | ڳانءِ يا ڳئون |
| ڏاڏو | ڏاڏي | راجا | راڻي |
| سانڊهو | مينهن | سهرو | سس |
| ڪونهون يا ڀاڏو | وڇ | ڳورپٽ | گورنهاري |
| گهٽو | رڍ | گهوٽ | ڪنوار |
| مڙس | جوءِ | مرد | زال |
| مور | ڍيل | ميان | بيبي |
| نر | مادي | — | — |

**اشارو:** ڪن اسمن جو مونث، ڪونه جڙندو آهي.

مثلاً: ڏڏ، تارو، پونر، چيلانو، ڪانڌ يعني مڙس ۽ پيا.

## باب چوٿون- "عدد"

۳۰. (۱) گهوڙو ڊوڙيو يعني هڪ گهوڙو ڊوڙيو.

(۲) گهوڙا ڊوڙيا يعني ٻه يا گهڻا گهوڙا ڊوڙيا.

پوئين مثال ۾ "گهوڙو" جو آچار ڦيرائي "گهوڙا" ڪيو اٿئون ۽ چاڪاڻ ته گهوڙن جو عدد هڪ کان وڌيڪ آهي. "هڪ" کي "واحد" چئبو آهي. "واحد"

معنيٰ هڪ. هڪ ڪان وڌيڪ، يعني ٻن يا گهڻن کي "جمع" چئبو آهي. جمع معنيٰ گهڻا: "گهوڙو"، عدد واحد آهي. "گهوڙا" عدد جمع آهي.

ٻيا مثال: (٣) هڪ مائي آئي (٤) چار مايون آيون.
"مائي"، عدد واحد آهي. "مايون" عدد جمع آهي.
(٥) هڪ دلو ڀڳو. پنج دلا ڀڳا. "دلو"، عدد آهي. "دلا"، عدد جمع آهي.
اهڙيءَ طرح، بيجان شين جا به اهي ساڳيا عدد جاڻبا آهن.

٣١. هيٺين مثالن مان اسم چونڊيو ۽ ٻڌايو ته انهن جو عدد واحد آهي يا جمع؟

(١) ٺٽي جي ويجهو مڪليءَ نالي هڪ ٽڪري آهي.
(٢) اُتي ڪيتريون سهڻيون قبرون آهن.
(٣) ٽڪريءَ جي پرسان هڪ ڪوهه آهي.
(٤) اهو ڪوهه، اهڙيءَ ريت ٺهيل آهي، جو ماڻهو، اُن ۾ اندر وڃي مجلسون ڪندا آهن.
(٥) هيٺ وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل آهي.
(٦) برسات ۾ اهو ڪوهه، پاڻيءَ سان ڀرجي پوندو آهي.

## واحد مان، جمع جوڙڻ جون واٽون

### ٣٢. مونث اسمن جو جمع.

(الف) ڪت، جمع ڪتون. ٻلا، جمع ٻلائون. ڀت، جمع ڀتيون. راڻي، جمع راڻيون ۽ وڄ، جمع وڄون. مطلب ته اَ، آ، اِ، اي ۽ اُ، ڇاڙين وارن مونث اسمن جو جمع، اُون ڇاڙيءَ گڏڻ سان ٺهي ٿو.

**اشارو:** ماءُ، جمع مائون، مائر، يا مائرون.
ڌيءُ، جمع ڌيئون، ڌيئر، يا ڌيئرون.
ڀيڻ، جمع ڀيڻون، ڀينر، يا ڀينرون.
اهڙيءَ طرح ڪي ٿورا بيقاعدي ٺهيل لفظ آهن.

(ب) ٻوهٽو، ڳئُو يا ڳئون، لفظن جي ڇاڙيءَ ۾ اڳيئي "اُو" (اون) جو آچار آهي. اهڙن لفظن ٺهيان جمع واري "اون" ڇاڙي گڏبي ته آچار ساڳيو "اون" قائم رهندو، تنهڪري چئبو ته اهڙا اسم، واحد توڙي جمع ۾ هڪ جهڙا آهن.

### ٣٣. مذڪر اسمن جو جمع

(الف) گدا، پيشوا، خضر، ڪيهر، حلوائي، ڏوٽي ۽ ٻيا اهڙا مذڪر اسم، جن جي ڇاڙيءَ ۾ آ، اِ، يا ۽ اي آهي، تن جو جمع، اڪثر ٿئو جڙي ۽ ٻر راجا حو

جمع راڄائون ۽ سيٺ جو جمع سيٺيون ڇوندا آهن. اهڙيءَ طرح، مونث لفظن وانگر، ”آون“ پڇاڙيءَ ڳنڍڻ سان انهن جو جمع ٿهي ٿو.

**اشارو:** سيٺ + آون = سيٺيون. ”ي“ جو اُچار پاڻمرادو پيدا ٿئي ٿو.

(ب) **واڳهُو، ڪدُو، ماڙهو، وڇون** ۽ ٻيا لفظ جن جي پڇاڙيءَ ۾ ”اُو“ (آون) جو اُچار آهي، تن جو جمع ڪونه جڙندو آهي. اهي واحد توڙي جمع ۾ هڪ جهڙا آهن.

(ٻ) آٽُ، جمع آٽ ۽ ڳڌهُ، جمع ڳڌهَ، ٻڪرُ، جمع ٻڪرَ يا ٻڪرا. مطلب ته ”اُ“ پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن جو جمع، عام طرح ”آ“ پڇاڙيءَ ۾ ڳنڍڻ سان ٿهي ٿو، پر ڪن حالتن ۾ ”آ“ بدران ”اَ“ پڇاڙي به ڪم اچي ٿي.

(ڀ) **گهوڙو**، جمع گهوڙا ۽ ڪتو، جمع ڪتا. اهڙيءَ طرح، جن اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ ”او“ اچي ٿو، تن جي جمع جوڙڻ لاءِ، ”او“ ڪڍي، ”آ“ پڇاڙي ڳنڍجي ٿي.

٣٤. هندُو، جمع هندُوئو! يعني اي هندو لوڪو! ماءُ، جمع مائرو! يعني اي مائئون يا ماتائون!

اهڙيءَ طرح مذڪر توڙي مونث جي پٺيان، ”او“ پڇاڙي ڳنڍبي ته اهڙا جمع اسم، سڏ ڪرڻ لاءِ ڪم ايندا.

**اشارو:** آڏيو، آيئون، آوسان، ٻيون، ڪيئون، ۽ ٻيا ڪي لفظ، هميشه جمع ۾ ڪم ايندا آهن.

## حاصل مطلب

٣٥. سنڌيءَ ۾ جمع واريون پڇاڙيون جملي ٽي آهن:

(١) ”آون“ پڇاڙي: ڪٺ - ڪٺون، ٻلا - ٻلائون ۽ ڪنڌ - ڪنڌون. اهڙيءَ طرح مونث اسمن جو جمع، عام طرح، ”آون“ پڇاڙيءَ ڳنڍڻ سان ٿهي ٿو. راڄا - راڄائون ۽ سيٺ - سيٺيون. اهڙيءَ طرح انهن پڇاڙين وارن، ٿورن مذڪر اسمن جو جمع به ”آون“ پڇاڙيءَ **ڳنڍڻ** سان ٿهي ٿو.

(٢) مذڪر پڇاڙي ”اُ“، جنهن جو گهٽيل اُچار ”اَ“ مثلاً: **ڇوڪرو**، جمع ڇوڪرا يا ڇوڪرَ. ڳڌهُ، جمع ڳڌهَ.

(٣) ”او“ پڇاڙي، جا مذڪر توڙي مونث اسمن جي پٺيان ڳنڍبي، ته اهي سڏ **ڪرڻ لاءِ** ڪم ايندا. مثلاً: ڀينرو! ڀائرو! دوستو! ۽ ٻيا.

## باب پنجون - "حالت"

### (١) حالت فاعلي.

٣٦. (١) سج اڀريو. هتي فعل آهي "اڀريو"، جو اسم، "سج" بابت ڪجهه چئي ٿو.

(٢) هُو آيو. هتي فعل آهي "آيو"، جو ضمير، "هُو" بابت ڪجهه چئي ٿو.

اسين سکيا آهيون ته "فعل" اهو لفظ آهي، جنهن مان 'هئڻ'، 'ڪرڻ'، 'سهڻ' يا ڪنهن تي ڪنهن 'ڪم ٿيڻ' جي معنيٰ نڪري ٿي. جنهن ماڻهوءَ يا شئي وغيره بابت ڪوبه فعل، انهن ٽن ڳالهين مان ڪابه ڳالهه ڄاڻائي، تنهن کي "فاعل" چئجي ٿو، ۽ ان جي حالت "فاعلي" چئجي ٿي. ٿورن لفظن ۾ چئبو ته:

اهو اسم يا ضمير، جنهن بابت فعل جي وسيلي ڪا ڳالهه ڪجي ٿي، آن کي 'فاعل' چئبو آهي، ۽ آن جي حالت 'فاعلي' چئجي ٿي.

٣٧. هيٺين جملن ۾، جن اسمن يا ضميرن جي حالت فاعلي هجي، سي چونڊيو: (١) استاد آيو. (٢) ڇوڪرا آئي ويٺا. (٣) سڀني سلام ڪيو. (٤) ٻار پڙهڻ لڳا. (٥) گهنڊ لڳو. (٦) موڪل ملي.

---

**اشارو:** ڇوڪرا! خط لک. هتي "ڇوڪرو" لفظ جو آڇار ڦيرائي ڪجي ٿو "ڇوڪرا" جو لفظ، سڏ ڪرڻ لاءِ ڪم آيو آهي. جملي ۾، جو اسم، سڏ ڪرڻ لاءِ ڪم اچي، تنهن جي حالت کي "ندا" چوندا آهن. ندا معنيٰ سڏ. حالت ندا، سچ پچ ته حالت 'فاعليءَ' جو هڪ نرالو قسم آهي، تنهنڪري ڪن صاحبن جو رايو آهي ته هتي "ڇوڪرا" لفظ کي "ندا جو فاعل يا اسم" Nominative Address سڏجي. ڪن جو وري رايو آهي ته جنهن صورت ۾ "ڇوڪرو" جو آڇار ڦري ڇوڪرا يا ڇوڪر ٿئي ٿو، تنهن صورت ۾ حالت ندا هڪ ڌار حالت ليکجي.

### (٢) حالت مفعولي

٣٨. (١) ڪتي ڏوڙي ٿو. هتي فعل، "ڏوڙي ٿو" اسم، "ڪتيءَ" بابت ڪجهه چئي ٿو، تنهنڪري "ڪتي" فاعل آهي. هيءَ جملو، پنهنجيءَ جاءِ تي پورو آهي يعني آن منجهان مطلب نڪري ٿو، پر اها سڌ ڪانه ٿي پوي ته ڪتي ڇا ٿو ڏوڙي؟ جيڪڏهن چئبو ته "ڪتي چادر ڏوڙي ٿو" ته پوءِ بلڪل پورو مطلب سمجهڻ ۾ ايندو. هتي فاعل آهي "ڪتي" ۽ جنهن شيءِ تي هن جي ڪم (ڏوڙڻ) جو اثر ٿئي ٿو، سا آهي "چادر".

(٢) هتي لڏون رکيو هو؛ گوپال آهو ڪاڏو.

هتي ”اهو“ لفظ ضمير آهي، ڇاڪاڻ ته اسم ”لڏونءَ“ بدران ڪم آيو آهي. مٿين جملي جي پوين لفظن ۾ ”گوپال“ آهي فاعل ۽ هن جي ڪم (ڪاٽڻ) جو اثر جنهن شيءِ تي ٿئي ٿو، سا آهي ”اهو“ (لڏون).

اهو اسم يا ضمير، جنهن تي فعل وارو ڪم يا ڪم جو اثر ٿئي، تنهن کي چئبو آهي ”مفعول“ ۽ ان جي حالت مفعولي چئجي ٿي.

مفعول معنيٰ، جنهن تي ڪو ڪم ٿئي.

۳۹. هيٺين جملن مان مفعول چونڊيو:

(۱) نوڪر ميز ڇنڊي. (۲) مون گل سنگهيو.

(۳) تون خط لک. (۴) احمد رانديڪا گهڙا.

(۵) گوبند ڪتاب پڙهي ٿو. (۶) گلاب ماني کاڌي.

جملي ۾ جو اسم يا ضمير، 'مفعول' آهي، تنهن جي حالت 'مفعول' چئجي ٿي.

## (۳) حالت جري

۴۰. (۱) ”گوپال، راند تان موٽيو“. هتي ”راند“ لفظ جي پٺيان ”تان“ حرف جر آيو آهي، جو گوپال جو ”راند“ سان، توڙي موٽڻ جي ڳالهه سان واسطو يا لاڳاپو ڏيکاري ٿو، تنهنڪري ”راند“ جي حالت جري چئبي.

(۲) ”گوبند، هن کان ڊڄي ٿو“. هتي ”هن“، ضمير جي پٺيان ”کان“ حرف جر آيو آهي ۽ ”هن“ جو ”گوبند“ سان توڙي ڊڄڻ جي ڳالهه سان لاڳاپو ڏيکاري ٿو، تنهنڪري ”هن“ جي حالت جري چئبي.

(۳) ”احمد جو خط آيو“. هتي ”احمد“ جي پٺيان ”جو“ حرف ڪم آيو آهي ۽ ان جو ”خط“ سان لاڳاپو ڏيکاري ٿو، جنهنڪري خبر پوي ٿي ته جيڪو خط آيو، سو احمد جو هو. هتي ”احمد“ جي حالت جري چئبي.

---

**اشارو:** 'جو'، 'سندو' ۽ 'وارو' لفظ، اضافت جي معنيٰ ڏيکارين ٿا ۽ اهي، جن اسمن يا ضميرن جي پٺيان اچن ٿا تن جي حالت 'اضافت' آهي، جا مالڪي، مالڪي يا ٻي نسبت ڏيکاري ٿي. هلندڙ رواج موجب حالت 'اضافت' کي حالت 'جري' ۾ ڳڻي ڇڏيو اٿن، ڪن صاحبن جو رايو آهي ته حالت اضافت ڌار حالت ليکڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته اها فقط ٻن اسمن جي پاڻ ۾ مالڪي يا لاڳاپو ڏيکاري ٿي.

جنهن اسم يا ضمير جي پٺيان حرف جر اچي ۽ ان جو جملي جي ٻين لفظن سان لاڳاپو ڏيکاري، تنهن اسم يا ضمير جي حالت جري چئبي.

۴۱. هيٺين جملن ۾، جن اسمن يا ضميرن جي حالت جري هجي، سي چونڊيو:

(١) بوبڪن ۾ غاليچا ڦهندا آهن.
(٢) ڌٽي جون لونگيون سهڻيون آهن.
(٣) اسان هالن مان هندورو گهرايو.
(٤) اسان سڀني کي ديسي هنرن کي زور وٺائڻ گهرجي.

## (٤) حالت جري

٤٢. (١) نوڪر گهوڙان (گهوڙئون) آيو.

گهوڙان يا گهوڙئون معنيٰ، گهوٽ مان يا گهوٽ کان (حالت جري). هتي ڪوبه حرف جر ڪم نه آيو آهي، ته به "گهوٽ" لفظ جي حالت جري آهي، سببان "آن"- "اون" پڇاڙيءَ جي، جا حرف جر جو ڪم ڏئي ٿي.

(٢) نوڪر گهوٽ ويو. "گهوٽ" معنيٰ گهوٽ ۾ يا گهوٽ ڏي. هتي به "گهوٽ" لفظ جي حالت جري آهي، سببان (ـِ) يعني "اِ" پڇاڙيءَ جي، جا حرف جر جو ڪم ڏئي ٿي.

(٣) "پار ڪنڌان ڪريو". هن جي بدران چئبو ته "پار ڪنڌ تان ڪريو."
(٤) "پار ڪنڌِ ڪريو"، بدران چئبو "پار ڪنڌ تي ڪريو".

مطلب ته سنڌيءَ ۾ حالت جريءَ جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ آن (اون) ۽ "اِ" پڇاڙيون مقرر ٿيل آهن، جي 'حرف جر' جو ڪم ڏين ٿيون. پر اهي پڇاڙيون، سڀ ڪنهن اسم يا ضمير جي پڇيان نه گڏبيون آهن، تنهنڪري انهن جي بدران عام طرح حرف جر ڪم آڻجن ٿا.

٤٣. هيٺين جملن مان اهڙا اسم چونڊيو، جن ۾ حالت جريءَ واريون مقرر ٿيل پڇاڙيون گڏيل هجن:

(١) مان هينئر 'گهران' ٿو اچان.
(٢) اهو ڪم رڳو تنهنجي 'هٿان' ٿيندو.
(٣) منهنجي 'واتان' هڪڙو حرف به ڪونه نڪتو.
(٤) مان 'وسٿون' ڪين گهٽائيندس.
(٥) ڇوڪرو گهر ويو.
(٦) مون کي اها ڳالهه من نڪا چٽ هئي.

## دؤر

٤٤. اسمن ۽ ضميرن جون حالتون، هيٺينءَ ريت معلوم ڪبيون آهن:

(١) جملي ۾، جنهن اسم يا ضمير بابت، فعل ڪجهه، ڇوي يعني هئڻ، ڪرڻ يا سهڻ مان ڪا ڳالهه ڄاڻائي، تنهن کي "فاعل" چئجي ٿو ۽ ان جي حالت "فاعلي" چئجي ٿي.

(٢) جملي ۾ جنهن اسم يا ضمير تي، فعل واري ڪم جو اثر ٿئي، تنهن کي "مفعول" چئجي ٿو ۽ ان جي حالت "مفعولي" چئجي ٿي.

(٣) جنهن اسم يا ضمير جي پٺيان، ڪو به حرف جر اچي ۽ ان جو جملي جي ٻين لفظن سان لاڳاپو ڏيکاري، يا اهڙي لاڳاپي ڏيکارڻ لاءِ حرف جر بدران ڪا مقرر ٽيل بچاڙي ڪم اچي، ته ان اسم يا ضمير جي حالت "جري" چئبي.

٤٥. اسم يا ضمير جو، جملي ۾، ٻين لفظن سان جيڪو لاڳاپو آهي، يا انهيءَ لاڳاپي ڏيکارڻ لاءِ جيڪا* ڦيرڦار، آن اسم يا ضمير جي صورت ۾ ٿئي ٿي، تنهن کي "اسم يا ضمير" جي حالت چئجي ٿي.

## باب ڇهون - "اسمن جو ڦيرو"

٤٦.

| واحد | جمع |
|---|---|
| فاعلي - ڇوڪرو اچي ٿو | ڇوڪرا اچن ٿا |
| مفعولي - ڇوڪرو بچاءِ | ڇوڪرا بچايو |
| جري - ڇوڪري کي سڏ | ڇوڪرن کي سڏيو |
| ڇوڪري سان وڃ | ڇوڪرن سان وڃو |
| ڇوڪري کان پاسي ٿي | ڇوڪرن کان پاسي ٿيو |

٤٧.

| واحد | جمع |
|---|---|
| فاعلي - ڇوڪري اچي ٿي | ڇوڪريون اچن ٿيون |
| مفعولي - ڇوڪري بچاءِ | ڇوڪريون بچايو |
| جري - ڇوڪريءَ کي سڏ | ڇوڪرين کي سڏيو |
| ڇوڪريءَ سان وڃ | ڇوڪرين سان وڃو |
| ڇوڪريءَ کان پاسي ٿي | ڇوڪرين کان پاسي ٿيو |

٤٨. اسم کي ٽنهي حالتن ۾، واحد توڙي جمع ۽ مذڪر توڙي مونث جي صورتن ۾ ڦيرائڻ کي "اسم جو ڦيرو" چئجي.

٤٩. "ڇوڪرو" لفظ جو ڦيرو، جو مٿي ڪيو ويو آهي، تنهن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته پهريائين چئون ٿا ڇوڪرو، جمع ڇوڪرا. جڏهن ڪو به حرف جر انهن لفظن جي پٺيان ڪم آڻيون ٿا، تڏهن "ڇوڪرو" جو آچار ڦيرائي ڪريون ٿا "ڇوڪري" ۽ جمع چئون ٿا "ڇوڪرن".

(*) ڪن لفظ پڇاڙي "آ" جو آچار آهي، سو ڪڏهن آن (آون) يا "ا" بچاڙي ڪڍي، ڪي ٻيا ڪن لفظ ناهن ٿا. اها ڦيرڦار حالت ڏيکاري ٿي.

ساڳيءَ طرح "ڇوڪري" جمع "ڇوڪريون"، پر حرف جر ڪم آڻڻ کان پوءِ اُچار ڦيرائي ڪريون ٿا "ڇوڪريءَ" جمع "ڇوڪرين".

هنن لفظن جي اها صورت سڀڪنهن حرف جر ڳنڍڻ کان پوءِ ساڳي رهي ٿي، تنهنڪري هن کي "عام صورت" چئجي ٿو. هاڻ ڇٻو ته مٿين اسمن جو ڦيرو هن طرح ٿيندو آهي:

| جمع | (١) واحد |
|---|---|
| ڇوڪرا | فاعلي - ڇوڪرو |
| ڇوڪرن | عام صورت - ڇوڪري |

| جمع | (٢) واحد |
|---|---|
| ڇوڪريون | فاعلي - ڇوڪري |
| ڇوڪرين | عام صورت - ڇوڪريءَ |

| جمع | ٥٠- واحد |
|---|---|
| ڪٽون پڳيون | فاعلي - ڪٽ پڳي |
| ڪٽون وڃايو | مفعولي - ڪٽ وڃاءِ |
| ڪٽن تي ويهو | جري - ڪٽ تي ويهه |
| ڪٽن کي چوريو | ڪٽ کي چور |
| ڪٽن جا پاوا پڳا | ڪٽ جو پائو پڳو |

هتي "ڪٽ" لفظ جو اُچار، سڀني حالتن ۾ ساڳيو رهيو آهي، تنهنڪري اهاٿي انهيءَ لفظ جي "عام صورت" چئبي.

٥١. عام صورت سمجهڻ لاءِ ڪي مثال وٺو.

مثلاً: راجا، سيٺ، آٽ ۽ واڳهو. هاڻ هنن لفظن جي پٺيان ڪهڙو به حرف جر ڪم آڻيو:

راجا کي سلام ڪر. — سيٺ کي سڏ ڪر.

آٽ کي هڪل. — واڳهوءَ کان پاسي ٿيءُ.

هتي "آٽ" جو اچار ڦري ٿيو آهي "آٽ" ۽ "واڳهو" جو "واڳهوءَ". اِها انهن لفظن جي "عام صورت" چئبي. "راجا" ۽ "سيٺ" لفظن جي پٺيان حرف جر ڪم اچڻ ڪري، انهن لفظن جي صورت ۾ ڪا به ڦيرڦار ڪانه ٿي ٿئي، تنهنڪري اها ئي سندين عام صورت چئبي.

٥٢. اسم جي اها صورت، جا سڀني حالتن ۾، يا هر ڪنهن حرف جر جي پٺيان اچڻ کان پوءِ ساڳي رهي، تنهن کي "عام صورت" چئجي ٿو.

## حاصل مطلب

٥٣. (١) سنڌيءَ ۾، ڪن اسمن جي صورت، عدد واحد ۾، هڪ ڦيرو ڪائي ٿي. مثلاً: "ڇوڪرو" جو آڇار ڦيري ٿئي تو "ڇوڪري". "اٺُ" جو "اٺَ" ۽ "واڳهُو" جو "واڳهوءَ".

(٢) ڪن اسمن جي صورت، عدد واحد ۾، اهو هڪ ڦيرو به نٿي ڪائي. مثلاً: ڪٽ، راڄا ۽ سيٺ لفظن جو آڇار، سڀني حالتن ۾ ساڳيو رهي ٿو.

(٣) ڇوڪرو جمع ڇوڪرا، پر عام صورت، جمع ڇوڪرن. ڇوڪري جمع ڇوڪريون. پر عام صورت، جمع ڇوڪرين. ڪٽ جمع ڪٽون، پر عام صورت، جمع ڪٽن.

اهڙيءَ طرح، عام صورت جمع ۾ سڀ اسم، ڇا مذڪر ڇا مونث، "آن"، "اِن" يا "ان" پڇاڙي وٺن ٿا.

## پاڱو پهرو

## باب ستون - "اسمن جا قسم"

### اسم خاص ۽ اسم عام

٥٤. (١) اڪبر بادشاهه سنڌ ۾ ڄائو هو.

"اڪبر" هڪ بادشاهه جو نالو آهي. ڪنهن به بادشاهه کي "بادشاهه" ڪوٺي سگهبو، پر سڀڪنهن بادشاهه کي "اڪبر" نه ڪوٺبو، ڇاڪاڻ ته "اڪبر" خاص ڪنهن هڪ بادشاهه جو نالو آهي.

"سنڌ" هڪ پرڳڻي جو نالو آهي. ڪنهن به پرڳڻي کي "پرڳڻو" ڪوٺبو، پر سڀڪنهن پرڳڻي کي "سنڌ" نه ڪوٺبو، ڇاڪاڻ ته اهو نالو خاص ڪنهن هڪ پرڳڻي تي رکيل آهي.

(٢) حضرت عليءَ جي خچر جو نالو، دلدل هو.

ڪنهن به خچر کي "خچر" ڪوٺبو، پر سڀڪنهن خچر کي "دلدل" نه ڪوٺبو، ڇاڪاڻ ته اهو نالو خاص ڪنهن هڪ خچر تي رکيل آهي.

(٣) هو "گلشڪر" پڙهي ٿو.

"گلشڪر" هڪ ڪتاب جو نالو آهي. سڀڪنهن ڪتاب کي "ڪتاب" ڪوٺبو، پر سڀڪنهن ڪتاب کي گلشڪر نه ڪوٺبو، ڇاڪاڻ ته اهو نالو، خاص ڪنهن هڪ ڪتاب تي رکيل آهي.

هنن مثالن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته ڪي نالا خاص ۽ ڪي عام آهن. مٿين مثالن مان ٻنهي قسمن جا نالا ڌار ڪري هيٺ ڏيکارجن ٿا:

| عام نالو | خاص نالو |
|---|---|
| باد شاھ | اڪبر |
| پرڳڻو | سنڌ |
| خچر | دلدل |
| ڪتاب | گلشڪر |

٥٥. اهو لفظ، جو ڪنهن ماڻهوءَ يا ٻئي جاندار يا بيجان شئي يا مڪان جو خاص طرح ٺهرايل نالو هجي، تنهن کي ”اسم خاص“ چئبو آهي.

٥٦. اهو نالو جو هڪڙي قسم جي جاندار يا بيجان شين لاءِ هڪ جهڙو هجي، يا هر هڪ سان لاڳو ٿي سگهي، تنهن کي ”اسم عام“ چئبو آهي.

٥٧. هيٺين جملن مان اسم خاص ۽ اسم عام چونڊيو:

(١) حيدرآباد کي اڳي نيرن ڪوٽ چوندا هئا.
(٢) جيڪب آباد جو اصلوڪو نالو خان ڳڙهه آهي.
(٣) بدين جو شهر اصل سانول پور سڏبو هو.
(٤) ٿرپارڪر جي ڀاسي اڳي سمنڊ هو، جنهن جو منهن ڪڇ جي رڻ ڏي هو.
(٥) ڌرتيءَ ڌٻڻ ڪري حالتون ڦري ويون.
(٦) سمنڊ جي نشاني هاڻوڪيون ٿر جون ڀٽون آهن.

## اِسم ذات

٥٨. (١) اڇاڻ، ساوڪ، ڀلائي ۽ صفائي خاصيتن جا نالا آهن.
(٢) ڪِل، چرچو، ويڙهه ۽ جنگ، ڪمن جا نالا آهن.
(٣) ٻالاپڻ، جواني، جهنگليپڻو ۽ ڀانهپ، حالتن جا نالا آهن.
انهن ٽنهي قسمن جي نالن کي گڏي ”اسم ذات“ چئبو آهي،
ڪنهن خاصيت، ڪم يا حالت جي نالي کي ”اسم ذات“ چئبو آهي.

٥٩. هيٺين جملن مان اسم ذات چونڊيو:

(١) سچ هڪ وڏو گڻ آهي. (٢) نئڙت سکيو. (٣) رحم ۾ ڀئي برڪت آهي.
(٤) غريبن تي قياس ڪر. (٥) آپ ۾ ڳاڙهاڻ ڏس. (٦) ڌٺيءَ جي وڏائي ڳاءِ.
(٧) پڙهڻ، ترڻ، تير هڻڻ، چوٿين سواري، ننڊي هوندي جو نه سکي، وڏي خواري.

**اشارو:** ٻنجات، سپاه، فوج، لشڪر، ڌڻ ۽ ٻيا اهڙا لفظ، جي ڪنهن ميڙ جي معنيٰ ڏيکارين ٿا، سي اسم جمع Collective Noun آهن، پر اهي سنڌي گرامر موجب ”اسم عام“ ڪري ليکيا آهن.

چانور، اٽو، سون ۽ لوهه، اسم جنس Material Noun آهن، پر اهي به "اسم عام" ليکجن ٿا.

## "صفاتي ۽ ذاتي اسمن جو فرق"

٦٠- اسم خاص ۽ اسم عام، انهن ٻنهي کي گڏجي "صفاتي اسم" Concrete Noun چئبو آهي. اهي اکين سان ڏسي سگهجن ٿا ۽ انهن کي هٿ لائي سگهجي ٿو. مثلاً: برف اهڙي شيءِ آهي جا اکين سان ڏسي ۽ هٿ ۾ کڻي سگهجي ٿي. اهڙيءَ طرح جيڪي صفاتي اسم (خاص ۽ عام) آهن تن سڀني کي جسم آهي، تنهنڪري اهي، ظاهري حواسن (ڪن، هٿ، اک، چپ ۽ نڪ) سان معلوم ڪري سگهجن ٿا. ڪنهن ماڻهوءَ ۾ جيڪڏهن سياڻپ هوندي ته "سياڻپ" اهڙي شيءِ نه آهي جا هٿ ۾ کڻي يا چپ سان چکي سگهجي. ساڳيءَ طرح، برف جي اڇاڻ، ٿڌاڻ ۽ لساڻ يا لسائي اهڙيون شيون نه آهن، جي برف کان ڌار ڪري، هٿ ۾ کڻي سگهجن. انهن بابت رڳو دل ۾ ويچار ڪري چئجي ٿو ته برف ۾ هيءَ هيءَ خاصيتون آهن. هاڻ چڱيءَ طرح سمجهڻ ۾ ايندو ته صفاتي ۽ ذاتي اسمن جي وچ ۾ هيءُ تفاوت آهي :

جيڪي صفاتي اسم (خاص ۽ عام) آهن، تن سڀني کي جسم آهي، تنهنڪري اهي ظاهري حواسن سان معلوم ڪري سگهجن ٿا. جيڪي ذاتي اسم آهن سي فقط خاصيتن، ڪمن ۽ حالتن جا نالا آهن. انهن کي جسم ڪونهي، تنهنڪري انهن جو رڳو پنهنجي من يا دل ۾ ويچار ڪجي ٿو.

## باب اٺون- ضميرن جا قسم

### (١) "ضمير خالص"

٦١. (١) آءٌ اڄان ٿو. مان وڃان ٿو. مون ڪاڙو.

(٢) تون آڇ. تو ڇا چيو؟

گلاب کي سڏ يو، پر هو هليو ويو.

جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڪا ڳالهه ڪندو آهي، تڏهن پنهنجي نالي ڳنهڻ بدران "آءٌ"، "مان" يا "مٿوز" لفظ ڪم آڻيندو آهي. اهي لفظ ضمير آهن، ڇاڪاڻ ته ڳالهه ڪندڙ ماڻهوءَ جي نالي بدران ڪم اچن ٿا. اهڙن ضميرن کي "ضمير متڪلم چئبو آهي. "متڪلم" معنيٰ، جنهن جي وات مان ڪلام نڪري يعني جو ڳالهائي. آءٌ، مان، مون ۽ اسين "ضمير متڪلم" جا مثال آهن!

حاضر ماڻهو، جنهن سان ڳالهائبو آهي، تنهن جي نالي بدران ”تون“ يا ”تو“ لفظ ڪم آڻبو آهي، تنهنڪري اهي لفظ به ضمير آهن. اهڙن ضميرن کي ”ضمير حاضر“ چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته جنهن سان ڳالهائبو آهي، سو ضرور اکين اڳيان حاضر هوندو آهي. تون، تو، توهين ۽ اوهين، ”ضمير حاضر“ جا مثال آهن.

مٿين ٽئين جملي ۾ ”گلاب“، جنهن جي ڳالهه ڪجي ٿي، تنهن جي نالي بدران ”هُو“ لفظ ڪم آندو اٿئون، تنهنڪري ”هُو“ لفظ ضمير آهي. اهڙن ضميرن کي ”ضمير غائب“ چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته جنهن ٽياڪڙ جي ڳالهه ڪجي ٿي، سو يا ته غائب يعني گم يا غير حاضر آهي، يا جي حاضر آهي ته به سائس ڪونه ٿو ڳالهائجي، پر سندس رڳو ڳالهه ڪجي ٿي. هُو، اُو، هُن ۽ اُنهن، ”ضمير غائب“ جا مثال آهن.

انهن ٽنهي ضميرن کي ”ضمير خالص“ چئبو آهي. خالص، معنيٰ نج. اهي ٽي ئي، لڄيءَ يا خاص طرح، فقط ماڻهن سان لاڳو ٿين ٿا، تنهنڪري اهو نالو پيو اٿن. ياد ڪريو ته ضمير خالص ٽي آهن:

(۱) متڪلم يعني ڳالهائيندڙ، (۲) حاضر يعني جنهن سان ڳالهائجي، (۳) غائب يعني اهو ٽياڪڙ جنهن جي ڳالهه ڪجي ٿي.

### ۶۲. ضمير خالص جا ڦيرا

| واحد | جمع |
|---|---|
| فاعلي — آءٌ، مان | آسين |
| عام صورت — مون | اسان |
| **واحد** | **جمع** |
| فاعلي — تون | توهين، اوهين |
| عام صورت — تو | توهان، اوهان |
| **واحد** | **جمع** |
| فاعلي — هُو (مونث هُوءَ) | هُو، اُو |
| عام صورت — هُن، اُن | هُنن، اُنهن |

### ۶۳. ضميري پڇاڙيون

| واحد | جمع |
|---|---|
| ڀائُم، ڀاءُم = منهنجو ڀاءُ | — |
| ڀائهي، ڀاءِ = تنهنجو ڀاءُ | ڀائهو = توهان جو ڀاءُ |
| ڀائس، ڀاءُس = هُن جو ڀاءُ | ڀائن = هُنن جو ڀاءُ |

هن طرح، مائٽي ڏيکاريندڙ اسمن (پيءُ، ماءُ، ڌيءُ وغيره) جي پٺيان اهي پڇاڙيون عام طرح گڏبيون آهن، ته اهي ”ضمير خالص“ جو ڪم ڏينديون آهن.

ڪَتَهُمُ ڪَنهَرس يعني ڪوهه ۾ (ڪَنڌ ۾) پسوي هن جو گهر. اهڙيءَ طرح، ڪن پين اسمن جي پڇاڙيءَ به ساڳئي مطلب لاءِ اهي پڇاڙيون ڪم اچن ٿيون.

۶۴. **واحد** — **جمع**

| واحد | جمع |
| --- | --- |
| وٽم = مون وٽ | وٽهئون يا وٽون = اسان وٽ |
| وٽءِ = تو وٽ | وٽوَ = توهان وٽ |
| وٽس = هن وٽ | وٽن = هنن وٽ |

اهڙيءَ طرح، حرف جر جي پڇاڙيءَ به اهي پڇاڙيون گڏيون آهن.

**اشارو:** ضمير متڪلم جمع واري "هئون، آئون" واري پڇاڙي، اسمن جي پڇاڙيءَ نه گڏبي آهي.

۶۵. **واحد** — **جمع**

| واحد | جمع |
| --- | --- |
| اٿم = مون کي آهي | اٿئون = اسان کي آهي |
| اٿيئي = تو کي آهي | اٿوَ = توهان کي آهي |
| اٿس = هن کي آهي | اٿن = هنن کي آهي |

اهڙيءَ طرح، ڪن فعلن جي پڇاڙيءَ به اهي پڇاڙيون گڏي سگهجن ٿيون.
(ڏسو باب ڏهون)

۶۶. ضميري پڇاڙيون، هيٺئين نقشي ۾ ڏار ڏيکارجن ٿيون:

| ضمير | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| متڪلم | م | هؤن، آؤن، ئون |
| حاضر | ءِ (اي) | وَ |
| غائب | س | ن |

۶۷. مٿي جيڪي چيو ويو آهي، تنهن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته ضمير خالص ٻن قسمن جا آهن:

(۱) سچا لفظ، جهڙوڪ آءٌ، تون ۽ هوءَ.

(۲) پڇاڙين وارا، جن کي 'متصل' يا گڏيل ضمير چئبو آهي.

متصل يا گڏيل ضمير آهي آهن جي ڪنهن اسم، حرف جر يا فعل جي پڇاڙيءَ، پڇاڙين يا نشانن وانگر ڪم اچن ٿا.

٦٨. هيٺين جملن ۾ جن لفظن جي بدران ضميري پچاڙيون هجن، تن جي معني ڏيکاريو. مثلاً: منجهس = هن منجهه.

(۱) ونس وڃ، (۲) چئينس ته سگهو اچ، (۳) نه اچي ته خوشي سنديس. (۴) هيٺئر ونن پئسو ڪونهي. (۵) ماستر چيو اٿوَ، ته سبق ياد ڪريو.

## (۲) "ضمير اشارو"

٦٩. گوپال کي ماڻس پيو لڏون ڏيئي چيو ته "هيءُ تون کاءُ ۽ هوءُ پاڻ لاءِ رک".

هتي هيءُ لفظ، انهيءَ لڏونءَ ڏي اشارو ٿو ڪري، جو پرسان يا ويجهو آهي ۽ "هو" لفظ ٻئي لڏونءَ ڏانهن اشارو ٿو ڪري، جو پري آهي.

آهڙا ضمير، جي ڪن اسمن ڏي اشارو ڪن، تن کي "ضمير اشارو" چئبو آهي. اهي ٻن قسمن جا آهن:

(۱) جيڪي ضمير ڪنهن ويجهي ماڻهوءَ يا شيءِ وغيره ڏي اشارو ڪن، تن کي "ضمير اشارو ويجهو" چئبو آهي. مثلاً: هيءُ، اِيءُ.

(۲) جيڪي ضمير ڪنهن ڏورانهين ماڻهوءَ يا شيءِ وغيره ڏانهن اشارو ڪن، تن کي "ضمير اشارو ڏوُر" چئبو آهي. مثلاً: هوءُ، آءُ.

٧٠- ضمير اشارو ويجهو- ڦيرو

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي - هيءَ | | هيي، (اهي) | هيءُ | هيي |
| عام صورت - هن | | هنن | هن | هنن |

اشارو: ضمير اشارو ڏوُر جو ڦيرو، ضمير غائب جهڙو آهي. سنڌيءَ ٻوليءَ مان ضمير غائب، ڪم ٿي ويو آهي، تنهنڪري 'هوءُ ۽ آهي' لفظ، جي ضمير 'اشارو ڏوُر' آهن، سي ڪم اچي، پورائي پيا ڪريون.

## (۳) ضمير مشترڪ

٧١. (۱) "گوپال، گوپال کي بچايو." هن جي بدران چئبو ته گوپال پاڻ کي بچايو. هن جملي ۾ فاعل آهي "گوپال" ۽ جنهن کي بچايائين سوبه ساڳيو پاڻ آهي، تنهنڪري چئبو ته جملي جو جيڪو فاعل آهي، سو ئي ساڳيو مفعول آهي.

(۲) آءُ پاڻ يا خود ايندس. هن جي معني ته پيو ڪوبه ايندو، پر آءُ پاڻ (پنهنجي سر) ايندس. اهڙين ڳالهه کي زور پرائڻ لاءِ ٻه "پاڻ" يا "خود" لفظ ڪم آڻبو آهي. پاڻ، خود، پنڊ ۽ پنهنجو لفظ ضمير مشترڪ آهن. اهي ضمير ٻن مطلبن لاءِ ڪم آڻبا آهن:

(١) فاعل کي زور ڏيارڻ لاءِ (٢) ھن ڳالھہ ڄاڻائڻ لاءِ تہ جملي ۾ جيڪو فاعل آھي سو ئي ساڳيو مفعول آھي.

اھو ضمير، جو جملي ۾ فاعل جي بدران (مفعول ٿي) ڪم اچي، يا جو ضمير خالص کي زور ڏيارڻ لاءِ ڪم اچي، تنھن کي "ضمير مشترڪ" چئبو آھي.

مشترڪ معنيٰ شريڪ ٿيندڙ. اھو نالو اُن تي ھن ڪري رکيو اٿن جو پاڻ، خود ۽ پنھنجو لفظ، جي ضمير مشترڪ آھن، سي فاعل سان شريڪ يا لاڳو ٿين ٿا.

٧٢. ھيٺين جملن مان ضمير مشترڪ چونڊيو ۽ ٻڌايو تہ اھي فاعل جي بدران ڪم آيا آھن يا رڳو ضمير خالص کي زور ڏيارڻ لاءِ ڪم آيا آھن:

(١) توھين پاڻ ۾ ڏھي وڃو تہ چڱو.

(٢) تون پاڻ ڇو تہ مون چا چيس؟

(٣) پنھنجو، ڪم ايندو، ڏاريو، ڪم نہ ايندو.

### ٧٣. "پنھنجو" لفظ جو ڦيرو

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي — | پنھنجو | پنھنجا | پنھنجي | پنھنجون |
| عام صورت — | پنھنجي | پنھنجن | پنھنجيءَ | پنھنجن |

### (٤) "ضمير استفھام"

٧٤. ڪير آيو؟ ڪھڙو آھين؟ ڇا کپيئي؟ ڪجاڙو تہ چوين؟ ھتي ڪير، ڪھڙو، ڇا ۽ ڪجاڙو لفظ، سوال پڇڻ لاءِ ڪم آيا آھن. ڪير، معنيٰ ڪھڙو ماڻھو. ڪھڙو، معنيٰ ڪھڙو ماڻھو يا ڪم. ڇا، معنيٰ ڪھڙي شيءِ. مطلب تہ اھڙا سوال پڇڻ جا لفظ، ڪن اسمن بدران ڪم اچن ٿا، تنھنڪري ضمير آھن. اھڙن ضميرن کي چئبو آھي "ضمير استفھام". فھم، معنيٰ سمجھہ يا ڄاڻ. ضمير استفھام، معنيٰ اھو ضمير، جو ڄاڻڻ يا سمجھڻ گھري ٿو (سوالن پڇڻ سان). مطلب تہ:

ضمير استفھام، اھو ضمير آھي، جو سوال پڇڻ يا پڇا ڪرڻ ۾ ڪم اچي ٿو.

٧٥. (١) تون ڪير آھين؟ "ڪير" رڳو ماڻھوءَ سان لاڳو ٿئي ٿو.

(٢) ڪھڙو ماڻھو؟ ڪھڙو ڪتاب؟ ڪھڙو ڪم؟ "ڪھڙو" لفظ ماڻھن، شين ۽ ڪمن سان لاڳو ٿئي ٿو.

(٣) ڇا وٺان؟ ڇا چوان؟ "ڇا" شين ۽ ڪمن سان لاڳو ٿئي ٿو.

(٤) ڪچاڙو ڪهڙي؟ ڪچاڙي لاءِ ڇيئو آهين؟ "ڪچاڙو" شين ۽ ڪمن سان لاڳو ٿئي ٿو.

٧٦. "ڪير" جو ڦيرو

| جمع | واحد |
|---|---|
| ڪير | فاعلي ـ ڪيرُ (مونث: ڪيرَ) |
| ڪن | عام صورت ـ ڪنهن |

٧٧. "ڪهڙو" جو ڦيرو

| مونث | | مذڪر | |
|---|---|---|---|
| جمع | واحد | جمع | واحد |
| ڪهڙيُون | ڪهڙي | ڪهڙا | فاعلي ـ ڪهڙو |
| ڪهڙين | ڪهڙيءَ | ڪهڙن | عام صورت ـ ڪهڙي |

٧٨. هيٺين سٽن مان ضمير استفهام چونڊيو:

(١) گلاب کي ٻاهر ڪير پيو سڏي؟

(٢) تو کي ڇا کپي؟ (٣) ڪچاڙو گهر جيئي؟

(٤) هنن راندڪن مان توکي ڪهڙو ٿو وڻي؟

## (٥) "ضمير موصول"

٧٩. هيءُ اهو ڪتاب آهي. ڪتاب مون گهرايو پئي. هي ٻئي جملا گڏيل چئبو ته "هيءُ اهو ڪتاب آهي، جو مون گهرايو پئي". هتي "جو" لفظ، "ڪتاب" جي بدران ڪم آيو آهي، تنهنڪري "ضمير" آهي ۽ اهو ٻن جملن کي گڏيل ٿو، تنهنڪري ضمير موصول آهي. موصول، معنيٰ گڏيندڙ (وصل=گنڍ، ميلاپ). هيءُ اهو ڪتاب آهي، جيڪو مون گهرايو پئي. "جيڪو"، ضمير موصول آهي.

هيءُ اهو ڪپ آهي. ڪپ جي تسو پچا ٿي ڪئي. هيءُ ٻئي جملا گڏيل چئبو ته "هيءُ اهو ڪپ آهي، جنهن جي تسو پڇا ٿي ڪئي". هتي "جنهن" لفظ، ضمير موصول آهي.

اهو لفظ، جو ڪنهن اسم جي بدران جملي ۾ ڪم اچي ٿو ۽ ان کي ٻئي جملي سان گڏيل ٿو، تنهن کي ضمير موصول چئبو آهي.

٨٠. "جو" جو ڦيرو

| | مذڪر | | مونث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي - | جو | جي | جا | جي |
| عام صورت - | جنهن | جن | جنهن | جن |

٨١. "جيڪو" جو ڦيرو

| | | | |
|---|---|---|---|
| فاعلي - جيڪو | جيڪي | جيڪا | جيڪي |
| عام صورت - جنهن ڪنهن | جن ڪن | جنهن ڪنهن | جن ڪن |

٨٢. هيٺين سٽن مان ضمير 'موصول' چونڊيو.

(١) ننگر پارڪر ۾ هڪ ٽڪري آهي، جا "ڪارونجهر" جي نالي سان سڏجي ٿي. (٢) ٽڪريءَ جون چهه قطارون آهن، جن جي وچ ۾ ڪيترن هنڌ واري آهي. (٣) انهي واريءَ سان گڏ ٻڙر آهن، جن مان ڪي روهيءَ جهڙا ڪارا ته ڪي داڻ جهڙا ڳاڙها آهن. (٤) سنڌ ۾ اها ئي هڪ ٽڪري آهي، جنهن مان بعضي بعضي خوفناڪ آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهن، ڇاڪاڻ جو اها ٻرندڙ جبل جو قسم آهي. (٥) ٽڪريءَ تي ڪيترا وڻ ۽ ٻوٽا آهن، جن مان جڙيون ٻوٽيون پيدا ٿين ٿيون ٿيون.

(٦) "ضمير جواب موصول"

٨٣. جو پڙهي جي لاءِ ڪڏ ڪشندو، سو پاڻ ڪڏ ۾ ڪرندو. هتي "سو" لفظ جو لاڳاپو "جو" لفظ سان آهي يعني اُن جي جواب ۾ ڪم آيو آهي. "جنهن ڇيو تنهن ڪيو". هتي "تنهن" لفظ جو لاڳاپو "جنهن" لفظ سان آهي يعني اُن جي جواب ۾ ڪم آيو آهي. "جو" ۽ "جنهن" لفظ ضمير موصول آهن ۽ "سو" ۽ "تنهن" لفظ، جي انهن جي جواب ۾ آيا آهن، سي ضمير جواب موصول آهن.

ضمير جواب موصول اهو آهي، جو ضمير موصول جي جواب ۾ (لاڳاپو رکي) ڪم اچي ٿو.

٨٤. "سو" جو ڦيرو

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| فاعلي - | سو، مونث: سا | سي |
| عام صورت - | تنهن | تن، تنن، تنهن |

٨٥. هيٺين جملن مان ضمير جواب موصول ڪڍي ٻڌايو:

(١) جيڪي اوهان ڪيو سو چڱو.
(٢) مون ئي جيڪا ڳالهه چوندا، سا مڃيندس.
(٣) جنهن ڪونو خيال ڪيو، تنهن ڇو ته ڪونو ڪم ڪيو.

(٤) جن سان صحبت رکجي، تن سان نباهجي.
(٥) جي نه سنڀاليندا، سي پڇتائيندا.
(٦) چڱا سي، جن جا پويان به چڱا.

## (٧) ضمير مبهم

٨٦. (١) منهنجو رپيو ڪو کڻي ويو. "ڪو"، معنيٰ ڪو ماڻهو، تنهنڪري "ڪو" لفظ ضمير آهي، پر اهو ضمير ڪهڙي اسم بدران ڪم آيو آهي، سو نٿو ڄاڻائجي.

(٢) ڪا چوي ته گوبند مگيو ۽ ڪا چوي ته پرڻيو. هتي "ڪا" معنيٰ ڪا زال، تنهنڪري "ڪا" لفظ ضمير آهي، پر اهو ضمير، ڪهڙي اسم جي بدران ڪم آيو آهي، سو نٿو ڄاڻجي.

(٣) هن پيتيءَ ديڱان ڪي لڪل آهي. هتي "ڪي" لفظ، انهيءَ اسم جي بدران ڪم آيو آهي، جنهن جي پوريءَ طرح خبر ڪانهي.

اهو ضمير، جنهن مان اها خبر ڪانه ٿي پوي ته ڪهڙي اسم جي بدران ڪم آيو آهي، تنهن کي ضمير 'مبهم' چئبو آهي. مبهم معنيٰ ڳجهو يا نامعلوم يعني جنهن جي لکت يا ڄاڻ نه پوي. 'ڪو'، 'ڪي'، 'ڪنهن' ۽ 'ڪجهه'، ضمير مبهم جا مثال آهن.

٨٧. ڪو ماڻهو، ڪو جانور، ڪو رانديڪو، ڪو ڪم. اهڙيءَ طرح، "ڪو" لفظ، جاندار، توڙي بيجان شين ۽ ڪمن سان لاڳو ڪبو آهي. ڪي ڪپهي؟ ڪجهه ڏيانءِ؟ اهڙيءَ طرح، "ڪي" ۽ "ڪجهه" لفظ، رڳو شين سان لاڳو ٿين ٿا. "ڪي" ۽ "ڪجهه" جو ڦيرو نه ٿيندو آهي.

٨٨. **"ڪو" جو ڦيرو**

| واحد | جمع |
|---|---|
| فاعلي - ڪو، مونث: ڪا | ڪي |
| عام صورت - ڪنهن | ڪن |

**اشارو:** گوبند کي ڪنهن ماريو؟ "ڪنهن" ضمير استفهام. گوبند کي ڪنهن ماريو ٿو ڏسجي. "ڪنهن" ضمير مبهم.

## ستين باب جو مطلب

٨٩. سنڌيءَ ۾ ضمير ستن قسمن جا آهن:

(١) ضمير خالص، اهي ٻن قسمن جا آهن، هڪڙا سڌا لفظ جن ۾ متڪلم، حاضر ۽ غائب اچي ٿا وڃن، ٻيا ڇيڙين سان جن کي متصل يا ڳنڍيل ضمير چئبو آهي.

(٢) ضمير اشارو، جنهن ۾ ضمير اشارو ويجهو ۽ ضمير اشارو ڏور اچي ٿا وڃن.
(٣) ضمير مشترڪ. (٤) ضمير استفهام. (٥) ضمير موصول. (٦) ضمير جواب موصول. (٧) ضمير مبهم.

## باب ٽائون-"صفت جا قسم"

٩١. مون وڏو، مٺو، ڦنڌاري ڏاڙهون کاڌو. وڏو، مٺو ۽ ڦنڌاري لفظ، صفت آهن ۽ اسم "ڏاڙهونءَ" سان لاڳو ٿيي، ان جي خاصيت (خاص ڳالهه)، يا وڌيڪ حقيقت ڄاڻائين ٿا، جنهنڪري خبر پوي ٿي، ته مون ڪهڙي قسم جو ڏاڙهون کاڌو. هن قسم جي صفتي لفظن کي چئبو آهي "وصفي" (Qualitative) ڇاڪاڻ ته اهي وصف يا بيان ڪن ٿا.

ٻه ڏاڙهون. ٻهريون ڏاڙهون. اڌ ڏاڙهون. چار چار ڏاڙهون. ٻه، ٻهريون، اڌ ۽ چار چار لفظ، صفت آهن ۽ اسم "ڏاڙهونءَ" سان لاڳو ٿي، انهن جو عدد يا انداز ڄاڻائين ٿا. هن قسم جي صفتي لفظن کي چئبو آهي "عددي" (Quantitative)، ڇاڪاڻ ته اهي عدد يا انداز ڏيکارين ٿا.

٩٢. هڪ، ٻه، ٽي، چار ۽ ٻيا اهڙا انگ، جي ماڻهن يا شين وغيره جي شمار ڪرڻ ۾ ڪم اچن ٿا، تن کي "عدد شماري" چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي شمار ڪرڻ يا ڳڻڻ لاءِ ڪم اچن ٿا.

٩٣. ٻهريون، ٻيو، ٽيون، چوٿون ۽ ٻيا اهڙا انگ، تن کي "عدد قطاري" چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي ڏيکارين ٿا ته قطار ۾ ڪاٿون (ڪهڙو نمبر) آهي يعني آهي گهڻن ۾، هرهڪ جي جاءِ ڏيکارين ٿا.

٩٤. مٿين ٻن مکيه قسمن کان سواءِ ٻين قسمن جا به عدد آهن. مثلاً: ايڪو، ٻڪو، ٽڪو، هيڪار، ٻهار، ٽهار، ڏهاڪو، ويهارو، ٽيهارو، چوٿو، اڌ، منو، پائڪ، سوايو، ڏيڍو ۽ اڍايو. انهن کان سواءِ ٿورو، گهڻو، سڀ، ججهو ۽ ٻيا اهڙا لفظ به عدد يا انداز جي معنيٰ ڏيکارين ٿا.

٩٥. (الف) مٿيان سڀئي قسمن جا عدد، صفت ٿي ڪم اچن ٿا.

مثلاً: (١) هو ٽي ٽي ڏاڙهون کائي ٿو. (٢) ٻيو ڇوڪر ويهي ۽ ٽيون اٿي بيهي. (٣) تو ٻيڻو خرچ ڪيو. (٤) مجلس ۾ ويهارو ماڻهو آيا. (٥) مون سوا رپيو خرچيو. (٦) مون سمورو ڪم لاتو.

هنن جملن ۾ ٽي ٽي، ٻيو، ٽيون، ٻيڻو، ويهارو، سوا ۽ سمورو لفظ، صفت آهن.

(ب) (١) مون اڌ ماني کاڌي. "اڌ" صفت.

(٢) مون اُٺ ڪاٺو ۽ اُٺ ٻڌايو. "اُٺ" اسم.
(٣) هڪڙو ماڻهو آيو. "هڪڙو" صفت.
(٤) هڪڙو آيو ۽ ٻيو ويو. "هڪڙو" ۽ "ٻيو" اسم.

مطلب ته اهي عدد جڏهن پاڻمرادو ڪم اچن ٿا، تڏهن اسم آهن، پر جڏهن ڪنهن اسم سان لاڳو ٿين، ان جو عدد يا انداز ڄاڻائين ٿا، تڏهن صفت آهن.

٠٩٦ (١) هوُ آيو. "هو" ضمير. هو ماڻهو آيو. 'هو' صفت.
(٢) ڪو آيو. "ڪو" ضمير. ڪو ماڻهو آيو. "ڪو" صفت.
(٣) ڪهڙو آهين؟ ڪهڙو 'ضمير'. ڪهڙو ماڻهو 'ڪهڙو' صفت.
(٤) پنهنجو ڪم ايندو، ڌاريو ڪم نه ايندو. "پنهنجو" ضمير.
(٥) پنهنجو نوڪر اٿم. "پنهنجو" صفت.

جيڪي ضمير، صفت ٿي ڪم اچن ٿا تن کي "ضميري صفت" (Pronominals) چئبو آهي.

## ٠٩٧ صفت جو ڦيرو "ڀلو"

### (جيئن، ڀلو گهوڙو)

| | مذڪر | | مونث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي | ڀلو | ڀلا | ڀلي | ڀليئون |
| عام صورت | ڀلي | ڀلن | ڀليءَ | ڀلين |

ڀلو گهوڙو – ڀلي گهوڙي؛ ڀلا گهوڙا – ڀليئون گهوڙيون. اهڙيءَ طرح، صفت، جنهن اسم سان لاڳو ٿئي ٿي، تنهن پٺاندڙ عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿي.

**اشارو:** عدد ۽ جنس ۾ ڦرندڙ صفتون، نج سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ آهن، مگر فارسي ۽ عربي ٻولين جا صفتي لفظ، جنس ۽ عدد ۾ نٿا ڦرن. جيئن خوبصورت، خوش وغيره.

٠٩٨ (١) وڏيڪ پئسو، وڏيڪ پئسا، وڏيڪ پئسن ۾.
(٢) جدا ڪارخانو، جدا ڪارخانا، جدا ڪارخانن ۾.
(٣) برابر حساب، برابر حساب، برابر حسابن ۾.

"وڏيڪ"، "جدا" ۽ "برابر" لفظ، صفت آهن. آهي، جن اسمن سان لاڳو ٿين ٿا، تن پٺاندر عدد ۽ جنس ۾ نٿا مٽجن. مطلب ته "او" پڇاڙيءَ وارين صفتن کان سواءِ، ٻين صفتي لفظن جو ڦيرو اڪثر ڪونه ٿيندو آهي.

## ڏؤر

٩٩. (الف) ٻوليءَ ۾ جيڪي به لفظ صفت ٿي ڪم اچن ٿا، سي ٽن قسمن جا آهن:

(١) وصفي، جي وصف يا بيان ڪن ٿا.

(٢) عددي، جي عدد يا انداز ڄاڻائين ٿا.

(٣) ضميري، جي ضمير آهن، پر صفت ٿي ڪم اچن ٿا.

(ب) اسمن ۽ ضميرن جي عدد ۽ جنس پٽاندر، صفتي لفظ مٽجن ٿا، پر ڪي نه به ٿا مٽجن.

١٠٠. هيٺين جملن مان صفت چونڊيو، ۽ ٻڌايو ته هر هڪ ڪهڙي قسم جي صفت آهي ۽ جنهن لفظ سان لاڳو ٿئي ٿي تنهن پٽاندڙ عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿي يا نه؟

(١) هڪڙي راجا کي پنج پٽ هئا.

(٢) انهيءَ پگهل دلي ۾ پاڻي نه وجهه.

(٣) جيڪا شيءِ گهرين سا ڏيانءِ.

(٤) منهنجي صلاح مڃ. (٥) اهو ڪم نه ڪر.

## صفت جي ڀيٽ جا درجا

١٠١. (١) هاٿي وڏو جانور آهي.

(٢) هاٿي گهوڙي کان وڏو آهي.

(٣) هاٿي سڀني چوپاين کان (۾) وڏو آهي.

پهرئين جملي ۾، هاٿيءَ جي وڏائيءَ جي، ڪنهن سان به ڀيٽ ڪيل ڪانهي. ٻئي جملي ۾، هاٿيءَ جي، گهوڙي سان ڀيٽ ڪيل آهي. ٽئين جملي ۾، هاٿي جي وڏائيءَ جي، سڀني چوپاين سان ڀيٽ ٿيل آهي.

## ١٠٢. صفت جا ٽي درجا آهن:

(١) آهو، جنهن ۾ ڀيٽ نٿي ڪجي. تنهن کي ”صفت خالص“ چئجي ٿو. (٢) جنهن ۾ هڪ جي ٻئي يا ٻين سان ڀيٽ ڪجي ٿي، تنهن کي ”صفت تفصيل“ چون ٿا. تفصيل، معنيٰ بيان (هڪ جو، ٻئي جي ڀيٽ ۾). (٣) جنهن ۾ هڪڙي کي ٻين سڀني ساڳيءَ جنس يا قسم وارن سان ڀيٽجي ٿو، تنهن کي ”صفت مبالغو“ چون ٿا. مبالغو، معنيٰ وڌاءُ. صفت مبالغي ۾ ”سڀني“ لفظ ڪم آڻبو آهي، پر ڪٿي نه به ٿو آڻجي.

مثلاً: ”آچي ۾ آچو وڳو“، معنيٰ، سڀني ۾ آچو وڳو.

١٠٣. هيٺين جملن مان صفت چونڊيو ۽ ٻڌايو ته مٿين ٽن درجن مان هر هڪ ڪهڙي درجي جي صفت آهي:
(١) احمد هوشيار آهي. (٢) هو توکان سياڻو آهي. (٣) هنن ٽن ۾ گوبند چالاڪ آهي. (٤) سڀني ۾ ميوو انب.

اشارو: سوکو- سوکشٽ، معنيٰ بلڪل سوکو. ("شٽ" پڇاڙي). اڳي پيٽ ڪرڻ لاءِ اهڙيون پڇاڙيون هيون، جي هاڻ ڪم نٿيون وپيون آهن.

## باب ڏهون- "فعلن جا قسم"

١٠٤. (١) سج اڀريو. هتي فعل آهي "اڀريو" ۽ فاعل آهي "سج". اڀرڻ جو ڪم سج ڪري ٿو ۽ اهو ڪم ڪنهن ٻئي تي لڳو ٿئي (٢) مثال "نوڪر آيو". هتي فاعل آهي "نوڪر" ۽ فعل آهي "آيو" هتي فعل رڳو پنهنجي فاعل بابت ڪجهه چئي ٿو ۽ اچڻ جي ڪم جو اثر ڪنهن ٻئي تي لڳو ٿئي.

"اڀريو"، "آيو" ۽ ٻيا اهڙا فعل جي رڳو پنهنجي فاعل سان لاڳاپو ڏيکارين ٿا، تن کي "فعل لازمي" چئبو آهي.

"فعل لازمي، اهو ڪم يا حالت ٿو ڏيکاري، جنهن جو لاڳاپو رڳو فاعل سان آهي".

لازمي معنيٰ لزوم ٿيل يعني لڳل يا چنبڙيل. مطلب ته فعل لازميءَ کي مفعول ڪونه ٿيندو آهي، تنهنڪري اهو سدائين پنهنجي فاعل سان لڳل رهي ٿو (لاڳاپو ڏيکاري ٿو).

١٠٥. (١) ڪتي چادر ڦاڙي ٿو. هتي فعل آهي "ڦاڙي ٿو"، "ڪتي" آهي فاعل، ۽ ڦاڙڻ جي ڪم جو اثر جنهن شيءِ تي ٿئي ٿو سا آهي "چادر".

(٢) گوپال لڏون کاڌو هتي فعل آهي "کاڌو"، گوپال آهي "فاعل" ۽ کائڻ جي ڪم جو اثر جنهن شيءِ تي ٿئي ٿو، سا آهي "لڏون".

جيڪو فعل، اهڙو ڪو ڪم ڏيکاري، جو فاعل ڪري ٿو، ۽ جنهن جو اثر ٻئي ڪنهن تائين پهچي ٿو، تنهن کي "فعل متعدي" چئبو آهي.

"متعدي" معنيٰ ٻئي تائين لنگهي ويندڙ يعني اهو، جو فاعل کان لنگهي، ٻئي ڪنهن تي وڃي اثر ڪري.

### فعل لازمي ۽ فعل متعديءَ جي وچ ۾ تفاوت

١٠٦. (١) فعل لازميءَ کي رڳو فاعل آهي ۽ مفعول ڪونهيس.
(٢) فعل متعديءَ کي فاعل توڙي مفعول ٻئي آهن.

**اِشارو:** ڪن جملن ۾ مفعول ڳجهو رهي ٿو. مثلاً: ڇوڪر پڙهي ٿو. هتي "ڪتاب" يا "خط" وغيره لفظ مفعول آهي، جو ڳجهو رهيو آهي.

## "فعل معاون"

۱۰۷. (۱) گلاب هتي آهي. (۲) گلاب ڪالهه هتي هو. (۳) گلاب سڀاڻي هتي ٿيندو.

"آهي" ۽ "هو" فعل "هئڻ" مان نڪتا آهن، ۽ "ٿيندو"، فعل "ٿيڻ" مان نڪتو آهي. هئڻ ۽ ٿيڻ، فعل لازمي آهن. اهي فعل، مٿين ريت، ڪڏهن پاڻمرادو ڪم اچن ٿا، ۽ ڪڏهن ٻين فعلن سان گڏ ڪم اچن ٿا، جيئن هيٺ ڄاڻائجي ٿو:

(۱) گلاب خط لکيو. (ڪنهن گذريل وقت ۾، ڪم پوري ٿيڻ جي ڳالهه).

(۲) گلاب خط لکيو آهي. (ويجهڙائيءَ ۾، ڪم پوري ٿيڻ جي ڳالهه).

(۳) گلاب خط لکيو هو. (گهڻو اڳي، گذريل وقت ۾ ڪم پوري ٿيڻ جي ڳالهه).

(۴) گلاب خط لکي ٿو. (گذريل وقت ۾، ڪم چالو رهڻ جي ڳالهه).

هنن مثالن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته "هئڻ" ۽ "ٿيڻ"، جي فعل لازمي آهن. سي ٻئي فعل "لکيو" سان گڏ ڪم آيا آهن، ۽ اهڙيءَ طرح، جدا جدا زمانن (وقتن) جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ ۾ مدد ڪئي اٿن. اهڙيءَ مدد ڏيڻ ڪري انهن کي "فعل معاون" سڏيو آهي. معاون، معنيٰ مددگار.

"فعل معاون" اهو فعل آهي، جو ٻين فعلن جي زمانن جوڙڻ ۾ مدد ڪري ٿو.

## فعل متعدي جون صورتون

۱۰۸. (۱) سوار، گهوڙو ماري ٿو يا گهوڙي کي ماري ٿو. (۲) گهوڙو مارجي ٿو. (۳) سوار، گهوڙو مارائي ٿو.

پهرئين جملي ۾ فعل آهي "ماري ٿو". ڪير ماري ٿو؟ "سوار". هتي فعل پنهنجي فاعل جي ڳالهه ڪري ٿو، ته هُو گهوڙي کي مارڻ جو ڪم ڪري ٿو. هتي فاعل "سوار" ڄاڻايل آهي.

ٻئي جملي ۾ فعل آهي "مارجي ٿو". ڪير مارجي ٿو؟ "گهوڙو". هتي "گهوڙو" فاعل آهي، جو درحقيقت پهرئين جملي جو مفعول آهي. هتي فعل، انهيءَ سچي پچي مفعول (گهوڙي) جي ڳالهه ڪري ٿو ته هن تي مار جو ڪم ٿئي ٿو. گهوڙو ڪنهن جي هٿان مارجي ٿو، سو اصلوڪو يا سچو پچو فاعل هتي ڄاڻايل ئي ڪونهي.

ٽئين جملي ۾ فعل آهي "مارائي ٿو"، جنهن جي معنيٰ آهي، ته ٻئي کان مارائي ٿو. هتي فعل، پنهنجي فاعل "سوار" جي ڳالهه ڪري ٿو ته هُو (فاعل) پاڻ مارڻ جو ڪم نٿو ڪري، پر ٻئي کان ڪرائي ٿو.

"مارڻ" فعل متعدي آهي، ڇاڪاڻ ته فاعل ۽ مفعول ٻئي اٿس. انهيءَ فعل مان ماري ٿو، مارجي ٿو ۽ مارائي ٿو فعل ٺهيا آهن. اهڙيءَ طرح، فعل متعدي ٽي صورتون وٺن ٿا:

(١) ماري ٿو: فعل متعدي معروف.

(٢) مارجي ٿو: فعل متعدي مجهول.

(٣) مارائي ٿو: فعل متعدي بالواسطه.

فعل جي صورت (Voice) مان اها خبر پوي ٿي ته فعل جيڪا ڳالهه ڄاڻائي ٿو، سا فاعل جي آهي يا مفعول.

(١) فعل متعدي معروف، اهو فعل آهي، جو پنهنجي فاعل جي ڳالهه ڪري ٿو، ته هُو (فاعل) ڪو ڪم ڪري ٿو ۽ سندس فاعل جملي ۾ ظاهر ڄاڻائجي ٿو.

عرف معنيٰ ڄاڻڻ. معروف معنيٰ ڄاتل يا سڃاتل. معروف صورت واري فعل جو فاعل، ڄاتل هوندو آهي يعني جملي ۾ ظاهر يا پڌرو پيو هوندو آهي، تنهنڪري مٿس اهو نالو رکيو اٿن.

(٢) فعل 'متعدي مجهول'، اهو فعل آهي، جنهن جو اصلوڪو فاعل، اڪثر ڪونه ڄاڻائبو آهي تنهنڪري 'مفعول'، ڦيري 'فاعل' ٿيندو آهي، ۽ فعل، انهيءَ سچي مفعول بابت ڄاڻائيندو آهي ته هن (مفعول) تي ڪو ڪم ٿئي ٿو.

جِهَل، معنيٰ اڻڄاڻائي. جاهل، معنيٰ اڻڄاڻ. مَجْهول، معنيٰ اڻڄاتل يا نامعلوم. مجهول صورت واري فعل جو اصلوڪو يا سچو پچو فاعل، اڪثر نه ڄاڻائبو آهي، تنهنڪري مٿس اهو نالو رکيو اٿن.

**اشارو:** "گهوڙو سوار کان مارجي ٿو." هتي، فاعل (سوار) ڄاڻايو ويو آهي. اٿين جيڪڏهن سچو پچو فاعل ڄاڻائبو ته حالت فاعليءَ جي بدران، حالت جريءَ ۾ ييهندو. ("سوار" حالت جري) هتي "گهوڙو" فاعل آهي.

(٣) فعل 'متعدي بالواسطه' اهو ڪم ڄاڻائي ٿو جو 'فاعل' پاڻ نٿو ڪري، پر ٻئي کان ڪرائي ٿو. واسطه، معنيٰ وچ وارو. بالواسطه، معنيٰ وچ واري کان.

(الف) سوار گهوڙو 'مارارائي' ٿو. هن جي معنيٰ ته سوار ڪنهن ٻئي کي مارڻ لاءِ چوي ٿو ۽ اهو وري ٻئي ڪنهن کان گهوڙي کي مارائي جو ڪم ڪرائي ٿو. هي ٻٽو بالواسطه (Double Causale) آهي؛ پر اهو به 'فعل متعدي بالواسطه' چئبو.

(ب) (١) استاد، شاگرد ذي پڙهيوالو ڊوڙايو.

(٢) شاگرد ذي پڙهيوالو ڊوڙايو ويو.

اهڙيءَ طرح، فعل 'متعدي بالواسطہ' جو فاعل، ڪڏهن ڳجهو ۽ ڪڏهن پڌرو رهي ٿو.

١١٠- هيٺين فعلن مان هرهڪ جي صورت ٻڌايو:
(١) ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي، پنج تي ڪاهہ ڪئي.
(٢) لڙائيءَ لاءِ وڏو لشڪر ڪٺو ڪيو ويو.
(٣) ڪي ڏاريا ماڻهو پاڻ کي لشڪر ۾ داخل ڪرائڻ لڳا.
(٤) ڪڇ جي رڻ مان لنگهندي، لشڪر کي اُڃ لڳي.
(٥) پاڻيءَ جي هڪ گلاس لاءِ هڪ رپيو ڏيڻو ڪيائون.
(٦) ڪي ڪڇي، ڪوهن ۾ مٽي ۽ پٿر وجهي ڀڄي ويا.

## فعل لازميءَ جون صورتون

١١١- (١) آءٌ پينگهي ۾ لڏان ٿو.
(٢) پينگهي ۾ لڏجي ٿو يا لڏبو آهي.

پهرئين مثال ۾ "لڏان ٿو" فعل لازمي آهي ۽ ان جو فاعل "آءٌ"، معروف يعني ظاهر يا پڌرو بيٺو آهي، تنهنڪري چئبو تہ "لڏان ٿو" فعل لازمي معروف صورت وارو آهي. ٻئي مثال ۾ "لڏجي ٿو" ۽ "لڏبو آهي" فعل لازمي آهن، پر انهن جو ڪوبہ فاعل ڪونهي، تنهنڪري اهي مجهول صورت وارا فعل آهن ۽ اهي "اڪرترڪ" سڏجن ٿا. "اَ" معنيٰ نہ ۽ "ڪرتر" يا "ڪرتا" معنيٰ فاعل (ڪم ڪندڙ).

اڪرترڪ يا فعل بيفاعل، اهو فعل آهي، جنهن کي ڪوبہ فاعل ڪونهي.

١١٢. (١) ڪم ڪجي ٿو، تہ ٺڪ ٿئي ٿو.
(٢) ڪم ڪبو آهي تہ ٺڪ ٿيندو آهي.

هنن سٽن تي پوريءَ طرح ويچار ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ "ڪم" لفظ اصل مفعول آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪم ڪرڻ وارو ضرور ڪو ٻيو هوندو ۽ اهو ڪم ڪندڙ سچو پچو فاعل چئبو، پر اهو ڄاڻايل ڪونهي، تنهنڪري اهي مجهول صورت وارا فعل چئبا. هن قسم جي مجهول فعلن ۾، اصلوڪو فاعل (ڪم ڪرڻ وارو) ڪتب نہ آڻبو آهي، تنهنڪري سدائين، مفعول کي فاعل ڪري ڪم آڻبو آهي. مطلب تہ هيءَ مجهول صورت نرالي قسم جي آهي.

١١٣. هيٺين سٽن مان معروف ۽ مجهول صورت وارا فعل لازمي چونڊيو ۽ ٻڌايو تہ انهن مان ڪهڙا اڪرترڪ فعل آهن:

(١) ڊوڙ پو ته پڳهر ٿيندو. (٢) راند ڪبي ته بت ورندو. (٣) آرام وٺبو آهي، ته ٿڪ پڄندو آهي.
(٤) باغ ۾ گهمجي ٿو، ته فرحت اچي ٿي.
(٥) گهوڙو ڊوڙيو.

## مختصر مطلب

١١٤. (١) سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي به فعل ڪم اچن ٿا، سي يا لازمي يا متعدي آهن، تنهنڪري اهي ٿي ٻه مکيه فعل آهن. انهن کي بنيادي فعل به چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته جيڪي معاون ۽ اکر ترڪ فعل آهن، سي اصل فعل لازمي آهن؛ جيڪي بالواسطه فعل آهن، سي اصل متعدي فعل آهن، تنهنڪري چئبو ته سڀني فعلن جو بنياد اهي ٻي ئي فعل آهن.

١١٥. لازمي ۽ متعدي فعل جدا جدا صورتون وٺن ٿا:
(الف) فعل لازمي ٻه صورتون وٺي ٿو. (*)
(١) معروف، جنهن ۾ فاعل ڄاڻائجي ٿو، مثلاً: "گهوڙو ڊوڙيو".
(٢) مجهول، جنهن جا ٻه قسم آهن:

هڪڙي اها مجهول صورت جنهن ۾ ڪو به فاعل نٿو ڄاڻائجي، جنهنڪري، اهڙن لازمي فعلن کي، "اکر ترڪ" فعل سڏبو آهي، مثلاً: رستي تي هلبو آهي يا هلجي ٿو. ٻي اها مجهول صورت، جنهن ۾ سدائين مفعول کي فاعل ڪري ڪم آڻجي ٿو، مثال: راند ڪبي آهي.

(ب) فعل متعدي، ٽي نراليون صورتون وٺي ٿو:
(١) معروف مثال: آءٌ ماريان ٿو.
(٢) مجهول "آءٌ مارجان ٿو.
(٣) بالواسطه "آءٌ ماريان ٿو يا ماراڻيان ٿو.

**اشارو:** وڌيڪ سمجهاڻيءَ لاءِ ڏسو اڳتي هلي قلم ١٢١ ۽ ١٢٢.

## باب ٻارهون- "فعل جو ڌاتو يا بنياد" (مصدر)

١١٦. اسين سکيا آهيون ته فعل مان هئڻ، ڪرڻ، سهڻ يا ڪنهن تي ڪنهن ڪم ٿيڻ جي معني نڪري ٿي. لکڻ، پڙهڻ، هئڻ، ٿيڻ ۽ ٻيا اهڙا لفظ، جن جي پڇاڙيءَ ۾ اڻ يا اڻ جو آچار آهي، تن کي چئبو آهي مصدر.

---

(*) انگريزيءَ ۽ هاڻوڪي سنسڪرت ۽ ٻين ڏيهي ٻولين ۾ رڳو فعل متعديءَ جون معروف ۽ مجهول صورتون ٿين ٿيون. فقط سنڌي ٻولي ئي آهي، جنهن ۾ لازمي فعل به اهي ٻئي صورتون وٺن ٿا. اهو نمونو بلڪل قديم سنسڪرت مان ورتل آهي.

١١٧. فعل جي اها سادي صورت، جا ڪو ڪم يا حالت ڏيکاري، تنهن کي چئبو آهي "مصدر".

١١٨. "مصدر" معنيٰ جنهن مان ٻيا لفظ صادر ٿين ٿا يا نڪتن ٿا. مطلب ته مصدر، معنيٰ ڌاتو يا بنياد. عربي ۽ فارسي ٻولين جا لفظ مصدر مان نڪتن ٿا، تنهنڪري ان تي اهو نالو رکيو اٿن. سنڌي ٻوليءَ ۾ فعلن جو بنياد مصدر نه آهي، تنهنڪري مصدر کي ڌاتو يا بنياد ڪري ليکڻ غلط آهي.

## "ڌاتو يا بنياد"

١١٩. "لکڻ"، لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ "اَڻ" جو آچار آهي. "کائڻ"، لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ "اِڻ" جو آچار آهي. مصدر جي پڇاڙيءَ مان "اَڻ" يا "اِڻ" جو آچار ڪڍي ڇڏبو ته باقي جيڪو بچندو سو ٿيندو ڌاتو يا بنياد.

١٢٠. ڪٽ، ڪٽن، ڪٽڻ. هتي ڌاتو "ڪٽ" جي پٺيان "اَن" پڇاڙي ڳنڍي ٿيون ٿا "ڪٽن". سنسڪرت ۾ ڌاتوءَ مان اسم جوڙڻ لاءِ هڪڙي وات اها آهي.

"ڪري ڪير ڪٽن، آڳي جي اسرار جو".

"هتي "ڪٽن" اسم آهي،

ڌاتوءَ مان جڙيل اسم "ڪٽن" جو آچار ڦيرائي "ڪٽڻ" ڪجي ٿو ۽ اهو سنڌيءَ ۾ مصدر سڏجي ٿو. مطلب ته مصدر اصل اسم آهي، تنهنڪري اُن کي عام طرح "اسم مصدر" سڏبو آهي.

(١) پڙهڻ چڱو آهي. "پڙهڻ" اسم.

(٢) مان ترڻ سکيس. "ترڻ" اسم.

اهڙيءَ طرح، سنڌيءَ ۾ مصدر، عام طرح اسم ٿي ڪم اچن ٿا.

١٢١. مٿي جيڪي چيو ويو آهي، تنهن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته فعل جي ڌاتوءَ جي پٺيان "اَڻ" يا "اِڻ" پڇاڙي ڳنڍڻ سان مصدر ٺهي ٿو. مثلاً:

هلڻ = هل + اَڻ. ڌاتو "هل"، جنهن مان هلت، هلڻي، هلائڻ، هلندو، هليو ۽ هليل لفظ ٺهيا آهن.

کائڻ = کا + اِڻ. ڌاتو "کا" جنهن مان کارائڻ، کائيندو ۽ کائڻي (پيٽي) لفظ ٺهيا آهن.

مطلب ته مصدر، خود ڌاتوءَ مان ٺهيل آهي.

(الف) مارڻ – مارجڻ. گهٽڻ – گهٽجڻ. پورڻ – پورجڻ.

اهڙيءَ طرح، مجهول فعلن جوڙڻ لاءِ "جـ" جـو اُچار ٻالائي وجهجي ٿو يعني "جڻ" ٻچاڙي ڳنڍجي ٿي.

"آءٌ ماريان ٿو". "ماريان" معروف.

"آءٌ مارجان ٿو". "مارجان" مجهول.

"جڻ" ٻچاڙي، سڪنهن فعل جي پڇاڙيءَ نه ڳنڍبي آهي، جيئن هيٺ ڏيکارجي ٿو.

١٢٢. سنڌيءَ ۾ ڪيترا فعل آهن جي مجهول صورت وارا آهن ۽ انهن ساڳين فعلن جي ڌاتن مان معروف صورت وارا فعل اسان وٽ موجود آهن. اهي مجهول فعل اڪثر لازمي آهن ۽ معروف فعل اڪثر متعدي آهن، تنهنڪري هيٺ انهن کي لازمي ۽ متعدي ڪري ڄاڻائجي ٿو.

| متعدي | لازمي | متعدي | لازمي | متعدي | لازمي |
| --- | --- | --- | --- | --- | --- |
| آڪيلڻ | آڪلڻ | اڏائڻ | اڏامڻ | اُجهامڻ | اُجهامڻ |
| ڦوڙڻ | ڦٽڻ | ڦاڙڻ | ڦاٽڻ | ٻڌڻ | ٻجهڻ |
| ڏوڙڻ | ڏوڙڻ | ڇڙڻ | ڇڄڻ | جوڙڻ | جڙڻ |
| ڊاهڻ | ڊهڻ | ڏهڻ | ڏيڻ | ڏولڻ | ڏلڻ |
| ڳهڻ | ڳسڻ | ڪوڙڻ | ڪڙڻ | ڪائڻ | ڪامڻ |
| موڙڻ | مڙڻ | لهڻ | لڀڻ | لاهڻ | لهڻ |

"ٻاهر اُجهامجي ويئي" نه چئبو، پر چئبو ته "ٻاهر اجهامي ويئي". "مون کان لغڙ ڏتو اڏامجي" نه چئبو، پر چئبو ته "مون کان لغڙ ڏتو اڏامي". مون کان ڪتاب ڏٺو لڀجي" نه چئبو، پر چئبو ته "مون کان ڪتاب ڏٺو لڀي". هاڻ ياد ڪريو ته مٿي جن فعلن کي لازمي سڏيو اٿئون، تن ۾ مجهول صورت جي نشاني "ج" ڳنڍڻ غلط ڳالهه آهي. اهي اڳيئي مجهول صورت وارا فعل آهن، تنهنڪري "ج" ڳنڍي انهن کي ٻيو ڀيرو مجهول ڪرڻ بيهودي ڳالهه آهي.

**اشارو:** ڪي "لڀجڻ" وغيره لفظ ڪم آڻين ٿا، تنهنڪري پاڙهيندڙن جو هن غلطيءَ ڏي ڌيان ڇڪائجي ٿو.

(آهر)

١٢٣. آڙي، آٽ. هيڏانهن اچ. ٻاڻي پيار. هاڻ ساٽ ڪر. "آٽ"، "اچ"، "پيار" ۽ "ڪر" لفظ، فعل آهن. اهڙا فعل اڪثر حڪم ڏيڻ مهل ڪم آڻبا آهن. تنهنڪري انهن کي "امر" چئجي ٿو. آمر، معنيٰ حڪم.

ڏٺي! اسان تي ٻاجهه ڪر. سائين! مون تي ٿورو لاءِ. اهڙيءَ طرح، منٿ يا نيزاريءَ ڪرڻ مهل به ڪر، لاءِ ۽ ٻيا اهڙا "امر" ڪم آڻجن ٿا.

## (امر نيازي)

١٢٤. ڪاءِ، ڪائج؛ ڳالهاءِ، ڳالهائج. اهي سڀ امر آهن. انهن ٻن قسمن جي لفظن جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ نموني لاءِ ”ڪر“ ۽ ”ڪج“ جي وچ ۾ تفاوت چاڻائجي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن کي چئبو ”ڪر“، ته اهو جڻ ته حڪم ڪيو سين. جيڪڏهن ڪنهن کي چئبو ”ڪج“ ته اهو وڏيڪ شان ڀريو ڳالهائڻ آهي، تنهنڪري ان جي هيءَ معنيٰ آهي ته ”مهرباني يا ڀلائي ڪري ڪج“. پر اها معنيٰ سڀڪنهن هنڌ نه وٺبي. مثلاً: پيءُ جيڪڏهن پنهنجي پٽ کي چوندو ته ”هي ڪم ڪج“، ته ان جي اها معنيٰ نه وٺبي ته مهرباني ڪري ڪج. پر ان جي معنيٰ ٿيندي ته يادگيري ڪري ڪج. اهڙيءَ طرح، ”ڪج“ لفظ مان يادگيري يا آئيندي جي تاڪيد جي معنيٰ نڪري ٿي ۽ ساڳئي وقت، چوندڙ جي دل جي تمنا يا خواهش ظاهر ٿئي ٿي. ”ڪج“ ۽ ٻين اهڙن لفظن مان تمنا جي معنيٰ تہ گهڻو ڪري سڀڪنهن حالت ۾ ظاهر ٿئي ٿي، تنهنڪري اهڙن لفظن کي امر تمنا سڏي سگهجي ٿو. پر اهو اصل عزت يا نياز جو ڳالهاءُ آهي، تنهنڪري ”ڪج“ ۽ ٻين اهڙن لفظن کي انگريزيءَ ۾ ”Precative“ يعني ”امر نيازي“ سڏجي ٿو. مطلب تہ ”ڪر“ امر (Imperative) آهي ۽ ”ڪج“ امر نيازي (Precative) آهي*.

## (آمر نفي)

١٢٥. هيءُ ڪم نه ڪر. هي ڪم نه ڪج.

ڪر ۽ ڪج لفظ امر آهن. انهن جي اڳيان ”نہ“ وجهڻ ڪري ناڪار جي معنيٰ نڪري ٿي. اهڙيءَ طرح، ڪنهن امر جي اڳيان، ڪو ناڪار جو لفظ وجهبو ته ”امر نهي“ يا ”نفي“ سڏبو.

## ”آمر جوڙڻ جون واٽون“

١٢٦. اچڻ مان امر واحد، آچ. ”آ“ ٻچاڙي.
مارڻ مان امر واحد، مار. ”ا“ ٻچاڙي.

سڀڪنهن امر واحد جي ٻچاڙيءَ ۾ ”آ“ يا ”ا“ جو آچار آهي، اهو ڪڍبو ته باقي فعل جو ڏاتو بچندو. ڏاتوءَ جي پٺيان ”آ“ يا ”ا“ گڏڻ مان امر واحد جڙي ٿو.

---

* ڪي چون ته ”ڪر“ معنيٰ هينئر ڪر (امر حال) ۽ ”ڪج“ معنيٰ پوءِ ڪج. (امر استقبال) اها وقت جي ڳالهہ خيال ۾ رکي، هن طرح سمجهائي ڏيڻ غلط آهي. مثلاً:

اسان جي سدا رب! وطن کي بچائج!

هتي اهين چوڻ ٿي بيوقوفي ٿيندي تہ ”بچاءِ“ معنيٰ هينئر بچاءِ ۽ ”بچائج“ معنيٰ پوءِ بچائج (هينئر نہ).

**اشارو:** ڏيڻ، ڏي. نيڻ، نى. بيقاعدي ٺهيل امر آهن.

(الف) اچ، جمع اچو. مار، جمع ماريو. "او" پڇاڙي امر واحد جي جمع جوڙڻ لاءِ "او" پڇاڙي ڪم اچي ٿي.

**اشارو:** ڳالهاءِ + او = ڳالهايو. "ءِ" + "او" = "يو".

(ب) لهڻ، لهج. شعر ۾ "لهيج" ۽ "لهيجا" به چئبو. (ڏاتو "لهه"). ڏاتوءَ جي پٺيان اِج (ايج، ايجا) پڇاڙي* گڏڻ سان "امر نيازي" يا "امر تمنا" ٺهي ٿو. لهج، جمع لهجو. هتي به جمع ۾ ساڳي "او" پڇاڙي ڪم اچي ٿي.

(پ) امر جي اڳيان نہ، ڪين يا ٻي انڪاري لفظ آڻڻ سان "امر نفي" جڙي ٿو.

## باب ٻارهون- "اسم مشتق يا ڪردنت"

١٢٧. هو اچ ايندو ۽ سڀان ويندو. ايندو ۽ ويندو فعل. ايندو سهڪو ڏسي، ويندو ڪوئي نہ ڏسي. ايندو ۽ ويندو اسم. ايندڙ وقت جي ڳالهہ ڪر. "ايندڙ" صفت. مطلب تہ هن قسم جا لفظ، جي فعلن مان ٺهيل آهن، ۽ فعل توڙي اسم يا صفت ٿي ڪم اچن ٿا، تن کي چئبو آهي اسم مشتق. شق، معني چيرڻ. اسم مشتق اهي لفظ آهن، جي فعلن جي ڏاتوءَ يا بنياد مان چيرجي نڪرن ٿا يا جڙن ٿا. سنسڪرت ۾ انهن کي "ڪردنت" ۽ انگريزيءَ ۾ "پارٽيسپل" چئبو آهي.

**اشارو:** اسم مشتق (ڪردنت)، ڳالهائڻ جي لفظن ۾ شمار ٿيل نہ آهن، ڇو تہ جڏهن اهي فعل ٿي ڪم اچن ٿا تڏهن فعل، ۽ جڏهن اسم يا صفت ٿي ڪم اچن ٿا، تڏهن اسم يا صفت ليکجن.

### "اسم حاليہ"

١٢٨. هو باغ گهمندو گهر موٽيو. هن جي معني تہ باغ گهمڻ جو ڪم ڪندو، ٻئي ڪم (موٽڻ) کي لڳو. هتي "گهمندو" "اسم حاليہ" آهي.

آءٌ سياٽي تو وٽان ٿيندو ويندس، هتي "ٿيندو" اسم حاليہ آهي، جو ڏيکاري ٿو تہ هڪڙي ڪم هلندي يا جاري رهندي، ٻيو ڪم ٿيندو.

جيڪي لفظ، فعلن جي ڏاتن مان ٺهيل آهن ۽ اسم سان لاڳو ٿي ڏيکارين ٿا تہ اهو ماڻهو وغيره ڪو ڪم ڪندي ٻئي ڪم کي لڳو، تن کي "اسم حاليہ" چون ٿا.

---

* اصل پراڪرت ٻوليءَ ۾ "اِجا" پڇاڙي آهي، جا هندستانيءَ ۾ بہ ڪم اچي ٿي. مثلاً: ديئو، ليئو امر Imperative ۽ ديجئي، ليجئي امر نيازي Precative آهن. هندستانيءَ ۾ "ج" مٽي "يہ" يا "ءِ" بہ ڪندا آهن. مثلاً: آئيي، تشريف لائيي. هي با عزت جو ڳالهاءُ آهي.

"اسم حاليه"، ڪنهن جاري رهندڙ ڪم جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

١٢٩. گهمندو = گهم + آندو. ماريندو = مار + اِندو. مطلب ته فعل جي ڌاتوءَ پٺيان "آندو" يا "اِندو" پچاڙي ڳنڍڻ سان "اسم حاليه" ٺهي ٿو.

گهمندي گهمندي اتي ويس. لنگهندي ڏٺو مانس. اهڙيءَ طرح، پچاڙيءَ ۾ "او" بدران "اي" به ڪم ايندو آهي.

**اشارو:** اچڻ مان ايندو، وڃڻ مان ويندو ۽ ڪرڻ مان ڪندو. اهڙيءَ طرح، ڪي لفظ بيقاعدي ٺهيل آهن.

## "مجهول فعلن جو اسم حاليه"

١٣٠- "پينگهي ۾ لڌبو آهي". مٿي چيو ويو آهي ته "لڌبو آهي" اڪر ترڪ فعل آهي ۽ اهو فعل مجهول صورت وارو آهي. "لڌڻ" مان اسم حاليه معروف آهي "لڌندو" ۽ اسم حاليه مجهول آهي "لڌبو".

(الف) پينگهي ۾ لڌبو. (ايندڙ وقت ۾)

اسم حاليه، جڏهن هيءَ مجهول صورت وٺي ٿو، تڏهن ان مان ايندڙ وقت جي معنيٰ نڪري ٿي.

١٣١- لڌبو = لڌ + ابو. ڏسبو = ڏس + ابو.

ڌاتوءَ جي پٺيان "ابو" ڳنڍڻ سان اسم حاليه مجهول ٺهي ٿو.

## (٢) "اسم مفعول"

| | |
|---|---|
| ١٣٢. مون داڻا ڪٽيو. | ڪٽيو - فعل |
| ڪٽيو تنهنجو گهوڙيو. | ڪٽيو - اسم |
| ڪٽيل داڻا ڪير موٽائي ڏيندو. | ڪٽيل - صفت |

پهرئين مثال ۾ "ڪٽيو" لفظ ڄاڻائي ٿو ته داڻا ڪٽڻ جو ڪم پورو ٿي چڪو. اهو ساڳيو "ڪٽيو" لفظ، جنهن جو "ڪٽڻ" مصدر آهي، سو اسم توڙي صفت ٿي ڪم اچي ٿو. هن قسم جي 'ڪردنت' کي چئبو آهي "اسم مفعول".

١٣٣. اهو ڪردنت، جو ڄاڻائي ته فعل وارو ڪم پورو ٿي چڪو، تنهن کي "اسم مفعول" چئبو آهي.

١٣٤.

| مصدر | اسم مفعول | مصدر | اسم مفعول |
|---|---|---|---|
| هلڻ | هليو = هل + يو | مارڻ | ماريو = مار + يو |
| لڪڻ | لڪو = لڪ + او | ڦاٽڻ | ڦاٽو = ڦاٽ + او |

ڌاتوءَ جي پڇاڙيءَ ”او“، ”يو“ يا ”ايو“ گڏڻ سان اسم مفعول ٺهي ٿو. ڦاڙڻ سان ڦاڙيو يا ڦاڙيل ۽ لکڻ مان لکيو يا لکيل. اهڙيءَ طرح، ڌاتوءَ جي پڇاڙيءَ ”آل“ يا ”يل“ پڇاڙيءَ گڏڻ سان به اسم مفعول ٺهي ٿو.

لکيل خط. ڪڍيل خط. ٻڌل دروازو. اهڙيءَ طرح اهي لفظ صفت جي ڪم اچن ٿا.

(الف) منهنجو سگهه سرتيون ا پلي ڪيچ ٿيڙو،
پياري پنهل مان منهنجو پيچ پيڙو.

”ٿيو“ بدران ”ٿيڙو“ ۽ ”پيو“ بدران ”پيڙو“. اهڙيءَ طرح، شعر ۾ اسم مفعول جي پڇاڙيءَ ”ڙو“ پڇاڙي گڏبي آهي.

(ب) ڏٺو، ڏٺل، ڏٺو. ڦاٽو ڦاٽل ڦاٽو. لٿو، لٿل يا لٿو. اهڙيءَ طرح ڪيترا اسم مفعول، بيقاعدي ٺهيل آهن، تنهنڪري اهي ”بيقاعدي فعل“ سڏجن ٿا. لکڻ مان لکيل يا لکيو ۽ ڪلڻ مان ڪليل يا ڪليو باقاعدي ٺهيل آهن، تنهنڪري اهي باقاعدي فعل“ سڏجن ٿا.

## (۳) ”اسم استقبال“

۱۳۵. (۱) رام ڪراچيءَ ويٺو آهي.
(۲) رام کي ڪراچيءَ ويٺو آهي.

هنن ٻنهي جملن مان ساڳيو مطلب نڪري ٿو، پر حقيقت ۾ انهن منجهه گهڻو تفاوت آهي. پهرئين جملي ۾ ”ويٺو“، معنيٰ ويڻ وارو. هتي ”ويٺو“ لفظ، صفت آهي ۽ اسم ”رام“ سان لاڳو ٿئي ٿو. اسين سکيا آهيون ته صفت، جنهن اسم سان لاڳو ٿئي ٿي، تنهن ٻنهي عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿي. هتي به ائين آهي.

رام ڪراچيءَ ويٺو آهي. راما ڪراچيءَ ويٺا آهي.
رامي ڪراچيءَ ويٺي آهي. راميون ڪراچيءَ ويٺيون آهن.

ٻي ڳالهه ته پهرئين جملي ۾ ”رام“ فاعل آهي ۽ ان جي حالت، فاعلي آهي. ٻئي جملي ۾ ”رام“ پڇاڙي ”کي“ حرف جر آيو آهي، تنهنڪري ”رام جي حالت، جري آهي. رام کي جيڪو ڪم ڪرڻو آهي، سو آهي ”ويٺو“ يعني ويڻ جو ڪم. ٻئي جملي ۾ ”ويٺو“ اسم آهي ۽ فعل ”آهي“ جو فاعل ”ويٺو“ آهي (نه ”رام“). مطلب ته پهرئين جملي ۾ ويٺو، صفت آهي ۽ ٻئي ۾، اسم آهي. پهرئين جملي ۾ فاعل ”رام“ آهي ۽ ٻئي جملي ۾ فاعل ”ويٺو“ آهي. اهو آهي ٻنهي جملن جي وچ ۾ تفاوت.

(الف) رام ڪراچيءَ ويٺو آهي. (ايندڙ وقت ۾).

"وڃڻو" لفظ، فعل جي ڌاتوءَ "وڃ" مان ٺهيو آهي ۽ ايندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

اهڙا لفظ، جي فعلن جي ڌاتن مان ٺهيل هجن ۽ صفت توڙي اسم ٿي ڪم اچن ۽ ڏيکارين ته ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيڻو آهي، تن کي "اسم استقبال" چئجي ٿو.

| ١٣٦. مصدر | امر واحد | اسم استقبال |
|---|---|---|
| پيئڻ | پي | پيئڻو = پي + آڻو |
| ڪائڻ | ڪاءِ | ڪائڻو = ڪا + اِڻو |

مطلب ته ڌاتوءَ جي پڇاڙيان "آڻو" يا "اِڻو" پڇاڙي گڏڻ سان اسم استقبال ٺهي ٿو.

## (٤) ماضي معطوفي

١٣٧. استاد شاگرد کي پاڙهيو.
استاد پنهنجي گهر ويو.

هيءَ ٻئي ڳالهيون گڏي چئبو ته "استاد شاگرد کي پاڙهي، پنهنجي گهر ويو." هتي رڳو "پاڙهيو" لفظ جو آچار ڦيرائي "پاڙهي" ڪيو اٿئون، ته ٻن جملن مان هڪ يڪو جملو ٺهيو آهي ۽ ساڳي وقت، "پاڙهي" لفظ ڏيکاري ٿو، ته استاد پاڙهڻ جو ڪم پورو ڪري، پوءِ ٻئي ڪم کي (گهر وڃڻ جي ڪم کي) لڳو.

هتي "پاڙهي" لفظ، ماضي معطوفي آهي. عربيءَ ۾ 'عطف'، معنيٰ ڳنڍيا يا ميلاپ. 'ماضي معطوفي'، معنيٰ ماضي ميلاپي يا ڳنڍيندڙ ماضي، جو ڳنڍيل ڪم جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

اهو ڪردنت، جو ٻن جملن کي ڳنڍي، هڪ ڪري ٿو ۽ فاعل سان لاڳو ٿي، ڏيکاري ٿو ته فاعل هڪ ڪم پورو ڪري، پوءِ ٻئي ڪم کي لڳو (لڳي ٿو)، تنهن کي "ماضي معطوفي" چئبو آهي.

١٣٨. ڪتا اچي، ڪپڙا ٽڪي، چٽ ڪري، وڃن ٿا.
ڪتا اچيو، ڪپڙا ٽڪيو، چٽ ڪيو، وڃن ٿا.
اچي، ٽڪي ۽ ڪري، ماضي معطوفي آهن.
اچيو، ٽڪيو ۽ ڪيو بہ، ماضي معطوفي آهن.

"ڪرڻ" مان "ڪيو" لفظ بيقاعدي ٺهيو آهي، باقي ٻيا باقاعدي ٺهيل آهن، جيئن هيٺ ڏيکارجي ٿو:

| | |
|---|---|
| آچي = آچ + اِي | ٽڪي = ٽڪ + اِي |
| آچيو = آچ + يو | ٽڪيو = ٽڪ + اِيو |

مطلب ته، ڌاتوءَ جي پڇاڙيان اِي - اي يا يو - اِيو پڇاڙين گڏڻ سان "ماضي معطوفي" ٺهي ٿي.

ڪٿا اچي ڪري، ڪپڙا نڪي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح، ماضي معطوفيءَ جي پٺيان "ڪري" لفظ گڏڻ جو به رواج آهي. "نڪيو" بدران "نڪيوُن" به چوندا آهن.

## ڪردنتن بابت مشق جا سوال

۱۳۹. هيٺين مثالن مان اسم مشتق (ڪردنت) چونڊيو ۽ ٻڌايو ته هرهڪ ڪهڙي قسم جو ڪردنت آهي.

(۱) هن کي اصل پڙهڻو ڪونهي.
(۲) جو نه پڙهندو، سو ڏڪا کائيندو.
(۳) اسان کي جيڪي چوڻو هو، سو چيوسين.
(۴) آءٌ هن جون ڪيتريون ڳالهيون ڳڻي ڪيتريون ڳڻيان؟!
(۵) هيتري چوڻ ڪان پوءِ به هو وڃيو خراب ڪم ڪري.

## (۵) "اسم فاعل"

۱۴۰. پڄندڙن جي اڳيان، لکندڙن جي پٺ پر. (پهاڪو) هتي "پڄندڙن" ۽ "لکندڙ" لفظ، اسم آهن. اهي "پڄڻ" ۽ "لکڻ" فعلن مان ٺهيا آهن ۽ "فاعل" يعني ڪم ڪندڙ جي معنيٰ ڏيکارين ٿا، تنهنڪري، اسم فاعل سڏجن ٿا، مطلب ته، "اسم فاعل"، ڪم ڪندڙن کي چون ٿا.

۱۴۱. ڪرندڙ تارا، ڪڏهن ڪڏهن زمين تان لڀندا آهن. هتي "ڪرندڙ" لفظ، صفت آهي.

ڪراچيءَ جي وڻندڙ هوا مون کي وسرڻ جي نه آهي. هتي "وڻندڙ"، صفت آهي. اهڙيءَ طرح، اهي لفظ، صفت به ٿي ڪم اچن ٿا.

۱۴۲. هيٺين مثالن مان اسم فاعل چونڊيو ۽ ٻڌايو ته ڪهڙا اسم ۽ ڪهڙا صفت ٿي ڪم آيا آهن:

(۱) ميهار، درياهه جي پار رهندڙ هو.
(۲) سهڻي، وهندڙ درياهه تري، پار ويندي هئي.
(۳) سهڻي ٻڏي، ته واڳهو ۽ ٻيا ڦاڙيندڙ جانور اچي لڳس.
(۴) هن ٻڏندڙ جي مدد ڪرڻ وارو ڪو ڪونه هو.
(۵) هن جو احوال، دل کي گهائيندڙ آهي.
(۶) شاعرن، سهڻيءَ بابت، نهايت وڻندڙ بيت چيا آهن.

## "اسم فاعل جوڙڻ جون وائون"

۱۴۳. لکڻ مان اسم حاليه "لکندو"، پر اسم فاعل "لکندڙ". مطلب ته، اسم فاعل جي صورت گهڻي قدر اسم حاليه جهڙي آهي، تفاوت هيءَ آهي ته ڦاتوءَ جي

پڇاڙيءَ "آندو"، "اندو" پڇاڙيءَ ڳنڍڻ سان اسم حاليه ٿئي ٿو ۽ اسم فاعل جوڙڻ لاءِ "ڙ" پڇاڙي ڪم اچي ٿي. هن قسم جا اسم فاعل، ڌاتوءَ مان ٺهيل آهن.

(الف) هلڻ هار يا هلڻ وارو، معنيٰ وڃڻ وارو. آپاڻهار، معنيٰ آپائڻ وارو يا آپائيندڙ.

اهڙيءَ طرح، مصدر جي پڇيان "هار" يا "وارو" لفظ ڳنڍڻ سان به "اسم فاعل" ٺهن ٿا.

**اشارو:** ڪرتار، داتار، دربان، نگهبان، خزانچي، سوداگر، جادوگر ۽ پهلوان، "اسم فاعل" آهن پر سنڌيءَ ۾ عام طرح انهن کي اسم سڏبو آهي.

## باب تيرهون - "زمان"

۱۴۴. آءٌ خط لکان ٿو. — هلندڙ وقت ۾.
مون خط لکيو. — گذريل وقت ۾.
هو خط لکندو. — ايندڙ وقت ۾.

لکان، لکيو ۽ لکندو، انهن ٽنهي جو مصدر آهي "لکڻ" ۽ اهي ٽن جدا جدا وقتن جي معنيٰ ڏيکارين ٿا.

(۱) آءٌ آهيان. (۲) آءٌ هوس. (۳) آءٌ هوندس.

"آهيان"، "هوس"، ۽ "هوندس". انهن ٽنهي جو مصدر آهي "هئڻ"، ۽ اهي ٽن جدا جدا وقتن جي معنيٰ ڏيکارين ٿا. اهڙيءَ طرح، سڀني فعل مان، مٿين ٽن وقتن جي معنيٰ ظاهر ٿي سگهي ٿي.

"وقت" لاءِ، گرامر ۾ ٺهرايل لفظ آهي "زمان". زمان، معنيٰ وقت. انهن ٽن مکيه زمانن جا هيٺيان نالا آهن:

(۱) زمان حال، يعني هلندڙ وقت. مثال: لکان ٿو، پڙهان ٿو.
(۲) زمان ماضي، يعني گذريل وقت. مثال: لکيو، پڙهيو.
(۳) زمان مستقبل، يعني ايندڙ وقت. مثال: لکندو، پڙهندو.

۱۴۵- آءٌ لکندس. هتي "لکندس" لفظ، ٻه ڳالهيون ڄاڻائي ٿو:

(۱) وقت، ته لکڻ جو ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيندو.

(۲) ڪم جي حالت، ته لکڻ جو ڪم شروع ٿي ڪونه ٿيو آهي، پر اڃا هن ڪان پوءِ ٿيندو. اهڙيءَ طرح، هرهڪ زمان ٻه ڳالهيون ڄاڻائي ٿو:

(۱) ڪم جو وقت، ته حال آهي، يا ماضي آهي يا مستقبل آهي.

(۲) ڪم جي حالت، ته ڪو ڪم ٿئي ٿو يا ٿيو، يا اڃا هن ڪان پوءِ ٿيڻو آهي.

١٤٦- هيٺين جملن جي فعلن جا زمان ٻڌايو:

(١) هتي، مائٽن جو چيو مڃيو.
(٢) جيڪو بي ادب ٿيندو، سو انسان نہ ليکبو.
(٣) وڏن کي عزت ڏيڻ، سو پاڻ کي عزت ڏيڻ آهي.
(٤) مائٽن کي عزت ڏي، تہ تو کي عزت ملي.
(٥) جن مائٽن جي دعا ڪئي، سي بختاور ٿيا.
(٦) ڏٺي ڪندو تہ سدائين مائٽن جي چوڻ تي هلندس!

## "زمان مضارع"

١٤٧- دل ٿي چوي تہ ڪراچيءَ وڃان!

"وڃان"، معنيٰ هينئر يا پوءِ وڃان. (ايندڙ وقت ۾).

اهڙيءَ طرح پنهنجيءَ دل جي ڪنهن خواهش ظاهر ڪرڻ لاءِ وڃان، هلان ۽ ٻيا اهڙا لفظ ڪم آڻبا تہ انهن مان هلندڙ توڙي ايندڙ وقت جي معنيٰ نڪرندي جنهن زمان مان، هلندڙ توڙي ايندڙ وقت جي معنيٰ نڪري، تنهن کي "زمان مضارع" چئبو آهي.

"مضارع" معنيٰ، ٻن جو پاڻ ۾ شريڪ يا ڀائيوار ٿيڻ. هيءَ زمان، حال توڙي مستقبل جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ ۾ شريڪ ٿئي ٿو يعني ٻنهي زمانن جي منجهانس معنيٰ نڪري ٿي، تنهنڪري مٿس اهو نالو رکيو اٿن.

١٤٨- (١) نانءَ چڙهيو واپاري ڪٺيو ڪاٺي، نانءَ چڙهيو چور ڦاهيءَ چڙهي (پهاڪو). هتي "ڪاٺي" معنيٰ ڪاٺي ٿو ۽ "چڙهي" معنيٰ، "چڙهي ٿو (زمان حال).

(٢) سوري سينگاري اصل عاشقن کي. (شاهہ)

هتي "سينگاري" معنيٰ "سينگاري ٿي" (زمان حال). پهاڪن ۽ شعر ۾، زمان مضارع، پوريءَ ريت رڳو زمان حال جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

(٣) ڪو چوي تہ رات مينهن پيو ۽ ڪو چوي تہ ڪونہ پيو. هتي "چوي" معنيٰ "چوي ٿو" (زمان حال).

اهڙيءَ طرح، بعضي رواجي ڳالهہ ٻولهہ ۾ بہ مضارع، رڳو زمان حال جي معنيٰ ظاهر ڪري ٿو، تنهنڪري چئبو تہ هي زمان، "زمان حال" جو هڪ قسم آهي.

## "زمان مضارع جو گردان يا ڦيرو"

١٤٩.

| واحد | جمع |
|---|---|
| آءٌ هلان (هل + آن) | اسين هلون (هل + آون) |
| تون هلين (هل + اين) | توهين هلو (هل + او) |
| هو هلي (هل + اي) | آهي هلن (هل + آن) |

مطلب ته، فعل جي ڌاتوءَ پٺيان، مٿين پڇاڙين (آن، اون وغيره) گڏڻ سان، زمان مضارع ٺهي ٿو.

## "زمان حال ۽ ان جا قسم"

(١) آءٌ لکان ٿو. (٢) آءٌ لکان پيو. (٣) آءٌ لکندو آهيان. (٤) آءٌ لکندو هوس.

هنن چئني فعلن مان هلندڙ وقت ۾، لکڻ جي ڪم ٿيڻ جي معنيٰ نڪري ٿي، پر هر هڪ فعل، هلندڙ وقت جو جدا جدا قسم ڏيکاري ٿو، تنهنڪري هر هڪ قسم تي ڌار ڌار نالو رکيل آهي:

(١) آءٌ لکان ٿو، هن جي معنيٰ ته لکڻ جو ڪم شروع ٿيو آهي يا هينئر شروع ٿيڻو آهي. هيءَ "زمان حال" سڏجي ٿو.

"زمان حال"، اهو آهي جو هلندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم ٿيڻ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

(٢) جيڪڏهن "آءٌ لکان ٿو" جي بدران چئبو "آءٌ لکان پيو" ته ان جي معنيٰ ٿيندي ته لکڻ جو ڪم ڪيتري وقت کان جاري آهي ۽ هينئر به هلي پيو. هن کي "زمان حال استمراري" چئبو آهي. استمراري، معنيٰ جاري.

هيءَ زمان، ڏيکاري ٿو ته شروع ٿيل ڪم اڃا هلندو اچي يعني جنهن وقت جي ڳالهه ڪجي ٿي تنهن وقت به جاري يا چالو آهي.

(٣) آءٌ لکندو آهيان. هن جي معنيٰ ته نه رڳو هينئر، پر اڳي به هميشه لکندو آهيان. هن کي "زمان حال مدامي" چئبو آهي. مدامي، معنيٰ دائمي يا هميشه هن زمان تي اهو نالو هن ڪري رکيو اٿن، جو هن مان ڪنهن ڪم جي دائمي يا هميشه ٿيڻ جي معنيٰ نڪري ٿي.

هيءَ زمان، گذريل ۽ هلندڙ وقت گڏي ڏيکاري ٿو ۽ اُهين ڄاڻائي ٿو ته ڪو ڪم گذريل وقت کان چالو آهي ۽ اڃا پيو ٿئي يا هميشه ٿيندو آهي.

(١) اُٺ جو ٻچ ننڍو ٿئي ٿو. "ٿئي ٿو" زمان حال.

(٢) اُٺ جو ٻچ ننڍو ٿيندو آهي. "ٿيندو آهي" زمان حال مدامي.

اهڙيءَ طرح، حقيقتن ڄاڻائڻ مهل، "زمان حال" جي بدران "زمان حال مدامي" عام طرح ڪم آڻبو آهي.

(٤) آءٌ لکندو هوندس، آءٌ لکندو هٺان (هجان). هتي پڪ سان نه، پر شڪ ڳالهه ڪجي ٿي، تنهنڪري "لکندو هوندس"، "لکندو هٺان" ۽ "لکندو هجان" "زمان حال متشڪي" آهن. متشڪي، معنيٰ جنهن ۾ شڪ هجي.

هيءُ زمان، هلندڙ وقت جي ڪم بابت شڪ ڏيکاري ٿو يعني هن زمان ۾ پڪ سان چئي نه سگهبو آهي ته ڪم ٿئي ٿو يا نه.

۱۵۱. هيٺين جملن مان ”زمان حال“ چونڊيو ۽ ٻڌايو ته هرهڪ ڪهڙي قسم جو زمان حال آهي:

(۱) ٿر ۾ ڪيترا غريب ماڻهو رهن ٿا.
(۲) ڪي چاڙهي واڙي پنهنجن ٻارن کي ٻکون ڪيائين ٿا.
(۳) ٻار ٻکن ڪيڻ تي هرن ٿا، تنهنڪري ڏڪار ۾ ڪو وقت ٻک سهي سگهندا آهن.
(۴) ننڍا ٻار، ٻه ٻه ڏينهن نه کائن، سا ڏاڍي ڏک جهڙي ڳالهه آهي.
(۵) آءُ چوان ته ٿر ۾ شل ڏڪار اصل نه پوي!

## ۱۵۲. ”زمان ماضي ۽ ان جا قسم“

(۱) مون لکيو. (۲) مون لکيو پئي يا لکيو ٿي.
(۳) مان لکندو هوس. (۴) مون لکيو آهي.
(۵) مون لکيو هو. (۶) مان لکان ها.
(۷) مون لکيو هوندو.

هنن ستن ئي فعلن مان، گذريل وقت ۾، لکڻ جي ڪم ٿيڻ جي معنيٰ نڪري ٿي؛ پر هرهڪ فعل، گذريل وقت جو جدا جدا قسم ڏيکاري ٿو، تنهنڪري هرهڪ قسم تي ڌار ڌار نالو رکيل آهي:

(۱) مون ”لکيو. هتي فعل ”لکيو“ ڏيکاري ٿو ته لکڻ جو ڪم پورو ٿي چڪو. هن کي ”زمان ماضي مطلق“ چون ٿا. زمان ماضي مطلق، معنيٰ بنهه گذريل وقت. ”مطلق“، معنيٰ بنهه.

هيءَ زمان، اهو وقت ڏيکاري ٿو، جو بنهه گذري ويو هجي ۽ جنهن ۾ ڪو ڪم ٿي چڪو هجي.

(۲) مون لکيو پئي. فعل ”لکيو پئي“ ڏيکاري ٿو ته لکڻ جو ڪم گذريل وقت ۾ پورو ٿي نه چڪو هو، پر جاري هو. هن کي ”زمان ماضي استمراري“ چون ٿا. استمراري، معنيٰ چالو يا جاري.

هيءَ زمان، ڏيکاري ٿو ته گذريل وقت ۾ ڪو ڪم جاري هو يا هليو پئي.

**اشارو (۱):** ”لکيو ٿي“ به زمان ماضي استمراري آهي. ”لکيو ٿي“ ۽ ”لکيو پئي“ ۾ هيءُ تفاوت آهي:

”لکيو ٿي“ ڏيکاري ٿو ته گذريل وقت ۾ لکڻ جو ڪم اڃا شروع ٿي ٿيو.
”لکيو پئي“ ڏيکاري ٿو ته گذريل وقت ۾ لکڻ جو ڪم شروع ٿيو هو ۽ هليو پئي.

**اشارو (٢) :** گلاب، خط لکي سگهيو ٿي. ”سگهي ٿي“مان ڪم جي جاري رهڻ جي معنيٰ ڪانه ٿي نڪري، پر ”ٿي“ لفظ ڪم آيو آهي، تنهنڪري اهو به ”زمان ماضي استمراري“ جي دفعي ۾ ليکبو آهي.

(٣) مان لکندو هوس يا پيو لکندو هوس، هن جي معنيٰ ته آءٌ هميشه لکندو هوس. هن مان ڪنهن ڪم جي دائمي يا هميشه ٿيڻ جي معنيٰ نڪري ٿي، تنهنڪري انهيءَ فعل جو زمان چئبو ”زمان ماضي مدامي“.

هيءُ زمان، گذريل وقت جي عادت، رواج يا پيو ڪو سانده يا وري وري ٿيندڙ ڪم ڏيکاريندو آهي.

اڳي جيڪو چوري ڪندو هو، تنهن جا هٿ وڍائيندا هئا. اهڙيءَ طرح، هن زمان ۾ فعل وارو ڪم، اڪثر گذريل وقت جي ٻئي ڪنهن ڪنهن ڪم سان لاڳاپي ڏيکارڻ لاءِ ڪم آڻبو آهي.

(٤) مون لکيو آهي. فعل ”لکيو آهي“، ڏيکاري ٿو ته لکڻ جو ڪم تازو يا ويجهڙائيءَ ۾ ٿيو آهي. هن کي زمان ”ماضي قريب“ چون ٿا. قريب معنيٰ ويجهو.

هيءُ زمان، ويجهڙائيءَ ۾، ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ وڃڻ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

(٥) مون خط لکيو هو. فعل ”لکيو هو“، ڏيکاري ٿو ته لکڻ جو ڪم، ڪجھ وقت اڳي پورو ٿي ويو هو، تنهنڪري هن فعل جو زمان آهي ”زمان ماضي بعيد“. ”بعد“ معنيٰ پوءِ ۽ ”بعيد“، معنيٰ پوئتي يا پري.

زمان ماضي بعيد، اهو زمان آهي، جو ڏيکاري ٿو ته فعل وارو ڪم، ڪجھ وقت اڳي يا گذريل وقت جي ٻئي ڪنهن ڪم کان اڳي ٿيو هو.

مثلاً: هو آيو، تنهن کان اڳ مون ذانگ ماريو هو.

(٦) مان لکان ها، جي تون مون کي لکڻ ڏين ها. هتي، گذريل وقت جي ڳالهه آهي، پر انهيءَ ۾ شرط پيل آهي، تنهنڪري ”لکان ها“ ۽ ”ڏين ها“ زمان ماضي شرطيه“ آهن. ”شرطيه“، معنيٰ شرط وارو يعني جنهن ۾ شرط پيل هجي.

زمان ماضي شرطيه، ڏيکاري ٿو ته ڪو ڪم گذريل وقت ۾ ڪنهن شرط پوري ٿيڻ تي ٿئي ها.

(٧) مون لکيو هوندو. مون لکيو هُئَي (هجي). هتي، گذريل وقت جي ڳالهه، شڪي نموني ۾ ڪجي ٿي تنهنڪري "لکيو هوندو"، "لکيو هُئي" ۽ "لکيو هجي" جي زمان کي، "زمان ماضي متشڪي" چئبو آهي.

هيءَ زمان، گذريل وقت جي ڪم بابت شڪ ڏيکاري ٿو.

١٥٣. هيٺين جملن ۾، جن فعلن جو زمان "ماضي" هجي، سي چونڊيو ۽ ٻڌايو ته هرهڪ ڪهڙي قسم جو ماضي زمان آهي:

(١) ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪڇ پنج تي ڪاهيو.

(٢) هن ڪڇ جي راجا جي پيءُ سان پرڻجڻ چاهيو ٿي.

(٣) راجا کي سندس وزير چيو ته مون غلام شاهه کي شاديءَ جو دلاسو ڏنو هو.

(٤) وزير کي چيائين ته تو اهڙو انجام ڪيو هوندو.

(٥) شاديءَ جي ڳالهه ٻڌڻ کان راجا نٽائيندو هو.

(٦) راجا سان پيو ڪو اهڙي ڳالهه ڪري ڪين سگهي ها.

(٧) راجا پنهنجي وزير کي زهر ڏيئي پورو ڪيو.

(٨) ميان غلام شاهه ٻڌو ته وزير ماريو آهي، ته هن جنگ ڪئي.

## "زمان مستقبل جا قسم"

١٥٤. (١) آءٌ لکندس. (٢) آءٌ پيو لکندس.

"لکندس" زمان مستقبل آهي.

"زمان مستقبل" اهو زمان آهي، جنهن مان ايندڙ وقت جي معنيٰ نڪري ٿي.

(٢) جيڪڏهن "آءٌ لکندس" جي بدران چئبو ته "آءٌ پيو لکندس" ته ان جي معنيٰ ٿيندي ته لکڻ جو ڪم، ايندڙ وقت ۾، سانده پيو ڪندس. هن کي "زمان مستقبل استمراري" چئبو آهي.

هيءَ زمان، ڏيکاري ٿو ته فعل وارو ڪم، ايندڙ وقت ۾، سانده پيو ٿيندو يا جاري رهندو.

١٥٥. هيٺين جملن مان زمان مستقبل ۽ مستقبل استمراري چونڊيو:

(١) جيڪو نه پڙهندو، سو ڏکا پيو کائيندو.

(٢) تون پڙهندين ته پاڻ کي تورو لائيندين.

(٣) اڻ پڙهيا، پڙهيل اڳيان پريون ڏيئيندا.

## "زمانن جوڙڻ جون واٽون"

### بنيادي زمان

۱۵۶.

| | | |
|---|---|---|
| (۱) آءٌ لکان. | "لکان" | زمان مضارع |
| (۲) آءٌ لکان ٿو. | "لکان ٿو" | زمان حال |
| (۳) آءٌ لکان پيو. | "لکان پيو" | زمان حال استمراري |
| (۴) آءٌ لکان ها. | "لکان ها" | زمان ماضي شرطيه |

مٿين سڀني زمانن ۾، "لکان" جو لفظ ڪم آيو آهي، جو "مضارع" آهي. هاڻ ڏسبو تہ:

(۱) مضارع جي پڇاڙي "ٿو" (مونث: ٿي. مصدر: ٿيڻ) ڪڍڻ سان "زمان حال" ٿئي ٿو.

(۲) مضارع جي پڇاڙي "پيو" (مونث: پيئي. مصدر: پوڻ) ڪڍڻ سان "زمان حال استمراري" ٿئي ٿو.

(۳) مضارع جي پڇاڙي "ها" (مصدر: "هئڻ") ڪڍڻ سان "زمان ماضي شرطيہ" ٿئي ٿو.

مضارع، خود فعل جي بنياد يعني ڌاتوءَ مان ٺهيل آهي، تنهنڪري اهي بنيادي زمان (Radical Tenses) سڏجن ٿا.

### ڪردنتي زمان

### (الف) "اسم مفعول مان ٺهيل زمان"

| | |
|---|---|
| ۱۵۷. (۱) مون لکيو. | زمان ماضي مطلق |
| (۲) مون لکيو ٿي يا لکيو پئي | زمان ماضي استمراري |
| (۳) مون لکيو آهي. | زمان ماضي قريب |
| (۴) مون لکيو هو. | زمان ماضي بعيد |
| (۵) مون لکيو هوندو يا لکيو هجي (هجي). | زمان ماضي متشڪڪ |

"لکڻ" مان اسم مفعول ٿيندو "لکيو".

مٿين سڀني زمانن ۾ "لکيو" جو لفظ ڪم آيو آهي. اهي سڀ زمان، اسم مفعول مان هيٺين ريت ٺهيا آهن:

(۱) اسم مفعول جي پڇاڙي "س" "سون" وغيره ڄاڙين ڪڍڻ سان زمان ماضي مطلق ٺهي ٿو. جيئن هيٺين ڏيري مان معلوم ٿيندو:

## ”زمان ماضي مطلق جو گردان يا ڦيرو“

| واحد | جمع |
|---|---|
| پڙهيس | پڙهياسين، پڙهواسين |
| پڙهئين | پڙهيؤ |
| پڙهيو | پڙهيا |

”پڙهيو“، اسم مفعول به آهي ۽ زمان ماضي مطلق به آهي. ساڳيءَ طرح، ”لکيو“. مطلب ته زمان ماضي مطلق، ضمير واحد غائب ۾ اسم مفعول جهڙو آهي.

(٢) اسم مفعول جي پٺيان ٿي يا پي (مصدر: ٿيڻ، پوڻ) گڏڻ سان، زمان ماضي استمراري ٺهي ٿو.

(٣) اسم مفعول پٺيان فعل ”هئڻ“ جو زمان حال (آهي) گڏڻ سان، زمان ماضي قريب ٺهي ٿو.

(٤) اسم مفعول جي پٺيان فعل ”هئڻ“ جو زمان ماضي (هو، هئا) گڏڻ سان زمان ماضي بعيد ٺهي ٿو.

(٥) اسم مفعول جي پٺيان فعل ”هئڻ“ (هجڻ) جو زمان مستقبل (هوندس، هوندو، هئي، هجي) گڏڻ سان، زمان ماضي متشڪي ٺهي ٿو.

## (ب) ”اسم حاليه مان ٺهيل زمان“

| | |
|---|---|
| ١٥٨. آءٌ لکندس. | زمان مستقبل |
| (٢) آءٌ پيو لکندس. | زمان مستقبل استمراري |
| (٣) آءٌ لکندو آهيان. | زمان حال مدامي |
| (٤) آءٌ لکندو هوس. | زمان ماضي مدامي |
| (٥) آءٌ لکندو هوس. | زمان حال متشڪي |

اسين سکيا آهيون ته فعل ”لکڻ“ مان، اسم حاليه ٿيندو ”لکندو“ جو ڌاتوءَ جي پٺيان ”آندو“ يا ”اندو“ پڇاڙيءَ گڏڻ سان ٺهي ٿو.

مٿيان سڀ زمان، اسم حاليه مان، هيٺينءَ ريت ٺهيا آهن:

(١) اسم حاليه جي پٺيان ڪن پڇاڙين گڏڻ سان، زمان مستقبل ٺهي ٿو. هيٺئين ڏيري مان معلوم ٿيندو ته اِهي پڇاڙيون آهي ساڳيون آهن، جي اسم مفعول جي پٺيان گڏي، زمان ماضي مطلق جوڙيو آهي.

| جمع | | واحد | |
| --- | --- | --- | --- |
| مونث | مذڪر | مونث | مذڪر |
| لڪندي ونسين (ـوُن) | لڪنداسين | لڪندي س | لڪند س |
| لڪندي ون | لڪندؤ | لڪندي ن ۽ | لڪندي ن |
| لڪندي ون | لڪندا | لڪندي ن | لڪندو |

"لڪندو"، زمان مستقبل به آهي ۽ اسم حاليه به آهي. اهڙيءَ طرح زمان مستقبل جو واحد غائب، هميشه اسم حاليه جهڙو آهي.

پين ضميرن، جنس ۽ عددن ۾ نشانيون يا پڇاڙيون ڦرن ٿيون، جيئن، مٿئين ڏيري مان معلوم ٿيندو.

(٢) زمان مستقبل جي پٺيان يا اڳيان "پيو" (مونث: پيئي. مصدر: پوڻ) گڏڻ سان، زمان مستقبل استمراري ٺهي ٿو.

(٣) اسم حاليه جي پٺيان فعل "هئڻ" جو زمان حال (آهي، آهيان وغيره) گڏڻ سان، زمان حال مدامي ٺهي ٿو.

(٤) اسم حاليه جي پٺيان فعل "هئڻ" جو زمان ماضي ("هو" وغيره) گڏڻ سان، زمان ماضي مدامي ٺهي ٿو.

(٥) اسم حاليه جي پٺيان فعل "هئڻ" جو زمان مستقبل (هوندو، هوندس وغيره) گڏڻ سان، زمان 'حال متشڪي' ٺهي ٿو.

## ١٥٩. زمانن جو وچور - قسم ڀيريون

### بنيادي زمان

(١) مضارع (٢) زمان حال (٣) حال استمراري (٤) ماضي شرطيه.

### ڪردنتي زمان

(الف) اسم مفعول مان ٺهيل: (١) ماضي مطلق (٢) ماضي استمراري (٣) ماضي قريب (٤) ماضي بعيد (٥) ماضي متشڪي.

(ب) اسم حاليه مان ٺهيل: (١) مستقبل (٢) مستقبل استمراري (٣) حال مدامي (٤) ماضي مدامي (٥) حال متشڪي.

اسم مفعول ۽ اسم حاليه، "ڪردنت" (پارٽيسپل) آهن، تنهنڪري انهن مان ٺهيل زمانن کي "ڪردنتي زمان" (Participial Tense) چئجي ٿو.

## ١٦٠. زمانن جو وچور- قسم ٻهو

زمانن مان، فعل واري ڪم جو وقت معلوم ٿو ٿئي. اِنهيءَ "وقت" جي خيال کان زمانن جو وچور هن طرح آهي:

### حال جا قسم

| | |
|---|---|
| ١- مضارع | لکان |
| ٢- زمان حال | لکان ٿو |
| ٣- حال استمراري | لکان پيو |
| ٤- حال مدامي | لکندو آهيان |
| ٥- حال متشڪي | لکندو هوندس، لکندو هئان (هجان) |

### ماضيءَ جا قسم

| | |
|---|---|
| ١- زمان ماضي مطلق | لکيو |
| ٢- ماضي استمراري | لکيو ٿي يا لکيو پئي |
| ٣- ماضي مدامي | لکندو هوس |
| ٤- ماضي قريب | لکيو آهي |
| ٥- ماضي بعيد | لکيو هو |
| ٦- ماضي شرطيہ | لکان ها |
| ٧- ماضي متشڪي | لکيو هوندو، لکيو هئي (هجي) |

### مستقبل جا قسم

| | |
|---|---|
| ١- زمان مستقبل | لکندس |
| ٢- مستقبل استمراري | پيو لکندس |

مطلب تہ زمان حال جا پنج، زمان ماضيءَ جا ست ۽ زمان مستقبل جا ٻہ قسم آهن، يعني جملي ١٤ زمان آهن.

**اشارو:** ٿينءَ ورچ لاءِ ڏسو ڪتاب جي پڇاڙيءَ وارو ضميمو.

## ١٦١. مجهول فعلن جا زمان

### بنيادي زمان

| زمان | معروف | مجهول |
|---|---|---|
| ١- زمان مضارع | ماريان | مارجان |
| ٢- زمان حال | ماريان ٿو | مارجان ٿو |

| | | |
|---|---|---|
| ۳- زمان حال استمراري | ماريان پيو | مارجان پيو |
| ۴- ماضي شرطيه | ماريان ها | مارجان ها |

### ”اسم حاليه مان ٺهيل زمان“

| | | |
|---|---|---|
| ۵- زمان مستقبل | ماريندس | ماربس |
| ۶- مستقبل استمراري | ماريندس پيو | ماربس پيو |
| ۷- حال مدامي | ماريندو آهيان | ماربو آهيان |
| ۸- ماضي مدامي | ماريندو هوس | ماربو هوس |
| ۹- حال متشڪي | ماريندو هوندس | ماربو هوندس |
| ” ” | ماريندو هُئان (هجان) | ماربو هُئان (هجان) |

### ”اسم مفعول مان ٺهيل زمان“

| | |
|---|---|
| ۱۰- زمان ماضي مطلق | ماريو يا ماريو ويو |
| ۱۱- ماضي استمراري | ماريو پئي، ماريو پئي |
| ۱۲- ماضي قريب | ماريو آهيان |
| ۱۳- ماضي بعيد | ماريو هوس، ماريو هوس |
| ۱۴- ماضي متشڪي | ماريو هوندس، ماريو هوندس |

مطلب ته، مجهول فعلن جا زمان به فعلن جي ڌاتوءَ ۾ ڪردنتن مان ٺهن ٿا. تفاوت فقط هيءُ آهي:

(۱) ”مارڻ“ معروف - ”مارجڻ“ مجهول.

پهرين ڇهن بنيادي فعلن ۾ اها مجهول جي نشاني ”ج“ گڏيل آهي، جنهنڪري ”ماريان“ جي بدران ”مارجان“ جڙجي ٿو.

(۲) ”ماريندو“ اسم حاليه معروف. ”ماربو“ اسم حاليه مجهول. اسم حاليه مان ٺهيل مجهول زمانن ۾ ”ابو“ گڏبو آهي.

(۳) مارڻ ۽ مارجڻ، ٻنهي مان اسم مفعول ”ماريو“، ”مارجيو“ نه چئبو. اسم مفعول، مجهول صورت وارو آهي، ۽ ان مان جڙيل زمان، سڀ مجهول صورت وارا آهن. ماريو ويو، لکيو ويو. اهڙيءَ طرح، ماضي زمانن ۾ ”ويو“ لفظ گڏبو آهي، ته فعل هيڪاري وڌيڪ مجهول صورت وارو ٿيندو آهي.

## باب چوڏهون- ”فعلن جون پڇاڙيون“

۱۶۲. فعلن جون پڇاڙيون، ترتيب وار هن طرح بيهاريون:

**پڇاڙيون نمبر (۱)**: ”حالت فاعليءَ جي معني ڏيکاريندڙ:

| جمع | واحد |
|---|---|
| سين، (سون) | متڪلم - س |
| و | حاضر - اين |
| — | غائب — |

پڙهيس، معني آءٌ پڙهيس. پڙهندس، معني آءٌ پڙهندس. اهڙيءَ طرح، اهي پڇاڙيون، سدائين فاعل جي معنيٰ ڏيکارين ٿيون. اسم مفعول مان زمان ماضي

۱۶۳. پڇاڙيون نمبر (۲) "عام پڇاڙيون":

| جمع | واحد |
|---|---|
| آون، سين (سؤن) | متڪلم - م |
| ؤ | حاضر - ء |
| ن | غائب - س |

پيُم = منهنجو پيءُ. سائُم = مون سان. ڪاڌم = مون کاڌو. اهي پڇاڙيون، اسمن، حرف جر ۽ فعلن سان ڪم اچن ٿيون.

| | |
|---|---|
| مارِيم، معني مون ماريو. | "مون" فاعل |
| مارِيائينم، معني مون کي ماريائين | "مون" مفعول |

اهڙيءَ طرح، ڪٿي فاعل ۽ ڪٿي مفعول جي معنيٰ نڪري ٿي.

۱۶۴. پڇاڙيون نمبر (۳) فعل متعدي مجهول جي فاعل جون پڇاڙيون:

| جمع | واحد |
|---|---|
| اون، سين (سون) | متڪلم - م |
| ؤ | حاضر - ء |
| آئون | غائب - آئين |

"ماريو"، فعل متعدي مجهول آهي. جيڪڏهن اُن ۾ "م" پڇاڙي گڏي ڇڏبو "ماريم"، ته پوءِ فعل، معروف صورت وارو ڏسڻ ۾ ايندو. اهي پڇاڙيون، فعل متعدي جي ماضي زمانن ۾ گڏبيون آهن.

۱۶۵. "گهوڙو ڊوڙيو". (معروف صورت)، هن مان ظاهر آهي ته فعل لازمي، ماضي زمانن ۾ اڪثر معروف صورت وارو آهي، تنهنڪري، لازمي فعلن کي هنن پڇاڙين جو ڪم ڪونهي.

۱۶۶. "ٻهڙين پڇاڙين سان فعل"

| | |
|---|---|
| مارِيائين، معني هن ماريو. | "هن" فاعل |
| مارِيائيم، معني هن مون کي ماريو. | "مون" مفعول |

هن طرح، هڪڙي ئي فعل ۾، ٻه پڇاڙيون گڏجي، فاعل توڙي مفعول جي معني ظاهر ڪيو آهي.

١٦٧. "مارياڻين" لفظ ۾ "مارڻ" جي پڇيان "آئين" پڇاڙي گڏجي اٿئون، جا "پڇاڙي نمبر ٣" مان ڪنئين اٿئون.

"مارياڻيمر" لفظ ۾ "مارياڻين" جي پڇيان "م" پڇاڙي گڏجي اٿئون، جا "پڇاڙي نمبر ٢" مان ورتي اٿئون.

مطلب ته، عام قاعدو هيءُ آهي ته فاعل جي معني ظاهر ڪرڻ لاءِ "پڇاڙين نمبر ٣" مان جيڪا پڇاڙي ڪپندي هجي، سا فعل جي پڇيان گڏجي، پوءِ مفعول جي معني ظاهر ڪرڻ لاءِ "پڇاڙين نمبر ٢" مان، جيڪا پڇاڙي ڪپندي هجي، سا ان جي پڇيان گڏڻ گهرجي.

**اشارو:** "مارڻ" جو آچار گهٽائي ڪيو "مار" ۽ پوءِ "آئين" پڇاڙي گڏجي ڇڏيو "مارياڻين".

"ڏنم، ڏنوم" جي پڇيان، يڪدم "س" گڏجي "ڏنومس" نه ڇڏيو، پر م ۽ س جي وچ ۾ "آن" جو آچار بالائي گڏجي، ڇڏيو "ڏنومانس". اهڙيءَ طرح پڇاڙين گڏڻ مهل آچار جي سهڻائيءَ ۽ سولائيءَ (آچار سهنج) جو خيال ڪيو آهي.

## "پڇاڙين گڏيل فعلن جو گردان"

١٦٨. ٻئين پڇاڙين گڏيل فعلن جو ٻه گردان يا ڦيرو ٿيندو آهي. مثال لاءِ، فعل "ٿيڻ" مان ٺهيل امر نيازي يا امر تمنا "تجام" (تون مون سان ٿج) جو ڦيرو ڏجي ٿو. اهو ضمير واحد توڙي جمع ۾، مضارع جهڙو آهي.

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| تجام | تجوم | تجائون | تجوئون |
| تجانس | تجوس | تجان | تجون |

تجائون=اسان سان ٿج. تجوئون=اسان سان ٿجو. انهن ٻنهي لفظن ڪم آڻڻ جو هاڻ گهٽو رواج ڪونهي.

**اشارو:** امر، سدائين، حاضر ماڻهوءَ (ضمير حاضر) سان لاڳو ٿئي ٿو. ٻين ضميرن جاڻائڻ لاءِ، مضارع مان پورائي ڪبي آهي. مثلاً: "ٿيان"، جمع "ٿيون" ۽ "ٿئي"، جمع "ٿين".

## "گردان"

١٦٩. ٿجان، معني مون سان ٿج. ٿجانس، معني هن سان ٿج. مطلب ته فعلن جا ضمير ٿين ٿا ۽ جيئن ضمير ڪي جنس ۽ عدد ٿين ٿا، تيئن فعلن کي به ٿين ٿا ۽ انهن جو گردان يا ڦيرو به ٿئي ٿو.

فعل جي ڪنهن به زمان ڪي، ٿنهي خالص ضميرن واريون نشانيون يا پڇاڙيون لڳائي، واحد ۽ جمع توڙي مذڪر ۽ مونث ۾ آڻڻ کي "فعل جو گردان يا ڦيرو" چئبو آهي. (جيئن، اسم جو، سڀني حالتن ۾ اچڻ کي "اسم جو ڦيرو" چئجي ٿو).

## باب پندرهون - مرڪب فعل

١٧٠. (١) هو پڙهڻ لڳو (٢) مون هن کي چئي ڏنو (٣) هو جاڳندو رهيو (٤) توکي وڃڻو پوندو.

پهرئين جملي ۾، مصدر "پڙهڻ" جي پٺيان فعل "لڳو"؛ ٻئي جملي ۾ ماضي معطوفي "چئي" جي پٺيان فعل "ڏنو"؛ ٽئين جملي ۾ اسم حاليه "جاڳندو" جي پٺيان فعل "رهيو"؛ ۽ چوٿين جملي ۾ اسم استقبال "وڃڻو" جي پٺيان فعل "پوندو". اهڙيءَ طرح، ٻه ٻه فعل، جي گڏ اچن، تن کي "مرڪب فعل" يعني "گڏيل فعل" چئبو آهي. مطلب ته:

مصدر، ماضي معطوفي، اسم حاليه ۽ اسم استقبال جي پٺيان لڳڻ، ڏيڻ، رهڻ، پوڻ، چڏڻ، رکڻ ۽ وڃڻ وغيره گڏجڻ سان "مرڪب فعل" ٿين ٿا.

(الف) گهوڙو ڊوڙڻ لڳو. "ڊوڙڻ لڳو"، فعل لازمي مرڪب. هن گهوڙو پڇائي ڇڏيو. "پڇائي ڇڏيو"، فعل متعدي مرڪب. اهڙيءَ طرح، ترڪيب مهل ڄاڻائجي، ته اهو مرڪب فعل آهي.

١٧١. هيٺين جملن مان مرڪب فعل چونڊيو:

(١) هو رلندو وتي. (٢) پٽس ماري وڌس. (٣) هو رئڻ لڳو. (٤) پوءِ بس ڪري ويٺو.

## باب سورهون - "پريوگ"

### ١٧٢. "ڪرتري پريوگ"

(١) گهوڙو ڊوڙي ٿو. گهوڙا ڊوڙن ٿا. (عدد)
(٢) گهوڙو ڊوڙيو هو. گهوڙي ڊوڙي هئي. (جنس)
(٣) آءٌ ڊوڙندس. اسين ڊوڙنداسين. (ضمير)

ڪوبه فعل، جڏهن پنهنجي فاعل پٺاندر عدد، جنس ۽ ضمير ۾ مٽجي، تڏهن ان جو پريوگ "ڪرتري" (فاعلي نسبت) چئجي ٿو.

ڪرتر يا ڪرتا، معنيٰ فاعل؛ ۽ ڪرتري، معنيٰ فاعلي.

١٧٣. (١) نوڪر دلو پٽيو. نوڪر دلا پٽيا (عدد) (٢) نوڪر دلي پٽي. نوڪر دليون پٽيون (جنس)

ڪو به فعل، جڏهن پنهنجي اصلوڪي يا سچي پچي مفعول پٽاندڙ عدد، جنس ۽ ضمير ۾ مٽجي، تڏهن انهيءَ جو پريوگ، "ڪرمڻي" چئجي ٿو.

ڪرمڻي پريوگ، معنيٰ مفعولي نسبت. ڪرم = مفعول.

(الف) گهوڙو مارجي ويو. گهوڙي مارجي وئي. (سوار ڪان).

هتي "گهوڙو"، فاعل آهي، پر سچ پچ ته مفعول آهي، ڇاڪاڻ ته اصلوڪو يا سچو پچو فاعل "سوار"، يا ٻيو ڪو آهي. هتي، فعل پنهنجي اصلوڪي يا سچي پچي مفعول پٽاندڙ عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿو، تنهنڪري هيءُ "ڪرمڻي پريوگ" جو مثال آهي.

(ب) ڪم ڪبو آهي، ڪار ڪبي آهي.

"ڪم" ۽ "ڪار"، درحقيقت مفعول آهن، ڇاڪاڻ ته ڪم ڪار ڪرڻ وارو، ضرور ڪو ٻيو هوندو. هتي به فعل پنهنجي اصلوڪيءَ يا سچي پچي مفعول پٽاندر عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿو، تنهنڪري هيءُ به "ڪرمڻي پريوگ" جو مثال آهي.

## "ڀاوي پريوگ"

١٧٤. (الف) ڪتي، ٻلي کي جهليو. ڪتي، ٻليءَ کي جهليو.

ڪتي، ٻلن کي جهليو. ڪتي، ٻلين کي جهليو.

هتي فعل، نڪي فاعل، نڪي مفعول پٽاندر عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿو، پر سڀني هنڌن تي ضمير، واحد غائب مذڪر جي صورت ۾ بيٺو آهي. هيءَ "ڀاوي پريوگ" آهي.

(ب) پينگهي ۾ لڏجي ٿو. پينگهي ۾ لڏبو آهي.

"لڏجي ٿو، ۽ "لڏبو آهي"، اڪرترڪ فعل آهن، جن کي نڪو فاعل، نڪو مفعول آهي، تنهنڪري آهي ڪنهن سان به نٿا مٽجن. هيءُ به "ڀاوي پريوگ آهي.

جيڪو فعل، نڪي پنهنجي فاعل، نڪي مفعول، پٽاندر عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿو، يا جو فاعل توڙي مفعول نه هجڻ سبب جيئن جو تيئن رهي ٿو، تنهن جو پريوگ، "ڀاوي" (علحدي نسبت) چئجي ٿو.

**اشارو:** هن پريوگ ۾ فعل، پنهنجو ڀاءُ (سڀاءُ) يا ذاتي حالت ڏيکاري ٿو.

## "دؤر"

١٧٥. ڪرتري پريوگ اهو آهي، جنهن ۾ فعل سدائين پنهنجي فاعل پٽاندڙ عدد، جنس ۽ ضمير ۾ مٽجي ٿو.

(٢) ڪرمڻي پريوگ اهو آهي، جنهن ۾ فعل، سدائين پنهنجي اصلوڪي يا سچي ٻچي مفعول پٺاندڙ منجهي ٿو.

(٣) ڀاوي پريوگ اهو آهي، جنهن ۾ فعل، نڪي فاعل، نڪي مفعول پٺاندڙ منجهي ٿو، يا جو فاعل توڙي مفعول ان هئڻ سبب جيئن جو تيئن رهي ٿو.

١٧٦. هيٺين جملن ۾، فعلن جا پريوگ ٻڌايو:

(١) شادين جا خرچ وڏي ويا آهن.
(٢) ويچارا غريب، ايترا پئسا ڪٿان آڻيندا؟
(٣) ڪن جوانن، پنچات کي دانهن ڏني.
(٤) سيٺي، پنهنجا سور سليا.
(٥) ٻڌي ڪبي ته ڪم ٿيو پوندو.
(٦) هميشه سنڀالي، خرچ ڪبو آهي.

## باب سترهون - "ظرف جا قسم"

١٧٧ اسين سکيا آهيون ته ظرف، اهو لفظ آهي جو فعل، صفت يا ٻئي ظرف سان لاڳو ٿئي ٿو ۽ منجهانئس وقت، جاءِ، ريت، قدر يا ناڪار جي معنيٰ نڪري ٿي.

١٧٨. هاڻ، هيٺئر اچي پيو. "هيٺئر"، وقت ڏيکاري ٿو. جيڪو ظرف، وقت ڏيکاري، تنهن کي "ظرف زمان" چئجي ٿو. اڄ سڀان، پوءِ، اڳهين، هميشه يا سدائين ظرف زمان آهن.

---

| | |
|---|---|
| Subjective Construction | ڪرتري پريوگ |
| Objective " | ڪرمڻي پريوگ |
| Neuter " | ڀاوي پريوگ |
| Voice | پريوگ، معنيٰ (١) ميلاپ (٢) صورت |
| Active Voice | ڪرتري پريوگ آهي معروف صورت |
| Passive Voice | ۽ ڪرمڻي پريوگ آهي مجهول صورت |

١٧٩. هو، مٿي ويو "مٿي" لفظ، جاءِ يا طرف ڏيکاري ٿو. جيڪو ظرف، جاءِ يا طرف ڏيکاري، تنهن کي "ظرف مڪان" چئجي ٿو. هتي، هيٺ، اندر، ٻاهر، هيڏانهن، هوڏانهن، اڳيان ۽ پٺيان "ظرف مڪان" آهن.

١٨٠- هن بلڪل آهستي پڙهيو، "بلڪل" لفظ قدر، ۽ "آهستي" ريت ڏيکاري ٿو. جيڪو ظرف ريت يا قدر ڏيکاري، تنهن کي "ظرف تميز" چئجي ٿو. تميز، معنيٰ ڍنگ يا ريت. مس مس، هروڀرو، جيڪس، ٻئي ءَ هيئن، هوئن، جيئن ۽ تيئن "ظرف تميز" آهن.

١٨١. هو ڪين پڙهندو. ”ڪين“ لفظ، ناڪار جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. جو ظرف ناڪار جي معنيٰ ڏيکاري، تنهن کي ”ظرف نفي“ چئجي ٿو.

١٨٢. هيٺين جملن مان ظرف چونڊيو ۽ هر هڪ جو قسم ٻڌايو:

(١) هڪڙو چور لڪي لڪي، ڪنهن سيٺ جي گهر ويو.

(٢) اڃا ٻڳو ٿي، ته سيٺ، امالڪ ڊوڙي، پٺيان پيس.

## باب ارڙهون- ترڪيب جي وات

### ”اسم جي ترڪيب“

١٨٣. گوپالَ وڻن جي ساوڪ ڏٺي.

گوپال: اسم خاص، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل فعل ”ڏٺي“ جو.
وڻن: اسم عام، جنس مذڪر، عدد جمع، حالت جري، سبيان ”جي“ حرف جي.
ساوڪ: اسم ذات، جنس مونث، عدد واحد، حالت مفعولي، مفعول فعل ”ڏٺي“ جو.

### ١٨٤. ”ضمير جي ترڪيب“

(١) هن پاڻ اها ڳالهه ڪئي.

هن: ضمير غائب، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل فعل ”ڪئي“ جو.
پاڻ: ضمير مشترڪ، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت ساڳي ”هن“ ضمير واري.
اها: ضمير آهي، پر هتي صفت ٿي ڪم آيو آهي. لڳي ٿو ”ڳالهه“ سان.

(٢) جو ڪندو سو پائيندو.

جو: ضمير موصول، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل فعل ”ڪندو“ جو.
سو: ضمير جواب موصول، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل فعل ”پائيندو“ جو.

(٣) کيس ڪنهن ماريو؟

کيس: هن کي. ضمير غائب، (متصل)، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت جري.
ڪنهن: ضمير استفهام، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل فعل ”ماريو“ جو.

### ١٨٥. ”صفت جي ترڪيب“

(١) ڪوڙهيو ڪتو ڪنهن ڪان نه رهي.

ڪوڙهيو: صفت خالص، لڳي ٿو ”ڪتو“ سان.

(٢) ”گهوڙو“ گڏھ کان وڏو آھي، پر ”ھاٿي“ سڀني جانورن کان قداور آھي.
وڏو: صفت تفصيل، سندس موصوف ”گهوڙو“.
سڀني: عددي صفت، سندس موصوف ”جانورن“.
قداور: صفت مبالغو، سندس موصوف ”ھاٿي“.
(٣) جهڙو پوٽ تهڙي ڇماٽ.
جهڙو: ضميري صفت، سندس موصوف ”پوٽ“.
تهڙي: ضميري صفت، سندس موصوف ”ڇماٽ“.

## ١٨٦. ”مصدر جي ترڪيب“

مصدر اصل بنياد موجب ”اسم“ آھي، تنھنڪري ان جي ترڪيب اسم وانگر ھن طرح ڪبي:
(١) ”پڙھڻ چڱو آھي“. ”پڙھڻ“ اسم مصدر، فاعل، حالت فاعلي.
(٢) ”ھو پڙھڻ سکيو آھي“. ”پڙھڻ“ مصدر، مفعولي، حالت مفعولي.
(٣) ”ھو ھوا کائڻ لاءِ باغ ۾ ويو“. ”کائڻ“ اسم مصدر، حالت جري، سببان ”لاءِ“ حرف جر جي، سندس مفعول ”ھوا“. (فعل متعديءَ جي ڌاتوءَ مان ٺھيل مصدر، جو مفعول چاھائڻ گهرجي).
**اشارو:** مصدر سدائين عدد واحد ۽ جنس مذڪر آھي، تنھنڪري ان جي عدد ۽ جنس ڄاڻائڻ جو ضرور ڪونھي.

## ١٨٧. ”اسم حاليه جي ترڪيب“

(١) ”مون ھن کي ھوا کائيندو ڏٺو“.
کائيندو: اسم حاليه، فعل متعديءَ مان ٺھيل، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت مفعولي، مفعول فعل ”ڏٺو“ جو، سندس مفعول ”ھوا“. (”ڏٺو“ جو اڻ سڌو مفعول آھي ”ھن کي“).
**اشارو:** (١) ”ھو کلندو آيو ۽ رُئندو ويو“. ”کلندو“ ۽ ”رُئندو“ اسم حاليه آھن، پر ھتي ھنن کي ظرف ڪوٺي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ ريت ھن جي معني ڏيکارين ٿا تہ ھو کهڙيءَ ريت آيو ۽ کهڙيءَ ريت ويو.
(٢) ”ڏٺي شل سھندا بار ڏٺي“. ”سھندا“ صفت.

## ١٨٨. ”ماضي معطوفيءَ جي ترڪيب“

ھو ڏسي وائسي پڇي ويو- ”ڏسي وائسي“ ماضي معطوفي، فعل متعديءَ مان ٺھيل، سندس مفعول ”حال حالت“ يا ٻيو ڪو اھڙو لفظ، جو ڳجهو رھيو آھي.

**اشارو:** جيڪڏهن "ڏسي وائسي" ظرف ليکبو ته به ترڪيب صحيح ٿيندي. پوءِ چئبو ته "ڏسي وائسي" ظرف آهي ۽ لڳي ٿو فعل "ڀڄي ويو" سان.

### ١٨٩. "فعل لازميءَ جي ترڪيب"

(١) "هو ڏسي وائسي ڀڄي ويو".

ڀڄي ويو: فعل لازمي مرڪب بيقاعدي، ڪرتري پريوگ، زمان ماضي مطلق، ضمير غائب. جنس مذڪر، عدد واحد، سندس فاعل آهي "هو".

(٢) "سياڻي ڪراچيءَ وڃج".

وڃج: فعل لازمي بيقاعدي، ڪرتري پريوگ، امر نيازي يا تمنا، جنس مذڪر (مونث)، عدد واحد، ضمير حاضر، سندس فاعل "تون" ڳجهو آهي.

**اشارو:** "هن رت رنو". "رئڻ" فعل لازمي آهي. "رت رئڻ" اصطلاح آهي ۽ معنيٰ اٿس رت جا ڳوڙها ڳاڙڻ يا زار زار رئڻ. "رت رنو" هڪ يڪو لفظ سمجهي، ان کي فعل لازمي ڪوٺبو. يا "رت" لفظ جي معنيٰ "زار زار" وٺي، ان کي ظرف سڏبو.

### ١٩٠. "فعل متعديءَ جي ترڪيب"

(١) تون خط لک.

لک: فعل متعدي معروف باقاعدي، ڪرتري پريوگ، امر، جنس مذڪر (مونث)، عدد واحد، ضمير حاضر، سندس فاعل "تون" ۽ مفعول "خط".

(٢) جيج م گهوٽ پيءُ ڏٺو هوم.

ڏٺو هوم: فعل متعدي معروف بيقاعدي، ڪرمڻي پريوگ، زمان ماضي بعيد، ضمير غائب، جنس مذڪر، عدد واحد، سندس فاعل "مون"، جنهن جي نشاني "م" فعل جي پڇاڙيءَ ۾ پيل آهي ۽ مفعول "گهوٽ پيءُ".

**اشارو:** جنهن فعل سان ضميري پڇاڙي گڏيل هجي، تنهن جي ترڪيب معنيٰ موجب ڪبي.

مثلاً: ڏٺو هوءِ = تو ڏٺو هو. هتي فاعل "تو" چئبو.

ڏٺو هئائين = هن ڏٺو هو. هتي فاعل "هن" چئبو.

ڏٺو هئائينم = هن مون کي ڏٺو هو. هتي فاعل "هن" ۽ مفعول "مون".

### ١٩١. ظرف جي ترڪيب

(١) گهوڙو هينئر بلڪل آهستي هلي ٿو.

هيٺر: ظرف زمان، لڳي ٿو فعل ”هلي ٿو“ سان.
بلڪل: ظرف تميز، لڳي ٿو ٻي ظرف ”آهستي سان“.
آهستي: ظرف تميز، لڳي ٿو فعل ”هلي ٿو“ سان.

(٢) هيڏڙيءَ وهيءَ ۾ ڪوڙ نه ڳالهاءِ.

”هيڏڙيءَ وهيءَ ۾“، ظرفي فقرو Adverbial Clause لڳي ٿو فعل ”ڳالهاءِ“ سان.
”نه“: ظرف نفي، لڳي ٿو فعل ”ڳالهاءِ“ سان.

(٣) هو پيٽ ڀر ڪريو.

پيٽ ڀر: ظرف مڪان، لڳي ٿو فعل ”ڪريو“ سان. يا چئبو ”پيٽ“ حالت جري، سبب ”ڀر“ حرف جر جي.

## ١٩٢. ”حرف جر جي ترڪيب“

هو باغ ”۾“ ويو. هو باغ ”مان“ ويو. هو باغ ”ڏي“ ويو.
”۾، مان، ڏي“، حرف جر، هر هڪ لڳي ٿو اسم ”باغ“ سان.

## ١٩٣. ”حرف جملو جي ترڪيب“

(١) موڻ صوف ۽ توت کاڌا.

”۽“: حرف جر، جو صوف ۽ توت جي ڳالهه گڏي ڪرڻ لاءِ ڪم آيو آهي.

(٢) چاچو گهر ۾ يا اوطاق ۾ هوندو.

”يا“: حرف جملو، جو ”گهر ۾“ ۽ ”اوطاق ۾“ انهن جملي جي ٻن ڀاڱن کي ڳنڍيڻ يعني انهن جي ڳالهه گڏي ڪرڻ لاءِ ڪم آيو آهي.

## ١٩٤. ”حرف ندا جي ترڪيب“

(١) ٻلي! تو آج ذران ڪپڙا ڪيا آهن. ”ٻلي“ حرف ندا.
(٢) مار! تون ڏاڍو موڳو آهين. ”مار“ حرف ندا.

١٩٥. لفظن جي جدا جدا صورت ٻڌائڻ ۽ جملي جي ٻين لفظن سان انهن جو لاڳاپو ڏيکارڻ، تنهن کي ”ترڪيب“ چئبو آهي.

## باب اوڻيهون - ”تفريق يا ڇيد“

١٩٦. ”سچ“ آيري ٿو. هتي اسين ”سچ“ جي ڳالهه ڪريون ٿا، ۽ هيءَ ڳالهه ٿا ڪريون، ته ”آيري ٿو“. مطلب ته هن جملي جا ٻه ڀاڱا آهن: (١) جنهن بابت ڳالهه ڪجي ٿي. (٢) جيڪي هن بابت چئجي ٿو.

۰ٽئين جملي ۾ "سچ" جي ڳالھہ ڪجي ٿي، جو "فاعل" آھي. فاعل بابت جيڪي بہ چئجي ٿو، تنھن کي چئبو آھي "خبر" ھاڻ چئبو تہ ھرھڪ جملي جا جي ٻہ ڀاڱا آھن، سي ھي آھن: (١) فاعل (٢) خبر.

"علم صرف" ۾ جنھن کي "فاعل" ٿو چئجي تنھن کي "علم نحو" ۾ "مبتدا" ٿو چئجي. "مبتدا" معنيٰ جنھن سان ابتدا يا شروعات ٿئي. سليس جملا فاعل سان شروع ٿا ٿين، تنھنڪري اھو نالو رکيو اٿن.

١٩٧۔ جملي کي ڀڃي، ان جا ڀاڱا (مبتدا يا فاعل ۽ خبر) ڌار ڌار ڪرڻ کي، "تفريق يا ڇيد" چئجي ٿو.

—"تفريق" معنيٰ سڄي کي ڀڃي يا کولي ڀاڱا ڪرڻ (فرق يا ورچ) "ڇيد" جي بہ معنيٰ آھي وڍڻ يا چٿي ڌار ڪرڻ (ڇيد = چٿڻ، ڀڃڻ).

١٩٨۔ جملن جي ڇيد ڪرڻ مھل ھڪ جدول ڏاھبي آھي، جنھن ۾ جملي جي ھرھڪ ڀاڱي لاءِ ڌار ڌار خانو جوڙبو آھي، جيئن ھيٺ ڏيکارجي ٿو.

| جملو | مبتدا يا فاعل | خبر |
|---|---|---|
| (١) ڇوڪر رلي پيو. | ڇوڪرو | رلي پيو |
| (٢) ڪتو ڀؤنڪي ٿو. | ڪتو | ڀؤنڪي پيو |

## جملي جي ڀاڱن کي وڌائڻ بابت

### ١٩٩۔ "فاعل جو وڌاءُ"

(١) ڇوڪرو رلي پيو. (٢) ڪنو ڇوڪر رلي پيو. (٣) ھو ڦاڙل ڪپڙن وارو ڪينو ڇوڪر رلي پيو.

ھو "ڦاڙل ڪپڙن وارو ۽ ڪينو" لفظ صفت آھن.

اھي صفتي لفظ فاعل (ڇوڪرو) بابت وڌيڪ حقيقت ڄاڻائن ٿا، تنھنڪري انھن کي "فاعل جو وڌاءُ" يا "فاعل جو لڳ" چئبو آھي. لڳ معنيٰ لاڳو ٿيندڙ لفظ.

### ٢٠٠۔ "فعل جو وڌاءُ"

(١) ڇوڪرو رلي پيو. (٢) ڇوڪرو ھينئر رلي پيو. (٣) ڇوڪرو ھينئر ڌرتيءَ جي مٿان رلي پيو. (٤) ڇوڪرو ھينئر ڌرتيءَ جي مٿان رسي تي رلي پيو.

"هيئنر، ڌرتيءَ جي مٿل ۽ رستي تي اهي سڀ ظرفي لفظ آهن. جي فعل "رلي پيو" سان لڳن ٿا. اهي سڀ ظرفي لفظ فعل کي وڌائڻ لاءِ ڪم آيا آهن، تنهنڪري انهن کي "فعل جو وڌاءُ" چئجي ٿو. اهي فعل سان لاڳو ٿين ٿا، تنهنڪري انهن کي "فعل جو لڳ" به چئجي ٿو.

## ٢٠١. "مفعول جو وڌاءُ"

(١) ڇوڪرو ماني کائي ٿو.
(٢) ڇوڪرو ڪوسي ماني کائي ٿو.
(٣) ڇوڪرو گيهه ۾ تريل ڪوسي ماني کائي ٿو.
(٤) ڇوڪرو اڄي مٺي گيهه ۾ تريل ڪوسي ماني کائي ٿو.

"کائي ٿو" فعل متعدي آهي ۽ "ماني" ان جو مفعول آهي. مفعول بابت وڌيڪ حقيقت ڄاڻائڻ لاءِ ان سان مٿيان صفتي لفظ ڪم آندا ائون، تنهنڪري انهن کي "مفعول جو وڌاءُ" يا مفعول جو لڳ چئجي ٿو.

٢٠٢. مطلب ته فاعل ۽ مفعول سان صفتي لفظ ۽ فعل سان ظرفي لفظ لاڳو ڪجن ٿا ته ننڍڙا جملا وڏا ٿين ٿا.

٢٠٣. ڇيد ڪرڻ مهل جيڪا جدول جوڙجي، جيئن هيٺ ڏيکارجي ٿو:

(١) هم مزور آرسيءَ جو ڪپٽ مٿي تي کنيو پيا وڃن.
(٢) بيرحم ڇوڪر هن غريب جي ٻار کي ڏاڍو ماريو.

| فاعل | | خبر | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| اسم | لڳ | فعل | فعل جا لڳ | مفعول | مفعول جو لڳ |
| مزور | هم | کنيو پيا وڃن | مٿي تي | ڪپٽ | آرسيءَ جو. |
| ڇوڪر | بيرحم | ماريو، | ڏاڍو | ٻار کي | هن غريب جي. |

## ٢٠٤. ”فعل اڻپوري ۽ خبر وارو ۽ پورائو“

(١) هي ڪم ڪنهن ڪاريگر ڪان ........ آهي.
(٢) هي ڪم ڪنهن ڪاريگر ڪان ”ٺيٺو“ آهي.

پهرئين جملي مان پورو مطلب ڪونه ٿو نڪري. اسان جي دل جو پورو پورو مطلب تڏهن ظاهر ٿو ٿئي جڏهن فعل جي اڳيان ”ٺيٺو“ لفظ ڪڏيون ٿا، جو ”اسم استقبال“ آهي. هن مان ڏسڻ مان ايندو ته ”آهي“ (فعل لازمي) اڻپوري خبر وارو آهي ۽ ان جو پورائو ڪندڙ لفظ آهي ”ٺيٺو“. هاڻ هيٺ ڪي مثال ڏجن ٿا جن مان خبر پوندي ته ڪهڙي قسم جا لفظ ”پورائو“ ٿي ڪم اچن ٿا.

| فاعل | خبر | | |
|---|---|---|---|
| اسم | مفعول | اڻپورو فعل | پورائي |
| ڳوٺاڻن | خدا بخش | مقرر ڪيو | وڏيرو يا مکي. (اسم) |
| ماجسٽريٽ | قيدي | ڪيو | آزاد. (صفت) |
| آءٌ | چور | پسند ڪريان ٿو | پڪڙائڻ. (مصدر) |
| تون | — | هوندين | ڪٿي؟ (ظرف) |
| بازيگر | ماڻهو | وڌا | حيرت ۾. (ظرفي فقرو) |
| گوبند | — | آهي | وڃڻو. (اسم استقبال) |
| ماجسٽريٽ | قيدي | ٺهرايو | سزا جو لائق. (فقرو) |

## ”جيد بابت وڌيڪ سمجهاڻي“

٢٠٥. جيد ڪرڻ مهل جملي جو فاعل ۽ فعل ڪيڏي ڌار ڪجن. جيڪڏهن ڪو مفعول هجي ته اهو به ڌار ڪجي.

(١) وڃ معني تون وڃ. ”تون“ فاعل ۽ ”وڃ“ خبر.

(٢) ڪارايو مانس، معنيٰ مون هن کي ڪارايو. اهڙيءَ طرح فعل سان پڇاڙيون گڏيل هجن، ته پوءِ معنيٰ موجب هن طرح ڇيد ڪبو:

"مون" فاعل، "ڪارايو" فعل ۽ هن کي مفعول.

٢٠٦. "شاهه لطيف" "شاعر" آهي. "شاهه لطيف" ۽ "شاعر" ٻئي فاعل آهن ۽ آهي هڪڙي ئي خاني (فاعل واري) ۾ ڏيکارجن.

(١) گوپال رپيو خرچي ورتو. هتي "رپيو" ۽ خرچي" ٻئي مفعول آهن، جي هڪڙي خاني (مفعول واري) ۾ ڏيکارجن.

٢٠٧. اسين هن بيمار وٽ وياسين، پر هن جي حالت ڏسي دل جهلي ڪين سگهياسين، تنهنڪري سگهيو ئي موٽياسين.

هن طرح جيڪڏهن گهڻا جملا هڪٻئي سان گڏيل هجن ته هر هڪ جملي جو فاعل ۽ مفعول ڪيئي ڏار ڪجن.

٢٠٨. هن جا سڄڻ توڙي دشمن هن کي ايماندار سمجهن ٿا.

هتي "توڙي" حرف جملو آهي جو ٻن جملن کي ڳنڍي ٿو.

(١) هن جا سڄڻ هن کي ايماندار سمجهن ٿا.

(٢) هن جا دشمن هن کي ايماندار سمجهن ٿا.

ڇيد ڪرڻ مهل ڳنڍيندڙ "حرف" ڪيئي ڏار ڪبو ۽ جملي کي هن ريت ڀوڙي هر هڪ جملي جو ڌار ڇيد ڪبو.

## "داب ويهون - ٻيهڪ [جون نشانيون"

٢٠٩. هيٺئر، نه پوءِ. هيٺئر نه، پوءِ.

پهرئين جملي ۾ هڪڙي معنيٰ ۽ پوئين جي ٻي معنيٰ آهي. معنيٰ ۾ ڦير رڳو ٻيهڪ جي نشانيءَ سبب ٿيو آهي، تنهنڪري اهڙيون نشانيون پوري ھنڌ ڏيڻ گهرجن.

## "ٿورو دم"

٢١٠. هو مالي ڪاٿي، ٻاهر نڪتو. هن طرح ڪنهن جملي جي وچ ۾، جتي ٿورو ٻيهڻو هوندو آهي، اتي هيءَ نشاني (،) ڏبي آهي، جا شڪل ۾ ابتي "و" اکر جهڙي آهي. انهيءَ کي "ٿورو دم" يا "ساهي" چوندا آهن.

جملن ۾ اها نشاني هيٺين حالتن ۾ ڏبي آهي:

(١) زالون، مرد، ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا اچي مڙيا.

(٢) توکي، مون کي ۽ ٻين سڀني کي، ڌڻيءَ پيدا ڪيو آهي.

(٣) هو بلڪل ايماندار، محنتي، سياڻو ۽ ڪارائتو آهي.

(٤) ڪلن جي وسيلي، رڌڻ، پچائڻ، سبڻ ۽ ٻيا ڪم ٿي سگهن ٿا.

اهڙيءَ طرح جڏهن ساڳئي قسم جا ٻه ٽي يا وڌيڪ ڳالهائڻ جا لفظ (اسم، صفت وغيره) هڪٻئي پٺيان ايندا آهن، تڏهن هر هڪ جي وچ ۾ ٿورو "دم" ڏيئي، ڇاڙيءَ ۾ "۽" حرف جملو ڪم آڻبو آهي.

(٥) همايون، اڪبر جو پيءُ، ڏاڍو ڪرڻ تان ڪِري، مري ويو.

(٦) ڪتاب، جو مون توکي ڏنو، سو ڦاٽي پيو.

هن طرح جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ يا شيءِ جي ڪا ڳالهه ڪرڻي هجي، ۽ ان جي سڃاڻپ ڪرائڻ يا وڌيڪ حقيقت ڇاڻائڻ لاءِ ڪي مائٽي ڏيکاريندڙ يا لاڳاپو رکندڙ لفظ ڪم آڻڻا هجن ته اهڙي اسم جي پٺيان، توڙي مائٽي يا لاڳاپي ڏيکاريندڙ لفظن جي پٺيان، "ٿورو دم" ڏبو.

(٧) آءٌ ماني کائي، ڇڪر هڻي، بازار مان ڪم لاهيندو، گهر آيس.

هن طرح جيڪڏهن جملي ۾ فعل کان سواءِ "ماضي معطوفي يا اسم حاليه" يا ٻئي هجن، ته هرهڪ جي پٺيان ٿورو دم ڏبو.

(٨) جي تون ايندين، ته آءٌ به ايندس.

(٩) جڏهن هو آيو، تڏهن آءٌ ويس.

(١٠) برسات پيئي، ته راند بند ٿي.

هن طرح جيڪڏهن ڪنهن جملي ۾ هڪ ڀاڱو ٻئي تي تعلق رکندڙ هوندو، ۽ انهن مان ڪو ڀاڱو پنهنجي سر ڌار ڪم اچڻ جهڙو نه هوندو، ته انهن جي وچ ۾ ٿورو دم ڏبو.

(١١) ڇا ڏينهن ڇا رات، ڇا ويٺي ڇا بيٺي، مارئي پنهنجن مارُوئڙن کي پيئي سنڀاريندي هئي.

هن طرح جڏهن ڪي "هم-جنس" لفظ جوڙو جوڙو ٿي ڪم ايندا آهن، تڏهن هرهڪ جوڙي جي وچ ۾ ٿورو دم ڏبو آهي.

(١٢) ڇوڪر، خط لک. هن طرح ندا جي فاعل يا اسم پٺيان ٿورو دم ڏيئي، ان کي جملي ۾ الڳ ڪري ڀيهاربو آهي.

"اڌ دم"

٢١١. هو ڏاڍو سمجهو آهي، تنهنڪري هر ڪا ڳالهه آسانيءَ سان سمجهي ٿو، پر سست آهي، تنهنڪري گهڻي ساک ڪانه اٿس.

هن جملي جا ٻه وڏا ڀاڱا آهن، جن جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي ۽ انهن جي وچ ۾ ٿوري دم کان وڌيڪ بيهڻ جي ضرورت آهي؛ تنهنڪري "سمجهي ٿو" کان پوءِ هڪ نشان ڏنو ويو آهي، جنهن کي چئبو آهي "اڌ دم". هيءَ نشاني (؛) ٿوري

دم واري نشانيءَ جهڙي آهي، پر مٿان ٻٽڙي ڏنل اٿس. اها نشاني هيٺين ٻن مکيه سببن ڪري ڏبي آهي:

(١) هر هڪ ننڍي جملي جي پڄاڙيءَ وٽ ڪجهه وقفو ڏيکارڻ لاءِ، ته جيئن سڀ جملا گڏجي پڙهي ڪري معنيٰ ۾ مونجهارو نه ٿئي.

(٢) هر هڪ ننڍي جملي کي الڳ ڪرڻ لاءِ، ته پڙهندڙ جو هر هڪ ننڍي جملي تي وڌيڪ ڌيان لڳي.

# "دم"

٢١٢. (١) هڪ واريءَ ڪوڙ ڳالهايو، ته آئيندي ڪو به اعتبار ڪونه ڪندو: ڪوڙ ايمان جي ڪتر.

(٢) تو محنت ڪئي، ته پاس ٿئين: محنت جو ڦل مٺو جو نه آهي.

هن طرح جڏهن ڪنهن ڳالهه پوري ڪرڻ کان پوءِ، ڳالهه کي وڌيڪ اظهارڻ ڪرڻ لاءِ، ڪجهه وڌيڪ چوڻو هوندو آهي، يا ڪو "ڀاڪو" يا "مثال" ڏيڻو هوندو آهي، ته پهرئين جملي جي پوري ٿيڻ تي هيءَ نشاني (:) ڏبي آهي، جنهن کي "دم" چون ٿا.

(٣) ٽر ڏوڻ ۾ هيٺيان تعلقا آهن:

ڏيپلو، مٺي، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر.

هن طرح دم سان ليڪ به ڏبي آهي.

# "پورو دم"

٢١٣. آءٌ سڀاڻي ڪراچيءَ ويندس. اهڙيءَ طرح هر هڪ جملي پوري ٿيڻ تي ٻٽڙي ڏبي آهي، انهيءَ کي "پورو دم" چون ٿا.

# "ٻيون نشانيون"

٢١٤. "ٿورو دم"، "اڌ دم"، "دم" ۽ "پورو دم".

انهن چئن ٻيهڪ جي نشانين کان سواءِ ٻيون هيٺيون نشانيون آهن، جي ٻن انهن نشانين سان گڏ شمار ٿيل آهن.

(١) مار! ايتري ۾ ٿي به آئين. ويچارو مري ويو!

اڄ اسان کي موڪل آهي! ڏٺي شل تنهنجو ڀلو ڪندو!

هن طرح حرف ندا جي پٺيان يا عجب، افسوس، خوشي، سڏ وغيره ڏيکاريندڙ جملن جي پٺيان هيءَ نشاني (!) ڏبي آهي، جنهن کي "ندا" جي نشاني چوندا آهن.

(٢) تون ڪير آهين؟ (سوال جي نشاني)

## ”واڪ جون نشانيون“

(٣) هن چيو تہ ”آءٌ اڄ ويندس“.

هن طرح جڏهن بہ ٻي لفظ بجنسي چاڙهيا آهن، تڏهن ٻهرئين ۽ پوئين لفظ جي پٺيان هي نشانيون (” “) ڏبيون آهن، جن کي ”واڪ“ جا نشان چوندا آهن. ”ٻهاڪا“ بہ انهن ”واڪ“ جي نشانن اندر چاڙهيا آهن.

مثلاً: ”چور جي ماءُ کنڊ ۾ روئي“.

## ”ڏنگيون ليڪون ( )“

(٤) جملي جي وچ ۾ ڪو ڌار تذڪر (معني يا ٻيءَ ڳالهہ بابت) چاڙهڻو هوندو، تہ اهو بہ ڏنگين ليڪن جي وچ ۾ رکبو آهي، جيئن هتي (معني يا ٻيءَ ڳالهہ بابت) لفظ ڏنگين ليڪن جي وچ ۾ رکيا ويا آهن.

(٥) ڏنگين ليڪن ( ) بدران هي نشانيون [ ] بہ ڪم آڻبيون آهن، جن کي ”چرنڪيٽ“ چون ٿا.

ضميمو: زمانن جي ورڇ، ڪم جي حالت موجب.

| زمان<br>ذاتي ياڳا | Indefinite (Simple)<br>سادي صورت | <br>مدامي صورت | Continuous<br>استمراري يا چالو | Perfect<br>ڪامل يا پورن |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| ١ | ٢ | ٣ | ٤ | ٥ |
| حال | سيڪاريو | سيڪاريندو هوس | سيڪاريان پيو ٿو (سرحد)<br>سيڪاريان پيو<br>پيو سيڪاريندو آهيان | مون سيڪاريو آهي |
| ماضي | سيڪاريان ٿو | سيڪاريندو آهيان | سيڪاريو پئي يا<br>سيڪاريندو پيو هوس | مون سيڪاريو هو |
| مستقبل | سيڪاريندس | سيڪاريندو هوندس<br>سيڪاريندو رهندس | سيڪاريندس پيو يا<br>سيڪاريندو پيو هوندس | مون سيڪاريو هوندو |

**اشارو:** چوٿون قسم Perfect Continuous ۾ پر اهو گهڻو ڪم نٿو اچي. هي ضميمو انگريزي گرامر سمجهڻ ۽ ترجمي ڪرڻ ۾ سهوليت ڪندو، تنهنڪري ڏنو ويو آهي.

# ڊيباچو

هيستائين جيڪو سنڌي گرامر اسڪولن ۾ سيکارڻ ۾ پي آيو آهي سو گهڻو ڪري فقط علم صرف آهي، جو اوائل کان عربي صرف جي نموني تي لکيو ويو هو، ۽ علم نحو جو سنجهس فقط اشارو هوندو هو. هاڻ تورن ڏينهن کان انهيءَ ۾ جملن جو ڇيد شامل ڪيو ويو آهي، جو نحو جو ڀاڱو آهي؛ مگر اهو تمام مختصر آهي ۽ نحو جا ڪي بہ قانون ڏيکاريا ۾ نہ آيا آهن. علم نحوءَ ۾ گهڻو ئي ڪي داخل آهي جيئن تہ، لفظن جي بناوت، جملن جي بناوت، انهن جي تقسيم ۽ تربيت، تفريق، اشتقاق، اصطلاح، عروض، علمي صنعتون، جي سڀ خوش بياني، خوش ڪلامي، عبارت آرائي، مضمون نويسي، فصاحت، بلاغت ۽ حجت دليل لاءِ نهايت ضروري آهن. هڪڙو عربي پهاڪو آهي تہ "آلنحوفي الڪلام ڪا لمِلح في الطعام"، يعني ڪلام ۾ نحو اهڙو آهي، جهڙو طعام ۾ لوڻ! يعني انهيءَ کان سواءِ ڪلام ڦڪو ۽ بيسواد آهي ۽ نحو ساڻ سلوڻو ۽ لذيذ آهي. تنهنڪري ڪن دوستن جي صلاح سان، مون عربي، فارسي ۽ انگريزي نحو جي گڏيل نموني تي هيءُ سنڌي نحو جو ڪتاب لکيو آهي، جو اميد آهي تہ جهڙو علم پڙهندڙن لاءِ تهڙو خاص سنڌي ۽ انگريزي اسڪولن جي مٿين درجن، ۽ ٽريننگ ڪاليج جي شاگردن لاءِ تمام گهڻو ڪمائتو ٿيندو. پڇاڙي ۾ هرهڪ باب تي سوال ۽ مشقون بہ ڏنيون ويون آهن ۽ جوابن جا ضميما بہ شامل ڪيا ويا آهن.

جون ١٩١٦ع
حيدرآباد

قليچ بيگ

# سنڌي

# علم نحو

## ديباچو

### نحو جو صرف سان واسطو

جنهن علم کي انگريزيءَ ۾ گرامر ٿا چون، تنهن کي عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ "صرف و نحو" ٿا چون ۽ سنسڪرت ۾ "وياڪرڻ."

جيتوڻيڪ سنڌي ٻولي اصل پراڪرت جي وسيلي سنسڪرت مان نڪتل آهي ته به عربن جي فتح کان پوءِ، جنهن کي تيرنهن سو ورهيه ٿيندا، سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ايترا بي انداز عربي ۽ فارسي لفظ گڏجي ويا آهن جو گهڻو ڪري نج سنڌي ۽ عربي لفظن جي سڃاڻپ مشڪل ٿي پئي آهي. سنڌي لکڻ جي اکرن يا صورتخطيءَ کي "عربي سنڌي" ٿا چون ۽ گهڻا علمي لفظ عربي ڪم اچي ويا آهن. رڳو ٿوري عرصي کان کي ٿورا نالا سنسڪرت ٻوليءَ جا ڪم اچڻ لڳا آهن. تنهنڪري "صرف و نحو" جي بيان ڪرڻ ۾ اڪثر عربيءَ واري ترتيب ۽ ترڪيب ڪم اچي ٿي.

**علم صرف:** لفظ جي عربي لغت ۾ معنيٰ آهي ڦيرائڻ، يعني ڦيرو يا گردان. انهيءَ موجب لفظ جدا جدا صورتن ۾ ڦرن ٿا، جيئن اسم، جنس ۽ عدد ۽ حالتن موجب ڦرن ٿا ۽ فعل زمانن موجب ڦرن ٿا، ۽ سڀ قسم جي لفظ جون جدا جدا صورتون ۽ صيغا "صرف" ۾ داخل آهن.

**علم نحو:** لفظ جي اصلي معنيٰ آهي پاسو ۽ اصطلح جي معنيٰ اٿس حرف هڪ ٻئي جي پاسي ۾ ٻيهاري لفظ جوڙڻ ۽ لفظ هڪ ٻئي جي پاسي ۾ ٻيهاري جمله جوڙڻ، ۽ جمله هڪ ٻئي جي پاسي ۾ ٻيهاري بيان يا تقرير يا دليل جوڙڻ.

انهيءَ ڪري نحو جي رواجي معنيٰ ٿي دستور يا طرز يا قانون، جن موجب حرف ۽ لفظ ۽ جملا پاڻ ۾ گڏجن ٿا ۽ موافقت رکن ٿا ۽ هڪ ٻئي تي عمل هلائين ٿا.

انهيءَ مان ڏسڻ ۾ ايندو ته اهي ساڳيا اصطلح جي نالا جي صرف ۾ ڪم اچن ٿا سي ئي وري نحو ۾ به ڪم اچن ٿا، جيئن ته اسم، فعل، حرف، صفت، ضمير،

جنس، عدد، حالت، زمان وغيره. اهي سڀ صرف ۾ انهيءَ لاءِ ٿا اچن ته خبر پوي ته انهن ۾ لفظن جون جدا جدا صورتون ڪهڙي ٿيون ٿين. پر نحو ۾ اهي ساڳيا لفظ انهيءَ لاءِ ٿا اچن ته انهن جي گڏجڻ جا قانون معلوم ٿين، جن موجب آهي صحيح ڳالهائي ۽ لکي سگهجن.

**موضوع ۽ مهمل:** ڳالهائڻ مهل ماڻهوءَ جي واتان جيڪي نڪري ٿو سو يا بامعني هوندو يا بي‌معني واري کي موضوع چوندا آهن ۽ بي‌معني کي مهمل.

**حقيقي ۽ مجازي ۽ اصطلاحي:** وري بامعني يا موضوع لفظ ۾ جي ٺهرايل ۽ مقرر ڪيل معنيٰ ۾ هوندو ته "حقيقي" سڏبو نه ته "مجازي" ۽ ها هو ئي لفظ ڪن ماڻهن ڪنهن خاص معنيٰ جي لاءِ ڪٿي ٺهرايو ته انهيءَ کي "اصطلاحي" چئبو.

بي‌معني لفظ جا مثال ڏيڻ ضروري ناهن، اهڙا لفظ پنهنجا ۾ ٺاهي ٿا سگهجن. جئن ته ٻائڻ، شائڻ، ڪڙپ، شڙپ. پر سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترا بي‌معني يا زائد لفظ به آهن، جن جي معني ڪانهي يا جي ساڳي معني هئڻ ڪري ضروري ناهن ۽ زور ڪري معني وارن لفظن سان ڪم ۾ اچن ٿا، مگر رواجي عام گفتگوءَ ۾، نه ڪنهن علمي تقرير يا بيان ۾. مثلاً- پيسو ٻنجڙ، گلر ڊلر، ڪتاب ٻتاب وغيره. معني واري لفظ جو مثال شينهن وٺو. هاڻ جي شينهن لفظ مان اسان جي مراد هوندي اهو جانور جنهن کي "شير" چوڻ ٿا ته اهو "حقيقي" ٿيو. ۽ جي زور ۽ دليري جي نظر تي مشابهت جي رستي ڪنهن بهادر يا پهلوان ماڻهوءَ جي نالي چونداسين ته فلاڻو شينهن آهي ته اهو حقيقي نه ٿيو، پر "مجازي" ٿيو.

وري ٻيو مثال وٺو. "حلال خور" جي حقيقي معنيٰ آهي حلال کائيندڙ، جو حرام نه کائي. "پر مجازي" معني موجب حلال خور چوڻ "ڀنگيءَ يا ڇوڙي" کي جو انهي جي برعڪس اڪثر حرام شيون کائي.

**اصطلاحي:** معني جو مثال حرڪت وٺو. حرڪت لفظ جي حقيقي معنيٰ آهي چرڻ. مگر "اصطلاحي" معني سان گرامر موجب زبر ۽ زير ۽ پيش کي "حرڪت" ٿو چئجي ۽ ٻوليءَ جي اصطلاح موجب، ٻارن جي اجائي اٿ ويهه کي "حرڪت" چوندا آهن. اتي ڪن ماڻهن اها معنيٰ ڪنهن خاص ڪم لاءِ ڪٿي ٺهرائي آهي، تنهن ڪري انهيءَ کي "اصطلاحي" ٿو چئجي.

بامعني يا موضوع لفظ، يا **مفرد** هوندو يا **مرڪب**. مفرد اهو آهي جنهن مان هڪڙيئي معنيٰ نڪرندي آهي ۽ جنهن جي پرزن يا نڪرن يا ڀاڱن جو انهيءَ جي معني سان ڪوبه واسطو ڪونهي. اهڙي مفرد موضوع لفظ کي "ڪلمو" چوندا آهن. اهڙا گهڻا ڪلما گڏجي ڪلام ٿا جوڙين جنهن کي جملو يا جملا يا تقرير يا بيان چئي ٿو سگهجي.*

* ڳالهايل بيان کي تقرير چئبو ۽ لکيل بيان کي تحرير.

**مرڪب:** مرڪب لفظ ٻن يا وڌيڪ ڀاڱن مان ٺهيو جڙيل هوندو آهي ۽ هر هڪ ڀاڱي جي ڌار معنيٰ آهي ۽ انهن مان انهي لفظ جي گڏيل معنيٰ ٺهي جڙي.

مثلاً لفظ مڪان مفرد لفظ آهي. انهيءَ جي ٽڪرن "مڪ ۽ آن" جي معنيٰ ڪانهي، پر جي هجي ته به انهيءَ جو مڪان لفظ جي معنيٰ سان ڪوبه واسطو ڪونهي. 'خير خواه' مرڪب لفظ آهي جنهن جا ٻه ڀاڱا "خير ۽ خواه" معنيٰ رکن ٿا ۽ انهن جي گڏيل معنيٰ انهيءَ لفظ جي سچي معنيٰ ٿي ڏيکاري يعني سچو دوست يا گهڻگهرو اهڙا گهڻا مرڪب لفظ آهن جي گهڻي ڪم اچڻ ڪري چانگجي "مخفف" يا هلڪا ٿي پيا آهن ۽ "مفرد" پيا ڏسجن. جيئن ته شهنشاهه، جو اصل هو شاهان شاهه يا شاهه شاهان، يعني بادشاهن جو بادشاهه.

—ـــــ—

# باب پهريون

## حرفن يا اکرن جو بيان

مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته اکرن مان لفظ ۽ لفظن مان جملا ۽ جملن مان بيان ٺهن ٿا. هاڻي پهرين اسين اکرن يا حرفن جي جدا جدا قسمن ۽ ڪمن جو ذڪر ڪنداسين.

مٿي اشارو ڏنو ويو آهي ته سنڌي ٻولي گهڻين ٻولين مان ٺهي آهي. جيڪي "حروف تهجي" يعني آئيويٽا يا الف بي جا اکر منجهس ڪم اچن ٿا سي به ڪي پنهنجا اٿس ۽ ڪي ٻاهران آندا اٿس، جي چپاڙي، گهڻن جي صورت ڦيرائي، پوءِ هضم ڪري ورتي آهي. عربي سنڌي هڻي ڪري عربي وارا ٢٨ يا ٣٠ اکر ورتائين. تن مان اصل ٢٢ ته عبري يا عبراني آهن يعني هيبرو ٻوليءَ جا، جي خود عربيءَ ٻوليءَ نالا ڦيرائي ورتا. انهن ۾ عربن ڇهه اکر ٻيا وڌايا، جي خلاصا سندن ٻوليءَ لاءِ ضروري هئا. اهي ڇهه آهن ث، خ، ذ، ض، ظ ۽ غ. عبراني حرف ۽ انهن جي ترتيب ابجد، هوز، حطي، ڪلمن، سعفص، قرشت، ۾ اچي وڃي ٿي. عربن انهن کان پوءِ ثخز، ضظغ، وڌايا. ڪن عربن وري "همزو ء." وڌائي ٽيهه پورا ڪيا. فارسيءَ وارن جڏهن عربيءَ جي مدد ورتي، تڏهن انهن وري آهي سڀ ۽ پنهنجا خاص چار حرف وڌايا يعني پ، چ، ژ، گ جن کي ب فارسي ۽ ج فارسي ۽ ز فارسي ۽ ڪاف پارسي سڏيائون ۽ رڳا نقطا يا انگڙي وڌايائون. مگر انهيءَ الف بي مان هيٺيان اٺ اکر خلاصا عربيءَ ۾ ڪم اچن ٿا ۽ نج پارسيءَ ۾ ڪم نٿا اچن. ث، ح، ص، ض، ط، ظ، ع، ق. سنڌي ٻوليءَ اهي سڀ عربي ۽ فارسي اکر پنهن جي الف بي ۾ ڪم آندا، سواءِ پارسي ژ جي. ٻيا وري هيٺيان سنسڪرت يا پراڪرت وارا اکر ڪم آندائون. ڀ، ٿ، ٽ، ٺ، ڦ، جهه ڃ، ڄ، ڌ، ڊ، ڏ، ڙ، ک، گهه، ڱ، ڻ. انهن کان سواءِ ٻيا اهي اکر وڌائون جي خلاصا سنڌيءَ ٻوليءَ جا هئا. يعني ٻ، ڄ، ڏ، ڳ. انهيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ مڙئي "ٻاونجاهه حرف" ٿيا. مگر انهن مان ٻ، ڄ، ڃ، ڏ، ڳ، ڱ، ڻ. نج سنڌي لفظن ۾ ڪم اچن ٿا ۽ اهي انهن جي سڃاڻپ جون خاص نشانيون آهن.

عربي ۽ پارسي دستور موجب انهن الف بي جي اکرن کي "حروف تهجي" يا "املا" سڏيندا آهن.

**حرف:** حرف جي لفظي معنيٰ آهي ڪنارو يا طرف يعني لفظ جو تمام ننڍو حصو يا ڪنڊ. انهن کي ڪيترن قسمن ۽ صورتن ۾ وراهيائون ۽ انهن مان جدا جدا ڪم ڪڍيائون.

## "منقوط غير منقوط، مسروري، ملفوظي ۽ مڪتوبي حرف"

پهرين جن جن اکرن تي نقطا اچن ٿا تن کي 'منقوط يا معجم*، ٿا سڏين ۽ جن تي ناهن تن کي 'غير منقوط يا مهمل:' ٿا سڏين*. وري انهن جي نالن جي نظر تي، جن جا نالا ٻن اکرن جا آهن، جيئن تہ بي تي يا ٻا تا وغيره، تن کي 'مسروري ×'، چوندا آهن ۽ جيڪي ٽن اکرن جا آهن، جيئن تہ جيم، سين ۽ دال وغيره تن کي 'ملفوظي +' سڏيندا آهن. ۽ انهن مان بہ ٽن جن جي نالن جو پهريون ۽ پويون اکر هڪ جهڙو آهي، يا جي ابتا سبتا هڪ جهڙا آهن، يعني ميم، نون ۽ واو، تن کي 'مڪتوبي، + ٿا سڏين.

**حرف علت صحيح:** وري انهن الف بي جي اکرن مان هڪڙا بيمار ٺهرايائون ۽ ٻيا چڱا ڀلا- بيمارن کي 'حرف علت' چيائون، جو علت جي معنيٰ آهي بيماري ۽ بيمار کي عليل چون ۽ چڱن ڀلن کي صحيح. بيمار هن ڪري چيائون جو ضعف ڪري ٻيا انهن کي پاڻ سان وٺي يا ڪٽي هلائيندا آهن ۽ اهي پنهنجي منهن ڏار هلي نہ سگهندا آهن. اهي ٽي اکر ٺهرايائون- ا، و، ي. بيمار ماڻهو بہ وايءِ وايءِ ڪندو آهي ۽ حرف علت بہ اهيئي اکر ٿيا.

**اعرابون** ٽي اکر يعني الف بي جي اکرن کي ڪهڙي طرح ڪم اچي سگهن؟ اهڙي ڪا صورت ضرور گهربل ٿي جنهنڪري سڀ اکر هڪجهڙا ٿين ۽ هڪٻئي تي رهس نہ ڪن. تنهنڪري الف مان 'زبر' ڪيائون، واو مان 'پيش' ڪيائون ۽ ي مان 'زير' ڪيائون ۽ خاص 'حرف' علت جي نشانيءَ لاءِ 'جزم يا سڪون' مقرر ڪيائون، جا انهن ٻن اکرن تي ڏجي ٿي جن سان گڏ "حرف‌علت" لڳو اچي. انهن جو نالو حرڪت رکيائون، جن ۾ گويا حرف علت جو اڌ آواز رهي ٿو. پيون نشانيون پوءِ ضرورت آهر ٺهرايائون جن کي 'اعراب چون ٿا. "حرڪت"

---

* منقوط يعني نقطن وارو. معجم يعني عجم واري يا غلط.

: غير منقوط يعني نقطن کان سواءِ. مهمل يعني خالي يا لکمون يا بي معنيٰ.

× مسروري عربي سِرّ مان لڪتل يعني لڪل يا ڳجهو يا جنهن جو آواز لڪل جهڙو نہ آهي.

+ ملفوظي يعني جيڪي ڳالهائڻ ۾ اچي يا جنهن جو آواز بہ لکڻ جهڙو ٿو ٿئي.

+ مڪتوبي يعني جيڪي لکڻ ۾ اچي يا جنهن جو لکڻ بہ آواز جهڙو ٿو ٿئي.

جي معنيٰ چِٽرڻ ۽ اعراب جي معنيٰ آهي آزاد ڪُهڻ يا ڪُهندڙ، ڇا لاءِ جو انهن جي وسيلي اکر ڇري پري ڪُهي ڪُهتي سگهن ٿا، نه ته هڪ هنڌ نستا ٿيو پيا آهن. ڇرندڙ اکر مُتَحَرِّڪ ٿيا ۽ غير متحرڪ کي "ساڪن" سڏياڻون.

**ممدوده ۽ مقصوره:** انهن حرف علت وارن ٽن اکرن مان پهرين الف سان جڏهن ٻيو الف ٿو ڪڏهي تڏهن ٻن الفن لکڻ جي بدران هڪڙيئي تي 'مد' جي نشاني ڏين ٿا ۽ انهي الف کي "ممدوده" يعني مد وارو يا ڊگهو سڏين ٿا ۽ جتي ائين نه آهي انهي الف کي "مقصوره" يعني ڇوٽو چون ٿا. متحرڪ الف کي اڪثر عربيءَ ۾ 'همزو' چون ٿا. ۽ الف، رڳو ساڪن الف يا حرف علت کي ٿا سڏين.

**معروف ۽ مجهول:** و تي پيش ۽ ي هيٺ زير اچڻ ڪري جيڪو آواز نڪري ٿو، انهي کي 'معروف' ٿا سڏين، ڇا لاءِ جو اهو آواز عربن کي معلوم هو. جيئن ته شير، مير، نُور پر انهن تي زبر اچڻ ڪري جيڪو آواز نڪري ٿو سو عربن ۽ ايرانين ۾ ڪم نه اچڻ ڪري هنن کي معلوم ناهي تنهنڪري انهي کي مجهول ٿا چون جئن ته دير ۽ جور.

ساڪن ي ۽ و جا مثال آهن سير ۽ خوف جي خاص عربيءَ ۾ ڪم ايندا آهن.

**مخارج(١):** وري الف بي جي اکرن جو وات مان نڪرڻ واري جاءِ يا مخرج جي نظر تي ورهاڱو ڪيائون، اهو ورهاڱو جهڙو يورپ جي ٻولين ۾ تهڙو سنسڪرت ۽ هندستان جي ٻين ٻولين ۾ به آهي. انهيءَ موجب جن اکرن جو آواز ڏندن تي زبان رکڻ سان يا ڏندن جي مدد سان ٿو نڪري تن کي 'سنيه' ٿا چون، جو عربيءَ ۾ سن چون ڏندن کي جيئن ته ت، ث، د، ذ، ط، ظ، ل، ن، ۽ جن جو آواز زبان جي چوٽيءَ کان ٿو نڪري تن کي 'اسليه' ٿا چون(٢) جيئن ته ر، ز، س، ش، ص، ض. جن جو آواز چپن مان ٿو نڪري تن کي 'شفويه'(٣) جيئن ته ب، ف، م، و، ۽ جن جو تارونءَ تي زبان رکڻ سان ٿو نڪري تن کي 'لهويه' ٿا چون، جيئن ته ج، ي، جي، نڙي مان ٿا نڪرن 'حلقيه'(٤) ٿا چون، جيئن ته ح، خ، ع، غ، ق، ڪ، ه.

(١) "علم الامخارج" جو تعلق فن "قرائت و تجويد" سان آهي، جو ڪنهن استاد ماهر قاريءَ کان پڙهبو ۽ سکبو آهي، هت لفظي تعريفون مختصر آيل آهن.

(٢) جو اسليه جي معنيٰ عربيءَ ۾ آهي زبان جي چوٽي.

(٣) شفويه لڪتل آهي شفته مان جنهنجي عربي ۾ معنيٰ آهي چپ.

(٤) عربيءَ ۾ تارونءَ مان لڪتل.

**شمسي ۽ قمري حرف:** مٿين مان ٻهرين ٻن قسمن کي 'شمسي حرف'(١) سڏبو آهي ۽ پوئين ڏهن کي 'قمري'(٢). انهن جي نشاني هيءَ آهي ته عربيءَ ۾ ڪنهن اسم مان 'ال' شروع ۾ وجهڻ مان شمسي اکرن جي حالت ۾ لام جو آواز نه نڪري ۽ قمري اکرن جي حالت ۾ نڪري ٿو. مثلاً الدين ۾ "د" شمسي اکر آهي تنهن ڪري لام جو آواز نه نڪرندو ۽ انهيءَ لفظ جو آواز 'ادين' ٿيندو جيئن شمس الدين نالي ۾. 'الد' آواز ڪڍڻ غلط آهي. ۽ القلب لفظ ۾ قاف قمري اکر آهي تنهن ڪري لام جو آواز ٿيندو ۽ اهو لفظ القلب پڙهبو جيئن "مفرح القلوب" پر "اقلب" چوڻ غلط چئبو.

وري الف بي جي اکرن لکندي جيڪي اکر ٻين اکرن سان گڏ لکجن ۾ پنهنجو ڪو ٻاگو ڪيرائي پوءِ ڳنڍجن ٿا، انهن کي 'ترڪيبي' صورت وارا اکر چون ٿا ۽ جيڪي ائين نه ٿا ڪن ۽ پنهنجي اصلي صورت ۾ رهن انهن کي 'منفردي' صورت وارا يا 'مجرد' ٿا چون. جيئن ته ج ٻئي اکر سان گڏجڻ وقت لکڻ ۾ 'جہ' ٿئي ٿو مثلاً جشن ۽ باجو، تنهن ڪري اهو ترڪيبي آهي ۽ 'د' يا 'ر' صورت نٿا ڦيرائين جيئن ته داور، تنهن ڪري اهي "منفرد يا مجرد" آهن.

**معرب:** وري الف بي جي اکرن مان ڪي اهڙا آهن جي اصل عربيءَ ۾ نه هئڻ ڪري ٻي صورت بدلائي ڪم اچن ٿا ته انهن کي مُعرب ٿا چون، جيئن ته پ کي ڦيرائي ف ٿا ڪن. مثلا پارس کي فارس. معجم ۽ ڪي لفظ جي عربي آهن سي ڦيرائي فارسي صورت ۾ ڪم اچن ٿا، انهن کي 'معجم' ٿا چون جيئن ته 'فيل' کي پيل يا طلب مان طلبيدن ۽ فهم مان فهميدن.

**مهند ۽ مسند:** ان طرح جي لفظ عربيءَ يا فارسيءَ جي صورت ڦيرائي هنديءَ يا سنڌيءَ ۾ اچن ٿا انهن کي 'مهند' ۽ مسند(٣) سڏي ٿو سگهجي يعني هندي ڪيل. جيئن تہ — بصل مان بصر ۽ قفل مان ڪرف.

**تبديل:** هڪڙي ٻوليءَ مان ٻي ٻوليءَ ۾ ايندي اکر جيڪا صورت بدلائيندا آهن انهيءَ کي تبديل چئبو آهي. انهي تبديل جا ڪي خاص قانون آهن جن موجب هر هڪ ڦري ٻين حرفن جي صورت وٺندو آهي ۽ آهي هر هڪ ٻوليءَ جي لاءِ ڌار هوندا آهن. هيٺ آنهن جو تفصيل ڏجي ٿو، جو اڪثر اهي لفظن جي اشتقاق ۾ گهڻو ڪم ايندا آهن ۽ هتي آهي ڏبا جي اڪثر سنڌيءَ ۾ به ڪم اچن ٿا نه پيا.

ٻهرين ته ٿنهي علت جي حرفن جي نسبت ۾ ڪي ڳالهيون معلوم ڪرڻ جهڙيون آهن جي عربي پارسي ۾ مستعمل هئڻ ڪري سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿيون.

---

عربي ۾ حلق معنيٰ لڙي. (١) شمسي يعني شمس يا سج سان واسطو رکندڙ.

(٢) قمري يعني قمر يا چنڊ سان واسطو رکندڙ.

(٣) مُسند بہ سڏبو، الهن ۾ تسنيد يعني سنڌيت آيل آهي.

**الف ڪيرائڻ:** ڪن لفظن ۾ ”الف“ لکڻ ۾ نہ ايندو آهي ڇو ته انهيءَ جو آواز نڪرندو آهي يا تہ انهي هنڌ مٿان نشانيءَ لاءِ ننڍڙو الف لکي ڇڏيندا آهن. سنڌيءَ ۾ الف سگهندا آهن مگر اهو غلط آهي. جيئن تہ الهي انهيءَ کي الاهي لکڻ غلط آهي. ساڳيءَ طرح عربي نالا اسمعيل اسحق، هذا، ليڪن، جو ڪڏهن ڪڏهن لا ڪن يا ليڪن ڪري لکبو آهي. الف ڪڏهن ڪڏهن شروع ۾ وڌيڪ بہ وجهندا آهن جيئن تہ سڪندر، ۽ اسڪندر، فلاطون، افلاطون.

**الف اچارڻ:** ساڳيءَ طرح ڪٿي واو جو آواز الف ٿيندو آهي جيئن تہ زڪواة، جنهن جو آواز زڪات ٿيندو آهي ۽ صلواة جو آواز صلات ٿيندو آهي، پر واو سان لکڻ صحيح آهي.

**الف ڪيرائڻ:** ڪٿي الف حذف يا گم ٿيندو آهي جيئن شاهہ-شہ، ناگاهہ-ناگہ، گناهگار-گنهگار، شاهزادو-شهزادو، شاهباز-شهباز، شاهہ رگہ-شهرگہ، ڪوتاهہ-ڪوتہ.

**”ي“ الف بدلڻ:** ساڳيءَ طرح وري ڪٿي ”ي“ جو آواز بہ الف ٿيندو آهي، جيئن تہ مصطفيٰ، مرتضيٰ، عيسيٰ، موسيٰ، ماضيٰ، تمنيٰ، تولي، معنيٰ، دعويٰ جي سڀ رواج ڪري پارسي توڙي سنڌي ۾ الف سان لکبا آهن.

**واو ڪيرائڻ:** پارسي لفظن ۾ ”واو“ جي پٺيان ”الف“ هوندو آهي تہ ”واو“ جو آواز نہ ٿيندو يا تمام ٿورو ٿيندو آهي جيئن تہ خواهش، خير خواهہ، خواجہ، خواب، خود، خويش، خوش انهيءَ کي ’واو اشمام‘ چوندا آهن، يعني جتي واو جي رڳي ٻاس ئي اچي.

ڪٿي واو جي اڳئين اکر تي پيش هڻڻ ڪري ۽ پٺيان آل اچڻ ڪري واو جو آواز ڪونہ ٿيندو آهي ۽ ساڳيءَ طرح ي جي اڳئين اکر هيٺ زير هڻڻ ڪري بہ ي جو آواز نہ ٿيندو آهي ۽ آل واري الف جو بہ آواز نہ ٿيندو آهي جيئن تہ ابوالفضل، ابوالقاسم، في الحال، في الحقيقت، في الفور، بالڪل، بالفعل، بالواسطہ، باليقين. ڪٿي ”و“ حذف ٿيندو آهي جيئن گوهر-گهر، ڪوهہ-ڪهہ، خاموش-خمش، ڪوهہ-ڪهہ، لوهار=لهار، ڪوهہ-ڪهہ.

انهن ڪان سواءِ عربيءَ ۾ مؤنث اسمن جي پڇاڙيءَ جي نشاني ”ت“(١) هوندي آهي. آها ”هي“ واڱي هڻي لکندا آهن ۽ نشانيءَ لاءِ مٿس تي وارا بہ نقطا ڏيندا آهن، مگر پارسي توڙي سنڌيءَ ۾ آهي لفظ اڪثر ”ت“ سان لکندا آهن. جيئن تہ شجاعة سعادة، وغيره شجاعت ۽ سعادت ڪري لکبا آهن. اگرچہ عربيءَ ۾ ’ه‘ بہ مونث جي نشاني آهي جيئن تہ ملڪ مان ملڪہ، قيصر مان قيصره وغيره. ڪن سنڌي لفظن ۾ جتي پارسي عربي لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ الف هوندو آهي آتي زور ڪري هہ

(١) ان کي تہ چشمي واري (ه) سڏبو آهي.

وجهي ڳالهائيندا آهن - جيئن تہ پروا کي پرواہ چوندا آهن. دريا کي درياہ، چاءِ کي چاہ، ڪري چوندا آهن. ۽ همزو بہ گڏيندا آهن. جيئن تہ جا - جاءِ. دانا - داناءُ خدا - خداءِ وغيره.

**تبديل ۽ حذف:** هاڻي اسين اکرن جي مٽ سٽ يا تبديل جو ذڪر ڪنداسين، جي ٻين ٻولين توڙي سنڌيءَ سان بہ لاڳو آهن. پهرين ياد رکڻ گهرجي تہ حرف علت يعني الف، و ۽ ي هڪٻئي سان مٽجن ٿا ۽ ڪٿي حذف ٿين ٿا يعني ڪيرائي ٿا ڇڏجن. مثال - لاج - لڄ، لاٽ - لٽ، لاک - لک، مکي - مک، سورتي - مورت، ناچن - نچڻ، ناڪ - نڪ، ڪان - ڪن، هاٽ - هٽ، دانت - ڏند.

پارسي ۽ ڪن ٻين ٻولين جي صرف نحون ۾ هن مضمون بابت الف بي جي سڀني حرفن جا جدا جدا قسم ۽ انهن جا نالا ۽ انهن جا مثال ڏنل آهن ۽ هرهڪ جا تبديل ڪيل حرف، جي رواج ۾ مستعمل آهن، سي ڏنل آهن. سنڌيءَ ۾ انهيءَ وانگي هرهڪ حرف جا قسم ۽ نالا ڪم نہ ايندا آهن ۽ پارسي "صرف نحو" وارا نالا ڏيڻ ۽ انهن جا پارسي مثال ڏيڻ ضروري نٿو ڏسجي. حرف علتن جو مٿي ذڪر آيو، باقي صحيح حرفن جي نسبت ۾ ڪي ٿورا عربي ۽ پارسي رواجي تبديلي حرف ۽ مثال ڏجن ٿا، تنهن ڪان پوءِ اسين سنڌيءَ ۾ جيڪي حرف پاڻ ۾ مٽجن سٽجن ٿا، سي ۽ انهن جا مثال ڏينداسين.

ب ۽ پ، مٽبا آهن، جيئن تہ تب - تپ، شابور.

ت ۽ د = جيئن تہ توت - تود.

ج ۽ ت = جيئن تہ تاراج - تارات.

ج ۽ ژ = ڪج - ڪژ.

ج ۽ ز = رجہ - رزہ.

ج - ش = ڪاج - ڪاش.

ج - چ = ديباجہ - ديباچہ. ج - ڪ = اخسيج - اخشيچ.

خ - ہ = خاڪ - هاڪ، خجير - هجير.

د - ت = زرد - زرت، دشواد - دشوات.

د - ذ = آدر - آذر

ر - ل = روخ - لوخ، چنار - چنال، اروند - الوند، ڪاچار - ڪاچال.

ز - ج = جوزہ - جوجہ، پانزدہ - پانجدہ، هژدہ - هجدہ.

ز - غ = گريز - گريغ، تيز - تيغ.

س - ش = ڪستي - ڪشتي، فرستہ - فرشتہ.

س - ج = خروس - خروج.

ش - ج = ڪاش - ڪاج.

ص - س = قفص - قفس، صد - سد، شست - شصت.
غ - گ = لغام - لگام، غلولہ، گلولہ، غرجستان - گرجستان، غول - گول.
غ - ق = اياغ - اياق، آغا - آقا، جناغ - جناق، دماغ - دماق، غاليچہ، قاليچہ، غلندر - قلندر.
ف - پ = فارسي - پارسي، فيل - پيل.
ق - غ = سمرقند - سمرغند.
ق - گ = خانقاہ - خانگاہ.
ڪ - خ = شاما ڪچہ - شاما خچہ.
و - ب = نوشتن - نبشتن، نورد - نبرد.

**متبدل حروف:** هاڻي اسين هيٺ آهي اڪر ڏينداسين جي پاڻ ۾ مٽجن سٽجن ٿا، جن مان ڪيترا پارسي ۽ عربيءَ ۾ به ڪم اچن ٿا، ۽ سنڌيءَ ۾ به ڪي هنن مٿي ڏنل حرفن ۾ به اچي ويا آهن.

(١) ا، ء، ح، ھ، ع، و، ي

مثال — آستا - آستہ - آستو، سان - سين، زمانہ - زمانو، آشڪارا - آشڪارہ، راھگان - رايگان، سيلان - سيلون، واي - واہ، هيرا - هيرو.

(٢) ب، پ ف، و، ڀ ڦ

مثال — تب - تپ - تف، ٻر - ور، پيل - فيل، سپيد - سفيد - سويت - پارسي - فارسي - نوشتہ - نبشتہ، پليٽو - فلاطون، پالسٽين - فلسطين، ماربل - مارول، سيب - سوف، جفت - جپت، باڇ - واڇ، ٻارا - واڙو، ٻچون - وڇون، ٻوڙھا - پوڙھو، ٻول - ڀول، باجو - واجو، ٻيس - ويھہ، بال - وار، ٻچہ - ٻچو، باگ - واگ، ٻنڌ - ٻنڌ، ڊبہ - ڊبو، پانڌا، ونڊڻ، بجلي - وچلي، برس - ورھہ، برسنا - وسڻ، بھرا - ڀوڙو، بڪرا - ورڪر - ٻڪرو، پڳل - ڦڳڙ.

(٣) ت، ط، د، ذ، ٺ، ٽ، ٿ، تر، چ، ڊ، ڏ، ڌ

مثال — بدتر - بتر، توتيا - طوطيا، تيار، ڪتخدا - ڪدخدا، استاد - استاذ، نمودہ - نمونہ، انتر - اندر، ساڪريٽر - سقراط، پليٽو - فلاطون، ڪانسٽنٽين - قسطنطنيہ، پالسٽين - فلسطين، پتر - پوت - پٽ، متر - مٽ، تر - ٽي، ترقل - اطريفل - ٽڦلو، توتيا - ٽونئبو، اتوار - آرتوار - آچر، بانٽنا - ونڊڻ، ٽنيا - ٽڏو، چتر - چٽ، چتري - چٽي، سوت - سٽ، ڪستوري - ڪٿوري، ڪانت - ڪاتي، گينڊا - گونڊو، ڪنڊڪ - ڪانڊو - ڪنڊو.

(٤) ج، چ، د، ذ، ز، ڙ، س، ش، ص، ض، ط، ظ، ھ، ي، ڄ، ڃ، نج، ڇ، گ، ث، ڄ

مثال — ڪاچ - ڪاش، صندل - چندل - چندن، صين - چين، چوزہ - چوجہ، هژدہ، هجدہ، آواز - آوازہ، ڪژدم - ڪجدم، شالي، ساري، زيرہ - جيرو، يوگي - جوگي، آج - اڄ، يڌ - جڌ، تيز - تيجہ، زبان - جيڀ - جڀ، جامن - جنبو - جمون، گيان - جانڻا - ڄاڻڻ.

ڪاري - ڪارج، ڪاج، بجلي - وڄلي، لاج - لڄ، فرستہ - فرشتہ، صلہ - ملہ، قفس - ققص.
ميخ - شيخ، درشن - درسن، دمن - ڏمہ، شريس - سرس، سانس - ساھہ، ساھوڪار - شاھوڪار،
شپ، سپ، سيشا - سيسڪ، شيھو، ڪپاس - ڪپاھہ، برس - ورھہ، يونس - جونس، يوسف -
جوزف - جوسب، مشڪ - مسڪ.

(٥) د، ذ، ڊ، ڍ، ڏ، ت، ر، ز، در، ي، ڙ، ڊ، ل

مثال - دنت - دانت - ڏند، دمن - ڏمہ، ڊنڪ - ڏنگ، گاڙي - گاڏي، ڊابر -
ڏامر، گوڊائون - گدام، دور - ڏور، آڙو - آڏو، ٻڙا - وڏو، دادا - ڏاڏو، داڙي - ڏاڙهي،
دک - ڏک، دلن - ڏرڻ، دوڙنا - ڊوڙڻ، سمندر - سمنڊ، لڊو - لڏون، ليد - لڏ، نيند - ننڊ،
هلدي - هرد - هيڊ، ڌول - ڌوڙ، ديور - ڏير، ڪالا - ڪارو، ٻل - ور، ہاتال، پاتار، تہ -
ترو، جل - جر، گڙيا - گڏي، ڌول - ڌوڙ، ٻھرا - ٻوڙو، ڪوڙي - ڪوڏي، الوند - اروند،
آلس - آرس، آملہ - آنورا، سانولا - سانورو، نهل - نير، مارڪيٽ - مالڪيٽ، ڦل - ڦر،
املي - آمري، مولي - موري، نيولا - نور، پل - ڦڙ، سول - سور، ارادو - ايرازو.

(٦) ق، ڪ، غ، خ، گ، ح، ک، ڳ، گ، نگ، چ، ڪش

مثال - آغا - آقا - اوطاق - اوطاغ، اوطاغ، گرجي - غرجي، غاليچہ - قاليچہ، ترياق - ترياڪ،
لگام - لجام، گيہن - جيہن، گلولہ - غلولہ، گالين - جالينوس، فرينچ - فرنگ - فرنج،
فارنج - فارنگ، غازي - گاجي، يوگي - جوڳي، ڊاڪٽر - داختر، اک - اکش، پرڪش -
پردہ شگون سگڻ، لنگ، لگ، آگ - آڳ، آگال - اوڳر، بينگن - واڱڻ، ننگن - نگڻ،
مونگ - مڱ، چنگا - چڱو، رنگ، رڱ، سهاگ - سهڳ، سرنگ - سڱ، گال - ڳل،
گانا - ڳائڻ، گڙ - ڳڙ، گن - ڳڻ، گننا - ڳڻڻ، گيت - ڳيت، موچ - موڪش - موک.

(٧) م، ن، ل، و، ب، نب، ڻ، هہ، ج، ڃ

مثال - نيلوفر - نيلوفل، ليلوفل، آفيون - آفيم، آملہ - آنورا، نمبر - لمبر، آم - انب،
دم - دنب، نام - نانءُ، گام - گانءُ، سوامي - سائين، ڪمهار - ڪنڀار، ڪومل - ڪونرو،
بامن - ٻاهڻ، مانس - ماڻهو، آنيس - آوٽيهہ، چارن - چارڻ، دن - ڏينهن - ڏڻ، من - مٽي،
رن - رڻ، ڪنگن - ڪنگڻ، گن - ڳڻ، ماننا - مڃڻ، مڃڻ.

**حرفن جي معنيٰ:** هاڻي اسين الف بي وارن حرفن جي معني ڏينداسين، جو
عربيءَ ۾ هرهڪ حرف جي ڪانہ ڪا معني آهي ۽ هرهڪ حرف جي انگن ۾ قيمت
مقرر آهي، جنهن کي 'ابجد' جو حساب يا حساب 'جمل' چوندا آهن.

الف جي معني آهي چڙهو ماڻهو ۽ هزار. باب بي = گهٽين ڳالهن وارو ماڻس.
تا = × خمير*. ثا = نرم. جيم = مست اٺ حا = ڊگهي قد واري ڳالهہ. خا = ڪنڊ يا

* يعني ڳوٺل اٽو، جنهن مان مانِي پچائيندا آهن.

ڪياڙيءَ جا وار. دال = ٿلهي زال. ذال = ڪکڙ جو = موڙهه. را = وير رکندڙ ماڻهو ۽ ننڍي ڏوڻي. زا = پهڻير ماڻهو. سين = ٿلهو ۽ گهٽو ڪنگهندڙ ماڻهو. شين = ٻوڙندڙ ماڻهو. صاد = هڪڙي قسم جو پکي. ضاد = ٻانگ ڏيندڙ ڪکڙ. طا = گهٽي حرص وارو ماڻهو. ظا = زال وڏيءَ ڇاتي واري. عين = اک جو دن، ۽ اک ۽ چشمو. غين = ڪارو ڪکر ۽ آڇو ٽيڙ. فا = سمنڊ جي گجي ۽ ڪنُ. قاف = جبل جو نالو ۽ تونگر. ڪاف = ڪاوڙ وارو ماڻهو. لام = اٽ ۽ زر ۽ ڪارو داغ جو نظر ڏارڻ لاءِ ٻارن جي منهن تي ڏيندا آهن. ميم = شراب. نون = مڇي ۽ مس جي ڪوڙي ۽ وڻ جو ٽڙ. واو = اٽ جو ٿوهو. ها = چماٽ. يا = ٻار جي پيڻ ڪان پوءِ ٽٽڻ ۽ باقي بچيل ڪير.

هي به ياد رکڻ گهرجي ته انهن ماڳين يا ڪن ٻين معنائن سان سنڌيءَ ۾ به ڪي اکر ڪم ايندا آهن. جيئن ته 'الف' سڌي سڪٽي يا ناڻکي چون ۽ الله جي به نشاني آهي.

اکر پڙهه الف جو ٻيا ورق سڀ وسار

ميم جي معنيٰ رمز يا ڳجهو جيئن ته ميم ۾ ڳالهائڻ ۽ ميم جي معنيٰ محمد پيغمبر به آهي.

ميم رکو من ۾ الف تنهن اڳيان
اوڏو ٿي الف ڪي من گڏيئين سين، ميم

قاف جي معنيٰ جبل آهي جيئن ته

ڏونگر ڏکي ڪي قاف ته ڏيـن ڪو

۽ ڪاف پيچ ۽ ور وڪڙ نو ڏيکاري

سندو ڪا ڪل ڪاف ساري معزورن ڪي

۽ لام الف يا ه جي معنيٰ آهي. هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائڻ يا ٻڪ وجهڻ.

ڪاتب لکي جيئن ه ٿي ه م الف سين
اسان سڄڻ تيئن رهيو آهي روح ۾

'واو' جي معنيٰ هوا. 'دال' جي معنيٰ ڪاڻي جي دال. 'عين' جي معنيٰ وچ يا خاص جيئن ته عين چوري ڪرڻ جي وقت ماڻهو اچي مٿان پيو.

سوئي عين عذاب سوئي راحت روح جي
ڪو اُنھ قريبن جو عين تڙڻ آهه

---

(١) يعني چوٽي يا چوٽو جنهن کي تاج چوندا آهن.

لام جي معنيٰ ٿاري، ۽ اڃهو، ۽ ڏيکهه.

لڳيس جنهنجي لام سو دوست دلاسا منجهي

تنهن کان سواءِ پارسيءَ ۾ اکرن سان شاعر مشابهتون به ڏيندا آهن. جيئن سنئين قد کي "الف" سان ۽ ڏنگي قد کي "د" سان سنهڙي چپڙي کي "ميم" سان يا نقطي سان، ڏندن کي "سين" سان، زلفن کي "جيم" سان.

هاڻي ابجد جي حساب بابت ذڪر ڪبو، جو پارسيءَ ۾ ۽ هاڻ سنڌيءَ ۾ به گهڻو ڪم ٿو اچي. الف بي جا سڀ 'حرف' ترتيب وارا جيئن اصل هئا تنهجا گڏي ڪي لفظ ٺهرايا ويا، جي سڀ لفظ معنيٰ وارا آهن. اهي هي آهن. ابجد، هوز، حطي، ڪلمن، سعفص، قرشت، ثخذ، ضظغ. انهن سان پهريان نو اکر ترتيب وارا نون تائين ايڪا ٿا ڏيکارين، تنهن کان پوءِ پيا نو، ڏهاڪا ٿا ڏيکارين سؤ تائين ۽ باقي رهيل نو سو ٿا ڏيکارين هزار تائين. پارسي پ، چ، ژ ۽ گ حساب ۾ ب، ج، ز ۽ ڪ وانگي شمار ڪبا. ساڳيءَ طرح سنڌيءَ جا نجا اکر اکرن جي صورتن موجب حساب ڪبا يعني ٻ، ب وانگي، ٺ، ت وانگي، ڃ، ج وانگي ڊ ڏ، د وانگي، ڳ، ڪ وانگي ڙ، ر وانگي، ڻ، ن وانگي. باقي جن اکرن ۾ ھ جو آواز آهي سي ھ سان گڏ شمار ڪبا جيئن تہ ڌ = دھ، ڀ = بھ، ک = ڪھ، جھ ۾ اڳئين ج ۽ ھ آهي، ساڳيءَ طرح گھ ۾ اڳئين گ ۽ ھ آهي، انهيءَ طرح.

اهو بيان انهيءَ لاءِ آندو ويو آهي تہ ابجد جو حساب ڪتابن ۾ گهڻي ڪم ٿو اچي. ظاهر انڪن ڏيڻ جي بدران اهڙا بامعنيٰ لفظ يا جمع يا آيتون يا شعر ٿا ڏجن جن مان اکرن جي ملهه پڙهڻ ۽ جملي ڪرڻ سان گهربل تعداد موجود ٿئي ٿو. ڪي ڪي تہ اوچتو اهڙا عجيب لفظ ۽ جمع ايندا آهن جو حيرت لڳي ويندي آهي.

جيئن پارسي شعر جا نمونا ۽ بحر ۽ علم بدايع جون صنعتون سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم اچن ٿيون ۽ علميت جو نشان شمار ڪيل آهن، تيئن هي ابجد جو حساب بہ شمار ڪيل آهن. اڪثر ماڻهن يا ڪتابن جا نالا اهڙا رکڻ ۾ ٿا اچن جن مان انهن جي ڄمڻ يا ٺهڻ جو سال ٿو نڪري، يا وفات جو سال، يا ڪنهن شاهي عمارت يا مسجد يا پل جي جڙڻ جو سال وغيره ڪتابن ۾ ڏنل آهي ۽ وقت بوقت ڏجي ٿو. انهن جو ڄاڻڻ ۽ عبارت آرائي ۽ مضمون نويسيءَ جي هنرن مان بلڪل ضروري ليکجي ٿو اگرچہ انهيءَ حساب جا ڪي قانون بہ ڏنل آهن، مگر انهن جي بيان ڪرڻ جو هتي ضرور ناهي. ڪي ٿورا مثال ڪافي آهن.

مخدوم لعل شهباز قلندر سيوهڻ واري جي وفات جو سال لفظ "رحمت" مان نڪري ٿو، يعني ٦٤٨ هجري. ۽ مخدوم نوح هالن واري جو لفظ "فيض حق" مان. يعني سنہ ٩٩٨ هہ. مير بجار خان جي مارجڻ جو سال، "حاجي شهيد خنجر"

يعني سنه ٩٤ ١ ١ هه • حجاج بن يوسف، جو مشهور ظالم ٿي گذريو آهي، تنهنجو سال لفظ ”ابليس“ مان ٿو نڪري، يعني سنه ١٠٣ هه • شمس تبريزيءَ جو سال ”شمس الدين“ يعني سنه ٦٤٣ هه •

بابر بادشاهه ڇهين تاريخ محرم مهيني جي ڄائو هو ۽ هنجي ڄمڻ جو ”شش محرم“ ڪڍيو اٿن يعني سنه ٨٨٨هه ۽ ’يادگار ميرزا‘ صفر مهيني ۾ مارجي ويو، تنهنجو سال ”شهر صفر“ مان ٿو نڪري يعني سنه ٧٧٥هه • همايون بادشاهه جي ڇت تان ڪرڻ ۽ مرڻ جو سال، ”همايون بادشاهه از بام افتاد“ يعني ٩٦٢هه • امام حسين عليه السلام جي شهادت جو سال ”اي واءِ هاءِ هاءِ“ يعني سنه ٦٠هه • نادرشاهه جي ڪيل دهليءَ جي ڪوس جو سال، ”دهلي خراب شد“ يعني ١٢٥٦هه • راجا رنجيت سنگهه جي وفات جو، ”خورشيد جهلم پنجاب“ سنه ١٢٥٦هه ۽ شير سنگهه جو، ”شير عادل شير سنگ“ سنه ١٢٦٠هه • هاڻوڪي جنگ هلندڙ جو هجري سال سنه ١٣٣٤هه، ”عالم تمام تباه شد.“

مٿي ڏنلن اکرن جي معنيٰ ڪان سواءِ ڪي اکر آهن جي ٻوليءَ جي جملن ۾ حرفن وانگي معنيٰ سان ڪم ايندا آهن ۽ انهن مان ڪي ’حرف جر‘ آهن، ڪي حرف جملو، ڪي ’حرف ندا‘ ۽ ڪنجا پيا نالا ۾ آهن • مثلاً ’الف‘ پارسيءَ وانگي ’ندا‘ جي معنيٰ سان يعني سڏڻ جي ڪم ايندو آهي اسم جي پٺيان اٿو سان، جيئن ته خدا، يا، ڇوڪرا، ڪتا، يعني اي خدا. اي ڇوڪرا، اي ڪتا، ۽ ڪٿي فعل يا اسم جي پٺيان زايد ايندو آهي، خاص شعر ۾ قافيءَ جي لاءِ ۽ ڪڏهن پٺيانس ’هه‘ ۾ آڻيندا آهن • جيئن ته ڪريجا، وڃيجا، يا، ڪريجاه، وڃيجاه، محمدا، زلغا. ۽ ڪٿي پارسيءَ وانگي فاعليت جي ۾ معنيٰ ڏيندو آهي، جيئن ته دانا، بينا • ٻن لفظن جي وچ ۾ سيلاپ جي ۾ معنيٰ ڏئي ٿو جيئن ته دما دم، سرامر، سراپا • اهو ڪڏهن ڪڏهن ڦري وا و ٿيندو آهي • جئن ته بروبر، سروسر، ”آ“ جي معنيٰ سنڌيءَ ۾ ”نه“ ۾ آهي جئن ته آملهه يعني اڻ ملهه، آڏل يا اڏر، يعني نه ڏرندڙ، آمر يعني نه مرندڙ • خراب جي ۾ معنيٰ اٿس جئن ته آوير، آجايو، آياڳو • ”ب“ جي معنيٰ ٻه آهي پارسي وانگي ۾ الف وانگي ميلاب ۾ ٿي ڏيکاري جئن ته دمبدم، سربسر، دربدر، ۽ تاڪيد ۾ جئن ته تازه بتازه، نوبنو، جا بجاءِ • ”ب“ جي معنيٰ هڪ جي ٻيڻ • ’ت‘ مشهور حرف جملو يا حرف بيان • ’ج‘ جي معنيٰ جئن، لاڙ ۾ ۽ شاهه جي رسالي ۾ • ’ڇ‘ جي معنيٰ ٽن جي ٻيڻ • ’ڙ‘ يا ڙي يعني اڙي يا اي سڏڻ لاءِ حرف ندا وانگي ڪم ايندو آهي • ’س‘ جي معنيٰ چڱو آهي جئن ته سڪتڙ، سوانيو، سڀاڳو، سجايو، سوير، ’ش‘ پارسيءَ وانگي حاصل المصدر جي ۾ نشاني ٿي ڪم ايندي آهي • جئن ته آزمائش، ڪوشش، بندش، بخشش • ’ڪ‘ تم جي معنيٰ سان سنڌيءَ ۾ ڪم اچي ٿو پارسيءَ وانگي ۽ ”يا“ جي ۾ معنيٰ ڏيندو آهي، جئن ته

”هي ڪ هو“، ۽ ڪ جي معنيٰ ”ري“ جڻ ڪمهلو، ڪسا ڪي. ”م ۽ ن“ نفيءَ يا انڪار جي معنيٰ سان ڪم ايندا آهن. جڻ تہ ”م ڇڏ“، نہ وڃ، نڪار، نڪمو، نستو. م ضمير متصل ۾ ۽ مرڪب فعل ۾ متڪلم جي معنيٰ بہ ڏيندو آهي، جڻ تہ سندم، اٿم. پڇاڙيءَ ۾ م مونث جي بہ نشاني آهي پارسي وانگي جڻ تہ بيگم- بيگم، خان- خانم. مَ ۽ مِ ۽ مُ عربيءَ لفظن ۾ جاءِ ۽ اوزار ۽ فاعليت جي معنيٰ سان ڪم ايندا آهن ۽ ساڳيا لفظ سنڌيءَ ۾ بہ ڪم ايندا آهن، جڻ تہ مَسجد، مَڪتب، مَدرسہ. مِضراب، مِقياس، مِفتاح، مُدرس، مُصاحب، مُنادي. ۽ لہ عجب يا تاڪيد بہ ڏيکاري ٿو، خاص سوال وارن حرفن سان، جڻ تہ ڪهڙو نہ چڱو! ڇو نہ اٿين هجي.

”و“ پارسيءَ وانگي ۽ جي معنيٰ سان ڪم ايندو آهي، خاص ڪري پارسي لفظن جي وچ ۾، جيئن تہ دل و جان- راتو ڏينهن- آمد و رفت- خريد و فروخت. شب و روز. ۽ حرف ۽ فعل سان پڇاڙيءَ ۾ جمع حاضر جي بہ معنيٰ ڏيندو آهي. جڻ تہ ڪيوَ. سندو. واو زائد بہ آهي جڻ تہ ليڪن و ليڪن 'ي' فعل جي زمان ۾ ڪم ايندو آهي مثلاً مجهول زمان مضارع ۾ واحد غائب لاءِ جڻ تہ ڪري وڃي، ۽ معروف حرف سان يا ماضيءَ ۾ واحد حاضر لاءِ، جڻ تہ ڪيئي، سندئي وغيره. تنهن کان سواءِ پارسيءَ وانگي ي صفت مان ذهني اسم ذات جي بہ نشاني آهي جا پڇاڙيءَ ۾ ايندي آهي، جڻ تہ نيڪ- نيڪي، صفا- صفائي. بعضي پارسيءَ وانگي ي بدلجي الف ٿيندي آهي، جنهن کي ”الف امالہ“ چوندا آهن جيئن تہ رڪاب- رڪيب، ڏاج- ڏيجو. ي نسبت بہ ڏيکاريندي آهي، جيئن تہ عرب- عربي. سنڌ- سنڌي، محمدي، عيسوي.

مٿي اکرن جو بيان ڏنو ويو آهي جنهنکي حرف چون ٿا. حرف ٻن قسمن جا آهن. يا ”حروف تهجي“ آهن، يعني الف بي وارا ڇڙا اکر، يا حروف معنوي آهن، يعني جنجي ڪا معنيٰ آهي. انهن جو بہ ذڪر مٿي ڪيو ويو. پر اهي سڀ 'حرف' مفرد آهن. 'حروف مرڪب' حرفن جي مجموعي کي ٿو چئجي، جنهنجو ٻيو نالو آهي لفظ، جي لفظ ٻن حرفن مان ٺا جڙن تنکي ”ثنائي“ ٿا چون يعني دو حرفي، جيئن تہ بد، در، من. ٽہ حرفي لفظ(١) 'ثلاثي' ٿا چون، جيئن تہ هوش طرز، جلد. چار حرفي لفظ کي(٢) 'رباعي' ٿا چون، جيئن تہ بهتر، صندل، مندر. پنج حرفي لفظ کي(٣) 'خماسي' ٿا چون جيئن تہ اقبال، بهتري، تعليم. پنجن کان مٿي اکرن

---

+ عربيءَ ۾ تثنيہ معنيٰ ٻہ يعني ٻہ اکر.

(١) عربيءَ ۾ ثلاث معنيٰ ٽي يعني ٽہ اکرا.

(٢) عربيءَ ۾ اربعہ معنيٰ چار يعني چار اکرا.

(٣) عربيءَ ۾ خمس معنيٰ پنج يعني پنجہ اکرا.

واري کي يعني شش حرفي، هفت حرفي ۽ هشت حرفي وغيره کي عربي وارا 'مزيد فيه' ٿا سڏين جيئن ته سرڪاري، ترنجبين، افراسياب، وغيره.

هاڻي انهن مرڪب حرفن مان گهڻائي آهن، جنکي خاص نالا مليل آهن ۽ اگرچه لفظ يا ڪلما آهن تڏهن به انهن کي حرف سڏيندا آهن، جيئن ته حرف جر، حرف جملو، حرف ندا، جي سنڌيءَ ۾ عام آهن، مگر ٻيا به ڪيترائي اهڙا حرف آهن جن جا نالا سندن معنيٰ موجب علحدا آهن. اهي سڀ جملن ۾ ڪم اچڻ ڪري نحو ۾ داخل ڪيا ويا آهن. انهن مان ڪي ٿورا، جي سنڌيءَ ۾ به ڪم اچن ٿا، سي هتي ڏجن ٿا.

"با" پارسيءَ وانگي ساڻ جي معنيٰ سان ڪم ايندو آهي، جيئن ته باوجود، باادب، باعقل، باڪمال. ۽ اهڙي هنڌ ضد آهي 'بي' جو جنهنجي معنيٰ ري آهي، جيئن ته بي ادب، بي عقل، بي سبب. "نا" جيئن ته نافرمان، نااميد. 'ڪم' عقل، جيئن ته ڪمبخت، ڪم عقل، ڪم فهم. ۽ "لا" جيئن ته لاشڪ، لاثاني، لاچار، لاحاصل، لاعلاج، لاوارث.

"تا" جي معنيٰ جيسين به آهي ۽ ته به آهي جيئن ته "گهڙو پڪو تا گهوريو". "تا" جو هيءُ گڏيل وچي ظاهر ٿي. هتان وٺي تا هن هنڌ تائين. "تاڪه شود". هن کي 'حرف انتها' به سڏيندا آهن.

"در" پارسيءَ ۾، يا منجهه جي معنيٰ سان ڪم ٿو اچي ۽ سنڌيءَ ۾ پارسي لفظن سان گڏ اچي ٿو، جيئن ته در حقيقت.

"بر" به ساڳيءَ طرح مٿي جي معنيٰ سان ڪم اچي ٿو، جيئن ته برجا، برجسته، فرمان بردار، بر گشته.

انهن کان سواءِ پارسي حرف ٻيا به گهڻا آهن جي سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا جيئن ته يا، اي، بلي، نا، مگر، بغير، واهه. وغيره جي اڪثر حرف جر يا جملو يا ندا شمار ٿيندا آهن.

ٻيا ڪي خاص حرف مثالن سميت هيٺ ڏجن ٿا، جن مان ڪي جدا جدا ضميرن يا ظرفن يا صفتن سان ڪم ايندا آهن يا خود آهي شمار ۾ آهن، مگر آهن فقط انهن جون نشانيون.

"حرف استفهام" يعني پڇا جا حرف. ڇو، ڇا، ڪير، ڪهڙو، ڪهڙو، ڪوهه، ڪٿي، ڪيڏي، ڪٿان، ڪيئن.

ڪي قسم 'استفهام انڪاري' سڏبا آهن، يعني ظاهري معنيٰ سوال جي آهي ليڪن باطني معنيٰ نه جي آهي. جيئن ته ائين وري ڪيئن هوندو؟ يعني ڪونه هوندو. اهڙو ڪم ڪير ڪندو؟ يعني ڪونه ڪندو.

پارسي حرف استفهام "چند ۽ ڪجا" به سنڌيءَ ۾ ڪم ايندا آهن، جيئن ته
تون ڪجا آهين؟ چندين قسم.

(٢) 'حرف تشبيهه' جيئن ته وانگي مثل، جان جڻ ته گويا، پارسي لفظ 'وار'
جيئن ته شرحوار(١) بزرگوار، بنده وار، تاريخ وار. ۽ 'وش' جيئن پري وش ۽
'چون ۽ چگو نه' جيئن ته بي چون ۽ بي چگون ۽ 'وند'. جيئن خداوند خويشاوند(٢).
۽ 'سار'، جيئن خاڪسار(٣) سبڪسار سنگسار به سنڌيءَ ۾ ڪم ايندا آهن. 'گونه'
جيئن ته گلگونه(٤)، 'زردگونه'.

(٣) 'حرف شرط' جي- جيڪڏهن، اگر، اگرچه، جيتوڻيڪ، جڏهن، جيترو ڪ،
جيڪر، هرچند، مگر.

(٤) 'حرف بيان' ته، تا، جيئن هن چيو ته آءٌ وڃان ٿو.

(٥) 'حرف علت' (سبب)، ڇالاءِ ته، سو ڪو ته، ڇو ته، ڇاڪاڻ جو،
تنهن ڪري، تنهن لاءِ، انهيءَ لاءِ.

(٦) 'حرف تمنا' (سڌ)- شال، شل، مر، پل، پلي ته.

(٧) 'حرف تحسين' شاباش، واه، واه واه، مرحبا، جس(٥)، زهي.

(٨) 'حرف افسوس' هاءِ، واءِ، واويلا، واحسرتا، وامصيبتا، آهه! وغيره.

(٩) 'حرف استثنا' يا ترديد (جدائي يا نياري ڳالهه)- سواءِ، ڌارا، مگر، بغير،
بجز، الا، پر، ليڪن، يا، خواه.

(١٠) 'حرف اضافت' (واسطو پيدا ڪندڙ يا ملڪيت ڏيکاريندڙ): جو،
جا، سندو.

(١١) 'حرف عطف يا معيت' (ميلاپ): ۽ ٻه، پڻ، هم، بلڪ.

(١٢) 'حرف تنبيهه' (تاڪيد): خبردار، سنڀال، چيت، هان، هون، هرگز، متان.

(١٣) 'حرف نسبت': آنه يا آنو ۽ اڻو، جيئن ته شاهه، شاهانه، شاهاڻو، مرد،
مردانو، ساليانه، ماهيانه. اينه يا اينو جيئن ته پشم، پشمينه، پشمينو. روز، روزينه،
روزينو. آڪ جيئن ته خوراڪ، پوشاڪ، (يعني کاڌي ۽ ڪپڙي سان نسبت رکندڙ،
اگرچ سنڌيءَ ۾ اهي لفظ اسم وانگي ڪم ايندا آهن.) وار جيئن ته شاهوار،
ماهوار. آن جيئن ته ايران، توران.

---

(١) يعني شرح موجب، تفصيلوار.

(٢) يعني مالڪ مت.

(٣) يعني هلڪو.

(٤) گل جي رنگ جهڙو يا ڳاڙهو ۽ زرد رنگ جو يا پيلو.

(٥) يعني واهه واهه.

(۱۴) 'حرف شڪ': جيئن تہ شايد، متان، مبادا. انهن ڪان سواءِ باقي جيڪي آهن تن مان ڪي حرف ندا، ڪي حرف جر ۽ ڪي حرف جملو آهن، مگر هلندڙ دستور موجب سهوليت لاءِ مٿيان سڀ حرف زور ڪري هنن ڇهن حرفن هيٺ آڻي ڇڏيندا آهن. ساڳيءَ طرح عربيءَ ۽ پارسيءَ وارا ڪن ظرفن ۽ ضميرن جي لفظن کي بہ حرف ڪري شمار ڪندا آهن. جيئن تہ حرف تميز، حرف ظرف، حرف مبهم، حرف اشاره، حرف اشتراڪ، يعني جو حرف شراڪت يا ڀائيواري ڏيکاري يا مشترڪ ۾ ڪم اچي حرف استفهام.

مٿين حرفن کان سواءِ ڪي اهڙا حرف يا لفظ يا نشانيون آهن، جي اڪثر پڇاڙيءَ ۾ اچن ٿيون ۽ ڪي خاص معنائون ڏيکارين ٿيون. جيئن تہ:

(۱۵) 'صاحب يا فاعل يا رکندڙ جي معني ڏيکاريندڙ': گار، مند، وند، ور، گر، آر، آور، وار، آرو يا وارو، خدا، يار، هار، دار، بان، وان، ناڪ، گين، چي. جيئن تہ: پروردگار، خدمتگار، ستمگار، شيشگر، دادگر، عقلمند، هنرمند، دردمند، دردوند، خريدار، پرستار، بختاور، تاجور، مزدور، رنجور، ڏاتار، ڪنبار، لوهار، مگنهار، سونارو، ڪمدار، تاجدار، مالدار، خدايار، بختيار، ڪتخدا (ڪت يا گهر وارو) ناخدا (يعني ناءَ يا ٻيڙيءَ وارو) دربان، نگهبان، فيلبان، چوبدار، پهلوان، بنديوان، هيبتناڪ، خوفناڪ، غمگين، رنگين، شوقين، خزانچي، مشعلچي.

(۱۶) 'جاءِ يا گهڻائي ڏيکاريندڙ': ستان، زار، بار، سار، سيرا، خانہ. جيئن تہ هندوستان، گلستان، گلزار، لالا زار، خاڪسار، ڪوهسار، نمسڪار، دربار، مهمانسرا، قافلہ سرا.

(۱۷) 'آوازي حرف يا لفظ': جي لفظ آواز مان ٺهيا آهن، ۽ ڪنهن ماڻهوءَ يا جانور يا ڪنهن ٻي شيءِ يا ڪنهن ڪم جو آواز ٿا ڏيکارين. جيئن تہ ٺڪٺڪ، ڀوُن ڀوُن، مياءُ مياءُ، ٽيڪلو ٽيڪلو.

## ديباچي ۽ باب پهرئين جا سوال

صرف جي ۽ نحو جي لغوي ۽ اصطلاحي معني ڪهڙي آهي؟ انهن ٻنهي جو پاڻ ۾ ڪهڙو واسطو آهي ۽ اهي ڪهڙو ڪم ڪن ٿا؟ جيڪا ڳالهائجي ٿو سو ڪهڙن قسمن جو آهي؟ موضوع ۽ مهمل، حقيقي ۽ مجازي ۽ اصطلاحي لفظن جو مطلب سمجهايو ۽ مثال ڏيو. مفرد ۽ مرڪب جو تفاوت ٻڌايو، ۽ انهن جو مطلب ۽ مثال ڏيو. ڪلمہ ۽ ڪلام جي معني ڇا آهي؟

الف ب، جي اکرن جي گڏ ٿيڻ جو تفصيل ڏيو، ۽ انهيءَ جي بناوت جا جزا بيان ڪريو. حرف ۽ لفظ جي معني ڇا آهي؟ حرفن جي جدا جدا تقسيم ٻڌايو.

منقوط ۽ غير منقوط، يا معجم يا مهمل اکر ڪهڙا آهن؟ مسروري، ملفوظي ۽ مڪتوبي حرف ڪهڙا آهن؟ عليل ۽ صحيح يعني بيمار ۽ چڱا ڀلا حرف ڪهڙا آهن؟ حرڪتون يا اعراب ڪيئن پيدا ٿيا؟ الف مقصوره ۽ همزه جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ مخرج موجب حرفن جا ڪهڙا قسم آهن؟ شمسي ۽ قمري حرفن جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ حرفن جون ترڪيبي ۽ منفردي صورتون ڪهڙيون آهن؟ معرب ۽ معجم حرف ڪهڙا آهن؟ انهن جا مثال ڏيو. تبديل ڇا کي ٿا چون؟ انهن جا ڪي ضروري قانون ٻڌايو. حرف علت وارن ٽن حرفن جي جدا جدا آوازن يا صورتن جو تفصيل ڏيو. جي حرف صحيح آهن، تن جي تبديل جا ڪي مثال ڏيو. الف ب جي حرفن جي ڪا لغوي معنيٰ هجي ته ٻڌايو، ۽ اصطلاحي معنيٰ هجي ته اها به ٻڌايو. ابجد ڇا کي ٿا چون ۽ انهيءَ جي ترتيب ڪيئن جڙي؟ ابجد جو حساب ڪهڙو آهي ۽ آهو ڪهڙي ڪم ٿو اچي ۽ ڪيئن ڪم ٿو اچي؟ ڪي مثال ڏيو. سنڌيءَ ۾ الف ب جا اکر لکپڙهه ۾ ڪهڙين معنائن سان ڪم اچن ٿا؟ انهن جا مثال ڏيو. حروف تهجي ۽ حروف معنويءَ جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ڪهڙين حالتن ۾ صرف نحو ۾ لفظن کي حرف ٿا سڏين؟ مرڪب حرفن يا حرفن جي مجموعن جا ڪهڙا قسم آهن؟ هرهڪ جا مثال ڏيو. حرف جر، جملي ۽ ندا کان سواءِ، ٻيا ڪهڙا پارسي صرف نحو جا حرف سنڌيءَ ۾ ڪم ايندا آهن؟ انهن جا نالا ۽ مثال ڏيو. انهن مان ڪهڙا لفظن جي منڍ ۾ اچن ٿا ۽ ڪهڙا ڇاڙيءَ ۾ ۽ اهي ڪهڙيون معنائون ٿا ڏيکارين؟ ڪهڙيون نشانيون فاعليت جي معنيٰ ڏيون ڏيکارين، ۽ ڪهڙيون ڪثرت ۽ جاءِ ڏيون ڏيکارين؟ انهن جا مثال ڏيو.

**اشارو:** مٿين سوالن جا جواب مٿين باب ۾ لکيل مضمون پڙهڻ سان ڏئي ٿا سگهجن.

## مشقون

(۱) هيٺين ٻٽن لفظن مان ڪهڙا مهمل يا بي معنيٰ يا زائد آهن؟

آقي باقي، اکڙ چڪن، اکو قلو، آل جال، ماڻهو چيڻو، آلو پولو، ايڪڙ ٻيڪڙ، ٻانهو چينهو، ٻوڙي گهل، خبر چار، موڙ جڪ، تور تڪ، آگهٽ ساگهٽ، آنيارو مانيارو، آمهون سامهون، انگڙ ونگڙ، آنڊ مانڊ، لپو ٿپو، خرچ پکو، نڪر نيرو، شيءِ شڪل، وڻ ٽڻ.

هيٺين لفظن مان سنڌيءَ ٻوليءَ جي رواج موجب ڪهڙا بي معنيٰ يا زائد لفظ ڪم ايندا آهن؟

ماني، اوڳهه، آنڊ، ٻاسو، حيلو، ٻٽ، ٻنبي، موٽ، آٽل، سمجهي، طعنو، صلح، چپ، گاڏر، مائل، ليٽ، انعام، آزي، مصالح، ٿانءَ، ٻن، ملو، گهور، ٻکي، ڇٽ، فلاڻو، زال، مٽا، واڻيو، ذات، ڇنڇ. ڪٽل.

(٣) هيٺين لفظن جي ڪهڙي اصلي يا لغوي يا حقيقي معنيٰ آهي ۽ ڪهڙي اصطلاحي معنيٰ ڪم ايندي آهي؟

پڻڪ، جناب، حوصلو، غصو، سبب، بندو، وڏائڻ، گل، سڪالو، گهوڙو، مقام، مڪان، ورق، ضعيف، عادت، معيوب.

(٤) هيٺين لفظن مان مفرد ڌار ڪريو ۽ مرڪب ڌار، ۽ جي مرڪب آهن تن جي ترڪيب ٻڌايو، يعني ڇٽو ته ڪهڙن ٻن لفظن مان جڙيل آهن، ۽ جي مفرد لفظ ڪنهن بنيادي لفظ مان نڪتل آهن ته آهو اصل لفظ به ٻڌايو.

آڪڙيو، آڏڪوري، آرتوار، اڪيلاڙي الاجي، اڳڪٿي، اڳ ڪٿي، بارڪش، جملو آمڙو، بانڪار، بغل ٿيلهو، تنگدست، ڀوتاڙو، چانگهو، ڏسٽي، پاڳيري، متيراڻي، پوميو، ڏرتي، پون پاڙو، تماشه بين، تنخواهه، تندرستي، نماڻ، ڏانداري، ڏياري، ڏيوالو، ساٿي، ستاواڙو، سڙيا، ڏيالٽ، داغدوزي، پراپڪاري، پٽيوال. پروس، چوڏول، سرخرو، سنگتراش، شهر محل، صدري، گاودم، گوشالا، ڪاٺ ڪٺو، ڪاڀارڻ، گهڙانجي، لاسڙيات، ڪانڌي، لانگوٽيو، مچرداني.

(٥) هيٺين لفظن ۾ جيڪي حرف علت ڪم آيل آهن انهن جا نالا ٻڌايو.

آدم، بادام، موذي، سوچڙو، پيشڪ، باالفضول، ذوالحج، ذوالقعد، خود باف، خوشخبري، حتي المقدور، علي الصباح، علي الحساب، لبيس، خوشامد، معنيٰ، دعويٰ، نماز.

(٦) هيٺين اکرن مان ٻڌايو ته شمسي ڪهڙا آهن ۽ قمري ڪهڙا، يعني آل ملائڻ سان ڪهڙن ۾ لام جو آواز ٿئي ٿو ۽ ڪهڙن ۾ نٿو ٿئي؟ ر، س، د، ل، ڪ، ج، ح، ص، ن، ب، و.

(٧) هيٺين غلط آوازن وارا لفظ صحيح ڪريو ۽ انهن جا سبب ڏيو.

دارلدنيا، قطبل دين، بديعلجمال، زيبلنسا، عللصباح، زينلسماء.

(٨) هيٺيان لفظ تبديل جي رستي ڪهڙي ڪهڙي صورت وٺي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم اچن ٿا؟

اڙدر، فضولي، قربان، ستير، سيلاني، ڪيسو، خشخاش، ڪفن، نر، لُغتي، لغام، لوڻ، پشت، پنجره، جش، چرم، دُم، خُم، دربان، ديوڙهي، ڪان، گياه، ماش، ناوگيل، آڙنا، آنتيس، آسگار، بارا، بچانا، برچي، بلورنا، بوتي، بيدن، مرهم، مختيار، بياهو، بيپار، پرونا، ٽڪري، تاڪا، جامن.

(٩) هيٺين غلط صورتخطيءَ درست ڪريو:

بدماش، استيفا، موسا، معنا، بدخاهي، ڪرنش خيشي، خدانخاستم، خشامد، ابلقاسم، فلحال، بلمقطعي، فلحقيقت، بلفضول، تنخاه، سايو، نارو، مارڪو، ساف، لال، نفو، مامِلو، نظامدين.

(١٠) هيٺين لفظن مان ابجد جي حساب سان تاريخ جو سال ڪڍو.
هيٺين ڪتابن جا نالا آهن جن جي نالن مان سندن تصنيف جو سال ٿو نڪري
گلزار عروض، تاريخ، بقائي، تحفتہ مذاق- چمن مختيار.
هيٺيان نالا پارن جا آهن جن جي ڄمڻ جو سال سندن نالن مان ٿو نڪري.
سيد غلام محبوب سبحاني، سيد نظر علي، مرزا نظام الدين، شيخ منور حسين، تفرج خان.
هيٺيان وفات جا سال آهن: هي هي غريب بيڪس، انتقال خان صاحب.
انهن سڀني جا سال ٻڌايو- سڀني مان هجري سال ٿو نڪري.
(١١) هيٺين پارسي حرفن سان ڪهڙا لفظ مرڪب ٿي سنڌيءَ ۾ ڪم ايندا آهن.
۽ انهن جي ڪهڙي معني آهي؟ ۽ ساڳيءَ طرح هيٺين سنڌي حرفن ۽ لفظن سان
ڪهڙا مرڪب لفظ آهن؟

پارسي: بد، بر، بي، خود، خوش، سر، دست، هم، نا، ڪم ۽ لا.
سنڌي: اڻ، آ، ن، مها، نر، هٿ، وات، ۽.

(١٢) هيٺ جيڪي حرف ڪم آيا آهن، سي ڏيکاريو ۽ انهن جا نالا ٻڌايو،
۽ ڏيکاريو ته اهي ڪهڙي معني ٿا ڏيکارين؟
اڳڪٿي، سزاوار، شمعدان، ڪم وندر، ڪمانگر، پراپڪاري، تپيدار، پٽيوال،
پرديس، ڦٽيگر، چاريندار، پروس.

## ضميمو

### پهرئين باب جي مشقن جا جواب

انهن ٻٽن لفظن مان هيٺيان لفظ بي معني يا زايد آهن: آڻي، اڪن، ڦلو، آل،
ماٺهو، آلو، پيڪڙ، چيٺهو، گهل، چار، جڪ، تڪ، ساڳٽ، آنيارو، آمهون، انگڙ،
آنڊ، لپو، پکو، ڦيرو، شڪل ۽ ٺڻ.
٢- مالي نڪي، اوگهہ سوگهہ، انڊ ڊنڊ، اوسو پاسو، حيلو حوالو، پٽ پٽيهر،
ٻني ٻارو، اوٽ موٽ. آٺل پٺل، سمجهي اسجهي، طعنو تنڪو، صلح صلاح، چپ چاپ،
ڪُپ چُپ، گڏڙ ساڏڙ، گهائل مائل، ليٽ ڦيٽ، انعام اڪرام، آزي نيازي، مڙو مصالحو،
ٺانڊ ٺپو، پسن پوڏو، ملو موراڻو، گهورگهاپار، ٻکي ٻکڻ، چٽ ٻٽ، فلاڻو ڦيرو،
زال زنب، زال ضاعفا، مٺا سٺا، واٽيو وڪال، ذات زمات، ڇچ ڏچ، گل ڦل.
٣- 'ٻوڪ'=اصل عربي لفظ 'بوق' آهي، جو بصر جي وچ ۾ گلن جهلڻ جي
سخت ڏاڍي آهي، جا ڪانئڻ ۾ نہ ايندي آهي ۽ نڪمي ڄاڻي اڇلائي ڇڏبي آهي.
اصطلاحي معني نڪمو، بيعقل، نادان.

'جناب'=عربي لفظ، اصل معنيٰ چانئٺ. ادب جي ڪري وڏي ماڻهوءَ جي گهر يا در ڏي اشارو يعني خود انهيءَ ماڻهوءَ ڏي اشارو. اصطلاحي معنيٰ سڪر يا شريف يا امير ماڻهو.

'حوصلو'=اصل عربي لفظ. حوصلہ جي معنيٰ پکيءَ جي ڳُجهي؛ جنهن ۾ ڇڪيل داڻو هضم ٿيندو آهي. اصطلاحي معنيٰ سمجهه يا سمجهڻ جي طاقت. سنڌيءَ ۾ به چوندا آهن ته فلاڻو ڳجهيءَ وارو ماڻهو آهي. حوصلي مان لفظ حواصل به نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ عربيءَ ۾ آهي پيڻ پکي، جنهن کي تمام وڏي ڳُجهي ٿيندي آهي.

'غصو': اصل عربي لفظ. غصي جي معنيٰ نڙيءَ ۾ اٽڪڻ، جئن گراهه ڦاسي پوندو آهي. اها حالت ماڻهوءَ جي ڏک ۽ انتظار ۽ ڪاوڙ ۾ ٿيندي آهي. عربيءَ ۽ پارسيءَ ۾ اصطلاحي معنيٰ آهي ڏک، پر سنڌيءَ ۾ ڪاوڙ آهي.

'سبب': اصل عربيءَ ۾ معنيٰ اٿس رسو، جو هڪڙو اوزار يا آپاءُ آهي، کوهه مان پاڻي ڪڍڻ جو يا پيڻ کمن ڪرڻ جو يا جهلي بيهڻ جو. اصطلاحي معنيٰ ٿيس آپاءُ يا وسيلو يا ڪارڻ ۽ جمع اٿس اسباب.

'بندو': اصل پارسي، بنده معنيٰ ٻانهو. نياز جي ڪري اصطلاح موجب ڳالهائيندڙ يا لکندڙ پاڻ کي ٻانهو ڪري لکندو آهي، يعني آءٌ.

'وڌائڻ': اصل سنڌيءَ ۾ معنيٰ زياده ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ آهي ديڳڙي مان چانور، پوڙ وغيره ڪڍي رڪابيءَ ۾ وجهڻ. جنهنڪري بسم الله چوڻ سان، انهيءَ ۾ برڪت پوي ٿي ۽ ٿورو مال گهڻو ٿي پوي ٿو.

'گُل': اصل معنيٰ ڦُل جي آهي، اصطلاح جي معنيٰ آهي ڏيو يا بتي اُجهائڻ. اهو خراب ڪم سمجهيل آهي، تنهنڪري انهن جي بدران چڱو لفظ ڪم آندو ويو آهي، ۽ اُجهائڻ سان بتيءَ جو ڦلو ٿيندو آهي ۽ ڦل کي 'گل' چون.

'سڪالو': اصل معنيٰ سک وارو يعني خوش، چڱو ڀلو، پر اصطلاحي معنيٰ اٿس بيمار. خراب لفظ جي بدران چڱو لفظ ڪم آڻيندا آهن، جيئن ته 'ڪاري منهن ڪرڻ' کي چون 'اڇو منهن ڪرڻ' ۽ 'نياڳي' کي چون 'سياڳو'. 'ڀلو ٿئيس' جو مطلب 'ڀلو نه ٿئيس'.

'گهوڙو': اصل مشهور جانور، ۽ اصطلاحي معنيٰ اٿس ڦرلٽ يا خانه خرابي، چالاءِ جو اڳي دشمن گهوڙن تي ڪاهي اچي شهرن ۾ پوندا هئا ۽ ڦُري لُٽي ويندا هئا، جنهن کي 'گهل' چوندا هئا. هاڻي پيٽ جي معنيٰ مان ڪم ايندو آهي، جيئن ته 'شل گهوڙا پئونس'! 'گهوڙا ڙي' واري دانهن به انهن مان نڪتل آهي.

'مُقام': اصل عربيءَ ۾ معنيٰ آهي، جيئرن جي رهڻ جي جاءِ، پر اصطلاحي معنيٰ سنڌيءَ ۾ اٿس 'مئن جي جاءِ' يعني 'قبرستان'.

'مڪان': ساڳيءَ طرح عربيءَ ۾ معنيٰ اٿس، رهڻ ۽ وهڻ جي جاءِ، ۽ اصطلاحي معنيٰ سنڌيءَ ۾ اٿس موالين ۽ فقيرن جي ويهڻ جي جاءِ يا 'اوتارو'.

'ورق': اصل عربيءَ ۾ معنيٰ اٿس وڻ جو پن، جنهن مان پارسي آهي 'برگ'. ۽ اصطلاحي معنيٰ ٿيس ڪاغذ جو پنو يا ڪتاب جو پنو.

"برگ سبز ست تحفہ درويش".

'ضعيف': اصل عربيءَ ۾ هن لفظ جي معنيٰ پيٺو ۽ 'ضعيف' آهي، ۽ 'پيرن' کي به چون ٻڍو ماڻهو پيريءَ ڪري ڪُڪو يا پيٺو ٿي پوندو آهي، تنهن مان ضعيفيءَ جي معنيٰ ڪيڏي ويئي.

'عادت': اصل عربيءَ ۾ وري وري ڪرڻ. ائين ڪري ماڻهوءَ کي عادت پوندي آهي. عيد به انهيءَ اصل مان نڪتل آهي، جو اهو وڏو ڏينهن هر سال وري وري ٿو اچي.

'سعيو': اصل عربيءَ ۾ سعي جي معنيٰ آهي ڊوڙڻ. اصطلاحي معنيٰ ڪوشش ٿي،

٣- مفرد لفظ هي آهن: اڪيلاڙي، نڪتل آهي اڪ مان. يعني اڪين تي پٽڻ جو ڪپڙو يا ٻي ڪا شيءِ.

'بوٽاڙو': نڪتل آهي بوٽ مان، يعني وات تي ٻڌڻ جي شيءِ.

'چانگهو': نڪتل آهي چنگهه مان، يعني ٽنگ. ڏاڙهي کي مضبوط ۽ ڊگهيون ۽ تکيون ٽنگون ٿينديون آهن، تنهنڪري ائين سڏيندا اٿس.

'ڏاسٽي': نڪتل آهي ڏامي مان، جو رنگ جو ڳاڙهو ٿيندو آهي، تنهنڪري 'ڏاسٽي هڻڻ' جي معنيٰ ٿي منهن يا ٻيءَ شيءِ جو ڳاڙهو ٿيڻ.

'ڀوميو': نڪتل آهي ڀوم يا ڀونءِ مان، يعني زمين ۽ پارسي لفظ 'بوم' آهي. جو ماڻهو سر زمين يا ترَ جو واقف هجي ۽ سونهون ٿئي، انهن کي 'ڀوميو' چوندا آهن.

'ڏانداري': نڪتل آهي ڏند مان. انهيءَ ٻنيءَ جي اوزار کي ڏندا ٿيندا آهن، ڏندن وانگي تنهنڪري اهو نالو مليو اٿس.

'ڏياري': نڪتل آهي ڏئي مان. انهيءَ وڏي ڏينهن تي ڏيا ٻاريندا آهن، تنهنڪري اهو نالو مليس.

'ڏيوالو': به ڏئي مان نڪتل آهي. سچو يا ڪُٺل ماڻهو، اڳوڻي رسم موجب ڏينهن جو ڏيو ٻاريندو هو.

’سائي‘: نڪتل آهي حرف جر ’ساڻ‘ مان. جيڪو ماڻهو اڪثر ساڻ رهي، يا گڏ رهي، يعني سنگتي، همراهه، مددي.

’سنڙيا‘: نڪتل آهي سڻ مان. ساريون، ڪٽڪ يا پيو جيڪو آنُسڻ ڏينهن اندر پچي راس ٿئي.

’صدري‘: اصل نڪتل آهي عربي لفظ ’صدر‘ مان، جنهن جي معنيٰ آهي ڇاتي. جو ڪپڙو ڇاتي ڍڪي، تنهن کي صدري چوندا آهن.

’ڪانڌارجو‘: ڪنڌي مان نڪتل. يعني جڏهن ٻه ٽي وار ڪنڌن وانگي لڪري بيهندا آهن ڊپ ۾ يا ڪرهت ۾.

’لاسڙيات‘: نڪتل آهي ’لس ۽ لسي‘ مان. جنهن ماڻهوءَ جو منهن يا ڪاڏي لسي هجي ۽ اڃان ڏاڙهي نه نڪتي هجيس، يعني ڇوڪراٽ، تازو جوان.

’ڪانڌي‘: نڪتل آهي ڪنڌ مان. جو ماڻهو ڪنڌ تي کڻي، پوءِ اصطلاحي معنيٰ اٿس جو مُردي کي کڻي.

’لانگوٽيو‘: نڪتل آهي لانگ مان يعني ٽنگ. جو ماڻهو ٽنگ جو گهڻو ۽ خراب استعمال ڪري، يعني لانگ ڇوٽو يا زناڪار يا بدچال. ’لنگوٽاڙو‘ به انهيءَ کي چوندا آهن. ’لانگوٽيو‘ جي معنيٰ لنگوٽي ٻڌڻ وارو فقير به آهي.

## ٻاقي هيٺيان لفظ مرڪب آهن ۽ انهن جي ترڪيب يا ٻناوت هيءَ آهي:

’آپڪڙيو‘=آپ يعني آپو، ۽ ڪڙيو يعني ڪڙيءَ وارو يا ڪڙيءَ تي بيٺل. ’اپڪري‘=آپ يعني آپي ۽ ڪري يعني ننڍو ڪپر، درياهه جو ڪپر جو آپو بيٺل هجي ۽ سلاميءَ وارو نه هجي ’آرتوار‘=آرت يا آڏت يعني سج ۽ وار يعني ڏينهن. ’الاجي يا الهجي‘=الله ۽ اجهي يا ٻجهي يعني ڄاڻي. ’اڳڪٿي‘=اڳ يعني اڳي ڪٿي يا ڪٿ يعني رٿيل يا خيال ڪيل. ’اڳ ڳڻتي‘=اڳ ۽ ڳڻتي. ’بارڪش‘= بار ۽ ڪش پارسي ڪشيدن مان؛ يعني جو رسو بار کي ڪشي ڇڪي يا ٻڌي. ’جنڊ آهوڙو‘=جنڊ ۽ آهوڙو يعني آهوڙڻ يا ڪهوڙڻ ۽ ڇلڻ وارو. ’بانيڪار‘= باني يعني بنياد وجهندڙ ۽ ڪار يعني ڪم، ڪنهين به ڪم جو بنياد وجهندڙ. ’بغل ٽيلهو‘=جو ٽيلهو بغل ۾ يا ڪڇيءَ ۾ وجهي ٻانهن هيٺ کڻي سگهجي. ’تنگدست‘= تنگ ۽ دست يعني سوڙهي هٿ وارو، يا بخيل يا مفلس. ’ڀاڳيري‘=ڀاڳ ساڻ ڀريل يعني بخت واري. ’ستپراڻي‘=ستن پراڻن يا پاڻن واري. ’ڏرتتي‘=ڏر يعني ڏرتي ۽ تتي يعني تتل يا گرم، ٻه پهريءَ جو وقت، جڏهن زمين تپي باهه ٿي پئي. ’پونءِ پاڙو‘=پون يعني زمين جو پاڙو يا محصول. ’تماشبين‘=تماشه، ۽ بين يعني ڏسندڙ. ’تنخواهه‘=تن يعني جسم يا جٿو ۽ خواهه پارسي خواستن مان. جهڪي

جسم ڪم آڻڻ لاءِ عيوض يا اجورو گهرڻ ۾ اچي يعني پگهار. 'تندرستي'=تن يعني بت ۽ درستي يعني چڱڀلائي. 'ٺماڙ'=ٺ يعني ٺي ۽ ماڙ يعني ماڙي، ٺن ماڙين يا گهرن واري عمارت. 'ستاواڙو'=ستا يعني ستون ۽ واڙو يعني وار يا ڏينهن. شاديءَ ڪانپوءِ ستون ڏينهن، جڏهن ڪنئار مائٽن ۾ اچي. 'ديپالٽ'=ديپ ۽ لٽ، يعني ديئو ۽ لٽڻ. 'داغدوزي'=داغ ۽ دوزي، پارسي دوختن مان يعني سبڻ. داغن يا سوراخن کي اُڪرڻيون وجهي سبڻ، يا مرمت ڪرڻ. 'پراپڪاري'=پر ۽ اپڪاري، يعني جو ٻين کي فائدو يا فيض پهچائي. 'پٽيوال'=پٽي ۽ والو يا وارو. 'پروس'=پر ۽ وس، يعني جو پرائي يا ٻين جي وس هجي. 'چوڏول'=چوُ ۽ ڏول، يعني چئن ڏولن وارو. 'سرخرو'= سرخ يعني ڳاڙهو ۽ رو يعني منهن، ڳاڙهي منهن وارو، يعني خوش. غم يا ڏُک ۾ منهن اڇو يا پيلو ٿي ويندو آهي. 'سنگتراش'=سنگ يعني پٿر ۽ تراش پارسي تراشيدن مان، يعني پٿر گهڙڻ وارو. 'شيش محل'=شيش ۽ محل، جنهن محلات يا ماڙيءَ ۾ گهڻا شيشا ڪم آيل هجن، يا جا شيشن مان جڙيل هجي. 'گاودم'=گاو يعني ڏاند ۽ دم يعني پڇ. ڏڳي جي پڇ جهڙو شڪل ۾، يعني جو مٿان ٿلهو ٿي هيٺ وڃي سنهو ٿئي. 'گئوشالا'=گئو ۽ شالا يعني ڳائن جي ٻيهارڻ جي جاءِ. 'ڪاٺ ڪٽو'=ڪاٺ ۽ ڪٽو يعني ڪٽيندڙ. اهو پکي جو چهنب سان ڪاٺ تي ٺڪ هڻندو آهي. 'مڇرداني'=مڇر ۽ داني، پارسي دان مان، مونث. يعني ڪپڙي جو ڍڪ جو مڇرن کي روڪڻ لاءِ کٽ جي مٿان وجهندا آهن. 'گهڙامنجي'=گهڙا ۽ منجي يا ونجي، يعني گهڙن يا دلن رکڻ جي منجي.

٥- آدم ۾ 'الف ممدوده' يا مد وارو آهي. بادام ۾ ٻئي 'الف مقصوره' يا ساڪن آهن. موذي ۾ و ۽ ي ٻئي 'معروف' آهن- "توبرو" ۾ ٻئي واو 'مجهول آهن. بيشڪ ۾ ي 'مجهول' آهي، مگر اصل پارسيءَ ۾ 'معروف' آهي. بالفضول ۾ الف 'محذوف' آهي، يعني آواز ڪونه ٿو ٿئيس ۽ واو 'معروف' آهن. 'ذوالحج' ۾ واو ۽ الف ٻئي 'محذوف' آهن. 'ذوالقد' ۾ بہ ساڳي حالت. "خودباف" ۾ واو اشمام جو آهي، يعني رڳو اڳئين اکر تي پيش ايندو ۽ واو جو آواز نہ ٿيندو، ۽ الف ساڪن آهي. "خوشخبري" = واو "اشمام" ۽ ي "معروف". "حتي المقدور" ي ۽ الف حذف ۽ و معروف. "علي الصباح" = ي ۽ الف حذف ۽ ٻيو الف ساڪن. 'علي الحساب' = ساڳي حالت. 'لبيس' = ي مجهول بجاءِ الف جي آيل، جو اصل لفظ لباس هو. اهو الف "امالہ" آهي. 'خوشامد' = واو "اشمام" ۽ الف ساڪن. معنيٰ ۽ دعويٰ ۾ ي الف جي آواز واري آهي. "نماءَ" ۾ الف ساڪن آهي ۽ ٻيو الف همزو آهي.

٦- ر، س، ص، د، ل ۽ ن شمسي آهن؛ يعني لام جو آواز نٿو ٿئي. ۽ ڪ، ج، ح، ب ۽ و قمري آهن؛ يعني لام جو آواز ٿئي ٿو.

٧- (١) "دار الدنيا" (آل جو آواز نٿو ٿئي). (٢) "قطب الدين" (آل جو آواز نٿو ٿئي). (٣) "بديع الجمال" (آل ۾ الف جو آواز نٿو ٿئي، پر لام جو ٿئي ٿو). (٤) "زيب النساء" (الف ۽ لام جو آواز نٿو ٿئي). (٥) "نور النهار" (الف ۽ لام جو آواز نٿو ٿئي).

'علي الصباح' (٦) (الف ۽ لام جو آواز نٿو ٿئي). 'زين السماء' (٧)، (الف ۽ لام جو آواز نٿو ٿئي).

٨- اڙدو ۽ اجگر، فضولي، ڦدولي، قرباني، قلبان. سَير، شيل. سَيلاني، شيلاني. ڪيسو، کيسو. خشخص يا خشخاش، خس خس يا ڪس ڪس. ڪفن، کفن. نيم، لِم، لنُغتي، لڳتي (٨). لگام، لغام. لومڙ، لونبڙ- پشت، پٺ. پنجره، پڃرو. چش، چڪ. چرم، چم. دُم، دنب. خُم، کنب. دربان، درواڻ. ديوڙهي، ڏيڍي. ڪان، ڪاڻ. گياه، گاه. ماس، مانهن. نارگيل، ناريل. آڙنا، آڏڻ. آنتيس، آوٽيهه. انگار، اڱر. پاراو واڙو. بجانا ۽ وڄاڻ. برچي، برڇي. بلورنا، ولوڙڻ. بوني، ٻوني. بيدن، ويڌن. مرهم ۽ ملم. مختار، مکيار. بياه، وهانئن. بيپار، واپار. پرونا، پرڻ. ڦنڪڙي، ڦٽڪي. تاڪا، ڏاڳو. جامن ۽ ڄمون.

٩- بدمعاش، استعفا، موسي، معني، بدخواهي، ڪورنش (٩) خويشي، خدالخواسته، خوشامد، آبوالقاسم، في الحال، بالمقطعم، في الحقيقت، بوالفضول، تنخواه، سعيو، نعرو، معرڪو (١٠)، معاف، لعل، نفعو، معاملو، نظام الدين.

١٠- 'گلزار عروض' ۽ گ يعني ڪاف = ٢٠، ل = ٣٠، ز = ٧، ا = ١، ر = ٢٠٠، ع = ٧٠، ر = ٢٠٠، و = ٦، ض = ٨٠٠، سڀني جو جوڙ ٿيو: ١٣٣٤هه يعني هلندڙ سال مطابق سنه ١٩١٦ع. هن مشق ۾ سڀني سوالن جو جواب هلندڙ سال ١٣٣٤ع هجري آهي.

١١- بد ۽ بدي، بدبخت، بدبختي، بدنصيب، بدبوء، بدخواهه، بدشڪل، بدزبان، بدڪار، بدگمان، بدنام، بدناموسي ۽ بدهاضمه.

بر ۽ برباد، برزبان، برهم (١١)، برگشتو (١٢)، برگزيدو (١٣)، برخوردار (١٤)، برسر.

---

(١) يعني دنيا جو گهر. (٢) يعني دين جو قطب تارو. ٽالو آهي. (٣) يعني عجيب سولهڻ وارو، ٽالو آهي. (٤) يعني زالن جي سولهڻ، ٽالو آهي. (٥) يعني ڏينهن جي روشنائي، ٽالو آهي. (٦) يعني صبح تي، يا صبح جو سوير. (٧) يعني آسمان جي سولهڻ. (٨) يعني آسمان جي سونهن. (٩) يعني تعظيم، نياز، سلام. (١٠) يعني جماعت يا مجلس، خصوصاً شادي يا غمي جي. ماڻهو غلط مارڪو چوندا آهن. (١١) هڪٻئي مٿان، ڪاوڙيل. (١٢) ڦريل، اڪثر نصيب سان لاڳو. (١٣) چيدو، چونڊيل، پسند. (١٤) خوش، مرادن پريو، پٽ. لفظي معني موجب، ڦل کائيندڙ.

**بي:** بي آبرو، بي آبو، بي اثر، بي اتفاقي، بي اختيار، بي ادب، بي آرام، بي اعتبار، بي انت، بي انصاف، بي ايمان، بي باقي، بي باڪ (١)، بي بقا، بي بها، بي پرواهه، بيجان، بي چيو، بيحال، بيحيا، بيخبر، بي خود، بيخيال، بيداد، بيدرد، بيدل، بيدين، بيڏوهه، بيڊولو، بيراه، بيرحم، بيروزگار، بي زورو، بيڍپو، بي سمجهه، بي سمرو (٢)، بيشرم، بيشڪ، بي شعور (٣)، بيصبر، بيعزت، بيعقل، بي علم، بي عيبو، بيفائده، بيفڪر، بيقاعده، بيقدر، بيقياس، بيڪار، بيڪس، بيگناهه، بيمانو، بي محابو (٤)، بيمرادو، بيمزي، بي موسمو، بي نصيب، بي وارث، بي واهو (٥)، بيوس، بي وقت، بيوقوف، بي هنر.

**خود:** خود باف (٦)، خود پسند، خود پرست، خود غرض، خود مختيار، خود نمائي، خود مطلب، خود ياوري.

**خوش:** خوشامد، خوشبو، خوش پوشاڪ، خوشخبري، خوشخط، خوشخلق، خوشدل، خوش طبع ۽ خوش نويس.

**سر:** سر انجام، سر بازار، سر براهه، سربستو، سر پنچ، سر پوش، سرتاج، سرجوشي، سرزد (٧)، سر زمين، سرسبز، سرفراز، سرڪش، سرگرم، سرگذشت (٨)، سرگردان (٩)، سر لو، سر در (١٠)، سر نوشت، سر ڪردو، سروپا، سروسر ۽ سراسر.

**دست:** دست اندازي، دستانو، دستاويز، دستخط، دسترس، دستڪاري (١١)، دستگير، دستمال (١٢)، دستياب (١٣).

**هم:** همجنس، همدرد، همراهه، همراز، همسر (١٤)، هم مذهب (١٥)، هموار، هموزن هم وطن، هم قوم، همدم، همسايه.

**نا:** نا اتفاقي، نا اميدي، نا اهل (١٦)، نا بالغ، نابود، ناپاڪ، ناپائدار، ناپسند، نا جائز، نا چاق (١٧)، ناچيز، ناحق، نا خلف (١٨)، نا احسانمند، نادان، نا درست، ناراض، ناساز، ناشائستو، ناشڪري، نافرمان، ناڪارو، ناڪس (١٩)، ناگوار (٢٠)، نالائق، نامحرم، نامراد، نامعقول، نامعلوم، ناممڪن، ناموافق، ناواقف، ناياب، نابري.

**ڪم:** ڪمبخت، ڪمتر، ڪمزور، ڪمعقل، ڪمفهم، ڪمنصيب، ڪمياب.

---

(١) بيڊپو. (٢) جنهن کي سمر سان نه هجي. (٣) بيعقل، نادان ۽ بي فضيلت. (٤) بيحيا. (٥) جنهن جي ڪابه واهه ڪانه هجي. (٦) هڪڙي قسم جو گلن وارو ريشمي ڪپڙو. (٧) واردات. (٨) حقيقت. (٩) پريشان. (١٠) در جي چوڪ جي مٿين ڪاٺي. (١١) هٿ جو هنر. (١٢) هٿ اگهڻ جو ڪپڙو يا ٽوال، جيئن رومال آهي؛ منهن اگهڻ جو ڪپڙو. (١٣) هٿ آيل. (١٤) هڪجهڙو. (١٥) سنئون، نه ڏنگو. (١٦) نالائق. (١٧) اڻ چڱو، بيمار. (١٨) نا صالح. (١٩) ڪمينو. (٢٠) نامناسب.

**لا:** (۱)، لا بد (۲)، لا ابالي (۳)، لا ثاني، لا جواب (۴)، لاچار، لا حاصل، لا حول (۵)، لا دعويٰ، لا وارث، لا دوا، لا شريڪ، لا زوال (۶)، لا شڪ، لا علاج، لا طمع لاغرض، لا مڪان، لاولد (۷).

**اشارو:** مٿي جيڪي صفت آهن تن مان اسم ۽ اسمن مان صفت ٺاهي سگهجن ٿا، جي پڻ ڪم اينديا آهن.

**اڻ:** اڻ ٻٽ، اڻ تارو، اڻ ڏٺو، اڻ پچو، اڻ پڙهيو، اڻ ٻهچ، اڻ چاتو، اڻ چاڻ، اڻ جُگو، اڻ سرتو، اڻ سونهو، اڻ ڪوڙيو، اڻ ڳُٺ، اڻ ڳُٽ، اڻ لپ، اڻ لڪيو، اڻ موٽ، اڻ ڳهڙيو، اڻ موڪلايو، اڻ ميو، اڻ واقف، اڻ ورچ، اڻ هوند.

**اَ:** اڻو ڳو(۸)، اتانگهه(۹)، اپار، اجورو(۱۰)، اجهاڳهه، اسونهو، اُڌل(۱۱)، اورچ، اوتڙو(۱۲)، اڪٽ، اڳس، اڳوندرو، اسلهه، اموٽ، اوديا(۱۳)، اوجهڙ، ندورو، نڌر(۱۴)، نپٽو، نڦلو، نپر(۱۵)، نجويو، نهٺو، نڌٽڪو، نڪمو، نرويو(۱۶)، نروڳو، نستو، نڪار، نسنگ(۱۷)، نگرو(۱۸).

**مها**(۱۹): مهاپاپي، مهاپارت(۲۰)، مهاپرش(۲۱)، مهاتما(۲۲)، مهاچڻ، مهاديو، مهاراجا، مهارالي، مهاساگر(۲۳)، مهامري(۲۴).

**نرا:** نراڌار(۲۵)، نراس(۲۶)، نراڪار(۲۷)، نرجل(۲۸)، نرچو(۲۹)، نرياد(۳۰)، نرنو(۳۱)، نرگڻ(۳۲)، نروان(۳۳).

**هٿ:** هٿ انڪائڻ، هٿ اچڻ، هٿ اڪر، هٿ ٺنگڻ، هٿ ڦاڙ(۳۴)، هٿ پچندي هٿ پير هلائڻ(۳۵)، هٿ ڦيرڻ(۳۶)، هٿ جس(۳۷)، هٿ جوڙ(۳۸)،

---

(۱) معنيٰ نہ، عربي م. (۲) لاچار، ضرور. (۳) بي پرواه. (۴) جنهن جو جواب ڪونہ آهي. (۵) لا حول ولا قوة چوڻ، يعني خدا کان سواءِ پناهہ ڪانهي. (۶) فنا نہ ٿيندڙ. (۷) بي اولاد. (۸) يعني اڻيو؛ يا نہ سٺيو. (۹) اوانهو، ٿاڪهڻ کان ٻاهر. (۱۰) بي جورو يا بي زور، ضعيف. (۱۱) اڻ ٺر. (۱۲) آبتي تڙ وارو. (۱۳) بيعلمي. (۱۴) بي واهو، نمائو. (۱۵) بي طاقت. (۱۶) نروڳو. (۱۷) تندرست بي ڊپو. (۱۸) بي پير، جنهن کي ڪُرو ڪولہ هجي. (۱۹) مها جي معنيٰ وڏو. (۲۰) وڏي جنگ. (۲۱) خدا رسيدو ماڻهو. (۲۲) پاڪ روح وارو ماڻهو. (۲۳) وڏو سمنڊ. (۲۴) وڏو مرض. (۲۵) آڌار کان سواءِ. (۲۶) نااميد. (۲۷) بي صورت. (۲۸) پاڻي کان سواءِ. (۲۹) بيحيا. (۳۰) بيرحم. (۳۱) لبرالو، صبح جي ماني نہ کاڌل. (۳۲) بي ڳڻو. (۳۳) نابودي ـ نجات. (۳۴) خرچائو. (۳۵) ڪوشش ڪرڻ. (۳۶) هٿ ڳهمائڻ. (۳۷) شاباس ۽ دعا. (۳۸) نياز.

هٿ جهلڻ (١)، هٿ چراند (٢)، هٿ چهو (٣)، هٿ ڏس، هٿرادو، هٿڙي هڻڻ (٤)، هٿ ڪاڏي، هٿ ناڻي، هٿ ڪيڻ (٥)، هٿ ڳنڍڻ (٦)، هٿ هڻڻ (٧)، هٿ وس يا وسيڪو، هٿو هٿ، هٿيڪو، هٿيلي (٨)، هٿين پوڻ (٩)، هٿين خالي، هٿيو (١٠)، هٿيار.

**وات:** وات جا پلاءَ (١١)، وات اچڻ (١٢)، وات ڦاڙو (١٣)، واترادو (١٤)، وات وڪيل، وات وجهڻ (١٥)، واتوٽو (١٦).

**ٻه:** ٻپهري يا ٻپهرو، ٻه جويو، ٻه دليو، ٻسرخو (١٧)، ٻسانگي (١٨)، ٻيم سرو، ٻه مُنهو، ٻيٽڙ (١٩)، ٻڦڙو، ٻيانو (٢٠)، ٻيائي، ٻيانوي وغيره.

**اشارو:** مٿين لفظن جي معنيٰ آسان آهي تنهنڪري هتي نه ڏني ويئي آهي.

١٢- اڳ=معنيٰ اڳي، ظرف آهي. وار=نشاني فاعليت جي ۽ معنيٰ رکڻ جي ٿو ڏئي. دان=نشاني جاءِ جي. وند=پارسي مند، فاعليت جي معنيٰ ٿو ڏيکاري. گر=فاعليت جي معنيٰ ٿو ڏيکاري. اڪثر ڪاسبين سان ڪم ايندو آهي. پر=اسم يا صفت وانگي ڪم اچي، معنيٰ ڀيا. دار=رکڻ يا فاعليت جي معنيٰ ٿو ڏيکاري. وال=وارو. فاعليت جي معنيٰ ٿو ڏيکاري. پر=اسم يا صفت ۽ ٻين جي معنيٰ ٿو ڏيکاري. دار=رکڻ يا فاعليت جي معنيٰ، ٻر=ٻين جي معنيٰ ٿو ڏيکاري.

# باب ٻيو

## ڪلمن يا لفظن جو بيان

مٿي چيو ويو آهي، ته ٻن يا زياده حرفن گڏڻ سان لفظ ٿا ٺهن، جن کي نحو وارا 'ڪلم' ٿا سڏين ۽ آهي ڪي مفرد آهن ۽ ڪي مرڪب. اهڙا ٻه يا زياده لفظ گڏجي 'جملو' يا 'ڪلام' ٿا جوڙين. اهڙن لفظن جي مجموعي يا ڪلام جا ٻه قسم آهن: هڪڙو مرڪب مقيد، جنهن مان ڪا صفا معنيٰ سمجهڻ ۾ اچي، جيئن ته احمد مٺو. هي فقط ٻه لفظ آهن، پر منجهانئس صاف معنيٰ نڪري ٿي يعني پورو جملو يا ڪلام آهي. ۽ انهيءَ ڪري انهيءَ کي 'ڪلام تام' يعني ڪامل يا پورو ڪلام چون ٿا. جن ٻن لفظن مان اهڙي صاف معنيٰ نٿي نڪري، جيئن ته تکو گهوڙو، انهيءَ کي 'مرڪب غير مقيد' يا 'ڪلام ناقص' يعني اڻ پورو سڏين ٿا.

---

(١) ٻس ڪرڻ. (٢) گستاخي. (٣) چوري ڪندڙ. (٤) تڪڙي ڪرڻ. (٥) واسطو ڇڏڻ. (٦) ڪم شروع ڪرڻ. (٧) افسوس ڪرڻ. (٨) گهوڙن کي مالش ڪرڻ جي. (٩) وڙهڻ. (١٠) ڳن. (١١) ٻٽاڪون. (١٢) وات ۾ پاڻي اچڻ. (١٣) بڪبڪيو. (١٤) کهٽو ڳالهائيندڙ. (١٥) چوڻ، عرض ڪرڻ. (١٦) زباني. (١٧) ٻن سرخين يا ڪائين وارو تنبو. (١٨) دوشاخي ڪاٺي. (١٩) هڪ اهڙي ٻٽي ڏينهن ايندڙ تپ يا ٻه لسار گڏ وهندڙ. (٢٠) دوشاخي ڪاٺي.

هاڻي پهرين اسين مرڪب غير مقيد يعني اهڙن ٻن گڏيل لفظن يا مرڪبن جو ذڪر ڪنداسين، جن مان پوري جملي جي معنيٰ نٿي نڪري. مرڪبن جي بناوت يا مرڪبن جوڙڻ جي واٽ کي 'ترڪيب' چوندا آهن. اهڙن مرڪب لفظن مان ڪڏهن صفت جي معنيٰ ٿي نڪري، جنهن ڪري انهن کي ترڪيب 'توصيفي' چئبو آهي، ۽ ڪڏهن اضافت يا ملڪيت ۽ واسطيداريءَ جي، جنهنڪري انهيءَ کي 'ترڪيب اضافي' چئبو آهي ۽ ڪڏهن عدد يا شمار جي، جنهنڪري انهيءَ کي 'ترڪيب تعدادي' چئبو آهي؛ ۽ ڪڏهن انهن ٻن لفظن جون معنائون اهڙيون گڏجي هڪ ٿي وينديون آهن، جو هڪڙو لفظ پيو معلوم ٿيندو آهي، جنهنڪري انهيءَ کي 'مرڪب امتزاجي' چوندا آهن. انهن کان سواءِ هڪڙو قسم 'صفت مرڪب' جو آهي، جنهن ۾ ڪنهن زايد حرف ملائڻ سان اهو مرڪب لفظ صفت جي معنيٰ ٿو ڏيکاري مثال هر هڪ جا هي آهن:

'ترڪيب توصفي': (۱) ڪٿي صفت ۽ اسم گڏ جيئن ته تکو گهوڙو، ڏاهو ماڻهو. (۲) ڪٿي اها صفت انڪار يا نفيءَ جي معنيٰ ڏيندي آهي جيئن ته بيعقل ماڻهو، نادان دوست، بي هنر ڇوڪر. (۳) ڪٿي اسم ۽ فعل گڏجي صفت جوڙيندا آهن، جيئن ته خود پسند ماڻهو، بت پرست قوم، غريب پرور حاڪم، خدا ترس، دستگير وغيره. (۴) ڪٿي انهيءَ مرڪب صفت ۾ ٻئي اسم هوندا آهن؛ ۽ مشابهت جي معنيٰ ڏيکاريندا آهن، جيئن ته سنگدل ماڻهو، پري چهره زال، گلعذار محبوب.

'ترڪيب اضافي': اضافت يا ملڪيت ۽ واسطيداري ٻه گهڻن قسمن جي ٿي ٿئي، ۽ انهيءَ ۾ هميشه حرف اضافت ڪم اچي ٿو. (۱) ملڪيت ٿي ڏيکاري، جيئن ته منهنجو ڪتاب، بادشاهه جو گهوڙو. (۲) نسبت يا مائٽي ٿي ڏيکاري، جيئن ته منهنجو پيءُ، احمد جو چاچو. (۳) نالو يا نشان ٿي ڏيکاري، جيئن ته ڪراچيءَ جو شهر، سڪندر جو ڪتاب، يعني شهر جنهن جو نالو ڪراچي آهي ۽ ڪتاب جنهن جو نالو سڪندر آهي. (۴) بناوت ٿي ڏيکاري، جيئن ته سون جي مُنڊي، لوهه جي شيخ. (۵) ظاهري مشابهت ٿي ڏيکاري، جيئن ته علم جو درياهه، عشق جي باهه، وصل جو شربت. (٦) استاره يا جنسي ۽ ذاتي مشابهت ٿي ڏيکاري، جيئن ته سچ جي اک، زمين جو فرش يا بسترو، آسمان جي ڇت. (۷) ظرف يعني مڪان يا زمان وغيره ٿي ڏيکاري، جيئن ته درياهه جو پاڻي، سياري جي سردي.

'ترڪيب تعدادي': جنهن ۾ مرڪب نفظ ٻن لفظن مان جڙيل آهن، جي ٻئي عدد يا انگ يا شمار ٿا ڏيکارين، جيئن ته ٽيويهه يعني ٽي ۽ ويهه، اٺيهه يعني اٺ ۽ ٽيهه وغيره.

'ترڪيب امتزاجي': جتي ٻه لفظ ٻن معنائن وارا گڏجي هڪ ٿي، هڪڙي شيءِ ڏيکارين، ۽ انهن ٻن مان هڪڙو اسم ۽ ٻي ڪا نشاني هجي يا ٻئي اسم هجن؛

جيئن تہ شمشير يعني ترار، جنھن جو اصل هئي شم يعني ننهن ۽ شير يعني شينهن. آسمان، جو اصل هو آس يعني جانڊو ۽ مان يعني وانگي. رومال، شرمنده، (١) شبو جي اصل رُويءَ مالنده شرم مانده ۽ شب بو هئا. گهڻا مشق لفظ ۽ اصطلاح هن قسم جا مرڪب آهن، ۽ انهيءَ ڪري انهن کي 'مرڪب اصطلاحي' بہ سڏيندا آهن.

'ترڪيب توصيفي يا صفت مرڪب': اهي بہ لفظ مرڪب آهن، جن مان هڪڙو اسم آهي ۽ ٻيو فاعليت يا ظرفيت جي نشانيءَ جو لفظ آهي، جيئن تہ عقلمند ماڻهو، پرهيزگار عالم، گلستان، خيمہ گاهہ (٢) وغيره. ڪي نحو وارا صفت مرڪب بہ ترڪيب توصيفيءَ ۾ داخل ڪندا آهن.

اهڙن مرڪب صفتن جي جدا جدا قسمن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا: دل آزار، دلارام، روح افزا (٣) سرافراز، خون افسان (٤) خون آلود (٥) تيرانداز، جان آفرين (٦) فتنہ انگيز، نڪتہ چين، خورد بين، خونريز، رهزن، غمزده (٧) دل سوز، عالم آشنا، دلفريب، رهنما، خوبرو، خوبصورت، پاڪدامن، شوخ طبع، نازڪبدن، خوش رفتار، زرد رنگ، شير دل، بزدل (٨) گلرخسار، ملائڪ صفت، همدرد، همراه، هم عمر، همرنگ، ڪم آزار، ڪمبخت، ناڪس (٩) نالائق، بي نصيب، بي ايمان، بيوقوف، بيوفا، باوفا، باحيا.

مٿي ڏيکاريل مرڪب لفظن مان ڪن جي ڀاڱن جا نالا نحو جي اصطلاح ۾ علحدا علحدا رکيل آهن، خاص اهي جن ۾ ڪي حرف بہ ڪم آيل آهن. اهي اڪثر ضروري آهن تنهنڪري انهن جو مختصر بيان بہ هتي ڏجي ٿو.

(٣) ترڪيب اضافي وارن مرڪب لفظن ۾ اڪثر حرف اضافت ڪم اچي ٿو، يعني جو، سندو وغيره، جو ملڪيت يا ڪو واسطو ڏيکاري ٿو. جيئن تہ احمد جو گهوڙو ۽ محمد جو ڪتاب. هتي ڪتاب ۽ گهوڙي کي 'مضاف' چوندا آهن، يعني اهي اسم جن جي بابت اضافت يا ملڪيت ٻڌائي آهي، ۽ احمد ۽ محمد 'مضاف اليہ' آهن، يعني آهي جن جي اُها ملڪيت آهي، يا جن جو انهن شين سان واسطو آهي. ٻيو مثال، حال جو محرم يا ڳجهہ جو واقف. هتي محرم ۽ واقف مضاف آهن ۽ حال ۽ ڳجهہ مضاف اليہ آهن، ۽ جو حرف اضافت آهي.

---

(١) هڪڙو گل جو رات جو سرهاڻ ڏيندو آهي.
(٢) منزل گاهہ، تنبن هڻڻ جي جاءِ. (٣) روح وڌائيندڙ يا خوش ڪندڙ. (٤) رت ڇنڊيندڙ (٥) رت ڳاڙيل. (٦) ساهہ خلقيندڙ يعني خدا. (٧) غمگين. (٨) ٻڪريءَ جي دل وارو، ڊڄڻو. (٩) ڪمينو.

(٢) ساڳيءَ طرح ترڪيب توصيفي وارن مرڪب لفظن ۾ صفت ڏيکارجي ٿي. اتي جنهن جي صفت ڏيکارڻ ۾ اچي، انهيءَ کي 'موصوف' سڏيندا آهن. جيئن ته چمڪندڙ سج ۽ تکو گهوڙو. اتي چمڪندڙ ۽ تکو صفت آهن ۽ سج ۽ گهوڙو موصوف آهن.

(٣) تشبيهه (١) جي حالت ۾ جي مرڪب لفظ ڪم ۾ ٿا اچن، تن ۾ چار ڳالهيون ضروري آهن. هڪڙي شيءِ جي ٻئي سان مشابهت ٿي ڪجي، ۽ ڪنهن خاص ڳالهه ۾ مشابهت ٿي ڏجي، ۽ مشابهت جا لفظ ڪم ٿا اچن. مثلاً: رستم شينهن جهڙو پهلوان ۽ چنڊ وانگي چمڪندڙ منهن. هتي رستم ۽ منهن، جن کي تشبيهه ٿي ڏجي، تن کي 'مشبہ' چوندا آهن. شينهن ۽ چنڊ، جن سان مشابهت ٿي ڏجي، تن کي 'مشبہ به' چوندا آهن. جهڙو ۽ وانگي، جي تشبيهه جا لفظ آهن، تن کي 'حرف تشبيهه' چوندا آهن، ۽ پهلوان مان پهلواني ۽ چمڪندڙ مان چمڪاٽ، جي مشابهت جو سبب ٿا ڏيکارين، تن کي 'وجه تشبيهه' ٿا چون.

(٤) اشاري جي حالت ۾ جيڪي لفظ اشاري لاءِ ڪم ايندا آهن، انهن کي 'حرف اشارو' چوندا آهن، جو سنڌيءَ ۾ اڪثر صفت وانگي ڪم ايندو آهي، ۽ جنهن ڏي اشارو هوندو آهي، انهيءَ کي 'مشاراليه' چوندا آهن. جيئن ته هي ڪتاب، هو ماڻهو. هتي 'هي ۽ هو' حرف اشاره آهن ۽ 'ڪتاب ۽ ماڻهو' مشاراليه. اهي ساڳيا لفظ هي ۽ هو ضمير اشارو ٿي به ڪم ايندا آهن، جن جو صرف ۾ بيان آهي.

(٥) عطف يا ميلاپ جي حالت ۾ ٻه لفظ گڏبا آهن، جي اسم يا فعل هوندا آهن، ۽ انهن جي وچ ميلاپ جو نشان يا گڏڻ وارو لفظ آڻيندا آهن: جيئن ته رستم ۽ سهراب، آيو ۽ ويو. اتي پهرئين لفظ يعني رستم ۽ آيو کي 'معطوف اليه' ۽ ٻوئين لفظ يعني سهراب ۽ ستو کي معطوف چوندا آهن، ۽ کي حرف عطف چوندا آهن.

(٦) شرط جي حالت ۾ اڪثر ٻه جملا ڪم ايندا آهن، جن ۾ هڪڙو ٻئي تي تعلق رهندو آهي: جيئن ته جيڪڏهن قاسم آيو ته مارجي ويندو. هتي 'جيڪڏهن' حرف 'شرط' آهي. قاسم جو اچڻ خود شرط آهي. مارجي وڃڻ کي 'مشروط يا جزا' چوندا آهن، يعني نتيجو.

(٧) استثنا يا ڌار ڪرڻ، ۽ نياري ڳالهه ڪڍڻ جي حالت ۾ به اڪثر ٻه جملا ايندا آهن: جيئن ته سڀ ماڻهو آيا، سواءِ قاسم جي. هتي سڀ ماڻهو 'مستثنيٰ منه' سڏبا آهن. سواءِ کي 'حرف استثنا' چئبو آهي ۽ قاسم کي مستثنيٰ چئبو آهي، جو ڌار ڪيو ويو آهي.

---

(١) يعني جتي مشابهت ڪم ايندي آهي.

(٨) ظرف جي حالت ۾ ٻه لفظ، اڪثر اسم، ڪم ايندا آهن، جن مان هڪڙو ٻئي ۾ هجڻ يا پوڻ جي معنيٰ ڏيکاريندو آهي، جيئن ته ڪيسي ۾ رپيا، باغ ۾ بلبل، سال ۾ مهينا، هفتي ۾ ڏينهن. هتي ٻئي طرف ڪم اچن ٿا يعني ظرف مڪان ٻه، رپيا، بلبل، مهينا ۽ ڏينهن 'مظروف' سڏبا آهن. ۾ 'حرف ظرف' سڏبو آهي، جو سنڌيءَ ۾ اڪثر 'حرف' جر آهي ۽ ڪيسو، باغ، سال ۽ هفتو خود 'ظرف' سڏبا آهن.

مٿي هن باب جي شروع ۾ لفظن جا ٻه قسم مفرد ۽ مرڪب ڏنا ويا آهن، ۽ مرڪب جا ٻه قسم مقيد غير مقيد ڄاڻايا ويا آهن. ديباچي ۾ لفظن جي ٻين ڪن قسمن ڏي به اشارو ڏنو ويو آهي. موضوع ۽ مهمل يا بامعنيٰ ۽ بي معنيٰ ۽ موضوع جا ٽي قسم: حقيقي ۽ مجازي ۽ اصطلاحي.

انهن کان سواءِ لفظن جا ٻيا ٻه قسم آهن. هڪڙا 'موجود' ۽ ٻيا 'محذوف' موجود لفظ آهي آهن، جي جملن ۾ ظاهر طرح ڪم اچن ٿا ۽ معنيٰ ڏين ٿا. 'محذوف' آهي لفظ آهن، جي جملي يا عبارت ۾ آڻجن ئي نه ٿا يا ظاهر ئي ڪين آهن، ته به انهن جي لڪل معنيٰ معلوم ٿي سگهي ٿي. جيئن ته ڪتاب وغيره جي منڍ ۾ 'بسم الله الرحمٰن الرحيم' يعني "خدا گهڻي مهربان ۽ بخشيندڙ جي نالي" اتي "شروع ٿو ڪريان" لڪل آهي. يا بعضي ڪتاب جي منڍ ۾ لکندا آهن ته "ساڻ نالي الهيءَ جي جنهن سڀ جهان آپايو آهي." يا ڳڻ يا مٿي ۾ ٻهرين چوندا آهن: برڪ يا برڪت، يعني خدا جي برڪت سان شروع ٿو ڪريان. اهڙا محذوف لفظ اڪثر شعر ۾ ايندا آهن. امر جي صيغن ۾ به تون لڪل رهندو آهي. جيئن ته وڃ يعني تون وڃ، وڃو يعني اوهين وڃو.

هي مثال لفظن ۽ جملن جي حذف ٿيڻ جا آهن، پر لفظن ۾ حرفن جي حذف ٿيڻ جا مثال حرفن جي بيان ۾ ڏنا ويا آهن. جيئن ته شاه مان شهه، ناگاه مان ناگه، جتي الف حذف ٿيل آهن ۽ گوهر مان گهر، خاموش مان خمش، جتي واو حذف ٿيل آهن.

صرف ۾ لفظن جا ٽي قسم مشهور آهن: اسم، فعل ۽ حرف. ۽ اسم جا ٻه قسم خاص ۽ عام ٻه مشهور آهن. پر نحو جي ڪم لاءِ جي لفظ اسم عام آهن، تن جا ٽي قسم آهن: جامد، مصدر ۽ مشتق. جامد اهو لفظ يا اسم آهي جو نه ڪنهن ٻئي لفظ مان نڪتل هجي، ۽ نه جنهن مان ٻيو ڪو لفظ نڪري سگهي. جامد لفظ جي معنيٰ آهي پهڻ وانگي هڪ هنڌ پيل. جمادات انهيءَ ئي لفظ مان نڪتل آهي، جو حيوانات جو ضد آهي. حيوان يا ساهه وارا وڌن ٿا، هڪ ٻئي مان نڪرن ٿا پر جمادات ائين نٿا ڪن. مصدر اهو لفظ يا اسم آهي، جنهن مان ٻيا لفظ

صادر ٿين يا ڦٽي نڪرن. ۽ مشتق اهو لفظ يا اسم آهي، جو ڪنهن ٻئي لفظ مان اشتقاق جي رستي شتق ٿي يعني چيرجي ڦٽي نڪتو هجي.

هاڻي انهن مان هر هڪ جو ذڪر ڪنداسين. جامد جا ٻه قسم آهن؛ هڪڙو 'معرفه' ۽ ٻيو 'نڪره' معرفه يعني سڃاتل يا مقرر ڪيل يا خاص شيءِ. اسم خاص انهيءَ هيٺ داخل آهن. نڪره يعني نه سڃاتل يا نه مقرر ڪيل نالو يا شيءِ، جا هڪجهڙن گهڻن سان لاڳو ٿي سگهي. اسم عام انهيءَ هيٺ داخل آهن. مثلاً: رستم هڪڙو خاص مقرر ڪيل شخص آهي، ۽ رخش رستم جي خاص گهوڙي جو نالو آهي، ۽ تنهنڪري اهي معرفه يا سڃاتل آهن. ۽ ماڻهو ۽ گهوڙو، سڀني ماڻهن ۽ سڀني گهوڙن سان لاڳو آهي، ۽ مقرر ڪيل ناهي، تنهنڪري اهي لفظ يا اسم نڪره آهن.

'معرفه' جا وري ٻه قسم آهن: هڪڙو 'عَلَم' ۽ ٻيو 'عُرف' عَلَم ماڻهوءَ يا ٻيءَ شيءِ جو خاص نالو آهي، ۽ عرف انهيءَ جو لاڏ جو نالو يا ڪنيت يا لقب يا تخلص آهي، جنهن سان اڪثر هو سڏبو آهي ۽ سڃاڻبو آهي. مثلاً: 'جمشيد' اصل هڪڙي خاص ماڻهوءَ جو نالو آهي، ۽ عَلَم(۱) آهي. انهيءَ جو ڇوٽو نالو 'جم' آهي جيئن ته 'جام جم' 'شمس الدين' جو 'شمسو' ۽ 'دين محمد' جو 'دينو'. ڪنيت(۲) آهي فلاڻي جو پيءُ يا فلاڻي جي ماءُ، جيئن دولي ماءُ، دولي پيءُ، ۽ عربيءَ ۾ 'ابوالقاسم' وغيره. لقب يا خطاب جيئن ته 'شمشير بهادر' 'نظام الدوله' وغيره ۽ تخلص شاعرن جو، جيئن ته 'سعدي'، 'حافظ'.

'جامد' کان پوءِ لفظ يا اسم جو ٻيو قسم آهي 'مصدر' جنهن مان ٻيا ڪي لفظ يا انهن جون صورتون نڪرن. مصدر جا ٻه قسم آهن: هڪڙو مصدر 'حقيقي يا وضعي' جا حقيقت ڪري فعل آهي ۽ جنهن جي نشاني سنڌيءَ ۾ 'ڻ' آهي. جيئن ته ڪرڻ، چوڻ. ٻيو قسم مصدر 'جعلي' جا اصل سنڌيءَ ٻوليءَ جي ناهي، مگر پارسيءَ يا عربيءَ يا ڪنهن ٻي ٻوليءَ جي لفظ پٺيان 'ڻ' يا ڪو ٻيو فعل وجهي مصدر بنائجي ٿي، جيئن ته 'طلبڻ'، 'خوش ڪرڻ'، 'دشمن ٿيڻ'، 'طعنو هڻڻ'. ٽيو قسم مصدر 'ترڪيبي' آهي جا معنيٰ ۾ مصدر آهي مگر نشاني 'ڻ' نه اٿس، ۽ جنهن مان ڪي به ٻيا صيغا نڪري نه سگهن، انهيءَ کي 'حاصل بالمصدر' به چوندا آهن. ۽ اگرچ معنيٰ ۾ مصدر آهي ته به صورت ۾ اسم ذات وانگي ڏسجي ٿي. انهيءَ جون ٻه گهڻيون نشانيون آهن. جيئن ته 'ٽي' مثلاً ڪرٽي، پرٽي، چوٽي. ۽ پارسي نشانين وارا لفظ جي سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا، جيئن ته 'ش': آزمائش، فهمائش، خواهش، 'آر': گفتار، رفتار، ديدار. 'گي': شرمندگي، زندگي، آسودگي. ٻه پارسي

---

(۱) ڇوٽي يا لاڏ جي نالي کي عَلَم چوندا آهن.
(۲) ڪنيت عربن ۾ اولاد جي پٺيان نالي ڏيڻ کي چون.

امر يا ماضيءَ ون وغيره گڏيل: جيئن تہ جوش، خروش، آمدرفت، دادستد (١)، گفتگو، زدڪوب (٢). 'ه': خنده، گريہ، جو سنڌيءَ ۾ اڪثر 'ه' کي 'و' سان ڦيرائيندا آهن جيئن تہ خندو ۽ گريو. سنڌيءَ ۾ اهڙا لفظ اڪثر اسم ذات شمار ڪندا آهن.

مصدر کان پوءِ لفظ يا اسم جو ٽيون قسم آهي. مشتق اسم آهي آهن جي مصدرن مان نڪتل هجن، ۽ پنهنجي پوري معنيٰ رکندا هجن. انهن جون پنج صورتون آهن جي صرف ۾ ڪم اچن ٿيون. 'اسم فاعل'، 'اسم مفعول'، 'اسم آلہ'، 'اسم حاليہ' ۽ 'اسم تصغير'.

"اسم فاعل" آهي ڪم ڪندڙ. اهو حقيقي بہ آهي ۽ ترڪيبي بہ آهي. حقيقي اسم فاعل جي نشاني آهي 'يندڙ' پڇاڙيءَ ۾، جيئن تہ ماريندڙ، ڪندڙ. پارسي نشاني 'نده' وارا بہ سنڌيءَ ۾ ڪم ايندا آهن، جيئن تہ ڪارنده، سازنده، جوئنده، يا بنده. ترڪيبي اسم فاعل ٻين نشانين سان جڙيل آهن، جن جو اشارو حرفن ۾ آيو آهي. جيئن تہ 'آزمودگار'، 'شيشگر'، 'دولتمند'، 'نامور'، 'خوفناڪ'، 'نگهبان'. انهن کان سواءِ عربي صورتن جا اسم فاعل بہ سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا، جيئن تہ 'جاهل'، 'عامل'، 'عابد'، 'زاهد'، 'فقير'، 'لطيف'، 'ممتحن'، 'متصرف'، 'منحصر' وغيره.

"اسم مفعول" اهو اسم آهي جنهن تي ڪو ڪم ٿيو هجي ۽ انهيءَ جي نشاني آهي 'ويل' پڇاڙيءَ ۾، جئن تہ ماريو ماريل، وڍيو وڍيل. اسم فاعل وانگي پارسي ۽ عربي صورت جا مفعول بہ سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا، جيئن تہ گفتہ، فرموده، ديده، آزموده، دانستہ، اڪثر 'ه' بدلجي 'و' ٿئي ٿي، جئن تہ گفتو، فرمودو، وغيره. عربي مثال هي آهن: محبوب، مضبوط، مشهور، محڪم، وغيره.

"اسم آلہ" ڪنهن بہ اوزار جي نالي کي چوندا آهن، ۽ هو اڪثر ٻين لفظن يا نشانين سان گڏجي ڪم ايندو آهي، ۽ اڪثر عربي صورت ۾ بہ ڪم ايندو آهي، جتي ان جي نشاني شروع ۾ 'م' آهي، جئن تہ 'بادگير' 'بادزن' يعني پکو. 'مسطر' (٣)، 'مفتاح' يعني ڪنجي، 'مقراض' يعني قينچي، 'مقياس الحرارت'، يعني ٿرماميٽر، 'مضراب'، جنهن سان ستار يا ٻيو تارن وارو ساز وڄائيندا آهن.

"اسم حاليہ" آها فعل جي صورت آهي، جنهن ۾ فاعل نسبت ۾ معلوم ٿئي، تہ هو ڪو ڪندو رهي ۽ انهيءَ جي صورت 'مستقبل' جهڙي آهي، جيئن تہ هو

---

(١) ڏي وٺ، ڏيتي ليتي.

(٢) مار ڪُٽ.

(٣) رول يا پٽي، جا رکي سڌيون سٽون ڪڍجن.

**هوا** ڪاڏينڊو هيڏي آيو. ۽ پارسيءَ ۾ نشاني 'ان' اٿس جيئن ته خندان، گويان، شادان، شايان.

**"اسم تصغير"** ڪنهن اسم جي ننڍڙائي يا ضعيفائي ٿو ڏيکاري. سنڌيءَ ۾ **اڙ** جي نشاني "ڙو ۽ ڙي" آهي جيئن ته ڏرو- ڏرڙو، ٻار- ٻارڙو، ڪتاب- ڪتابڙي. پارسيءَ ۾ ڪ ۽ چ نشاني اٿس، جا ڪن ٿورن سنڌي لفظن ۾ به ڪم اچي ٿي، جيئن ته "ڍولڪ" جو اصل دهل هو يعني ننڍڙو دهل. ۽ باغيچو يعني "ننڍڙو باغ" خونچو يعني (١) "ننڍڙو خوان"، سنڌيءَ ۾ مونث به صغيريءَ جي معنيٰ ڏيندي آهي جيئن گهنڊ- گهنڊي، منجو- منجي، صندل- صندلي.

اهي مٿيان جيڪي مشتق ڏنا ويا آهن، سي اسم جون صورتون آهن، مگر فعلن جون سڀ صورتون ۽ سڀ صيغا جي سدا مصدر مان يا ڪن ٻين صورتن مان جڙن ٿا، سي سڀ مشتق آهن.

مٿين بيان مان معلوم ٿيندو ته حرفن يا اکرن مان لفظ ڪيئن ٿا جڙن، اهي ڪهڙي قسم جا ٿا ٿين، ۽ ڪهڙيون صورتون ٿا وٺن. آسانيءَ سان انهن جي رستي سمجهڻ لاءِ، ياد رکڻ گهرجي ته ڪنهن به لفظ جي اوائل واريءَ ساديءَ ۽ سليس ۾ صورت کي "اصل" ٿا چون، يعني "پاڙ" يا "بنياد"، جو عربيءَ ۾ اڪثر ٽن حرفن وارو ٿئي ٿو- جنهن کي "فعل" يعني "ف-ع-ل" چون ٿا ۽ وزن به اهو اٿس- پر سنڌيءَ ۾ لفظ ۾ به زياده حرف ٿين ٿا. انهيءَ 'اصل' يا بنيادي لفظ مان ٻيا لفظ ٿا جڙن. انهيءَ جا ٻه رستا آهن: هڪڙو ٻئي لفظ ملائڻ سان، جنهن کي "مرڪب لفظ" ٿا چون- جيئن ته 'سنگدل'، ۽ ٻيو انهيءَ ۾ ڦيرگهير ڪرڻ سان- جيئن ته 'ڪاڙهڻ' مان 'ڪاڙهو' يا 'ڪاڙهي'، جنهن کي 'مشتق' ٿا چون. هن ٻوئين قسم جي لفظن جوڙڻ جا به ٻه رستا آهن: هڪڙو 'اصل' لفظ ۾ ڪجهه ڦيرگهير ڪرڻ سان، جيئن مٿي مثال ڏنو ويو، ۽ ٻيو انهن سان ڪنهن اکر يا نشانيءَ، اڳيان يا پٺيان، ملائڻ سان- جئن ته 'پالڻهار'، 'املهه'. پهرئين کي "مشتق اصلي" چئبو، ۽ ٻوئين کي "مشتق اضافي". انهن مشتقن ۽ مرڪبن جا مثال مٿي اچي ويا آهن، جن مان انهن جي علحدگي بناوت معلوم ٿئي ٿي. جيڪي عربي مشتق سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا، تن جي سهي ڪرڻ يا جوڙڻ ۾ اڪثر مشڪلات ٿئي ٿي، مگر جيئن عربيءَ ۾ اصل يا بنياد لاءِ ٽن حرفن واري فعل کي وزن مقرر ڪيو ويو آهي، تيئن سڀني اصلي مشتقن لاءِ به وزن مقرر ڪيل آهن، جن ۾ ٺهرايل اکر انهي 'ف' 'ع' ۽ 'ل' سان اڳيان يا پٺيان يا وچ ۾ گڏجن ٿا. اهي ياد رکي ڇڏڻ گهرجن. مثلاً اصل لفظ ٿيو "فعل"، جنهن جي معنيٰ آهي 'ڪم' يا 'ڪم ڪرڻ'، ته 'ڪم ڪندڙ' جو وزن ٿيو 'فاعل'، (ف ۽ ع جي وچ ۾ الف وجهڻ)، ۽ 'ڪم ڪيل' جو وزن ٿيو

---

(١) پارسيءَ ۾ "خوان" چون "خولچي" کي.

'مفعول' (يعني 'م' شروع ۾ 'ف' جي اڳيان، ۽ 'و'، ع ۽ ل جي وچ ۾). مثلاً، اصل لفظ ٿيو "عرف"، جو فعل جي وزن تي آهي، ۽ معنيٰ اٿس سڃاڻ: انهيءَ مان 'سڃاڻندڙ' ٿيندو 'عارف' ۽ 'سڃاتل' ٿيندو 'معروف'. انهي طرح ظرف جو وزن آهي 'مَفعل' يعني م، ف، ع اڳيان ۽ "عرف" مان ٿيندو 'مَعرف' يعني 'سڃاڻ' جو هنڌ، ۽ اسم 'آلہ' يا اوزار جو وزن آهي، مِفعل يعني م-ف جي اڳيان ۽ 'عرف' مان ٿيندو 'مِعرف' يعني 'سڃاڻ جو اوزار'. ۽ "صفت تفضيل" جو وزن آهي 'اَفعل' يعني آ، ف جي اڳيان ۽ 'عرف' مان ٿيندو 'آعرف' يعني 'زياده سڃاڻو'. وري 'ظرف' جي جمع جو وزن آهي 'مفاعل' يعني ف جي پٺيان. الف ۽ عرف مان ٿيندو 'معارف' ۽ 'اسم آلہ' جي جمع جو وزن آهي 'مفاعيل' يعني 'ع ۽ ل جي وچ ۾ ي' ۽ 'عرف' مان ٿيندو 'معاريف'. ۽ مؤنث جو وزن ٿيندو 'فُعلَيٰ' يعني ل جي پٺيان يٰ ۽ عرف مان ٿيندو "عُرفيٰ".

انهيءَ طرح سڀني صورتن ۽ صيغن جا وزن آهن. مگر اهو مٿيون ذڪر ٽِه حرفي' فعلن يا لفظ جو، جن کي "ثلاثي" ٿا چون يا "ثلاثي مجرد". انهن ۾ ڪي حرف زائد پون ٿا، ته پوءِ انهن کي "ثلاثي مزيد فيہ" چون ٿا. جيئن 'اِستفعل' جتي اِست، ف جي اڳيان آيو آهي. پر ڪي 'چهار حرفي' "اصلي فعل" به آهن، جن کي "رباعي" ٿا چون ۽ آنهن ۾ حرف زائد پوڻ ڪري "رباعي مزيد فيہ" ٿين ٿا. انهن جا به مٿين وانگي وزن ٺهرايل آهن. انهن جو مفصل بيان عربيءَ صرف نحو مان تعلق رکي ٿو. هتي رڳو اصول ٻڌايو ويو آهي ۽ نمونو ڏنو ويو آهي، گهڻو ڪري سڀ عربيءَ لفظ، جي سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا، سي انهيءَ نموني جا آهن ۽ انهيءَ طرح نڪتا آهن.

گڏيل لفظن جي بيان ڏيندي ٻڌائڻ گهرجي ته سنڌيءَ ڪيترائي مرڪب لفظ آهن، خاص 'فعل يا مصدرون' جن جي معنيٰ رواج ۾ لاهي، اگرچ هر هڪ گڏيل لفظ جي معنيٰ ٻي ٻي آهي. انهيءَ گڏيل معنيٰ کي "اصطلاحي معنيٰ" ٿو چئجي، ۽ اهن گڏيلن لفظن يا فقرن کي "سنڌي اصطلاح" ٿو چئجي. انهن جو ڄاڻڻ نهايت ضروري آهي ۽ انهي مان ڪي اهڙا مشڪل آهن، جو مادري زبان وارن کي به نه ايندا هوندا. تنهنڪري چڱي مضمون نويسيءَ جي لاءِ انهن جو ڄاڻڻ بلڪل ضروري آهي. ڪي اهڙا ٿورا اصطلاح مصدرن جي صورت ۾ مختصر معنيٰ سميت هيٺ ڏجن ٿا. پڙهندڙن کي گهرجي ته آهي جملن ۾ ڪم آڻي ڏيکارين، جو اها به هڪڙي عمدي مشق آهي.

**مثال:** آپ ڏارڻ يا آپ ڦاڙڻ=ٻڪاڪون هڻڻ. آئي مان وار ڪڍڻ=پورو انصاف ڪرڻ. آئي ۾ لوڻ هجڻ=تمام ٿوري انداز ۾ هجڻ. آڪ ڪارا ڪرڻ=

موچهرو ڪونہ ڪرڻ. اک ڀڃڻ=اک سان اشارو ڏيڻ. اک ڏيکارڻ=فهمايش ڪرڻ. اک لڳڻ=ننڊ اچي وڃڻ. اک نہ ٻڌڻ=خيال ئي ۾ نہ آڻڻ. باز اچڻ=پشيمان ٿيڻ. ٻڪ ڀاهہ ٿيڻ=تمام گهڻو ڪاوڙجڻ. ٻر ٻڌڻ=ڪوڙ ٻڌائي ٺڳڻ. ٻاڦ نہ ڪڍڻ=ڳجهہ ظاهر نہ ڪرڻ. ٻارُڻ ٻارڻ=فساد وجهائڻ. ٻهرن ڪان ٻير گهرڻ=ناشدني خواهش ڪرڻ. ٻيئي هٿ مکڻ=هر طرح فائدو ٿيڻ. ٻوڙو ٻارڻ=تهمت ڪرڻ. ٻهڪي مچڻ=اوچتو گهڻو فائدو ٿيڻ. ٻن ٻيرڻ=نقصان سهڻ ۽ ڇٽي پوڻ. ٻيچ ٻڄڻ=فجر ٿيڻ. ٽڏو يا ٽڏو ڪڍائڻ=ٻار ٻچي ڪڍي ڇڏڻ. ٽڙين ٻر ٻوڻ=غريب ۽ ضعيف ٿيڻ. تنگ چٻائڻ=چٽڪڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ. ٽورو لائق=مهرباني ڪرڻ. ٽڪ مان ور لاهڻ=سيکت ڏيڻ. ٽوٽا چٻائڻ=تڪليف ڏيڻ. ٽاڻ مارڻ=نفس تي غالب پوڻ. ٽاٽي ڏيڻ=انجام ٽارڻ. ٽاٽي والوڙڻ=اجايو ڪر ڪرڻ. ٽير ڪڍي ٽيهڻ=مطلق انڪار ڪرڻ. ٽلو ڏيڻ يا وٺڻ=بدلو وٺڻ يا وهنوار ۾ برابر رهڻ. ٽڪر ٽاڙهڻ=چغلي هڻڻ، فساد مچائڻ. جڪ مارڻ=اجائي بڪ ڪرڻ. چاندي ٿيڻ=گهڻو فائدو ٿيڻ. چيٽ پوڻ=چڙڻ. چنچري لاهڻ=مار ڏيڻ. چيٽا پورڻ=چونڪ ڏئي معاملو ڪرائڻ. دال ڳرڻ=پڄي سگهڻ. دل جهلڻ=همت ڪرڻ. دل ۾ ٿيڻ=ڏک ۾ ارمان ڪرڻ. دل هڻڻ=ڳنڍيون ڪائڻ. دم جهلڻ=ماٺ ڪرڻ، مان رکڻ. دم ڏيڻ=مرڻ. ڏڏر ۾ پير هڻڻ=اصل انڪار ڪرڻ. ڏاند ڏهڻ=ڪنجوسي ڪرڻ ڏکي ٻڌڻ=تڪليفون سهڻ ۽ ڪشالا ڪڍڻ. ڏندڻ پوڻ=بيهوش ٿيڻ. ڏيپ چمڻ=گهڻو وقت سيڙجڻ. ڊوري هڻڻ=ٿلهو ٿيڻ. سوڪ ماني پچائڻ=خوب سيکت ڏيڻ. ڪپڙن مان ڪڍڻ=بيزار ڪرڻ. ڪک وجهڻ=لڪائڻ. ڪن ڏيڻ=لڪي ٻڌڻ. ڪن ڀرڻ=چغليون هڻڻ. ڪن ڪائڻ=گهڻي بڪ ڪري بيزار ڪرڻ. ڪنگ رڙڻ=سچ ٿيڻ. ڪوُ ڪائڻ=ڊڄڻ. ڳن ڏيڻ=مٺا مونا هڻڻ. گهوڙا پوڻ=ڦرجڻ. مٺا هڻڻ=ڪوشش ڪرڻ. منهن ڪوڙو ڪرڻ=رنج ڏيکارڻ. نڪ وڍيو هڻڻ=بيشرم ٿيڻ. وات ڪرڻ=بڪ ڪرڻ. وات ۾ مڱ وجهڻ=چُپ ڪرڻ هام ٻرڻ=ڏمو ڪٽڻ. هٿ پير لهڻ=ويامڻ. هٿ ڌوئڻ=نااميد ٿيڻ. هڏ ڪڙڪڻ=رحم پوڻ.

## سوال باب ٻئي جا

'مفرد' ۽ 'مرڪب' ڪلمہ ۽ 'ڪلام ڪامل' ۽ 'ڪلام ناقص' ڇا کي ٿا چون؟ 'مرڪب مقيد' ۽ 'مرڪب غير مقيد' جو مطلب سمجهايو ۽ انهن جا مثال ڏيو. 'ترڪيب' ڇا کي چوندا آهن ۽ انهيءَ جا ڪهڙا قسم آهن. 'ترڪيب توصيفي'، 'اضافي' 'تعدادي' ۽ 'امتزاجي'، هر هڪ جي بناوت جون جدا جدا صورتون ٻڌايو ۽ مثال ڏيو. صفت 'مرڪب' ڇا کي ٿا چون؟ انهيءَ جا مثال ڏيو. 'مضاف' ۽ 'مضاف اليہ' ڇا کي ٿا چون؟ ۽ 'موصوف' صفت ڇا کي ٿا چون؟ 'تشبيهہ' ۾ ڪهڙيون ڳالهيون

۽ انهن جا نالا ڇا آهن؟ مثال ڏيو. 'اشاره' ۽ 'مشاراليه' جو مطلب سمجهايو. 'معطوف' ۽ 'معطوف اليه' جي معنيٰ سمجهائي مثال ڏيو. 'شرط' ۽ 'مشروط' يا 'جزا' ڇا کي ٿا چون؟ 'استثنا' ۽ 'مستثنيٰ منه' جي سمجهاڻي ۽ مثال ڏيو. 'ظرف' ۽ 'مظروف' ڇا کي ٿا چون؟ مثال ڏيو. 'موجود' ۽ 'محذوف' لفظن جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ هر هڪ جا مثال ڏيو. 'جامد'، 'مصدر' ۽ 'مشتق' اسمن يا لفظن جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ انهن جا مثال ڏيو. 'جامد' جا ڪهڙا قسم آهن؟ 'معرفه' ۽ 'نڪره' جي وچ ۾ ڪهڙو 'معرفه' جا ڪهڙا قسم آهن؟ 'علم' ۽ 'عرف' جا مثال ڏيو. مصدر 'وضعي' ۽ 'جعلي' ۽ 'ترڪيبي' جا مثال ڏيو ۽ انهن جو مطلب سمجهايو. 'حاصل بالمصدر' ڇا کي ٿا چون؟ اسم 'مشتق' جون ڪهڙيون علحديون علحديون صورتون آهن؟ هر هڪ جي بناوت سنڌيءَ ۽ پارسيءَ جي دستور موجب ٻڌايو ۽ مثال ڏيو جي سنڌيءَ ۾ مستعمل آهن. اسم 'آلہ' ۽ اسم 'تصغير' ڇا کي ٿا چون؟ 'مشتق' فعل ڇا آهن؟ مثال ڏيو. 'اشتقاق' جو ڪهڙو بنياد آهي، خاص عربيءَ ۾؟ 'مشتق اصلي' ۽ 'مشتق اضافي' ڇا کي ٿا چون؟ مثال ڏيو. 'ثلاثي' ۽ 'رباعي' ۽ 'مجرد' ۽ 'مزيدفيه' ڇا کي ٿا چون؟ مثال ڏيو. سنڌي اصطلاح ڇا کي ٿا چون؟ انهن جا ڪي مثال ڏيو.

**اشارو:** مٿين سوالن جا جواب مٿين باب ۾ لکيل مضمون پڙهڻ سان ڏئي ٿا سگهن.

## مشقون

(١) هيٺين مرڪب لفظن جي بناوت ۾ ڪهڙي ڪهڙي ترڪيب ڪم آئي آهي، انهيءَ جو نالو ٻڌايو ۽ انهيءَ ۾ ڇا ڏيکاريل آهي؟ 'اڪيلائي'، 'آرام طلب'، 'آڪاس منڊل'، 'اڪال پنکو'، 'اک چنڀ'، 'اڳواڻ'، 'تاجپوشي'، 'چرخشماري'، 'دلباز'، 'دسترس'، 'صورت وند'، 'ڳنڍي چوڙ'، 'مستيءَ جي هوا'، 'شراب جي مستي'، 'مينهن جو پاڻي'، 'زماني جا رنگ'، 'اڪنڊو'، 'ٽرقمي'، 'ٻه پهري'، 'ڏهيسر'، 'نوانوي'، 'هزار داستان' ۽ 'ڪهربا'.

(٢) هيٺين شاهه جي بيت وارين سٽن ۾ ٻڌايو ته ڪهڙا لفظ 'اظافت' وارا آهن ۽ ڪهڙا 'تشبيهه' وارا، ڪهڙا 'صفت' وارا ۽ ڪهڙا 'اشاري' وارا، ڪهڙا 'شرط' وارا، ڪهڙا 'ظرف' وارا، ڪهڙا 'عطف' وارا ۽ هر هڪ ۾ ضروري پاڱن يا لفظن جا نالا ڏيو:

"سڄڻ ماڪيءَ هيٺ، ڪڙا ٿين نه ڪڏهين".
"ٻانهيون ۽ ٻايون ٻکي مٿنهن پنهنجي".
"نائي نيڻ نهار ته تو ۾ ڏهرو دوست جو".

”عاشق زهر پياڪ، ورهه پسيو و هسن گهٽو“.
”هو چونس پوڏ، ته جيءَ سٽائي جڳ کي“.
”ڪوڏر ۽ ڪالي، آهي سر سڀ ڪنهين“.
”هي هي هن هڏي، همه ڪي حيران ڪيو“.
”آهيان عيبدار، سڪان ٿي سهاڳ کي“.
”منهن ۾ موسي جهڙو، اندر ۾ ابليس“.
”پڪن منجهه پساهه، قالب آهي ڪوٺ ۾“.

(٣) هيٺين لفظن مان ڪهڙا 'جامد' آهن ۽ ڪهڙا 'مشتق' ۽ ڪهڙا 'مصدر'؟

قلم، ڪافور، پيٽ، ڪتو، جنبڙور، ڪتاب، رسالو، يوسف، پور، الڪندو ماريندڙ، ٺهائڻ، ماتم، خوشي، وڏڻ، مرٽينگ، پنڪار، ترڪڻ بازي.

(٤) هيٺين لفظن مان ڪهڙا 'معرفه' آهن ۽ ڪهڙا 'نڪره'؟

پکي، چهرو، باز، ڪتاب، دلدل، يعقوب، گلستان، راڳ، پيروي، ملڪ، مصر، جواهر، ڪوهنور، تارو، سج ۽ چنڊ.

(٥) هيٺين لفظن مان ڪهڙا 'علم' آهن ۽ ڪهڙا 'عرف'؟

نورالدين جهانگير، جلال الدين اڪبر، ابوالقاسم فردوسي، شمس الدين حافظ مصلح الدين سعدي، شمس العلماء نذير احمد، ام المومنين بيبي زينب، شهنشاهه جارج پنجون قيصر هند.

(٦) هيٺين لفظن ۾ جدا جدا قسمن جون 'مصدرون' چونڊيو ۽ انهن جا نالا ڏيو:

وڃڻ، نڪرڻ، همتائڻ، شورجڻ، ضربڻ، ڪشڻ، ڳهڻ، خرچڻ، مجرا ڏيڻ، شڪجڻ، گمان ڪرڻ، نمائڻ، ڪاشرپٽو، ذارڻ، ڏي وٺ، هلت چلت، آٽ ويهه چوٽي، ڪرٽي، پرٽي، گفتگو، فتحيابي ۽ حڪم هلائڻ.

(٧) هيٺين لفظن مان سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ جيڪي به 'مشتق' لفظ نڪتا هجن، سي ٻڌايو ۽ چئو ته انهن جا 'صرف' موجب ڪهڙا نالا آهن؟

ڪنهرڻ، سڪڻ، ٻڌڻ، ڳولڻ، ڪائڻ، پالڻ، پڄڻ، اچ، سڪ، ڳنڍڻ، ڪائڻ، ستڻ، ميڙڻ، وڙهڻ، ڏسڻ، ڏڻڻ.

(٨) هيٺيان 'مشتق' لفظ ڪهڙي قسم جا آهن سي ٻڌايو؟

رهاڪو باشندو، ڏند ڪوٽي، ڦورو، سوپارو، چيدو، سنجيدو، فهميدو، ڏکندو ماريندي، ايندي، ويندي، اورنڙو، پولڙو، مرٽينگ، ٽريچو، ماڙيچو، هانو لٺل، ڏکويل، ڪهڪايل، وسائل، آزمايل، ڪلتار.

(٩) هيٺيان عربي لفظ جي سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا، تن ۾ اصل وارا بنيادي ٽي حرف ڪهڙا آهن ۽ ڪهڙا اکر زايد سنجهن پيل آهن؟

امتحان، استفهام، معطوفي، متڪلم، استمراري اعتدال، انتظام، معمولي، مقابلو، مجموعو، مضبوط، طالب، مطلوب، متشڪي، حافظ، محفوظ، مختيار، مرحوم، مقابلو، مقاطعو، استعمال، محبوب، استعفا.

(١٠) هيٺين عربي بنيادي لفظن ۾ ڪي حرف زايد وجهي اهڙا لفظ بنايو، جي سنڌيءَ ۾ ڪم ايندا هجن ۽ انهن جي معني ٻڌايو:

صدق، وصف، شهر، وصل، شڪ، جرم، حق، رحم، رَد، شَد، فرق، حصل، عمل، صنف، ڪتب، ڪَلف.

(١١) هيٺين لفظن بابت اوهان ڪي جيڪي سنڌي اصطلاح سجهن سي ٻڌايو ۽ انهن جي معني ڇا آهي؟

اک، هٿ، وات، مٿو، نڪ، ڳالهه، دل، پيٽ، پير، ڪن، سِر، منهن، ڪلهو، وت، پٽ، پالي.

(١٢) هيٺين سنڌي اصطلاحن جي معني ٻڌايو ۽ آهي جملن ۾ ڪم آڻي ڏيکاريو:

ڏينهن جا تارا، ٽنبجي پوڻ، ٽوٽا چٻائڻ، ڪَنڌ ڪرڻ، ڪنڌ تي چڙهڻ، ڪوڙ هڻڻ، لوهه ٿيڻ، لَٽي ميٺي ڪرڻ، ماني ٻچي، ميٺي ڪرڻ، مُنهون سروڻ، مڪو مچڻ، ڪل ٽڙڻ، دلا ڀرڻ، رقم توبري ۾، رندن ۾ رلڻ، پاؤ وڻڻ، پنجئي گيهه ۾.

(١٣) هيٺين لفظن جا 'ضد' لفظ ٻڌايو:

ابتو، ارهو، اصيل، اوير، اولو، سڌاتورو، سُٺيلي، سُٺياتر، سَپوت، ندورو.

(١٤) اهڙا ڪي سنڌي لفظ ٻڌايو جي اڪثر 'جمع' جي صورت ۾ ڪم ايندا آهن، ۽ انهن مان ڪي اصل 'جمع' آهن پر 'واحد' وانگي ڪم ايندا آهن.

(١٥) اهڙا ڪي سنڌي لفظ ڏيو جي اڪثر گڏ ايندا آهن، ۽ گهڻن ۾ هڪڙو 'واحد' ۽ ٻيو 'جمع' هوندو آهي.

(١٦) اهڙا ڪي سنڌي لفظ ڏيو، جي 'آواز' مان ورتل آهن.

(١٧) اهڙا ڪي سنڌي لفظ ڏيو جي صورت ۾ 'مصدر' آهن مگر آهن پيا 'اسم' وغيره.

هيٺين لفظن جي معنائن جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟

صفو ۽ صفحو، ڳالهه ۽ ڳالهيون، جتي ٻه وجهه ۽ ٻه جتيءَ ۾ وجهڻ، سلامت ۽ سلامتي، سوچي ۽ سوچي، شوم ۽ بخيل، ساڻي ۽ مهاڻو، نقطو ۽ نڪتو.

# ضميمو

## ٻئي باب جي مشقن جا جواب

١- هيٺين لفظن ۾ ترڪيب اضافي ڪم آيل آهي، يعني ملڪيت يا واسطو ڏيکاريل آهي: مستيءَ جي هوا، شراب جي مستي، مينهن جو پاڻي، زماني جا رنگ، آڪاش منڊل، اڪال پنگو، آبڪلاني، چرخ شماري، تاج پوشي.

هيٺين ۾ ترڪيب 'تعدادي' ڪم آيل آهي: اڪنڊو، ٽرقمي، ٻه پهري، ڏهيسر، نوانوي، هزار داستان جو انهن ۾ ڳاڻيٽو ڏيکاريل آهي.

هيٺين ۾ ترڪيب امتزاجي يا اصطلاحي آهي: دسترس ١، اک چنپ، ڪهربا ٢. جا لاءِ جو هرهڪ مفرد لفظ جي جدا جدا معني آهي، مگر ٻنهي لفظن جي معني اصطلاحي يا خاص آهي. هٿ ٻهچ يعني طاقت يا پهچندي. اک چنپڻ جيترو وقت يعني لحظو يا لمحو ۽ ڪک ڇڪي وٺندڙ يعني ڪهربا.

هيٺين ۾ ترڪيب 'توصيفي' يا صفت 'مرڪب' آهن، جو ٻئي لفظ اسم يا صفت آهن، يا فاعليت، 'صفت' ۽ 'ظرفيت' جي معني ٿا ڏيکارين. آرام طلب، صورت و ند، ڳنڍي چوڙ، اڳواڻ، دولباز.

٢- سچڻ ماڪيءَ ميٺ: هن ۾ سچڻ 'موصوف' ۽ ماڪيءَ ميٺ، 'صفت' آهي. هن ۾ 'تشبيهه' به ڪم آيل جي ٿي سگهجي يعني ماڪيءَ جهڙو.

ٻانهيون ۽ ٻايون: هي ٻئي 'معطوف' آهن جو انهن جي وچ ۾ ۽ حرف 'عطف' آيو آهي. يا پهريون 'معطوف' آهي ۽ ٻيو 'معطوف اليه'.

تو ۾ ديرو دوست جو: هن ۾ ديرو 'مظروف' آهي، ۽ تو خود 'ظرف' آهي ۽ ۾ حرف 'ظرف' آهي. ۽ ساڳي ۾ ديرو 'مضاف' آهي، ۽ دوست 'مضاف اليه' آهي، جو حرف 'اضافت'.

عاشق زهر پياڪ، هتي عاشق 'موصوف' ۽ زهر پياڪ 'صفت' آهي.

هو چوٽس ٻوڏ: هن ۾ جي يا جيڪڏهين يا جيتوڻي منڍ ۾ لڪل آهي، جو حرف شرط آهي. پهريون جملو شرط آهي ۽ ٻيو "مشروط" يا جزا يعني نتيجو.

---

١. يعني هٿ ٻهچ، طاقت.

٢. ٻيلي ٻڙ جهڙي شيءِ جا ڪک ڇڪيندي آهي.

ڪوڏر ۽ ڪاني: پهريون ”معطوف“ ۽ ٻيو ’معطوف اليہ‘ ۽ وچ ۾ حرف ’عطف‘ آهي.

هن هڏي: هتي هن حرف اشارو آهي، ۽ هڏي ’مشاراليہ‘ آهي.

آهيان عيبدار: هتي ۾ عيبدار صفت، آءٌ ڳجهو موصوف آهي.

”منهن ۾ موسيٰ جهڙو اندر ۾ ابليس“.

هتي موسيٰ ۽ ابليس ’مشبہ بہ‘ آهن ۽ هو ماڻهو ڳجهو ’مشبہ‘ آهي، جهڙو حرف ’تشبيہ‘ آهي، ۽ وجہ ”تشبيہ“ جا منهن ۽ اندر مان ٿي نڪري، يعني ظاهري ۽ باطني صورت مان، سا آهي نيڪ نيتي ۽ بدنيتي.

”پڪين منجهہ پساهہ ۽ قالب آهي ڪوٺ ۾“.

هتي پڪا ۽ ڪوٺ ظرف آهن ۽ پساهہ ۽ قالب آهن ’مظروف‘ ۽ منجهہ ۽ ۾ آهن حرف ’ظرف‘.

۳- هيٺيان لفظ ’جامد‘ آهن: ڪافور، ٻيٽ، جنبور، يوسف، ڊور، ماتم، خوشي.

هيٺيان ’مشتق‘ آهن: الڪنلو، مارينڊڙ، مرٽينگ، پلڪار، ترڪڻ بازي.

هيٺيان ’مصدر‘ آهن: مٽائڻ، وڏڻ.

۴- هيٺيان لفظ ’نڪره‘ آهن: پکي، ڪتاب، راڳ، ملڪ، جواهر، تارو، هيٺيان معرفہ آهن: چپرو، باز، دلدل، يعقوب، گلستان، پيروي، مصر، ڪوهہ نور، سچ، چنڊ.

۵- هيٺيان لفظ ’علَم‘ آهن: نورالدين، جلال الدين، شمس الدين، مصلح الدين، نذير احمد، بيبي زينب، جارج پنجون.

هيٺيان ’عرف‘ آهن: جهانگير، اڪبر، ابوالقاسم، فردوسي، حافظ، سعدي، شمس العلماءَ، اُم المومنين، شهنشاهہ ۽ قيصر هند.

هيٺيان مصدر ’وصفي‘ يا ’حقيقي‘ آهن: ويڻ، نڪرڻ ڳهڻ.

۶- هيٺيان مصدر ’جعلي‘ آهن: همتائڻ، شورجڻ، ضربڻ، ڪشڻ، مجرا ڏيڻ، شڪجڻ، گمان ڪرڻ، حڪم هلائڻ.

هيٺيان ’مصدر‘ ترڪيبي يا ’حاصل با المصدر آهن: ڪانڊ پٽو، گذارش، ڏي وٺ، هلت چلت، اٿ ويهہ، چوٽي، ڪرٽي، پرٽي، گفتگو، فتحيابي.

۷- گهرڻ مان: گهر، گهرج، گهرندڙ، گهربل، گهريل، گهورو گهورو.

سِکڻ مان: سکندڙ، سيکڙائو، سيکائتو، سيکارڻ، سيکٽو، سيک، سک، سکائي: سکي.

پلڻ مان: پلجندڙ، پولو، پل، پلڪار، پليل، پلائڻ، پلائيندڙ، پلائيتو، پلالو، پلجڻ، پلناسو.

گهولڻ مان: گهوليندڙ، گهوليو، گهولو، گهولائو، گهولا، گهولپ، گهورڻ، گهورو.

ڪاڙهڻ مان: ڪاڙهو، ڪاڄ، ڪانو، ڪاڙهيندڙ، ڪاڙهل، ڪاڙهو، ڪاڇرو، ڪاڇو، ڪاڙهي، ڪائٺي، ڪايارو.

پالڻ مان: پالڻهار، پاليندڙ، پاليل، پالڪ، پالٺا، پالٺو، پلجڻ.

پچڻ مان: پچ، پچا، پچندڙ، پچ پاچ، پچا ڳاچا، پچاٺو، پچائڻ، پچپچو.

لڇ مان: لڇاڙو، لڇوال، لڇي، لڇا، لڇائتو، لڇوند، لڇهڙو.

سڪ مان: سڪندر، سڪڙائو، سڪيلڙو، سڪايل، سڪٺو، سڪائتو.

ڳنڍڻ مان: ڳنڍ، ڳنڍيندڙ، ڳنڍي ڇوڙ، ڳانڍو، ڳنڍ سنڍ، ڳنڍائي، ڳنڍيٺي، ڳنڍو، ڳنڍيري، ڳنڍيل.

مٽڻ مان: مٽ سٽ، مٽا سٽا، مٽڻ، مٽيندڙ، مٽائڻ، مٽيل، مٽا، مٽ، مٽجڻ.

ميڙڻ مان: ميڙي، ميڙائو، ميڙيل، ميڙو، ميڙاڪو، ميلو، ميڙائي.

وڙهڻ مان: ويڙهه، ويڙهو، وڙهندڙ، ويڙهاڪ، ويڙهائڻ.

ڏسڻ مان: ڏيک، ڏيکارڻ، ڏيکاءُ، ڏسندو، ڏسجڻ، ڏسٺو واسٺو، ڏسڻ، ڏيکارو، ڏيکاري، ڏيکائتو، ڏيکڻ، ڏيکي، ڏيکدار.

ڏوهڻ مان: ڏوپ، ڏوتل، ڏهيندڙ، ڏوهي، ڏوتو، ڏوهڻ، ڏهارڻ، ڏهارٺي، ڏوهڻ.

٨- اسم فاعل حقيقي: باشندو، رهاڪو، ڦورو، ڏڪندو.

اسم فاعل ترڪيبي: سوڀارو، ٽريچو، ماڙيچو، ڪلتار، مرڻيڪ.

اسم مفعول: چيدو، سنجيدو، فهميدو، هانو ٽٽل، ڏڪويل، ڪهڪايل، وساڻل، آزمايل.

اسم حاليه: ماريندي، ايندي، ويندي.

اسم تصغير: نوريٽڙو، پولڙو.

اسم آلہ: ڏند ڪوٽيٺي.

٩- هيٺيان ٽي حرف اصلي آهن، ٻيا سڀ زائد آهن: محن، فهم، عطف، ڪلم، مس، عدل، نظم، عمل، قبل، جمع، ضبط، طالب، طلب، شڪ، حافظ، حفظ، خير، رحم، قبل، قطع، عمل، حب، عفو.

جنهن حرف تي شد آهي اهڙا ٻه اکر شمار ڪرڻ گهرجن.

١٠- صدق مان: صادق، تصديق، صديق، صداقت.

وصف مان: صفت، موصوف اوصاف، توصيف.

شهر مان: اشتهار، مشتهر، شهرت، مشهور.

وصل مان: واصل، وصال، موصل، صلح، متصل.

شڪ مان: شڪي، مشڪوڪ، متشڪي، شڪجڻ ۽ لاشڪ.
جرم مان (١): مجرم ۽ جريمانو.
حق مان: مستحق، حقدار، حقوق، حقيقت ۽ حقيقي.
رجم مان (٢): ترجمو، ترجمان، مترجم ۽ رجم.
رد مان (٣): ردي، مردود ۽ ترديد.
شد مان (٤): شدت، شديد، آشد، تشديد.
فرق مان: فراق، مفارقت، فريقو، فرقو، تفريق.
عمل مان: عامل، معمول، معمولي، عملو، معاملو، استعمال، مستعمل ۽ تعميل.
صنف مان: تصنيف ۽ مصنف.
ڪتب مان: ڪتاب، ڪاتب، مڪتوب، ڪتابت، ڪتاب ۽ ڪُتابي.
ڪلف مان (٥): تڪليف، مڪلف، ڪُلف.

١١- اک اٽڻ، اک ڏيکارڻ، اک ڇڄڻ، اک لڳڻ، اک ميري ڪرڻ (٦).

هٿ اٽڪائڻ: هٿوراڙيون ڏيڻ، هٿ ٻڌڻ، هٿ ٽنگڻ، هٿ پڇندي، هٿ حس، هٿ جوڙڻ، هٿ ڏس، هٿ چوهو (٧)، هٿڙي ڏيڻ، هٿ ناڻي، هٿ ڳنڍڻ، هٿ هڻڻ ۽ هٿين پوڻ.

وات ڦاڙڻ: وات جا پلاهه ڪائڻ (٨)، واتراڊو، وات ڪرڻ، واتوڻو، واتي ويٺي، وات وجهڻ، وات وڪيل ۽ واتر

مٿو هڻڻ: مٿو ڦيڻ، مٿا مونا هڻڻ (٩)، مٿو ڪائڻ، مٿو ڪپائڻ، مٿي ميرو (١٠)، مٿا ميڙ، مٿا ڪُٽ. مٿي جو سور.

نڪ وڍڻ: نڪ وڍيو، نچڪٽو (١١)، نڪ هيري، نڪ توبهه، نڪ ڪيسي، نڪ ڪٽيو (١٢)، نڪو.

ڳالهه ڪٽڻ: ڳالهه ڳٽڻ، ڳالهائڻ، ڳالهه ٻولهه، ڳالهڙ، ڳالهوڙو ۽ ڳالهيٺو.
دل هڻڻ: دل ڇڄڻ، دل تي رکڻ، دل پرچڻ، دل ڪچي ٿيڻ، دل لڳڻ، دل لڳي، دل ٿيڻ، دلبر، دلبري، دل تنگ، دل جاهه، دلچسپ، دلدار، دلسوز، دلگير، دل هول، دليون ٻجائيون، دل پاڪ (١٣)، ٻه دلو.

پيٽ پالڻ: پيٽ رهڻ، پيٽ سان ٿيڻ، پيٽ ڪيرائڻ، پيٽارجڻ (١٤)، پيٽاچڻ (١٥)، پيٽير، پيٽارو، پيٽوڙي، پيٽي، پيٽو (١٦).

---

(١) گناهه، (٢) اڇلائڻ، ٿهر هڻڻ، (٣) موٽائڻ، (٤) سخت ٿيڻ، (٥) ڏک ڏيڻ، (٦) بد نظر ڪرڻ، (٧) چوري ڪندڙ. (٨) اجائي ٻٽاڪ هڻڻ، (٩) ڪوشش ڪرڻ، (١٠) ٻليد، (١١) جنهن اوزار سان حجام نڪ مان وار چونڊيندا آهن، (١٢) بيشرم، (١٣) دعا جا سيني تي ٻڌلدا آهن، (١٤) دوا جو پيٽ ۾ اثر نه ڪرڻ، (١٥) دست ٿيڻ، (١٦) ٽاچي جو ضد.

پير ڀرڻ: پير ڪٽڻ، هٿ پير لهڻ (١)، پير پير ۾ پير ڪيڻ، پير وجهڻ، پيراندي، پير اڏڻ، پيرڙيو، پيرن پر، پيرين پوڻ، پير موڙ، پيرين سيرين، پيرو.

ڪن ڪائڻ، ڪنڌار ڪرڻ، ڪن پرڻ، ڪنائڻ، ڪن قاڙ، ڪن چير، ڪن ڦٽ، ڪن ڦوڪڻ، ڪن ڏيڻ، ڪن جهڙن ڳالهين، ڪن سن ۾، ڪنرس، ڪن ڪٽڻ، ڪن ڪونئي، ڪن هڻڻ، ڪن سوپاري.

من موهڻ، منڊار، من گهريو، من پاوندو، من ميلي، من مٺيو.

منهن ٻچڙو ڪرڻ، منهن اونداهي، منهن ڀر ڪرڻ، منهن تي پوڻ، منهن ڀوڻ، منهن تي چڙهڻ، منهن مقابل اچڻ، منهن ڏيڻ، منهن زور، منهن ميرائي، منهن پائڻ، مهاندو.

ڪلهو ڏيڻ، ڪلهو هڻڻ، ڪلهي ڪس، ڪلها گڏل.

رت پيئڻ، رت ٿيڻ، رت وهڻ ۽ وهائڻ، رت ڪيڻ، رت ڪيائڻ، رت ڳوڙهو، رتچاڻ، رتو رت، رت ورنو، رت اچڻ، رت ڀوڙ، رتڙي، رتو، رتي.

پٽ پرڻ، پٽ ڏيڻ، پٽيرو، پٽارڪ، پٽ پرو، پٽ تي، پٽال، پٽو، پٽ ڦيرڻ، پٽيءَ لڳڻ، پٽيان.

پاڻي واوڙڻ، پاڻيءَ مان ڪيڻ، پاڻياٺو، پاڻيٺ، پاڻيارو (٢)، پاڻي ڏيڻ.

١٢- ڏينهن جا تارا ڏيکارڻ=سخت سزا ڏيڻ يا مار ڏيڻ. جيئن ته جي وري اهڙي حرڪت ڪيئي ته ڏينهن جا تارا ڏيکاريندو وسئين.

ٽنبجي پوڻ=جانور جو ڪچو ٻچو ڪيرائڻ. منهنجي ٻڪري ٽنبجي پئي آهي.

ٽوڻا چهائڻ=تڪليفون ڏيڻ. مون هن کي ٽوڻا چهائي ڇڏيا آهن.

ڪٽ ڪرڻ، ضايع يا برباد ڪرڻ. منهنجي سڄي ڪمائي ڪٽ ڪري ڇڏيائين.

ڪنڌ تي چڙهڻ=گستاخ ٿيڻ، بي ادبي ڪرڻ. ڪنڌ تي چڙهندو ٿو وڃين.

ڪوڏر هڻڻ=محنت ڪرڻ. تو وري ڪهڙي ڪوڏر هنئي آهي.

لوهه ٿيڻ=چڙڻ، ڪاوڙجڻ. ايتري چوڻ تي هو لوهه ٿي ويو.

لٽي مٽي ڪرڻ=گم ڪري ڇڏڻ. هن ساري ڳالهه لٽي مٽي ڪري ڇڏي.

ماني ميڇي=پچندي، وسعت. هو پنهنجي ماني ميڇيءَ وارو آهي.

ميٽي ڪرڻ=ڪٺڻ. هن پنهنجي ڳائڻ گهر ۾ ميٽي ڪري ڇڏي.

مڇون مروٽڻ ٻڌاڪ هڻڻ، همٿ ڪرڻ. هو رڳو مڇون مروٽيو وتي، ڪم ڪو به ڪونه ڪري.

---

(١) پير چٽڻ.
(٢) پاڻي جو حق، حقابو.

مکو مڇڻ (١)=فائدو ٿيڻ. هن جو اني ٿي مکو مڇي ويو آهي.
ڪَن ٽُٽڻ=ديوانو ٿيڻ. هن ڳالهه کان هن جي ڪن ٽٽي وئي آهي.
دلا ڀرڻ=ٻئي جي پاران ڪوشش ڪرڻ يا مدد ڏيڻ. هن پنهنجي قوم جا چڱا دلا ڀريا آهن.

رقم ٽوبري ۾=رقم چٽ، سوڙي ضايع ٿيڻ. سائهو جي رقم چٽ آهي.
رندن ۾ رلڻ=ڏڪا کائڻ بي آبرو ٿيڻ. هو مون کي رندن ۾ رلائي ويو.
ڀاڱو وٺڻ=بدلو يا عيوضو وٺڻ. انهيءَ جو هن مون کان ڀاڱو وٺي ڇڏيو.
پنج ئي گهه ۾=تمام گهڻو فائدو ٿيڻ. هن جون پنج ئي گهه ۾ آهن.

١٣- سيٽو، سرهو، ٽرڙو، سوير، سولو، ڪڏاتورو، ڪپلي، ڪهاتر، ڪپوت، سدورو.

١٤- ارباب، ارواح، اسباب، اسرار، آمراء، اشراف، اطوار، افعال، اوقات، اولاد، اولياء، ايام، ڀاڻون، ٻيون، ڀاڙا، ڀيڙون، ٽاڙيون، ننڊو ٽارا، علما، ڪتيون، ارڪان.

١٥- حق حقوق، امير آمراء، غريب غربا، ڏي وٺ، خريد فروخت، آمدرفت، داد ستد.

١٦- ٺڪس ٺس، ٺهه ٺهه، ٺُڙ ٺُڙ، ڏڪڏڪ، ڪڙڪو، بڪبڪ، سَوسٽ، ڪڙڪو، ڪڙ ڪڙ، ٺُون ٺُون، ڪڪڙوڪوُ، ڊِڙ دس، هٿونگار، سَٽ ڪَٽ، مِڻ مِڻ، ڀَڻ ڀَڻ.

١٧- وَهڻ، واهڻ، هرڻ، ڀڪڻ، ٻڻ، هيرڻ، ويلڻ، هٿڻ، ٽنڊڻ، پکڻ، ڀارڻ، واڱڻ، اڱڻ، سکڻ، سگهڻ.

صفو- اصل عربي لفظ صفہ يعني وهڻ يا گڏ ٿيڻ جي وڏي جاء. ۽ صفحو يا صفہ ڪتاب جي ورق جو هڪڙو پاسو. اصل معنيٰ سنوت واري زمين يا صلح.

ڳالهه. جيڪي رواجي طرح ڳالهائجي يعني ڳالهه ٻولهه، ۽ ڳالهه=جهيڙو، تڪرار، ڳالهوڙو.

جُتي پير ۾ وجهڻ: جُتي پائڻ يا ڍڪڻ، پر حقيقت ڪري جُتي پير ۾ نه ٿي وجهجي پر پير جُتي ۾ ٿو وجهجي مگر اصطلاح غلط ڪم اچي ويو آهي. جيئن ٽوپي مٿي ۾ وجهڻ، جو مٿي گهرجي مٿو ٽوپيءَ ۾ وجهڻ يا مٿي تي ٽوپي رکڻ. جُتيءَ ۾ پير وجهڻ جي معنيٰ آهي ٻئي جي بجاءِ ڪم ڪرڻ يا ٻئي جهڙو ڪم ڪرڻ. جيئن هن جي جُتيءَ ۾ ڪو به پير وجهي نه سگهندو.

---

(١) مکو جي معنيٰ فائدو.

سلامت: اصل عربي ۽ پارسيءَ ۾ اسم ذات آهي، يعني سلامتي، پر سنڌيءَ ۾ صفت جي معنيٰ سان ڪم ايندو آهي.

سوچي: اهي هندو موچڪو ڪم ڪندڙ ۽ موچي اڪثر مسلمان جتي جوڙيندڙ کي چوندا آهن. جيڪو وري عمدو پيو چم جو ڪم ڪري تنهن کي 'سراز' چوندا آهن.

'شوم' جي اصل عربيءَ ۾ معنيٰ آهي نياڳو جنهن مان شامت نڪتل آهي، پر سنڌيءَ ۾ 'ڪنجوس' جي معنيٰ سان ڪم ايندو آهي، ۽ 'بخيل' ٻنهي ٻولين ۾ ڪنجوس آهي.

'ساڻي' ماريل مڇون سودو ڪري وڪڻندا آهن ۽ مهاڻا پاڻ مڇي مار آهن ٻيڙيون به هلائين.

'اُنطو' ٽڪو ۽ نڪتو': ڪو عمدو مختصر ڪلام جنهن جي اونهي ۽ مزي جهڙي معنيٰ هجي.

# باب ٽيون

## ڪلامن يا جملن جو بيان

باب ٻئي جي شروع ۾ ٻڌايو ويو آهي، ته ٻن يا زياده لفظن يا ڪلمن گڏجڻ مان جملو يا ڪلام ٺهندو آهي، پوءِ جي اهو پورو هوندو آهي يعني منجهانس پوري معنيٰ نڪرندي آهي، ته انهيءَ کي 'ڪلام تام' يا 'ڪامل ڪلام' سڏيندا آهن، نه ته 'ڪلا ناقص'. مثال ڏنو ويو هو ته احمد مئو، انهن ٻن لفظن مان ساري ڳالهه سمجهي سگهجي ٿي. پر امڪان آهي ته هڪڙي لفظ مان به سارو مطلب سمجهي سگهجي، ۽ اهو به پورو جملو ٿي سگهي ٿو، جيئن ته وڃ يا وڃان ٿو پر اتي ٻيو لفظ تون ۽ آءٌ لڪل آهن، تنهنڪري جملي لاءِ تمام ٿورا ته به ٻه لفظ ضروري آهن، ظاهر يا لڪل.

جملي ۾ انهن ضروري لفظن مان هڪڙو اهو هوندو، جنهن بابت ڪي ڇيل هوندو، ۽ ٻيو اهو جو انهيءَ پهرئين بابت ڇيل هوندو. يعني هڪڙو ڪير جو جواب هوندو ۽ ٻيو ڇا يا ڪيئن جو. مثلاً مٿين جملي ۾ ڪير مئو؟ ته جواب ايندو احمد ۽ احمد ڪيئن ٿيو؟ جواب ڏيو ته مئو يا مري ويو. اتي نحو جي اصطلاح موجب پهرئين کي 'مبتدا' ٿو چئجي ۽ ٻوئين کي "خبر" انهن ٻن مان اڪثر پهريون يعني "مبتدا"، 'اسم' آهي ۽ ٻيون يعني 'خبر'، 'فعل'، پر جڏهن اهي ٻئي لفظ 'اسم' هوندا آهن، تڏهن انهن مان گڏ هڪڙو ٽيون به لفظ هوندو آهي، جنهن کي 'حرف رابط'

چوندا آهن. جيئن تہ احمد 'عالم' آهي. آتي احمد 'مبتدا' آهي ۽ 'عالم' 'خبر' ۽ آهي 'حرف رابط'. عربيءَ ۾ اهڙي هنڌ 'حرف رابطہ' ڪونہ هوندو آهي، فقط ٻن اسمن مان ٺي جملو ٺي سگهندو آهي، جيئن تہ 'احمد'، 'عالم'. اهو 'حرف رابطہ' سنڌي ۾ اڪثر 'فعل' هئڻ جو ڪو صيغو هوندو آهي. تنهنڪري چئبو تہ جملي ۾ 'مبتدا' کان سواءِ ٻيو يا ٽيو لفظ "فعل" هوندو، جو "خبر" هوندو. اهو 'رابط اثبات' يا 'نفي' ڏيکاري ٿو يعني آهي يا ناهي. حرف "رابطہ" (آهي) اڪثر شعر ۾ لڪ ايندو آهي ۽ ڳجهو هوندو آهي جيئن تہ:

"اصل عاشقن جو سر نہ سانڍڻ ڪم".

"وڪر ڏير و ڏير، پر وهاڻو ويسرا".

اهي بہ ضروري لفظ جملي ۾ وڌي گهٽا لفظ بہ ٿي سگهن ٿا، جنهنڪري جملو يا ڪلام وڌي وڏو ٿئي ٿو، پر اهي زياده لفظ ضرور يا 'مبتدا' سان واسطو رکندا هوندا يا 'خبر' سان. انهن کي انهن جي متعلق سڏيندا آهن، يعني انهن جا لڳ يا واسطيدار. ۽ اهي متعلق لفظ 'مبتدا' جي حالت ۾ اڪثر 'صفت' جي صورت ۾ هوندا آهن ۽ 'خبر' جي حالت ۾ 'ظرف' جي صورت ۾.

'مبتدا' اسم بہ ٿي سگهي ٿو، 'ضمير' بہ ٿي سگهي ٿو، "مصدر" يا ڪو ٻيو "فعل" بہ ٿي سگهي ٿو ۽ سارو جملو يا انهيءَ جو ڀاڱو يا فقرو بہ ٿي سگهي ٿو. مثلاً: "قاسم پارسي چڱي ٿو ڳالهائي". "مون هي ڪتاب هڪ رپئي ڳنڌو آهي." "ڪانئي آهي جيئن ۽ خدا جي عبادت ڪرڻ لاءِ." جيڪي فاني آهي، سو دل ٻڌڻ (١) جو لائق نا آهي."

'خبر' جڏهن فعل 'متعدي' هوندو آهي، تڏهن ضرور 'مفعول' هوندو اٿس، جو پڻ فعل جو متعلق آهي ۽ اهو مفعول بہ 'مبتدا' وانگي يا 'اسم' هوندو يا 'ضمير'، يا فعل يا ڪو جملو يا فقرو. عربي ۽ پارسي 'نحو' ۾ 'مبتدا' ۽ 'خبر' کان سواءِ ٻيو جيڪي بہ هوندو آهي تنهن کي 'مفعول' چوندا آهن، پوءِ انهيءَ 'مفعول جا جدا جدا قسم معني جي نظر تي ڪندا آهن- جيئن تہ:

'مفعول مطلق': (يعني سچو پچو مفعول)، جيئن تہ ڏاهن هڪڙي چوٽي چئي آهي. 'مفعول فيہ' (يعني ظرف) جيئن تہ ٻہ پهرن مهل مانسي کاڌيم. 'مفعول بہ (يعني سچو پچو مفعول) جيئن تہ ڪتي ٻلي ساري. 'مفعول معہ' (يعني ٻہ مفعول کهن حرف سان ڳنڍيل) جيئن تہ 'عمر' کي پٽ سوڏو ماريم. مفعول لہ (يعني لاءِ يہ ڪنهن ٻئي حرف جر سان آيل لفظ.) جيئن تہ چوڪر کي سيکت لاءِ ماريم. مفعول

(١) يعني الهيءَ کي پسند ڪرڻ يا الهيءَ سان محبت رکڻ مناسب ناهي.

مالم يسم فاعله (يعني جڏهن فعل هئڻ ڪري فعل بيفاعل هجي، ۽ مفعول پاڻ فاعل ٿي ڪم اچي) جيئن ته ’گهوڙو وڪامي ويو‘. پر انهيءَ نحو جي مفعول ۽ صرف جي مفعول ۾ هي تفاوت آهي، نه صرف جي مفعول کي حالت مفعولي هئڻ ڪري، مفعول ٿو سڏجي، ۽ نحو جي مفعول کي خبر جي ڇڱائيءَ ڪري مفعول ٿو چئجي. مگر سنڌيءَ ۾ بهتر ائين آهي ته ڪنهن به قسم جو مفعول، خبر جو متعلق يا الڳ شمار ڪجي.

مبتدا ۽ فاعل هڪڙي شيءِ شمار ڪرڻ نه کپي. نحو جي ترڪيب موجب جنهن شيءِ بابت ڪي چئجي ٿو، تنهن کي ’مبتدا‘ ٿا چون، ۽ صرف جي ترڪيب موجب جڏهن فقط اسم يا ضمير ڪنهن جملي جو ’مبتدا‘ ٿو ٿئي، تڏهن انهيءَ کي ’حالت فاعلي‘ ۾ هئڻ ڪري فاعل ٿو چئجي. جهڙيءَ طرح مٿي مفعول صرف جو بيو ۽ نحو جو بيو ڏيکاريو ويو.

لفظن جي تعداد ۽ متعلق، لفظن جي قسم ۽ مطلب يا مضمون جي نظر تي، ڪلام يا جملي جا ٻهرين ٻه قسم آهن: هڪڙو ’مفرد‘ ٻيو ’مرڪب‘. مفرد ۾ فقط ٻه لفظ آهن، مبتدا ۽ خبر، ۽ مرڪب ۾ هرهڪ جا متعلق آهن، جنهنڪري ٻن کان زياده لفظ بلڪ زياده فقرا يا جملا آهن.

مفرد جملا وري ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا ’اسميه‘ ۽ ٻيا ’فعليه‘. ”اسميه“ آهي آهن جن ۾ ”مبتدا“ ۽ ”خبر“، ٻئي ”اسم“ يا ”ضمير“ آهن ۽ سائن حرف ’رابط‘ آهي جيئن ته ”جارج شهنشاهه آهي“ ’فعليه‘ جملو اهو آهي جنهن ۾ فاعل ۽ فعل هجي، ۽ جي فعل ’متعدي‘ هجي ته مفعول به موجود هجي، جيئن ته ”قاسم ويو“ ۽ ”قاسم عمر کي ماريو.“

ڪٿي وري مفرد جملي جا ٻه قسم ڪندا آهن، هڪڙو ’خبريه‘ ۽ ٻيو ’انشائيه‘ خبريه اهو آهي جنهن ۾ ڪنهن ڳالهه بابت پوري خبر ڏنل ۽ صفائي ٿيل هجي، ۽ ’انشائيه‘ اهو آهي جنهن ۾ اهڙا گڏيل لفظ ڪم آيل هجن، جن ۾ اهڙي صفائي نه هجي ۽ شڪ هجي، مگر ڳالهائيندڙ جي خواهش معلوم پئي ٿئي پوءِ ’خبريه‘ جا ٻه قسم ڪندا آهن: هڪڙو ’اسميه‘ ۽ ٻيو ’فعليه‘. جن جا مثال مٿين فقري ۾ آيا آهن ۽ انشائيه جا گهڻائي قسم ڪندا آهن، جن ۾ امر يا نهي يا ندا يا عجب قسم يا دعا يا ’استفهام‘ هوندو آهي. جيئن ته ”هي ڪم ڪر“، ”هوڏي نه وڃ“، ”اي قاسم اهو ڪم متان ڪرين!“ ”قاسم ڪهڙو نه چڱو ماڻهو آهي“، ”قسم آهي ته مون اهو ڪم نه ڪيو آهي“، ”شل تون سدائين سکيو هجين“، ”تو هن کي ماريو يا نه؟“

اهو ذڪر 'مفرد' جملي جو آهي. هاڻي مرڪب جملن جا ٻه مضمون جي نظر تي گهڻائي قسم آهن جيئن ته 'شرطيه'، 'وصفيه'، 'ظرفيه'، 'معطوفيه'، 'معترضه' يا موصوله، 'معلله' يا 'سببيه' هرهڪ جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

'**شرطيه**' اهو آهي جنهن ۾ 'شرط' هجي ۽ پڇاڙيءَ 'جزا' هجي ۽ منجهس حرف "شرط" جو ڪم آيل هجي، جيئن ته "جيڪڏهن اهو ڪم ڪندين ته نقصان پهچندئي". اتي پهريون جملو 'شرط' آهي ۽ ٻيو 'جزا'.

'وصفيه' اهو آهي جنهن ۾ مبتدا بابت ڪا صفت ڏيکاريل هجي. جيئن ته "ايران جا پڙهيل ۽ ديندار ماڻهو عالم هوندا آهن، جن کي مجتهد سڏيندا آهن".

'**ظرفيه**' اهو آهي جنهن ۾ ڪنهن قسم جو ظرف ڪم آيل هجي. جيئن ته "سپاهي اُن مڪان ويرانه ۾ وڃي شڪار ڪندس".

'**معترضه**' يا 'موصوله' اهو آهي جنهن ۾ 'ضمير موصول' ۽ 'جواب موصول، ظاهر يا لڪل ڪم آيل هجي، جيئن ته "جو ماڻهو ڪالهه هتي آيو هو سو اڄ ٻيهر وري آيو." "منهنجو پٽ، خدا وڏي ڄمار ڏيس، ٻارهن ورهين جو اڃي ٿيو آهي."

'**معطوفيه**' اهو آهي جنهن ۾ مبتدا يا خبر ۾ هڪ کان وڌيڪ لفظ هجن، ۽ اهي حرف 'عطف' يعني ۽ سان ڳنڍيل هجن. جيئن ته "احمد ۽ قاسم ۽ اسماعيل هتي آيا ۽ سبق وٺي موٽي هليا ويا."

'**معلله يا سببيه**' اهو آهي جنهن ۾ هڪڙو جملو ٻئي جو سبب هجي، ۽ حرف 'علت' يا 'بيان' يعني 'ته' 'يا' '**ڇاڪاڻ ته**' وغيره ڪم آيل هجي، جيئن ته "ظلم نه ڪر ته خدا جي مار نه پوئي." "هو علم وارو آهي تنهنڪري جتي ڪٿي مانُ لهندو."

جملن جي مٿين تقسيم عربيءَ ۽ پارسيءَ نحو وارن موافق آهن. پر ڪي نحو وارا زيادهه آسان تقسيم ڪندا آهن، جا انگريزي تقسيم وانگي آهي، تنهنڪري اها زيادهه پسنديءَ جهڙي آهي. اها هيءَ آهي:

جملا ٽن قسمن جا آهن؛ 'مفرد'، مرتب' ۽ 'مرڪب'. مفرد جملو اهو آهي جنهن ۾ فقط 'مبتدا' ۽ 'خبر' هجن، جيئن ته "ٻکي آڏاهن ٿا." 'مرتب' جملو اهو آهي جنهن ۾ هڪڙو مک جملو هجي، ۽ ٻيا انهيءَ تي تعلق رکندڙ هجن. جيئن ته "تون روانو ٿيندين تنهن کان اڳي اُهو توکي ڏسندس." "مون کي انتظار آهي ته منهنجو پٽ پاس ٿئي." "قاسم جو مون کي ڪالهه گڏيو، تنهن چيو ٿي ته سندس پاڻ، جو اڳئين هفتي ۾ بمبئي روانو ٿيو هو، سو اڄي پهتو آهي." 'مرڪب' جملو اهو آهي، جنهن ۾ ٻه يا زيادهه 'مفرد جملا يا 'فقرا' هجن، ۽ اهي هڪٻئي تي

تعلق نہ رکندا هجن، پر ڪنهن حرف 'جملي' يا حرف 'عطف' وغيره سان ڳنڍيل هجن جيئن تہ "هو چوڪر هوشيار آهي، تنهنڪري پاس ٿيو آهي." "احمد هنڌ هليو ۽ محمد گهوڙي تي چڙهيو." "هو پڙهي چاڙهي پر لکي نہ ڄاڻي." "سپاهين کي يا جنگ کٽڻ گهرجي يا مرڻ گهرجي."

انهيءَ تقسيم سان ڏسڻ ۾ ايندو، تہ مٿي ڏنلن 'مرڪب' جملن جي قسمن مان ڪي 'مرڪب' قسم جا آهن ۽ ڪي 'مرتب' قسم جا.

هاڻي اسين 'نحو' جا ڪي قانون ڏينداسين، جن موجب جملا لکهن ٿا ۽ جن تي نحوي 'ترڪيب' ۽ 'تفريق' ٻڌل آهي.

نحو جا يا نحو جي قانونن جا ٽي قسم آهن، ۽ آهي (١) مناسبت (٢) انتظام (٣) ترتيب ٿا ڏيکارين.

"مناسبت" جي معني آهي مبتدا ۽ خبر يا جملي جي لفظن جي جنس، عدد، حالت، زمان، وغيره جي نظر تي پاڻ ۾ موافقت.

"انتظام" آها طاقت يا آهو عمل آهي، جو هڪڙي لفظ جي ٻئي لفظ تي رهي، حالت، زمان وغيره ۾.

"ترتيب" جو مطلب آهي جملي ۾ سڀڪنهن لفظ کي پنهنجي پنهنجي مناسب جاءِ تي رکڻ يا ويهارڻ.

اهي قانون هيٺ ڏجن ٿا:

١- سنڌي جملي ۾ اڪثر پهرين 'مبتدا' ٿو اچي، پوءِ 'خبر'، يا پهرين 'فاعل' ٿو اچي پوءِ 'فعل'، ۽ جي 'فعل متعدي' آهي تہ 'مفعول' وچ ۾ ٿو اچي، يعني 'فعل' کان اڳي. هن نسبت ۾ سنسڪرت گرامر موجب، 'ڪرتري' 'ڪرمڻي' ۽ 'ڀاوي' پريوگن جو ذڪر انشاءِ تعليميءَ جي ڀاڱي ۾ ڏنل آهي، آتي به ڏسو ۽ هيٺ قانون ٣٢، ٣٣، ٣٤، ۽ ٣٥ به ڏسو مگر شعر ۾ آها ڀا ٻي ڪابہ ترتيب اڳ پوءِ ٿي سگهي ٿي، ۽ 'امر' يا 'نهي' يا 'ضمير متصل' جي حالت ۾ 'فاعل' يا 'مفعول' ڪجهہ رهي ٿو.

مثال: "قاسم ويو ٿو" "مون ڪتي کي ماريو." "هوڏي نہ وڃ." "ڪراچيءَ وڃان ٿو." "چو ماريو انئيس."

٢- جملي ۾ صفت، اسم کان اڳي ايندي آهي، جنهن صورت ۾ اها صفت 'ظرف تميز' جي صورت ٿي وڃي، مگر "عشق" فعل جي حالت ۾ پڻيان به اچي ٿي. جيئن تہ 'چڱو ماڻهو'، 'تکو گهوڙو' 'هي ماڻهو ڏاهو آهي.' 'هو گهوڙو تکو آهي.'

٣- 'ظرف' به جملي ۾ 'فعل' کان توڙي صفت کان توڙي ٻئي 'ظرف' کان اڳي اچي سگهي ٿو. جيئن ته "اڄ آءُ اسڪول ۾ ويندس"، "هُو آهستي هليو ويو"، "تمام چڱو ماڻهو"، "بلڪل ڏورو ٿو هلين".

٤- حرف 'جر' اسم جي پٺيان ٿو اچي، جيئن ته "مون کان" "ڪتاب ۾"، "هن سنڌو". پر 'متصل ضميرن' جي حالت ۾ اڳيان به ٿو اچي، جيئن ته "کانئس" "سندس".

٥- حرف 'ندا' اسم جي اڳيان ٿو اچي، جيئن ته "اي يار" "اڙي ڇوڪرا".

٦- حرف 'جملو' يا حرف 'علت' يا حرف 'بيان'، جي ٻن لفظن يا ٻن جملن کي گڏيندڙ ٿا، سي انهن جي وچ ۾ ايندا آهن. جيئن ته "احمد ۽ محمد آيو". "هو به آيو پر جلد هليو ويو". "هن چيو ته آءُ هتي ڪين نڪندس".

٧- جملي ۾ 'فعل' 'فاعل' سان، 'جنس' ۽ 'عدد' ۽ 'ضمير' ۾ موافقت ٿو رکي. جيئن ته "ڇوڪرو آيو"، "زال آئي"، "مڙس آيا"، "زالون آيون"، "آءُ آيس"، "اسين آياسين"، "آءُ آيس"، "اسين آيونسين" وغيره ڪن حالتن ۾ فعل مفعول موجب، ۽ ڪن ۾ فاعل ۽ مفعول ٻنهي موجب به مٽبو آهي، جيئن هيٺ قانون ٣٢ ۽ ٣٥ ۾ ڏنل آهي.

٨- واحد فاعل لاءِ، فعل به واحد گهرجي، مگر عزت ۽ تعظيم جي فاعل کي جمع ڪري، فعل به جمع ڪندا آهن، جهڙو اسم جي حالت ۾ تهڙو ضمير جي حالت ۾. جيئن ته پير صاحب جن آيا ۽ فرمايائون، سائين اوهين ڪير آهيو"؟ پاڻ فرمايائون ته..... ساڳيءَ طرح وڏا ماڻهو پاڻ کي 'اسين' ڪري ڳالهائيندا آهن ۽ 'مصنف' به ائين ڪندا آهن.

٩- جڏهن مصدر 'فاعل' آهي تڏهن 'فعل' 'مذڪر واحد غائب' ٿو ٿئي. جيئن ته "رحم ڪرڻ چڱو آهي."

١٠- جڏهن 'فاعل' اهڙو اسم آهي، جو جماعت يا گهڻو تعداد ٿو ڏيکاري، تڏهن فعل انهن جي 'جنس ۽ عدد' موجب ٿو رهي. جيئن ته "لشڪر پهچي ويو"، "مجلس گڏ ٿي"، "ماڻهن جون جماعتون اچي گڏ ٿيون"، "سرڪار رحم واري آهي".

١١- ڪتاب جو يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ جو نالو 'جمع' ۾ هوندو ته به 'فعل' 'واحد' ۾ ايندو. جيئن ته "انسان جا فرض" ڪتاب، اصل هڪڙي انگريزي مصنف جو لکيل آهي."

١٢- گهڻا 'فاعل'، جي حرف 'عطف' سان گڏيل آهن، تن جو 'فعل' جمع ۾ ايندو آهي. جيئن ته "احمد، محمد ۽ قاسم اڄ آيا آهن."

۳- گهڻا فاعل جن جي وچ ۾ 'حرف استثنا' يا ڌار ڪرڻ وارا حرف آيل آهن، سي فعل 'واحد' ٿا وٺن. جيئن ته احمد يا محمد غلط آهي 'نڪي احمد هوشيار آهي نڪي محمد.

۱۴- گهڻن فاعلن جي حالت ۾ اڪثر 'فعل' جنس ۽ 'عدد ۽ ضمير' ۾ پوئين فاعل موجب اچي ٿو. جيئن ته 'احمد ۽ سندس دوست آيا.' 'احمد ۽ سندس مائٽياڻيون آيون'، احمد، محمد ۽ قاسم جي زال هتان لنگهي ويئي.' احمد يا سندس سنگتي فسادي ماڻهو آهن.'

۱۵- جڏهن گهڻن فاعلن ۾ ڪو ضمير به هوندو آهي، تڏهن فعل انهي ضمير جي 'جمع' جي صورت وٺندو آهي. جيئن ته "تون ۽ تنهنجا سنگتي ڇو آيا آهيو؟" "آءٌ ۽ منهنجا مائٽ ڪالهه هتي آيا هئاسين."

۱۶- 'مضاف' به 'صفت' وانگي 'مضاف اليه' جي اڳيان ايندو آهي، مگر هڻڻ ۽ ٽيڻ فعل جي حالت ۾ پٺيان بہ ايندو آهي، جيئن تہ "هي منهنجو گهوڙو آهي". "هي گهوڙو منهنجو آهي"

۱۷- 'مضاف'، جنس، عدد، ۽ حالت ۾ 'مضاف اليہ' وانگي ٿو رهي، جيئن تہ "منهنجو گهوڙو، منهنجي گهوڙي، منهنجا گهوڙا، منهنجون گهوڙيون، منهنجي گهوڙي کي، منهنجين گهوڙين سان".

۱۸- اسم يا ضمير جي صورت، حالتن موجب ڦري ٿي. جڏهن ڪو 'حرف جر' يا حرف 'اضافت' انهن سان لڳي ٿو، تڏهن آهي عام صورت ۾ رهن ٿا نہ تہ اصل صورت ۾. جيئن تہ حالت فاعلي ۽ مفعوليءَ ۾، 'ڪتو آيو ۽ 'مون ڪتو ماريو' ۽ حالت جريءَ يا اضافت ۾، 'ڪتي ۾، ڪتي جو ۽ ڪتي کي'. اصل صورت ۾، "آءٌ، اسين، تون، توهين، هو، ڪتو، ٻلي، ڪدو" ۽ عام صورت ۾، "مون، اسان، تو، اوهان، ڪتي، ٻليءَ، ڪدوءَ، ۽ ٻين ضميرن جا مثال اصل صورت"

هي، ڪير، جو، سو، سو ڪو؛

عام صورت: هن جمع هنن، ڪنهن جمع ڪن، جنهن جمع جن، تنهن جمع تن.

۱۹- صفت، جنس عدد ۽ حالت ۾ موصوف يا لاڳو اسم وانگي ٿي ڦري، مگر جي ڪو پارسي يا عربي لفظ صفت جو هوندو تہ اهو نہ ڦرندو. جيئن نہ تکو گهوڙو، تکي گهوڙي، تکا گهوڙا، تکيون گهوڙيون، تکي گهوڙي جو تيز گهوڙو، تيز گهوڙي، تيز گهوڙا، تيز گهوڙيون، تيز گهوڙي جو.

۲۰- سنڌيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن صفت اسم وانگي بہ ڪم ايندي آهي، خاص جمع جي حالت ۾، جيئن تہ 'چڱا چون سا ڪجي'، ڏاهن چيو آهي تہ "سچ

ڳالهائجي' ۽ ظرف وانگي به ڪم ايندي آهي جيئن ته 'تڪو ڪپ'، ۽ 'ڪپ تڪو ٿو هلي،' ''جهاز ضعيفن جو پاڻيءَ ۾ پرتو''،

''ستا اٿي جاڳ ننڊ نه ڪجي ايتري''،
''اونهي ۾ اڏ ڪيو دليلن دلو''،
''ڪارو جي ڪيڙين، ميٺي منهنجا سپرين''.

٢١- ضمير، جن اسمن سان لاڳو آهن، تن موجب 'جنس' ۽ 'عدد' ۽ 'حالت' وٺن ٿا. جيئن ته 'جو ماڻهو' 'جا زال'، 'جي مڙس'، 'جي زالون'، ساڳيءَ طرح 'ڪو، ڪا ۽ ڪي'، 'هيءُ، هيءَ، هن، هنن'، 'ڪير، ڪير، ڪنهن، ڪن'.

٢٢- موصول ۽ جواب موصول يا پيون ضميري صفتون، جواب رکن ٿيون، تن مان پهرين 'موصول' اچي ٿو پوءِ جواب، مگر تاڪيد يا زور ڏيڻ جي حالت ۾ جواب پهرين آڻبو آهي. جيئن ته **جو** ڪتاب مون توکي ڏنو آهي، **سو** هي آهي''، '**جڏهن** تون مون وٽ ايندين **تڏهن** هي ڪتاب توکي ڏيندس''، ''هي ڪتاب **آهو** آهي **جو** مون توکي ڏنو هو''، ''هي ڪتاب توکي **تڏهين** ڏيندس **جڏهن** تون مون وٽ ايندين.''

٢٣- ضمير 'استفهام'، فاعل هجي يا مفعول، ته به اڪثر شروع ۾ ٿو اچي، خاص تاڪيد يا زور ڏيڻ لاءِ، جيئن ته ''ڪير ٿو چوي ته اهو ڪم مون ڪيو آهي؟ ڪنهن کي طاقت آهي ته اهڙو ڪم ڪري؟ ڇو اهڙو ڪم ڪجي جو پوءِ پڇتائجي؟ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟

٢٤- اسم مفعول صفت وانگي ڪم اچي ٿو، ۽ اسم جي اڳيان اچي ٿو ۽ جنس، عدد ۽ حالت ۾ انهن وانگي ڦري ٿي جئن ته رڌل ماني، ڦاڙل ڪتاب، سبيل ڪپڙا.

٢٥- اسم حاليه، اسم استقبال ۽ ماضي معطوفي اڪثر فعل کان اڳي ايندا آهن. جئن ته ''هو رستي تي ڪتاب پڙهندو پئي ويو.'' ''آءٌ اڄ پاهر ويٺو آهيان.'' ''ڪتو ماني کائي، ٽڪر وات ۾ جهلي، ڀڄي ويو.''

٢٦- فعل جا زمان جملن ۾ ترتيب وارا اچڻ گهرجن، يعني وقت جي اڳي ۽ پوءِ جي نظر رکڻ گهرجي. جئن پهرين حال، پوءِ حال مدامي ۽ مستقبل يا پهرين ماضي مطلق، پوءِ ماضي بعيد، پوءِ ماضي مدامي. مثال: ''هن چيو ته آءٌ ڪالهه هتي آيو هوس.'' ''هن مون کي هڪڙو ڪتاب ڏنو جو هن ڪراچي مان ورتو هو''. ''هو چوي ٿو ته آءٌ هي ڪم ڪندس.

٢٧- جڏهن هڪڙو جملو ٻئي تي تعلق رکي تڏهن انهن جي فعلن جو زمان هڪ جهڙو هئڻ گهرجي. جئن ته 'جيڪڏهن تون محنت ڪندين ته فائدو حاصل ڪندين.'

'جڏهن هن محنت ڪئي تڏهن ايترو فائدو حاصل ڪيائين.' 'هن مون کي آها ڳالهه ٻڌائي، جا ٻين کان ٻڌي هئائين.'

٢٨- ڪيل ڳالهه بيان ڪرڻ لاءِ آهي ساڳيا لفظ ساڳئي زمان ۾ ڪم ايندا آهن ۽ حرف بيان 'تہ' انهن جي اڳيان وجهندا آهن. جيئن تہ 'هن چيو تہ آءٌ ائين ڪين ڪندس' 'هو چوي ٿو تہ آءٌ ائين ڪين ڪندس'. اڪثر اهڙن جملن جي شروع ۽ پڇاڙيءَ ۾ " " هي نشانيون ڏيندا آهن. جيئن تہ شاهہ فرمايو آهي تہ "جيڪي فراقان سو وصال تہ ٿئي".

٢٩- انڪاري جملن ۾ حرف انڪاري فعل جي اڳيان ايندا آهن. جيئن تہ 'هي ڪم نہ ڪر'. 'آءٌ اهو ڪم ڪين ڪندس'.

٣٠- حرف انڪاري اڪثر سوال ۽ عجب جي حرفن سان بہ ڪم ايندا آهن. جيئن تہ 'چو نہ ٿو ائين ڪرين؟' 'ڪهڙو نہ خراب ڪم ڪيو اٿس!'

٣١- جو اسم فعل 'معروف' جي حالت ۾ مفعول آهي، سو فعل 'مجهول' جي حالت ۾ فاعل ٿو ٿئي. جيئن تہ 'ڇوڪر جهرڪي ماري'، 'جهرڪي ڇوڪر هٿان مارجي وئي'.

٣٢- جملي ۾ جيڪڏهن فعل متعدي 'معروف' ڪم ايندو، ۽ فعل جا زمان اسم 'مفعول' سان جڙيل هوندا، ۽ 'مفعول' ۾ حرف کي نہ هوندو، تہ اهڙو فعل عدد ۽ جنس ۽ ضمير ۾ مفعول موجب ڦرندو، جنهن کي 'ڪرمڻي پريوگ' يا 'صورت تابع المفعول' چوندا آهن. جيئن تہ 'مون گدرو کاڌو'. 'مون ماني کاڌي'. 'مون پنج گدرا کاڌا'. 'مون بہ مانيون کاڌيون'.

٣٣- جملي ۾ جيڪڏهن 'فعل متعدي معروف' ڪم ايندو، ۽ فعل جا زمان 'اسم مفعول' سان جڙيل نہ هوندا، تہ اهڙو فعل، 'جنس ۽ عدد ۽ ضمير' ۾ فاعل موجب ڦرندو، جنهن کي "ڪرتري پريوگ" يا "صورت تابع الفاعل" چوندا آهن. جيئن تہ 'آءٌ ماني کان ٿو'. 'آءٌ گدرو کان ٿو'. 'ڇوڪر' ماني کائي ٿو'. 'ڇوڪر' ماني کائن ٿا' ۽ 'ڇوڪريون ماني کائن ٿيون'.

٣٤- جملي ۾ جيڪڏهن 'فعل لازمي' يا 'متعدي مجهول' هوندو، تہ اهڙو فعل جنس ۽ عدد ۽ ضمير ۾ 'فاعل' موجب ڦرندو، يعني 'صورت تابع الفاعل' يا 'ڪرتري پريوگ' ۾ هوندو. جيئن تہ 'ڪتو ڊوڙي ٿو'. 'ڪتي ڊوڙي ٿي'. 'ڪتا ڊوڙن ٿا'. 'ڪتيون ڊوڙن ٿيون'. 'ڪتو مارجي ويو'. 'ڪتي مارجي وئي'. 'ڪتا مارجي ويا'. 'ڪتيون مارجي ويئيون'.

٣٥- جملي ۾ جيڪڏهن فعل 'متعدي معروف' ڪم آيل هجي ۽ زمان 'اسم مفعول' سان جڙيل هجن، ۽ مفعول ۾ حرف 'کي' ظاهر بہ هجي، تہ اهڙو فعل،

'جنس، عدد ۽ ضمير' ۾ نڪي فاعل سوجب ۽ نڪي مفعول سوجب ڦرندو. يعني 'صورت مختار' يا "ڀاوي پريوگ" ۾ رهندو. جيئن ته 'مون ڪتي کي ماريو'، 'تو ڪتي کي ماريو'، چوڪر ڪتي کي ماريو'. 'چوڪرن ڪتي کي ماريو'، 'ٻڍس ڪتي کي ماريو'، 'زالن ڪتي کي ماريو'.

٣٦- هيٺ فعل جي ڪنهن به زمان ۾ به فاعل ٿي سگهندا آهن، ۽ ٻئي فعل جي اڳيان ايندا آهن. جيئن ته 'احمد حڪيم آهي'. 'منهنجو پٽ آڳبوٽ جو ڪپتان هو'.

٣٧- ٻه انڪاري لفظ يا حرف، هڪ ٻئي جو اثر وڃائي ٿا ڇڏين، ۽ انڪار جي بدران اثبات جي معني ٿا ڏين، جيئن ته 'ائين نه آهي ته هو دولتمند نه آهي' مطلب ٿيو ته هو دولتمند آهي'.

٣٨- ڪن فعلن جي حالت ۾ فاعل اڪثر ڳجهو رهندو آهي. هڪڙو 'امر حاضر' ۾ جيئن ته 'هليو وڃ'. 'وڃي سمهه'. ٻيو جمع غائب ۾، جيئن ته 'ڳالهه ڪندا آهن ته'، 'چيو اٿن ته'. ٽيون ضمير خالص ۾، جيئن ته 'وڃان ٿو'، 'ڇو ماريو اٿيس'؟

٣٩- ڪي ڪي فعل لازمي به مفعول وٺن ٿا، پر آهن ساڳئي فعل مان نڪتل جيئن ته- 'هو چڱي چال چليو آهي'، 'چڱي ڊوڙ ڊڪيو آهي'، 'خواب ڀڳل ڀڳليو آهي' 'هو ڪافرن جو موت مئو آهي'.

٤٠- ڪي فعل 'متعدي' به 'مفعول' وٺندا آهن، جن مان هڪڙو ٻئي جي حالت يا درجو ڏيکاريندو آهي. جيئن ته "احمد خان کي مختيارڪار ڪيو اٿن'. 'قدرت قاسم کي شاعر بنايو'. 'ڪهڙيءَ مهربانيءَ هن کي ظالم ڪري ڇڏيو آهي!

# باب چوٿون

## جملن جي تفريق (يا ڇيد)

مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته حرفن مان لفظ يا ڪلما ڪيئن ٿا جڙن، ۽ لفظن مان جملا يا ڪلام ڪيئن ٿا ٺهن، ۽ جملا ڪهڙن ڪهڙن قسمن جا ٿا ٿين. 'صرف' ۾ ڏيکارجي ٿو ته لفظ ڪهڙيون صورتون وٺن ٿا، ۽ ڪيئن ڦرن گهرن ٿا. انهن جي جدا جدا صورت معلوم ڪرڻ ۽ هڪبئي سان انهن جي واسطي ڏيکارڻ کي 'ترڪيب' چون ٿا. 'نحو' ۾ ڏيکارجي ٿو ته لفظن مان جملا ڪيئن ٺهن ٿا ۽ لفظ ڪهڙي ترتيب سان بيهن ٿا. انهن جي جدا جدا پورين جاين سان معلوم ڪرڻ، هڪبئي سان انهن جي واسطي ڏيکارڻ کي 'تفريق' چون ٿا. تفريق کي "ڇيد" به سڏيندا آهن.

حقيقت ڪري ترڪيب جي لفظي معنيٰ آهي ڀاڱن مان سڄو ٺاهڻ، يا مفرد ڀاڱن کي گڏي سڄي مرڪب شيءِ ٺاهڻ. ۽ **تفريق** جي معنيٰ آهي سڄي کي ڀڃي يا کولي ڀاڱا ڪرڻ، يا 'مرڪب' مان ڦيرائي 'مفرد' ڪرڻ. پر، گرامر جي اصطلاح ۾ 'تفريق' کي 'ترڪيب' ٿا چون. اها ترڪيب ٽن قسمن جي آهي، **'سرسري ترڪيب'، 'صرفي ترڪيب'، ۽ 'نحوي ترڪيب'.** سرسري يا سليس ترڪيب آهي ڪنهن به لفظ کي سڃاڻڻ، ته اسم آهي يا فعل آهي يا حرف آهي وغيره. صرفي ترڪيب انهن کان زياده مفصل آهي، جئن ته جيڪو لفظ 'اسم' آهي ته انهن جو 'قسم، جنس، عدد ۽ حالت' ٻڌائجي. جي فعل آهي ته 'قسم، زمان، ضمير' وغيره ٻڌائجي. 'نحوي ترڪيب' ۾ وڌيڪ هي ٻڌائبو آهي ته جملو ڪهڙي قسم جو آهي، انهيءَ جي ڀاڱن يا لفظن جو هڪٻئي سان ڪهڙو واسطو آهي، ۽ انهن جي پوري جاءِ ڪهڙي آهي. مثلاً: 'مبتدا ڪهڙو آهي' 'خبر ڪهڙو آهي'، 'ڪهڙو قانون انهن سان لاڳو ٿو ٿئي'. وغيره.

اسان مٿي ڏٺو آهي ته هر جملي ۾ مبتدا ۽ خبر ضرور اچن ٿا. مبتدا اهو آهي جنهن بابت ڪي چيل آهي ۽ جنهن سان ڪنهن ڳالهه جي ابتدا يا شروعات ٿئي ٿي، ۽ خبر اُها حقيقت آهي جا انهيءَ بابت چئجي ٿي. اڪثر ڏٺو ويو آهي ته 'مبتدا' فاعل ٿو ٿئي، ۽ اهو اسم يا ضمير يا ٻنهي ڪي صورتون ٿو وٺي، ۽ خبر اڪثر 'فعل' ٿو ٿئي ۽ انهيءَ سان هڪڙي نه ٻئي قسم جو 'مفعول' ٿو ٿئي، جن مان فعل متعديءَ جي حالت ۾ خاص يا سڄو پڇو مفعول ٿو ٿئي، يعني جنهن تي انهيءَ ڪم جو اثر ٿو ٿئي. وري اڪثر 'مبتدا' سان لاڳو ڪي لفظ يا فقرا يا جملا اچن ٿا، جي انهن جي صفت يا ڪا ٻي خاصيت ٿا ڏيکارين، ۽ ساڳيءَ طرح 'خبر' سان لاڳو ڪي لفظ يا فقرا يا جملا اچن ٿا، جي انهيءَ ڪم جو وقت يا هنڌ يا رستو وغيره ٻڌائين ٿا. انهن لاڳو لفظن کي **'متعلق'** چون ٿا. انهن متعلق ڪري 'مبتدا' توڙي 'خبر' وڏي وڏا ٿين ٿا، ۽ جملا مفرد مان ڦري 'مرتب ۽ مرڪب' ٿين ٿا. اهڙن جملن جي تقسيم مٿي ڏني ويئي آهي، هاڻي انهن جي تفريق ڏجي ٿي.

پهرين نحو جي تفريق يا جملن جي چيڊ جا ڪي ٿورا قانون ڏجن ٿا، جن تي ڌيان ڏيڻ سان جملن جي تفريق آسانيءَ سان ڪري سگهبي.

## مفرد جملن لاءِ

۱ــ مفرد جملي ۾ اسم حاليه يا اسم مفعول يا ماضي معطوفي کي فعل شمار ڪرڻ نه گهرجي، پر 'صفت' وانگي سمجهڻ گهرجي. سچو 'فعل' فقط هڪڙو هوندو آهي. جيئن ته "ماني کائي، گشت ڪري، بازار جو ڪم لاهيندو پوءِ هتي آيس". هتي 'فعل' هڪڙو 'آيس آهي' نه 'کائي، ڪري ۽ لاهيندو.

٢- امر حاضر ۾ اڪثر 'فاعل' 'تون ۽ توهين' ڳجهو رهندو آهي. آهو 'مبتدا' ڪري ڏيکارڻ گهرجي. جيئن ته وڃ، ڊوڙ، يعني 'تون وڃ'، 'توهين ڊوڙو'.

٣- جڏهن فاعل مصدر هوندو آهي، تڏهن ڪي اشاري جا لفظ، جيئن ته 'اهو، هي' وغيره به ڪم ايندا آهن، پر اهي رڳا نالي جا فاعل آهن، سچو 'فاعل' مصدر آهي. جيئن ته 'پڇي جند چڏائڻ.... اهو وريامن جو ڪم آهي'. اتي 'اهو' جي اڳيان چڻ ته يعني لڪل آهن.

"سوريءَ چڙهڻ سيج لهڻ اي عاشقن ڪم".

٤- مبتدا يا فاعل جا متعلق صفت ڪان سواءِ هيٺيان به ٽي سگهن ٿا:

(١) اسم يا ڪو ضمير ساڳيءَ شيءِ لاءِ جيئن ته ايڊورڊ 'صلح ڪندڙ' چڱو بادشاهه هو. بادشاهه 'پاڻ' جنگ ۾ حاضر هو.

(٢) اسم يا ضمير حالت 'اضافت' ۾ يعني 'مضاف اليه' جيئن ته 'احمد جو ڪتاب گم ٿي ويو'. 'منهنجو ڪوٽ ڦاٽي ويو'.

(٣) فاعل يا مفعول، جيئن ته 'وهندڙ پاڻي ڪنو نه ٿيندو آهي'. 'ڏکر تي جڙيل گهر، هوادار ٿيندو آهي'.

(٤) ڏسجڻ، ٿيڻ، گذارڻ، رهڻ ۽ اهڙا ڪي ٻيا فعل لازمي هئڻ وانگي به فاعل وٺن ٿا، ۽ هڪڙي فاعل سان اڻ پورا هوندا آهن. جيئن ته 'احمد ڏاهو ٻار ٿو ڏسجي'، 'همايون بادشاه مقرر ٿيو' 'سچا فقير دنيا ۾ حقيقي بادشاهه ٿا سڏجن'.

٥- مفرد جملي جي خبر ۾ فعل ڪان سواءِ، (١) اسم يا ضمير اچي ٿو، جيئن ته 'قاسم سڪول ماستر آهي'. 'اهو آءٌ آهيان'. (٢) صفت جيئن ته 'هي مزور مست آهي'. (٣) مصدر — جيئن ته هو هنر سکڻ ٿو اچي. اتي مصدر جي پٺيان 'لاءِ' حرف جر ڳجهو به ڄڻي سگهجي ٿو. (٤) اسم حاليه يا اسم استقبال يا ماضي معطوفي، جيئن ته 'ڇوڪرو ڊوڙندو آيو'. 'هو ايندڙ ملاکڙي تي وڙهڻو آهي'. 'نوڪر ڪم لاءِ هليو ويو'. (٥) هڪڙو فقرو يا گهڻن لفظن جو مجموعو، جيئن ته 'هن جو گهر چڱي بندوبست سان ٿو هلي'. (٦) ظرف، جيئن ته "منهنجو ڀاءُ هيتي آهي"، 'گهوڙن جو مهلو هيل هيتي ٿيندو'.

٦- جملي ۾ فعل ڪان سواءِ خبر ۾ جو مفعول ايندو آهي، سو ضرور هيٺين صورتن مان هڪڙو هوندو: (١) اسم يا ضمير، جيئن ته 'مهاڻا مڇي ڦاسائن ٿا'. 'قاسم هن کي ساري وڌو'. (٢) صفت اسم وانگي ڪم آيل، جيئن ته 'سخي ماڻهو غريب کي سنڀاليندو آهي'. (٣) مصدر، جيئن ته 'هو پڙهڻ پسند ٿو ڪري'. 'جي تون ڪسڻ سکيو ته ڪاتيءَ پٺي نه ڪنجهه' (٤) فقرو يا جملو، جيئن ته 'هن انجام

ڪيو ته اهو ڪم ڪندس'. (٥) ٻئي جا زباني لفظ، جيئن 'هن رڙ ڪري چيو، ته "ماڻ وڃانو ٿو""

٧- فاعل وانگي مفعول جا متعلق به هيٺان ٿي سگهن ٿا: (١) صفت، جيئن ته 'شڪاري هڪڙو وڏو هرڻ ماريو'. (٢) اسم يا ضمير ساڳئي اسم لاءِ، جيئن ته 'آءٌ تنهنجي ڀاءُ قاسم کي سڃاڻان ٿو'. (٣) اسم يا ضمير حالت اضافت ۾، جيئن 'احمد قاسم جو ڪتاب وڃايو آهي'. 'هن پنهنجو گهر وڪڻي ڇڏيو'. (٤) مصدر، جيئن ته 'هن کي ماٺ ڪرڻ ولي ٿو' (٥) اسم حاليه، يا اسم مفعول جيئن ته 'سون هن کي ويندي ڏٺو'. 'سون هن کي مئل ڏٺو'. (٦) اسم استقبال وارو فقرو، جيئن ته 'سون هن کي پڙهايو ته کهڙو بار کڻڻو آهي'.

٨- ڪن متعدي فعلن کي ٻه مفعول ٿيندا آهن هڪڙو سڌو ۽ ٻيو پاسيرو. هڪڙي کي حقيقي مفعول چون، جتي ظاهر يا ڳجهو مفعول ڏيڪاري، ۽ ٻئي کي جري مفعول چون جتي 'کي' حرف جر آهي. جيئن ته 'احمد پنهنجي پٽ 'کي' هڪڙو ڪتاب ڏنو'. اهڙا فعل آهن، ڏيڻ، چوڻ ۽ ڪي ٿورا ٻيا.

٩- خبر يا فعل جا متعلق، ظرف ڪان سواءِ هيٺيان ٿي سگهن ٿا: (١) ظرف وارو فقرو، جيئن ته 'احمد ڪڏهن هيتي ڪڏهن هتي گذاريندو آهي'. (٢) حرف جر وارو فقرو، جيئن ته 'هو ٿورن ڏينهن ۾ موٽي ايندو'. (٣) مصدر يا مصدر وارو فقرو، جيئن ته 'آءٌ توکي وٺڻ ايندس'. هتي مصدر جي ٻنيان لاءِ به وجهي ٿي سگهجي. 'هو ڇاپي جا ڪاغذ خريد ڪرڻ ويو آهي'. (٤) اسم حاليه، جيئن ته 'هو ڊوڙندو آيو'. (٥) مفعول، جيئن ته 'سون کي در تي بيٺل ڏٺو'. (٦) هڪڙو جملو يا فقرو، جيئن ته 'سچ ڪري ٻڌين ته آءٌ هن کي ايماندار ٿو ڄاڻان'. 'گهڙيال ڇهه وڄايا ته اسين آئي روانا ٿياسين'

## مرتب جملن لاءِ

١٠- مرتب جملي جي ٻن جملن مان جيڪو مک جملو آهي، سو پورو آهي ۽ ڏار به ڪم اڻي ٿو سگهجي، مگر جيڪو ٻيو جملو يا فقرو انهيءَ تي تعلق آهي، سو اڻپورو آهي ۽ ڏار ڪم اچي نه سگهندو.

١١- اهي تعلق رکندڙ جملا يا فقرا 'اسميه' آهن، يا 'صفتيه' آهن يا 'ظرفيه' آهن، جو اسم يا صفت يا ظرف جهڙو زور يا اثر ٿو رهين، ۽ آهي ڪڏهن فاعل ۽ ڪڏهن مفعول ۽ ڪڏهن فعل سان تعلق ٿا رکن. جيئن ته 'ڪنهن شيشو ڀڳو تنهن جي پڪ نه آهي'، 'هن چيو ته تون غلط آهين'. 'هن جو ويساهه اهو هو ته قاسم فتحياب ٿيندو'. 'جو پنهنجي ڪاوڙ ساري ٿو، سو ڏاهو ماڻهو آهي'. 'جيڪو ميوو اسان گڏ ڪيو هو، سو سڀ هوڪائي ويا'. 'عمر هڪڙو ڇوڪر آهي، جنهن

ڪي ٿون پڙهائيندو هئين'. 'جڏهن ماڻهو بيمار هجي، تڏهن محنت ڪرڻ نقصان ٿي رسائي'. 'هو تڏهن راند ڪرڻ گهرندو آهي، جڏهن اسڪول بند ٿيندو آهي'. 'جڏهن ٿي ٿو سگهين تڏهن ٿو اچان'.

۱۲- ڪڏهن ڪڏهن هڪڙي سڪيه جملي تي، ٻه يا وڌيڪ جملا يا فقرا تعلق رکن ٿا. جيئن ته 'واڌو، جنهن کي مون اڄ پيسا ڏنا هئا، سو جڏهن وٽيس تڏهن گهر وڃي سگهي ٿو'.

۱۳- ڪڏهن ڪڏهن هڪڙو تعلق رکندڙ جملو يا فقرو ٻئي ۾ داخل ٿئي ٿو، جيئن ته 'احمد چيو ته جڏهن منهنجو ڪم پورو ٿيندو، تڏهن موٽي ايندس'.

## مرڪب جملن لاءِ

۱۴- مرڪب جملي ۾ جيڪي ٻه يا وڌيڪ جملا گڏجن ٿا، سي (۱) 'معطوفه' يا 'عطفيه' هوندا، يعني حرف عطف يا جملي، 'يعني ۽، به، پڻ'، سان گڏيل هوندا، يا (۲) 'ضديه' هوندا، يعني سندن وچ ۾ ڌار ڪرڻ وارا حرف ڪم آيل هوندا يعني 'الهيءَ هوندي به 'تڏهن به' 'يا، 'پر'، (۳) يا معلله يا سببيه هوندا، يعني هڪڙو جملو ٻئي جو سبب هوندو، 'يعني' 'تنهنڪري' يا اهڙا ٻيا لفظ ڪم آيل هوندا، (۴) يا 'اختياريه' هوندا يعني ٻن مان هڪڙو يا ٻيو وڻندو هوندو، ۽، يا، نه، ته، متان، نڪي، وغيره حرف ڪم آيل هوندا. مثال هر هڪ جا (۱) 'عمر پاڻي پيتو ۽ قاسم ماني کاڌي. (۲) 'هن ٻين کي نصيحت ڪئي، پر پاڻ انهيءَ تي نه هليو'. (۳) 'ڏاڍو مينهن وسيو، تنهنڪري اسين ٻاهر نڪري نه سگهياسين.' (۴) 'ايمانداريءَ سان نوڪري ڏي نه ته پشيمان ٿيندين'. 'نڪي هي ڳالهه تعميل جي لائق آهي، نڪي هو'.

## تفريق جا مثال

نحو جي تفريق لاءِ هڪڙي جدول ڪيڻ ضرور آهي، جنهن ۾ مفرد جملن لاءِ فقط ٻه خانا بس آهن. هڪڙو 'مبتدا' لاءِ ۽ ٻيو 'خبر' لاءِ. مگر جڏهن انهن سان ڪي متعلق رهن ٿا، تڏهن انهن جي لاءِ به هر هڪ سان گڏ هڪ خانو زياده وجهڻو ٿئي ٿو. تنهن کان سواءِ شروع ۾ جملي قسم ڏيکارڻ لاءِ هڪڙو زياده خانو وجهڻو پوي ٿو.

تفريق شروع ڪرڻ کان اڳي پهرين گهرجي، ته جملي جو 'مبتدا يا فاعل' ڳولي هٿ ڪجي، پوءِ اهو ظاهر هجي يا ڳجهو. پوءِ 'خبر يا فعل' ڳولي هٿ ڪجي. پوءِ جاچجي ته 'فعل لازمي' آهي يا 'متعدي'. جي متعدي هجي ته 'سڌو مفعول' به ڳولي هٿ ڪجي، ۽ جيڪو ٻئي قسم جو مفعول هجي، ته اهو به نشان ڪجي. پوءِ وري 'مبتدا ۽ خبر ۽ مفعول'، هر هڪ جا ڪي متعلق هجن ته ڌار ڪجن.

مرتب جملن ۾، ٻهرين جيڪي تعلق رکندڙ فقرا يا جملا هجن، آهي ڌار ڪجن ۽ انهن جا علحدا فعل ڳولي هٿ ڪجن. جتي ڪو فعل ڳجهو هجي، اتي آهو به جانچجي. جي اهڙا جملا تمام وڏا هجن ته انهن جي منڍ ۽ پڇاڙيءَ جو لفظ ڏجي، ۽ وچ ۾ ڪي نقطا ڏجن. وري جيڪي فقرا يا جملا فاعل لاءِ هجن سي ڌار ڪجن، 'مفعول' لاءِ ڌار ۽ 'فعل' لاءِ ڌار. جملن ۾ جي ڪي ڳنڍيندڙ جا ڌار ڪندڙ لفظ هجن، ته آهي چونڊي ڪيجن. جتي ساڳيو 'فاعل' وري وري ڳجهو ايندڙ هجي، اتي آهو ظاهر ڪري ڏيکين ليڪن ۾ وجهجي. 'مرتب ۽ مرڪب' جملا گڏجي پوندا آهن، انهن جو به ڌيان رکجي. بوءِ جدول جي خانن ۾ اهي سڀ لفظ داخل ڪجن.

هيٺ هرهڪ قسم جي جملي جي تفريق يا چيد نموني جي لاءِ ڏجي ٿو.

(١) جملا، 'احمد آيو آهي'. 'ڪتا ڀونڪن ٿا'. 'ٻڪريون ڪُسن ٿيون'.

| قسم جملي جو | مبتدا | خبر |
|---|---|---|
| مفرد فعليه | احمد | آيو آهي |
| „ | ڪتا | ڀونڪن ٿا |
| „ | ٻڪريون | ڪسن ٿيون |

(٢) جملو: 'ايران جا ماڻهو قابليت جهڙا ڪتاب لکندا آهن'.

| قسم جملي جو | مبتدا | | خبر | | |
|---|---|---|---|---|---|
| | فاعل | متعلق | فعل | مفعول | متعلق |
| مفرد انشائيه | ماڻهو | ايران جا | لکندا آهن | ڪتاب | قابليت جهڙا |

(٣) جملو: 'جو ماڻهو سچ ڳالهائيندو آهي، تنهن کي سڀ عقل وارا حد کان وڌيڪ چاهيندا آهن'.

| قسم جملي جو | مبتدا |  | خبر |  |  |  |
|---|---|---|---|---|---|---|
|  | فاعل | متعلق | فعل | متعلق | مفعول | متعلق |
| مرتب - موصوله (جو ۽ تنهن ضمير موصول هئڻ سبب) | ماڻهو | سڀ، عقل وارا | چاهيندا آهن | حد کان وڌيڪ | تنهن کي | " |
|  | جو | " | ڳالهائيندو آهي | " | سچ | " |

(٤) 'جيڪڏهن جهان جا بادشاهه، اهڙي سنگدليءَ سان شيطاني ظلم ڪندا، ته سگهوئي پنهنجا ملڪ هٿان وڃائيندا'.

| قسم جملي جو | مبتدا |  | خبر |  |  |  |
|---|---|---|---|---|---|---|
|  | فاعل | متعلق | فعل | متعلق | مفعول | متعلق |
| مرتب - شرطيه | بادشاهه | جهان جا | ڪندا | اهڙي سنگدليءَ سان | ظلم | شيطاني |
| جيڪڏهن ۽ ته حرف شرط هئڻ سبب | هو (ڳجهو) | " | وڃائيندا | سگهوئي هٿان | ملڪ | پنهنجا |

(٥) 'ڏهه فقير هڪڙيءَ گودڙيءَ ۾ سمهندا آهن، ۽ ٻه بادشاهه هڪڙي ملڪ ۾ نه ماپندا آهن'.

| قسم جملي جو | مبتدا | | خبر | |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| | فاعل | متعلق | فعل | متعلق |
| مرڪب معطوفه | فقير | ڏهه | سمهندا آهن | هڪڙي گودڙيءَ ۾ |
| (۽ حرف عطف | بادشاهه | ٻه | ماپندا آهن | هڪڙي ملڪ ۾ |
| سبيان) | | | | |

## باب ڏهين ۽ چوٿين جا سوال

ڪلام يا جملو ڇا کي ٿو چئجي؟ جملي ۾ ڪهڙا ۽ ڪيترا لفظ تمام ضروري آهن، ۽ انهن جا نالا ڪهڙا آهن؟ مبتدا ۽ فاعل جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ خبر ۽ فعل جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ خبر ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون شيون اچي ٿيون وڃن؟ 'خبر' ۽ حرف رابطه جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ مبتدا ڪهڙيون ڪهڙيون صورتون وٺي ٿو سگهي؟ مفعول ڪيترن قسمن جا ٿين ٿا؟ انهن جا نالا ۽ مثال ڏيو. صرف جي فاعل ۽ نحو جي فاعل جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ صرف جي مفعول ۽ نحو جي مفعول جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي ۽ متعلق ڇا کي ٿا چون؟ مفعول ڪهڙيون صورتون وٺي ٿو سگهي؟ جملا پهرين ڪيترن ۽ ڪهڙن قسمن جا آهن، ۽ پوءِ ڪهڙن ۽ ڪيترن قسمن جا ٿا ٿين؟ هرهڪ جا مثال ڏيو. 'مفرد'، 'مرتب' ۽ 'مرڪب' جملن جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ هرهڪ جا مثال ڏيو. نحو جي قانونن جا ڪيترا ۽ ڪهڙا قسم آهن؟ هرهڪ جا ڪي مثال ڏيو. سنڌيءَ ۾ جملن جي مک لفظن جي ترتيب ڪهڙي آهي؟ صفت، ظرف، حرف جر، حرف جملو، حرف ندا، لاءِ اسم جي اڳيان ايندا آهن يا پٺيان؟ ڪي نياريون حالتون هجن، ته انهن جا مثال ڏيو. فعل ڪهڙين ڳالهين ۾ فاعل جو تابع رهي ٿو؟ ڪهڙين حالتن ۾ فعل واحد ۾ ايندو آهي، ۽ ڪهڙين ۾ جمع ۾؟ گهڻن فاعلن ۽ گهڻن مفعولن جا ڪي جملا ٺاهي ڏيکاريو. حرف عطف ۽ حرف جملي جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ حرف جملي ۽ حرف استثنيٰ جو جملي جي فعل تي ڪهڙو اثر ٿو ٿئي؟ جڏهن اسم ۽ ضمير ٻئي فاعل ۾ هوندا آهن، تڏهن فعل جو ڪهڙو حال ٿيندو آهي.

مضاف ۽ صفت جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ مضاف ڪهڙين ڳالهين ۾ مضاف اليه جو تابع ٿو رهي؟ حالتن جي عام صورت ڪهڙي آهي؟ جدا جدا حالتن ۾ عام صورت جا مثال ڏيو. صفت ۽ موصوف ڪهڙي ترتيب ۾ ڪم اچن ٿا؟ اهڙا ڪي مثال ڏيو، جن ۾ صفت اسم وانگي ڪم آئي هجي. ضمير پنهنجن اسمن سان ڪهڙين ڳالهين ۾ موافقت ڪن ٿا؟ ضميري صفتون ڪهڙيون آهن، ۽ موصول ۽ جواب موصول جي اڳيان پوءِ اچڻ جا ڪي مثال ڏيو. ضمير استفهام جي جملي ۾ ڪهڙي هنڌ جاءِ آهي. اسم مفعول صفت وانگي ڪم آئي ڏيکاريو. اسم حاليه، اسم استقبال ۽ ماضي معطوفيءَ جي جاءِ جملي ۾ ڪهڙي آهي؟ انهن جا مثال ڏيو. فعل جي زمانن جي ڪهڙي ترتيب آهي؟ انڪاري لفظ جملي ۾ ڪٿي ايندا آهن؟ انهن جا ڪي مثال ڏيو. فعل مجهول ۾ فاعل ۽ مفعول جو ڪهڙو حال ٿئي ٿو؟ آهي ڪهڙيون حالتون آهن، جن ۾ فعل ڪڏهن فاعل ۽ ڪڏهن مفعول جو تابع ٿو رهي، ۽ ڪڏهن ڪنهن جو تابع نٿو رهي؟ انهن حالتن جا ڪهڙا نالا آهن؟ انهن جا مثال ڏيو. ڪهڙا فعل آهن جن جا ٻه فاعل ٿيندا آهن؟ مثال ڏيو. ٻن انڪاري لفظن جو هڪبئي تي ڪهڙو اثر ٿو ٿئي؟ مثال ڏيئي ڏيکاريو. اهڙا ڪي مثال ڏيو جن ۾ فاعل ڳجها هجن. اهڙا ڪي لازمي فعل به آهن، جي مفعول وٺن ٿا؟ انهن جا مثال ڏيو. اهڙا ڪي فعل ٻڌايو جي ٻه فاعل وٺندا هجن. ترڪيب ۽ ترتيب ۽ تفريق جي وچ ۾ فرق ٻڌايو. صرف جي ترڪيب ۽ نحو جي ترڪيب ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ مبتدا جا متعلق ڪهڙيون صورتون وٺي ٿا سگهن؟ انهن جا مثال ڏيو. ڪهڙا فعل آهن جي اڪثر ٻه فاعل وٺن ٿا؟ مفرد جملي ۾ خبر جي جدا جدا صورتن جا مثال ڏيو. مفعول جي جدا جدا صورتن جا مثال ڏيو. مفعول جا متعلق ڪهڙيون صورتون وٺي ٿا سگهن؟ انهن جا مثال ڏيو. سڌي ۽ ٻاهيري مفعول جا مثال ڏيو. فعل جي متعلقن جون جدا جدا صورتون ٻڌايو ۽ انهن جا مثال ڏيو. مرتب جملن ۾ جي ننڍا جملا اچن ٿا، انهن جو هڪبئي سان ڪهڙو واسطو ٿو رهي؟ انهن جي جدا جدا حالتن جا مثال ڏيو. مرڪب جملي ۾ جي ٻيا جملا اچن ٿا، تن جو هڪبئي سان ڪهڙو واسطو ٿو رهي؟ جدا جدا حالتن جا مثال ڏيو. جملن جي تفريق جا ڇيد لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ياد رکڻ جهڙيون آهن؟ ترڪيب جا ڪيترا ۽ ڪهڙا قسم آهن؟ ترڪيب ۽ تفريق جي وچ ۾ ڪيترو فرق آهي؟

## مشقون

(١) هيٺين جملن ۾ جيڪي مبتدا ۽ خبر، ظاهر يا لڪل هجن سي ٻڌايو:

'هو ڳالهائي ٿو'. 'مان ڇيو'. 'وڃ'. 'پڙهه'. 'ٻار راند ڪن ٿا'. 'تون ڏٺين ٿي'. 'ڇوڪري ڳائي ٿي'. 'مڇيون تري ويون'. 'پکي آڏامي ويا آهن'. 'ٻليون ڀڄنديون'. 'ڍور چرن ٿا'. 'ڪتا ڀونڪن ٿا'. 'گهوڙا ڊوڙن ٿا'. 'آءٌ ستو آهيان'. 'هو مري ويو'. 'قاسم آيو آهي'. 'گهوڙن هڻڪيو ٿي'. 'ٻڪريون ٻڪن ٿيون'.

(٢) هيٺين مبتدائن مان ڪي خبر ملائي جملا ٺاهيو:

سچ، زالون، شاگرد، تصويرون، ڪلاڪ، درزي، سپاهي، ڪڪر، پار، گهر، اکيون، مکيون، گڏهه، جهاز، چور، تارا، ڏيڏر، اسين، عمر، تون، هو.

(٣) هيٺين خبرن سان ڪي مبتدا ملائي جملا ٺاهيو:

ڏنگي ٿو، ڪم ٿي ڪيو، ستا پيا آهن، ٻڌي مٺا، وهي ٿو، مرندو، سزا کاڌي، ڳالهائين ٿا، پڙهن ٿا، ڀڄي ويا، راند ڪندا، نچن ٿيون، ٽپن ٿا، آڏامي ويو، وڄي ستو، جمي پيو.

(٤) هيٺين جملن ۾ مفعول ڏيکاريو:

'مون کي جواب ڏي'. 'تو هنن کي ڏٺو؟' 'ڪتاب کڻي آءُ'. 'ڇوڪر سليٽ ڀڃي وڌي'. 'ڪتي هن کي ڏاڙهيو'. 'هنن انعام کٽيا آهن'. 'آءٌ خط ٿو لکان'. 'ڇوڪر راند ڪيڏن ٿا'. 'هن پٿر اڇلايو'. 'هي قلم گهوڙي ڏي'. 'برف پاڻي ٺاري ٿي'. 'هاري زمين کيڙين ٿا'. 'تو اسان کي ڏٺو'. 'ڪتا ٻليون ٿا مارين'. 'ٻليون ڪتا ٿيون جهٽين'. 'سج روشنائي ڏئي ٿو'. 'چورن پيتي چورائي'. 'سپاهين لڙائي ڪئي'.

(٥) هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي مفعول وجهو:

ـ وڇا. ـ پٿور. هن ـ کنيو. مون ـ لڌو. کاڌو ـ ڏئي ٿو. هُو ـ کمائي ٿو. رڍون ـ چرن ٿيون. رازا ـ جوڙين ٿا. مصنف ـ لکن ٿا. مهاڻا ـ هلائن ٿا. بگهڙ ـ مارين ٿا. احمد ـ گهڙو. سينهون ـ ڏين ٿيون. ٽپالي ـ آندو آهي. گاڏي ـ کڻي آئي.

(٦) هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي خبر يا فعل وجهو:

شينهن هڪڙو ماڻهو ـ. نانگ باغائي کي ـ. درزي ڪپڙا ـ. ڌوٻي ڪپڙا ـ. نوڪر ڪم ـ. ٻلي کير ـ. ٽپالي خط ـ. هي بار ـ. چور کي سزا ـ. مون آرسي ـ. خط ـ.

(٧) هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي مبتدا يا فاعل وجهو:

ـ بيمار کي ڇٽايو. ـ پيسا چورايا. ـ گاهه کائن ٿا. ـ ٻج پوکيو آهي. ـ پنهنجا سبق پورا ڪيا. ـ ميز ٺو ٺاهي. ـ ڪپڙا سبي تيار ڪيا. ـ راند کي پسند ڪندا آهن. ـ ڪتاب لکندا آهن.

(٨) هيٺين جملن ۾ مبتدا جا متعلق ٻڌايو:

'ماريل بادشاهه پنهنجي قلعي ۾ دفن ٿي ويو'. 'سبق ياد ڪرڻ جو وقت آيو آهي'. 'چڱو ۽ محنتي ڇوڪر جيت ڪيت مان ٿو لهي'. 'سمنڊ جي صاف هوا تندرستي وڌائي ٿي'. 'تعليم ڏيڻ لاءِ سرڪار جي ڪوشش نهايت گهٽي آهي'. 'هوءَ پٽ تي ڏنگيل ترار منهنجي ڏاڏي جي هٿن جي آهي'. ڏاهو ڇوڪر سبق پورا ڪري پوءِ راند ڪڏڻ لڳندو'. 'فرست بلوچي پلٽڻ جو بهادر سپاهي گولي لڳڻ

ڪري مري ويو‘. ’گرڙ ۾ ڪنوڻ سان آيل مينهن هن ملڪ تي پڻ انهيءَ کي
بوڙي وڌو‘. ’ــ ج باهه جي گولي وانگر ٻرندو، ڇهين بجي نڪري ظاهر ٿيو‘.
’ڪتو ڇوڪر ـــ ي ڪنڌ ڏان جهلي گهلي اٿي هليو‘. ’منهنجي پاڙ جو ڪتاب
چورائجي ويو.‘ ’محبت وارا مائٽ پنهنجي ٻارن کي پيار ڪندا آهن‘. ’وليم، فتح
ڪندڙ سنه ١٠٨٧ع ۾ مري ويو‘. ’زهري نانگ باغائيءَ کي ڏنگي ماري وڌو‘.
’هڪڙو خوفناڪ طوفان سمنڊ تي اچي نڪتو‘.

(٩) هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي مبتدا جا متعلق پريو:

ـــ ڇوڪر محنت ڪندا آهن. ـــ گهوڙا جلد ڊوڙن ٿا. ـــ سپاهي جنگ ۾ ڪين
ڀڄندا آهن. ـــ مسافر سمهي آرام ڪيو. سڪندر ـــ قريب سارو جهان فتح ڪيو.
راڻي وڪٽوريا ـــ ٦٤ ورهين تائين راڄ ڪيو. ـــ ڪنن ڏگها ٿيندا آهن. ـــ پيءُ ٻه
ورهيه ٿيا جو مري ويو. ـــ چنبا تکا ٿيندا آهن. ـــ ڏند عاج وانگي ڪم ايندا آهن.
ـــ ڌڻ منهنجي گهر وٽان لنگهي ويو. ـــ لهريون طوفان جي وقت ڏاڍيون خوفناڪ
ٿيون ڏسجن.

(١٠) هيٺين جملن ۾ مفعول جا متعلق ڏيکاريو:

’مون هڪڙو گجندڙ شينهن ماريو‘. ’هن رازي پڪين سرن، لوهه جي ڪامن
۽ پهڻ جي پيلپاون واري هڪڙي عاليشان عمارت بنائي‘. ’آءٌ هن ڇوڪر کي
سڃاڻان ٿو‘. ’ڪاريگر پنهنجا اوزار تکا ٿو ڪري‘. ’آءٌ ٻڍو صاحب ڪمشنر کي
سڃاڻان‘ ’هن مزي سزي جهڙين آڪاڻين جو هڪڙو ڪتاب لکي تيار ڪيو
آهي‘. ’واڳون ڳوٺ جي وڏيري جي هڪڙي خوبصورت ڇوڪري، پاڻيءَ ۾
وهنجندي گهلي ڪڍي ويو‘. ’جي گل منهنجي باغ ۾ ٿيندا هئا، سي ڪالهه ڪو
چور پٽي ڪڍي ويو‘ ’ڪالهه مون امام غزاليءَ جا سڀ لکيل ڪتاب، هڪڙي
ڪتب فروش جي دڪان تان خريد ڪيا‘.

(١١) هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي ’مفعول‘ جا متعلق وجهو:

ٻه ماڻهو ـــ هيءُ بچري ڪڍي ويا. درياهه جي اٿل ـــ ڳوٺ ٻوڙي وڌا. پوليس
چورايل مال ـــ لڌو. هن ڪنسٽيبل ـــ هڪڙو چور ورتو. پيءُ پٽ کي ـــ سزا ڏني.
هن واچ ـــ ڳڌي. ڪانٽو کي ـــ ڪنيڙائيون آهن. ڪوهه ـــ ڇوڪرن کي نٿو گهري. مون ـــ
وڃندو پڌو. منهنجي دوست ڇتون ـــ ورتو.

(١٢) هيٺين جملن ۾ ’خبر‘ جا متعلق ڏيکاريو:

’هو تکو ڊوڙيو‘. ’هو اڄ صبح جو ڊوڙيو‘. ’هو جهنگ ڏي ڊوڙيو‘.
’هو چور پڪڙڻ لاءِ تکو ڊوڙيو‘. ’اڄ صبح ـو هو جهنگ ڏي چور پڪڙڻ
لاءِ تکو ڊوڙيو‘. ’هي ڇوڪر ڏاڍو چڱو لکي ٿو‘. ’آءٌ صبح جو سوير اٿيس،

‘مون هن کي باغ ۾ ڏٺو’. ‘منهنجي دوست ساري دنيا جو گشت ڪيو آهي’. ‘سپاهي قطار ٻڌي اٿي هليا’. ‘سپهه سالار بهادريءَ سان وڙهندي مئو’. ‘سڀني ڏينهن ۾ هو پيرا لهي ۽ چڙهي ٿو’ ‘هو پنهنجي همٿ سان گاڏي هڪلي ٿو’. ‘هو ماني کائيندي اخبار پڙهي ٿو’. ‘اونداهي رات جي ڪري چور ڀڄي ويو’. ‘هو بندرو ماڻهو تڪڙو تڪڙو قدم کڻي ٿو’. ‘اسان جو بنگلو شهر ۾ مشهور آهي’. ‘هو اڳي کان هاڻ بهتر لکي ٿو’. ‘بمبئيءَ ۾ جون، جولاءِ ۽ آگسٽ مهينن ۾ گهڻو مينهن وسندو آهي’. ‘باهه باهه جي دانهن ٻڌي سڀ گهر جا ڀاتي رات جي ڪپڙن ۾ نڪري آيا.

(١٣) هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي ‘خبر’ جا متعلق پريو:

سهو — ڊوڙي ٿو. آتر جو واءُ — لڳي ٿو. ٻيءَ پنهنجي پٽ لاءِ — رنو. شاگردن اُستاد جي سمجهاڻي — ٻڌي. فقير هن سخي ماڻهوءَ جي — شڪرگذاري ڪئي. آءٌ پنهنجا سبق — پڙهان ٿو. ڪڪڙ — ٻانگ ڏين ٿا. — وڻ ساوا ٿين ٿا. ٻهڻ جي عمارت — جڙائي ڪري ٿي. ايماندار ماڻهو — ڪوڙ ڳالهائيندو. بيمار — ٻي جاڳيو. منهنجو چاچو — رهي ٿو. رت بدن ۾ — ڊوڙي ٿو. پڇڻ جي بدران سپاهي — وڙهي مئا.

(١٤) هيٺين جملن ۾ اڻ پورن فعلن جو پورائي ڪندڙ ڀاڱو ڏيکاريو:

‘عمر خان ڪرڪيٽ جي راند جو ڪپتان مقرر ٿيو آهي’. ‘هو منهنجو دوست آهي’. ‘هو سُست ٿو ڏسجي’. ‘احمد ڏاڍو چالاڪ رانديگر آهي’. ‘گهوڙو بيمار ٿو ڏسجي’. ‘آءٌ ٿورن ڏينهن ۾ تندرست ٿيندس’. ‘هو نئين ڪتاب هن جا آهن’. ‘هو ٿلهو ماڻهو پيسي وارو نظر اچي ٿو’. ‘آءٌ سگهوئي انهيءَ ڪلب جو ميمبر ٿيندس’. ‘منهنجا دوست انهيءَ مجلس ۾ حاضر هئا’. ‘هو ڪانگريس جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو’. ‘آءٌ اهوئي ساڳيو ماڻهو آهيان’. ‘ڇوڪري ڊپ ۾ ڦيڪي ٿي وئي’. ‘آءٌ هي گهر تمام ننڍڙو ٿو سمجهان’.

(١٥) هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي مناسب لفظ وجهي فعل پورا ڪريو:

هو — سڏبو آهي. بمبئي — آهي. ڏينهن — ٿيندا وڃن. سيارو — منهنجو پاڻ — ڪري پيو آهي. هن مون کي — سڏيو. هن جي بدچاليءَ سندس ڌڻي کي — ڪيو. هو پاڻ کي — ٿو سمجهي. جج قيديءَ کي — ڏنو. — منهنجي دلپسند راند آهي. ميونسپالٽيءَ ۾ ميمبرن هن کي — چونڊيو. هن کي — سڏيندا آهن. گذريل سومر کان آءٌ — آهيان.

(١٦) هيٺين جملن جي ‘تفريق’ يا ڇيد ڪريو:

(الف) ‘شينهن گجي ٿو’. ‘بمبئي اِٻن جي ڪري مشهور آهي’. ‘منهنجي عمر جا ٻارنهن ورهيه لنگهي ويا آهن’. ‘اُٺي ڪرڻ گناهه آهي’. ‘جنگ وارن پهلوانن

کي انعام مليل ويا آهن'. 'آزمودي جي مڪتب ۾ گهڻائي عمدا سبق سکي ٿا سگهجن'. 'ٻاڻ جهڙن مخلوقن جي سڳڪ تي خوش ٿئڻ، جڻ ته انهن جي خوش نصيبيءَ ۾ شامل ٿيڻ آهي'. 'سيٺهن آيو ته رڍن جو ڌڻ ڀڄي ويو'. 'هن جو گهراڻو آبروءَ وارو آهي'.

(ب) 'سلون ۽ جاوا ٻيٽ آهن'. 'فرانس ۽ انگلنڊ ٻئي ڪوسي ڪمر بند کان ٻاهر آهن'. 'بادشاهه، راڻي ۽ شهزادو، ٽيئي سلامت اچي پهتا'. 'سچائي، ايمانداري ۽ حيا عمدين نيڪين مان آهن'. هر هڪ مڙس، زال ۽ ڇوڪر صحيح سلامت بچي ويو'. 'سوداگر پنهنجي ساري مال سوڌو ولايت هليو ويو'. 'آءٌ ۽ تون سوير سنبري ويهون ته بهتر آهي'. 'تون قصوروار آهين نه هئو'.

(ج) 'تنهنجي پيتي يا تنهنجا ڪتاب سڙي ويا'. 'نڪي سپهه سالار کي نڪي سندس لشڪر کي دشمن جي اچڻ جي خبر هئي'. 'رئيس يا نوڪر گهر ۾ حاضر آهي'. 'نه چنڊ ٿو ڏسجي، نه تارا ٿا ڏسجن'. 'مون ٻڌو ته تو يا احمد وچڻ کان انڪار ڪيو'.

(د) 'فساد هميشه انهن کي نقصان رسائي ٿو، جي فساد اٿاريندا آهن'. 'نيڪي پنهنجو انعام پاڻ آهي، ۽ بدي پنهنجي سزا پاڻ'. 'سچي عزت وڏين نيڪين رکڻ ۾ آهي'. 'تون پنهنجو سبق ٻڌائي سگهندين'؟ 'هن ساري حرڪت جو باني اهو ويٺو آهي'. 'هو چوي ٿو ته هاڻ هلو تہ هلون'. 'ڪولمبس، آمريڪا جو ڳولي ڪڍندڙ، جينوئا جو رهاڪو هو'. 'فردوسي، شاهنامي جو مصنف، قديم وقت ۾ رهندو هو'. 'لنڊن، دنيا جو تمام وڏو شهر، ٿيمس نديءَ جي ڪناري تي آهي'. 'شورو هڪڙي سخت ۽ ڀوري شيءِ آهي، رنگ جي پيلي آهي، ٻوري بانس ۽ ٻورو مواد ٻه انس'. 'محنت سخت کي صاف ۽ بدن کي تندرست ٿي رکي'. 'حضرت سليمان جي عبادت گاهه جا پهڻ اٺ هٿ ڊگها هئا'. 'بلبل مٺي ڳائيندڙن پکين مان تمام مشهور آهي'. 'منهنجي دوست جو ذهن تمام تيز آهي، سندس خيال تمام اعليٰ آهن، ۽ سندس عقل ڪامل آهي'. 'گلاب جو گل تمام وڻندڙ شيءِ آهي، مگر ڇوڏاري ڪنڊن سان وڪوڙيل آهي'. 'هتي ماڻهوءَ کي ڇئو ته هليو وڃي'.

(هه) 'بابا مون کي، هن کي ۽ تو کي مدد ڏيڻ لاءِ موڪليو آهي'. 'خبر اٿئي ته ڪالهه گهر ويندي مون ڪنهن کي ڏٺو؟'. 'قاسم کي ۽ ٻين کي ته اٺون سڃاڻن ٿو'. 'پر تون ڪير آهين؟'. 'جي ماڻهو ڏاهن ۽ نيڪن تي ٺٺوليون ڪندا آهن، سي خوفناڪ سنگتي هوندا آهن'. 'جڏهن سائيرس، ايران جو بادشاهه ننڍو هو، تڏهن ڪنهن پڇيس ته پهرين شيءِ جا تون سکئين، سا ڪهڙي هئي؟ جواب ڏنائين ته سچ ڳالهائڻ'. 'جن کي ٻين کي ڏيڻ لاءِ ڪينهي، سي ٻه

ٻين جي خير گهرڻ سان، هنن ڪي هڪڙي قسم جي مدد ڏني سگهن ٿا'. 'جي آءٌ، هوُ هجان ته جيڪر ٻيو رستو وٺان'. 'هو ڏاڍو سخت ماڻهو ٿو ڏسجي' 'گهنشامداس وڪيل جج مقرر ٿيو آهي'. 'سزا ڏيڻ کان معافي ڏيڻ زياده لذت وارو آهي'. 'وڌيڪ کان ڏيڻ وڌيڪ ثواب وارو آهي.' 'ڪالهه اسان ٻي ٻجي ماني کاڌي، ۽ ٿيون ڏينهن ٻارهين ٻجي کاڌي هئيسون'. 'جي اڪيون توکي گنهگار ڪن ته آهي ٻئي اڇلائي ڇڏ'. 'جي آءٌ ڏوهاري نه هجان ته جيڪر بلڪل ڪين ڊڄان'.

(و) شاهه جي رسالي مان هيٺين سٽن کي ٽڪرن نثر ۾ وجهو، پوءِ ٻڌايو ته هر هڪ ڪهڙي قسم جو جملو آهي، پوءِ انهن ۾ مبتدا، خبر ۽ انهن جا متعلق ڏيکاريو.

"ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهه، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾".
"تو جني جي تات، تن ٻڻ آهي تنهنجي".
"چڪيو نه چوندن، هو جو ساءُ صبر جو".
"سهڻ جي سيوين، تني ماڻڪ ميڙيا".
"گهڙيا سي چڙهيا، اُئين اُنيئي".
"هيڪ لکئي ٻيو نينهن، آئي اوليس اول ۾".
"سڄڻ ساڪيءَ ميٽ، ڪهڙا ٿين نه ڪڏهين".
"نيڻ نمندا پس، وس ته ورن سپرين".
"نا اميدي نيچ، ته اوڏو ٿين اميد کي".
"دوت توکان هڏ، پرانهو ٻڻ ڪينڪي".
"هاري ڪر همت، ته دم ڏيئي دوست لهين".
"مري جيي ته ماڻين جانب جو جمال".
"لکيو جو نراڙ سو قلم ڪياڙيءَ نه وهي".
"اڻ گهريو لوڪ گهڻو، جي گهٽران مي ناهن".
"لک لهي ٿي لوڏ جيجان تن جتن جي".
"پيئر آءٌ پلياس نه، ته سڪ سمهڻ ڇا لڳي؟"
"نيڏي پسي ٿي، هوتا آهي هيڪڙو".
"ٻچن سي پسن، جڏهن تڏهن پرينءَ کي".
"ڏور پنڌ پون ڏسن، اگهه عجيبن جا".
"جوڳي هئون نه جيڻا پائي جوڳ م جيءُ".
"اڏيو جو اوڏن سو شال ڍنگر ڍلو م ٿئي".
"ائين چوندي ڪير ته آءٌ ساچاري سڄڻين".

(١٧) هيٺيون چوڪون درست ڪريو:

(١) هن جا ڪم جڳي حالت ۾ نه آهن.

'حياتيءَ جون مصيبتون بيشمار آهن، اِجها، "گهرن جو مالڪ ٿو اچي". 'شيطاني خوشيون جهڙا نٿا، ڪن'. 'مڪ جون اکيون عجب جهڙا آهن'. 'اوهين ڇا اتي هئا ڪيئن؟' 'مصر جا منارا ٽن هزارن ورهين کان وٺي ڪن آني بيٺل رهيو آهي'. 'تون اڄ اسڪول ۾ ، يا هئا يا نه'؟ 'پاڻون وڏن جو ادب رکڻ اسان جي ضروري فرض مان آهن'. 'آئي وٺي جي آدر ڀاءُ ڪرڻ وارن ماڻهن لاءِ چڱا ڪم آهن'. 'ماڻهن جي وڏي جماعت دنيا ۾ سڪ جي ڳالهيان حيران آهن'. 'ماڻهن جو ڪوڙ جلد لهي ويا'. 'ڏهه هزار لشڪر ولايت ڏي روانا ٿيا آهن'. 'ڪالهه ڏهين بجي ڌاري مجلس اچي گڏ ٿيا'. 'سرڪار نوان حڪم جاري ڪن ٿا.' 'پارليامينٽ اميرن ۽ عام ماڻهن مان جڙن ٿا'.

(ب) 'ڪتاب، سليٽ ۽ تصوير منهنجا آهن'. 'ڪوڙي اميد ۽ ڪوڙو خوف نه پسنديءَ جهڙا آهن'. 'تون ۽ هو نااميد ٿيو آهي'. 'آءٌ ۽ هاشم وڃڻ وارو آهي'. 'قانون ۽ قاعي نرم ذاتن مان آهن'. تنهنجو ڀاءُ ۽ ڀيڻ اچي ٿو يا نه؟ "ڏک ۽ سک دنيا ۾ گڏيا پيا آهن'. 'هو ۽ سندس زال ٻئي آيو آهي'. 'هو زال سان گڏجي آيا آهن.'

(ج) 'نڪي هي نڪي هو آني آيا'. 'نه ڪپتان نه خلاصي بچيو'. 'هو يا آءٌ ڪراچيءَ وڃڻ لاءِ تيار آهي'. 'نه دولت نه تندرستي پروسي جوڳا آهن'. 'هو يا آءٌ قصوروار آهيان'.

(د) 'تون اهو شخص آهين، جنهن منهنجو ڪتاب کنيو اٿئي'. 'قاسم وڃي ٿو، سڏيان؟' تنهنجو قلم منهنجي پيتيءَ ۾ آهي، آٿي ڏيان؟'

'مون توکي ۽ هن کي چيو ته مون کي هن جي دوستيءَ جي ڪابه پرواهه ڪانهي'. 'آءٌ ۽ منهنجو پيءُ انگلينڊ ڏي ٿو وڃي'. 'آءٌ اهڙو ماڻهو آهيان جو اهڙيون صلاحون نه ڏيندو آهي'. 'آءٌ انهن ماڻهن مان آهيان جو سچ چوڻ کان نه ڊڄندا آهن'.

(هه) 'جهاز گذرئي هفتي ۾ آيو آهي.' 'آءٌ گهڻو وقت پيو ڳالهايان.' 'ڪالهه آءٌ عجائب خانه ۾ ، يو آهيان'. 'گذرئي سومر جي ڏينهن آءٌ توکي ڏسڻ آيو آهيان.' 'هي ڪتاب ١٨٩٣ع ۾ ڇپيو آهي.' 'اڄ صبح جو مون اهو ڪم پورو ڪيو آهي.' 'منهنجو ڀاءُ آيو، تنهن کان اڳي مون اهو خط لکي پورو ڪيو آهي'. 'مون هن کي چيو ته اهو ڪم ڪرڻ غلط هو'. 'هو اهڙو بدلجي ويو هو، جو جيڪڏهن هو پنهنجو نالو نه ٻڌائي، ته جيڪر سڃاڻي نه سگهانس'. 'جيڪڏهن تون نقشي ۾ نظر ڪندين ته اهو پيٽ ڏسي سگهين ها'.

(١٨) هيٺيان ڏار ننڍا مفرد جملا ملائي وڏا مرتب يا مرڪب جملا ٺاهيو:

قاسم منهنجي گهر آيو، هاشم منهنجي گهر آيو، عمر ٿلهو ڇوڪر آهي، عثمان ٿلهو ڇوڪر نه آهي، هن کي دعوت ملي آهي، توکي دعوت ملي آهي، ڪڻڪ آمريڪا ۾ پيدا ٿئي ٿي، ڪپهه آمريڪا ۾ پيدا ٿئي ٿي، ڪڻڪ رشيا ۾ پيدا ٿئي ٿي، ڪڻڪ هندستان ۾ پيدا ٿئي ٿي، ڪپهه مصر ۾ پيدا ٿئي ٿي، سج اڀرندي کان اڀري ٿو، سج اولهندي ڏي لهي ٿو، شيشو لسو آهي، شيشو ڀورو آهي، شيشو شفاف آهي، واڍو ميزون ٺاهي ٿو، واڍو ڪرسيون ٺاهي ٿو، واڍو ٻيو سامان ٺاهي ٿو، سلون ٻيٽ ڏاڍو آباد آهي، انهيءَ ۾ چاهه پوکبي آهي، انهيءَ ۾ ڪافي پوکبي آهي. هو ٿڪل آهي، هو بکايل آهي، هو پڙهيو ماڻهو ڏسي نٿو سگهي، هو ٻڌي نٿو سگهي، نه ڊوڙ، نه ٽپ، استاد مون کي ماريو، استاد هن کي ماريو، اسان کي تڪڙو ٿيڻ گهرجي، چور ڀڄي ويندو، هن کي هڪدم پاڻي ڏي، هو مري ويندو، ايمانداريءَ سان هل، نوڪريءَ مان نڪري ويندين، سبق برابر ياد ڪرڻ گهرجن، ماستر ڪاوڙيو، محنت ڪر، حد کان وڌيڪ محنت نه ڪر، بيمار ٿي پوندين. هو مضبوط آهي، هو ڪم ڪرڻ نٿو گهري، هن پنو نه گهريو، هو بک پئي مئو، هو غريب ماڻهو تمام ضعيف هو، هو خوشيءَ سان ڪم ڪرڻ لاءِ تيار هو، احمد ڪيترو وقت اجايو وڃائي ٿو، هو امتحان پاس ڪيو وئي، مون کي زڪام آهي، آءٌ گهر ويٺو رهندس، هو ڇوڪر شام جو گهر نه آيو، هن جا مائٽ بي آرام ٿيا، گاڏي لڪري ويئي، آءٌ دير سان آيس، آءٌ هن تي ويساهه ٿو ڪريان، هو ايماندار آهي، هن کي انعام مليو، هو انعام جو لائق هو، آءٌ ڏاڍو ٿڪل هوس، مون سڄو ڏينهن پنڌ ڪيو هو، هو ٻڏي مئو، هو ترڻ نه ڄاڻندو هو، منهنجي ماءُ تمام پڪي آهي، منهنجي ماءُ اکين کان وڏي آهي، منهنجو پيءُ پڪو ٿيو آهي، منهنجو پيءُ پينشن وٺڻ ٿو گهري، آءٌ هشيار آهيان، هاشم زياده هشيار آهي، هو وڏو ٽپ ٿو ڏئي، آءٌ زياده وڏو ٽپ ٿو ڏيان، هي گهڙي سوڙهي آهي، هوءَ گهڙي به سوڙهي آهي، ماستر هن ڇوڪر کي گهڻو پائي ٿو، ماستر مون کي به گهڻو پائي ٿو، هن اها خبر ٻڌي، هو ڏاڍو خوش ٿيو، پنج ٿا لڳن، آءٌ هنڌ ڇڏي اٿان ٿو، راند پوري ٿيندي، پاڻ گهر هلنداسين، سج لٿو، هنن ڪم بند ڪيو، مون تنهنجو ڀاءُ ڏٺو آهي، هو ڪراچيءَ ۾ ٿو رهي، هي گهر منهنجي ڏاڏي جو آهي، آءٌ انهيءَ ۾ ڄائو هوس. چور منهنجو گهوڙو چورايو، اهو هاڻ جيل ۾ آهي. اهو ڇوڪر توکي ياد آهي؟ تو هن کي ڪراچيءَ ۾ ڏٺو هو. بابي وٽ دوربين آهي، انهن سان هو تارا ڏسندو آهي. ميل کن پنڌ تي مون هڪڙو چيتو ڏٺو، اهو نڪر تي جلد جلد چڙهندو آيو، اهو پيچرو اٿي تي آيو جتي آءٌ ويٺو هوس. هو ايماندار آهي، هو محنتي آهي، هو ڪم لصيب آهي، هو بدن ۾ ضعيف آهي، آءٌ قاسم کي

ڏسڻ وٽس، هو انهيءَ ڳڻتيءَ ۾ ٿو رهي، مون کي ماڻس ڪم هو، هو گهر ڪونه هو، ڏوهه ظاهر ٿي پيو، هن جي ڏٺيءَ کيس نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو، هو ڏهه ورهيه سنڌ ۾ نوڪريءَ ۾ هو. مون کي ڪراچيءَ جي هوا نٿي وڻي، آها ڏاڍي کهميل آهي منهنجي مرضي آهي ته ڪنهن ٻئي شهر ۾ وڃي رهان، آءٌ گهر کان ٻاهر هوس، هو منهنجي گهر آيو، هو منهنجي بندوق آڌاري وٺڻ آيو هو، منهنجي پڇڻ کان سواءِ کڻي هليو ويو. مون کي اڃا انهيءَ ڪتاب جا پنجاهه صفحا پڙهڻا آهن، امتحان تمام ويجهو اچي پيو آهي، مون کي ڏهه صفحا ته ڏهاڙي پڙهڻ گهرجن، اهو ڪتاب تڏهن پورو ڪري سگهان.

**اشارو:** مٿين سوالن ۽ مشقن جا جواب مٿين ٻن بابن جي مضمون پڙهڻ سان، آسانيءَ سان ڏئي سگهجن ٿا.

# باب پنجون

## علم نحو جو ٻين ڪن علمن سان واسطو

مٿين بابن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو، ته حرفن سان لفظ ۽ لفظن مان جملا ٿا ٿين. حرفن جي بابت جيڪو علم آهي تنهن کي علم 'املا' ٿا چون. جي صورتن ۽ حالتن ڦرڻ گهرڻ کي. علم 'صرف' ٿا چون، ۽ لفظن مان جملن ٺهڻ ۽ انهن جي ترتيب، ترڪيب ۽ تفريق کي علم 'نحو' ٿا چون. جيئن حرفن ۽ لفظن جي سڄاڻپ جملن لاءِ ضروري آهي، تيئن علم املا ۽ علم صرف، علم نحو جي لاءِ ضروري آهن. ساڳيءَ طرح جملن مان وري بيان ٿا ٿين، جن ۾ ڪيترا يون صنعتون ڪم اچن ٿيون، نثر ۽ نظم ڪم اچن ٿا، اصطلاح ڪم اچن ٿا، حجت دليل آڻڻا ٿين ٿا، جي سڀ ٺهرايل قانونن موجب ٿيڻا آهن. تنهنڪري صحيح لکڻ، صحيح ڳالهائڻ، صحيح خيال ڪرڻ ۽ صحيح دليل ڪرڻ، انهيءَ سڀ ڪم کي عمدي طرح ڪرڻ لاءِ علم صرف ۽ علم نحو جو ڪيترن ٻين علمن سان واسطو ٿو رهي، جن جا اصول ڄاڻڻ ضروري آهن، نه ته مضمون نويسي، بيان نويسي، عبارت آرائي، فصاحت ۽ بلاغت، مشڪل حاصل ٿي سگهندي. آهي ٻيا علم اڪثر هي آهن؛ علم 'بيان'، علم 'منطق'، علم 'عروض' علم 'بديع'، علم 'مناظره'. انهن مان هرهڪ علم جو جدا جدا قانون ۽ اصول آهن، جي پڙهڻ ۽ معلوم ڪرڻ گهرجن. هتي انهن علمن سان علم نحو جو جيڪو واسطو رهي ٿو، سو ڏيکاريندا سين ۽ انهن جي وچ ۾ مشابهت، موافقت ۽ تفاوت پڌائيندا سون. عربي توڙي انگريزي ٻوليءَ ۾ اهو رستو ورتل آهي، تنهنڪري اسين علمن ڏي اشارو ڏيڻ کان سواءِ 'نحو' جو ڪتاب پورو ڪري نه سگهنداسين.

معلوم هجي تہ لفظ کي لفظ تڏهن چئبو، جڏهن زبان سان ظاهر ٿيندو يا وات مان نڪرندو. جيسين اهو دل ۾ هوندو تيسين انهيءَ کي 'خيال' چئبو. خيال ظاهر ڪرڻ لاءِ ٻوليءَ جو هئڻ ضرور آهي. تنهنڪري صحيح ٻولي ڳالهائڻ، برابر سبب ڏيڻ ۽ بيان ڪرڻ هڪڙو ضروري علم ۽ هنر آهي. ٻوليءَ ۾ اهو فائدو آهي تہ ماڻهو پنهنجو خيال ظاهر ڪري، ٻئي کي سمجهائي سگهي ٿو، ۽ انهيءَ خيال جي نتيجي کي آئيندي وري ڪم آڻي ۽ وسرڻ کان بچائي سگهي ٿو.

گرامر يا صرف ۽ نحو جو خاص مطلب آهي، صحيح ڳالهائڻ ۽ صحيح لکڻ. 'منطق' جو خاص مطلب آهي برابر خيال ڪرڻ ۽ برابر سبب ڏيڻ. گرامر موجب خبر پوي ٿي، تہ لفظن جا ڪهڙا قسم آهن، ۽ جملن ۾ هڪڙي لفظ جو ٻئي لفظ يا لفظن سان ڪهڙو واسطو آهي.

گرامر موجب لفظن جا ٽي قسم آهن: 'اسم'، 'فعل' ۽ 'حرف' ۽ منطق موجب بہ لفظن جا ٽي قسم آهن: 'مبتدا'، 'خبر' ۽ 'حرف' يا 'ڪلمہ رابطہ'. گرامر سان بہ نحو ۾ اهي ساڳيا قسم اچن ٿا، جنهنڪري گهڻن ڳالهين ۾ نحو جي منطق سان مشابهت آهي، اهو حرف، رابطہ، يا ڪلمہ رابطہ، يا 'اثباتي' آهي يا 'منفي' جئن تہ 'هو ماڻهو ڏاهو آهي'. 'هو ماڻهو ڏاهو ناهي'.

وري منطق توڙي نحو موجب انهيءَ علم جا ٽي ڀاڱا آهن: پهريون ڪلمہ يا لفظ، ٻيو ڪلام يا جملو، ٽيون دليل يا بيان. پهرئين لاءِ سمجهڻ جي سگهہ گهرجي، ٻئي لاءِ انصاف ڪرڻ يا فتويٰ ڏيڻ جي سگهہ، ۽ ٽئي لاءِ سبب ڏيڻ يا حجت ڪرڻ جي سگهہ.

صرف نحو ڏيکاري ٿو، تہ حرف ملائي لفظ ۽ لفظ ملائي جملا ڪيئن ٺاهجن، ۽ منطق ڏيکاري ٿو تہ ڪلما ڪيئن جوڙجن، ۽ ڪلما ملائي دليل ڪيئن جوڙجن.

**ڪلمن جا مثال:** سڪندر، ماڻهو، نيڪ، جماعت، گهوڙي جو لغام وغيره.

**ڪلام جا مثال:** هي دنيا فاني آهي، سخيءَ جو هٿ منجهي ٿي ڪين، وغيره.

**دليل جا مثال:** (١) جو بادشاهہ پنهنجي رعيت جو خيرخواه نہ ٿيو، تنهن پنهنجي بادشاهي وڃائي. نيپولين پنهنجي رعيت جو خيرخواه نہ ٿيو. تنهنڪري نيپولين پنهنجي بادشاهي وڃائي.

(٢) سڀ ماڻهو مرڻا آهن. يعقوب ماڻهو آهي، تنهنڪري يعقوب مرڻو آهي.

اثباتي ۽ منفي قسمن کان سواءِ، منطق موجب ڪلام جا ٻيا بہ ٻہ قسم آهن: هڪڙو عام، جنهن ۾ خبر سڄي مبتدا جو اثبات يا نفي ڏيکاري، مثلاً 'سڀ ماڻهو مرڻا آهن'. 'ڪوبہ مڙس وري جيئرو نہ ٿيو آهي'. ٻيو خاص، جنهن ۾ خبر سڄي مبتدا

جو اثبات يا نفعي ٿو ڏيکاري. مثلاً 'ڪي ماڻهو نيڪ آهن' 'ڪي ماڻهو ڏاها نه آهن'.

وري نسبت موجب ڪلام جا ٽي قسم آهن: بيانيه، شرطيه ۽ اختلافيه. هر هڪ جو هڪ مثال ڏجي ٿو. 'ڪي ماڻهو نيڪ آهن'. 'جيڪڏهن سانوڻ ۾ مينهن وسندا ته سڪار ٿيندو'. 'واپار جي ڪم مان يا نفعو ٿيندو يا نقصان ٿيندو'.

ڪلام ۾ جو ڪلمو: سبب ڏيکاري ٿو، تنهن کي تقسيم ٿيل ڪلمو چئبو، ۽ جي نه ته انهيءَ کي تقسيم ٿيل نه چئبو. جيئن ته: 'سڀ ماڻهو ويا'. 'ڪي ماڻهو ويا'.

وري ٻن يا زياده ڪلامن مان جي ڪو ٻيو علحده ڪلام ڪڍبو، ته انهي کي 'قياس' چئبو آهي. قياس جا ٻه قسم آهن: ها آزمودي ۽ بي آزمودي. مثال هر هڪ جو: (١) سڪو ٿڌو پاڻيءَ ۾ اچڻ سان وڃيو ٿر ولي، هي به هڪڙو ٿڌو آهي، تنهنڪري اهو به پاڻيءَ ۾ اچڻ سان وڃي تر ولندو. (٢) لوهه کي تاڻون باهه ۾ وجهڻ سان تپي ڳاڙهو ٿي پوندو.

وري قياس بي آزمودي جا ٻه قسم آهي: هڪڙو دليلي ۽ ٻيو غير دليلي. دليل ۾ ٽي مقدما ٿيندا آهن. هڪڙو ڪبير يا وڏو، ٻيو صغير يا ننڍو، ٽيون وسطي يا وچون. انهيءَ طرح وري قياس ۽ دليل جا گهڻائي قسم آهن، جن جو بيان منطق جي ڪتابن ۾ ڏنل آهي.

مٿئين ذڪر مان معلوم ٿيندو، ته صرف، نحو ۽ منطق جو پاڻ ۾ ڪهڙو واسطو آهي، ۽ آهي ڪيئن هڪ ٻئي لاءِ ڪمائتا ٿي سگهن ٿا. ٽنهي ۾ ترڪيب، ترتيب ۽ تفريق جو اصول يا بنياد ساڳيو آهي. صرف ۽ نحو موجب جيڪي لفظ يا فقرا يا جملا زياده يا متلاق آهن، سي يا فاعل سان يا مفعول سان لاڳو ٿا ٿين. منطق موجب سڀڪو متعلق، جو مبتدا جي بلي ناهي، سو خبر جو ڀاڱو شمار ۾ ٿو اچي. مثلاً: "سڪندر دارا کي جيتيو". هاڻي انهيءَ ۾ گهڻا متعلق وجهي هڪڙو وڏو جملو يا مختصر بيان ٿا ڪريون. "سڪندر اعظم، فيلقوس جي پٽ، مقدونيه جي بادشاهه، عيسوي صديءَ کان ٣٣٠ ورهيه اڳي، هڪڙو ننڍو لشڪر وٺي، پوريءَ طرح دارا کي جيتيو، جو ايران جو بادشاهه هو، ۽ پنهنجي ملڪ جي حد اندر هو ۽ بيشمار لشڪر ساڻس هوس".

اهو بيان ڪيئن ڏهيو، تنهن جو رستو سوال ۽ جوابن جي رستي نمولي لاءِ هيٺ ڏجي ٿو، جو ترڪيب ۽ تفريق لاءِ به ڪمائتو ٿيندو، ۽ حجت دليل لاءِ به. مٿڪيم فعل آهي جيتيو. ڪنهن جيتيو؟ سڪندر. ڪهڙو سڪندر؟ سڪندر اعظم.

آهو ڪير هو؟ مقدنيه جي بادشاهه فيلقوس جو پٽ. ڪڏهن انهيءَ کي جيتيائين؟ عيسوي سن کان ٣٣٠ ورهيه اڳ. اڌو ڪابري طرح ڪيس جيتيائين يا ڪيئن؟ نه بالڪل پوري طرح. ڪهڙي آپاءَ سان هن کي جيتيائين؟ هڪڙي ننڍي لشڪر سان. دارا ڪير هو؟ ايران جو بادشاهه هو. سڪندر دارا کي ڪهڙي هنڌ جيتيو؟ خود دارا جي ملڪ ۾. ڪهڙي حالت سندس برخلاف هئي؟ دارا سان بيشمار لشڪر هو ته به جيتي ورتائينس.

منطق موجب باقي هڪ ٻه نمونا قياس ۽ دليلن جا ڏينداسين. ڪي قياس ڪوڙا ۽ غلط هوندا آهن، اگرچ ظاهري صحيح ۽ سچا ڏسبا آهن. انهن کي قياس ڪاذب چوندا آهن. پر سمجهو وارو انهن جي چوڪ سهي ڪري، انهيءَ کي غلط ثابت ڪندو آهي. مثلاً: حيص بيص (لفظي معني مونجهارو يا گهٽتي) منطق جي اصطلاح موجب هڪڙو مرڪب دليل آهي، جنهن ۾ هڪڙو مقدمه شرطيه آهي ۽ ٻيو اختلافيه. جيئن ته جي الف ب آهي، ته ت ث آهي، ۽ ج د ناهي. تنهنڪري الف ب ناهي، عملي مثال هي آهي، ڪو آزمودگار وڪيل، ڪنهن نئين وڪيل کي وڪالت جي تعليم ڏئي ٿو، انهيءَ شرط سان ته ٺهرايل رقم جو اڌ هونئون وڪيل انهيءَ کي شروع ۾ ڏيندو، ۽ باقي ٻيو اڌ جڏهن نئون وڪيل تعليم وٺي، پنهنجي منهن ڪو ڪيس وٺندو ۽ کٽيندو، تڏهن ڏيندس. ورهيه ٻن کان پوءِ جڏهن نئون وڪيل تعليم وٺي رهيو، تڏهن نڪي پنهنجي منهن وڪالت ڪري، نڪي شرط موجب پنهنجي استاد کي رهيل اڌ رقم ڏئي. پڌي وڪيل گهڻو چيس پر هو نٽائيندو وتيو. نيٺ پڌي وڪيل ڪورٽ ۾ مٿس دعوا ڪئي. جڏهن ٻئي ڌريون ڪورٽ ۾ آيون، تڏهن پڌي وڪيل ننڍي وڪيل کي چيو، ته ”هاڻي ڏس ته رهيل اڌ رقم منهنجي محنتائي جي ڏين ٿو يا نه. جي هن منهنجي دعوا ۾ تو ڪيس کٽيو ته به شرط موجب مون کي اڌ رقم ڏيندين، ۽ جي مون کٽيو، ته به ڪورٽ جي ڊڪريءَ موجب ضرور توکي رقم ڏيڻي پوندي“. اها هڪڙي ’حيص بيص‘ هئي، جنهن کي ننڍي وڪيل چالاڪي ڪري هيئن هٽايو. استاد کي چيائين ته ”ائين ناهي. جي جج منهنجي فائدي ۾ فتوي ڏني، ته اوهان ڪورٽ جي فيصلي موجب پيسا وڃايا، ۽ جي جج اوهان جي فائدي ۾ فتوي ڏني ته مون پهريون مقدمون هارايو، تنهنڪري اوهان کي ڪي به ڪين ڏيندس. پڌو وڪيل ڏاڍو لڄي ٿيو، ۽ سڱور ٻي دعوا ڇڏي هليو ويو.

ٻه ٻيا قياس ڪاذب جا نمونا هيٺ ڏجن ٿا: (١) يورپي ماڻهو هشيار ٿيندا آهن. احمد هشيار آهي. تنهنڪري احمد يورپي آهي. (٢) پکي هوا تي آهن، هوا زمين تي آهي، تنهنڪري پکي زمين تي آهن. (٣) ڪڪڙ آني مان نڪتو آهي، آنو ڪڪڙ مان نڪتو آهي، تنهنڪري آنو آني مان نڪتو آهي. (٤) هڪڙي

شخص جي روپين جي ڳوٿري کوهہ ۾ ڪيري پئي، ڪنهن ماڻهوءَ کي چيائين تہ هيءَ ڳوٿري ڪڍ، پوءِ الهيءَ مان جيڪي تو کي وڻي سو مون کي ڏج، باقي تون پاڻ رکج. هن اها ڳالهہ قبول ڪري ڳوٿري ڪڍي. پوءِ انهيءَ مان هڪڙو رپيو مالڪ کي ڏنائين، هو ويچارو سڙي ويو ۽ وڃي مٿس دعوا ڪيائين. ڪورٽ ۾ مدعاعليہ چيو، تہ انجام موجب جيڪي مون کي وڻيو سو مون هن کي ڏنو. مدعي انهيءَ جي رد ۾ جج کي چيو، تہ سائين هن کي وڻيا تہ گهڻا رپيا، جي پاڻ وٽ رکيائين، تنهنڪري انجام موجب مون کي اهي ملڻ گهرجن.

انهيءَ طرح مشڪوڪ يا ٻن معنائن وارن لفظن تي، اهڙي قسم جا تڪرار ٿيندا آهن. جيئن تہ تکو، ڪارو، ٻيڙي، تاڙي، ڪپ، ٿورو، ڪام، گهاٽو، سنگ، گهڙي، مٽ، پينگهو، ڏونڪو، ڪڪر، ڪارائي، ساڙهي، چغل، تڙ. وغيره. (١)

عربي علم منطق وارن موجب، سچي ۽ ڪوڙي خيال کي 'فڪر صحيح ۽ فڪر فاسد' چون ٿا، ۽ علم منطق انهيءَ کي سڃاڻڻ جو رستو ئي ڏنو آهي: فڪر يا خيال جي معنيٰ آهي، ذهن جو توجہ ڪن حقيقتن يا ڳالهين ڏي، جن کي 'مبادي يا دعوائون' چون ٿا. ذهن جي معنيٰ آهي سمجهہ يا ارادي جي طاقت. اها قوت آرسيءَ وانگي آهي، جنهن ۾ سڀ معقولات ۽ محسوسات جي تصوير ظاهر ٿئي ٿي. انهن جي معلوم ڪرڻ کي علم چوندا آهن. علم ٻن قسمن جو آهي هڪڙو 'تصور' ۽ ٻيو 'تصديق''. جيسين ڪا ڳالهہ فقط خيال ۾ آهي، ۽ ڪنهن حڪم کان خالي آهي، تيسين انهيءَ کي تصور ٿا چون. جڏهن انهيءَ ۾ حڪم شامل ٿيو، تڏهن انهيءَ کي تصديق چئبو. مثلاً: قاسم. انهيءَ مان فقط قاسم شخص جي صورت ذهن

(١) تکو = تيز هلڻ ۾ يا سواريءَ ۾، ۽ ڪبوتر تکو. ڪارو = سواد ۾ ڪارو ۽ نوڪرو. ٻيڙي = پاڻيءَ ۾ هلڻ جي، ۽ لوهہ جي ٻيڙي، جا درين کي پولدي آهي. تاڙي = هٿ سان وڄائبي آهي، ڪنن تي تاڙي اڀندي آهي، در جي بند ڪرڻ جي تاڙي، ڪجيءَ مان تاڙي لڪرلدي آهي، لشي واري. ڪپ = ڇري ۽ درياہ جو ڪنارو. ٿورو = گهٽي جو ضد ۽ احسان. ڪام = شهتير، لڪڻ ۽ شهوت يا عشق. گهاٽو = ڇڙو جو ضد ۽ نقصان. سنگ = سنگت ۽ اَن جو سنگ. گهڙي = لنيڙو دلو يا دلي، وقت ۽ وڄائڻ جي گهڙي. مٽ = پاڻيءَ جو مٽ ۽ برابر. پينگهو = لُڏڻ جو پينگهو. مينهن جي تنگ ٻڌڻ جو رسو. ڏولڪو = دُهل يا لغاري وڄائڻ جو ڏولڪو ۽ ڪجيءَ جو ڏولڪو. ڪڪر = آسمان جو ڪڪر ۽ سنج. ڪارائي = ڪاني وڍڻ جي ۽ پالهن جي ڪارائي. ساڙهي = چادر ۽ لنيڊو لوٽو. چغل = چغلي هڻندڙ، ۽ حقي يا چلم جي ٽوپيءَ ۾ جيڪو اگر وغيره وجهبو آهي. تڙ = سيڪ، ۽ ماڻي پچائڻ جو تئو.

۾ آئي، ته اهو تصور آهي. پر جي انهيءَ سان اها ڳالهه به شامل ٿي، جيئن ته 'قاسم پڙهيل ماڻهو آهي'، ته اها تصديق ٿي. حڪم جي اٽي معنيٰ آهي ڪنهن شيءِ جي ٻي شيءِ سان نسبت يا واسطو. مٿئين مثال ۾ هڪڙي شيءِ آهي، قاسم ۽ ٻي آهي پڙهيلائي. حڪم ٻن قسمن جو آهي 'بالايجاب' يا اثباتي ۽ 'باالسلب' يا منفي. وري 'تصور' به ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو 'بديهي' يا 'ضروري'، جنهن ۾ نظر يا خيال ڪرڻ. جو ضرور نه هجي، جئن ته رنگ يا گرمي معلوم ڪرڻ. ٻيو 'نظري'، جنهن ۾ نظر يا خيال ضرور هجي، جيئن ته روح يا ملائڪ يا جن وغيره بابت. گهڻن تصورن جي ميلاپ کي 'معرف' چون، ۽ گهڻن تصديقن جي ميلاپ کي حجت ۽ دليل چون. آهي ٻئي درحقيقت معنائون آهن نه لفظ. مثلاً: انسان جي معنيٰ ته جسم ۽ جان وارو جانور آهي، جنهن کي ماڻهو ٿا سڏين، پر حيوان ناطق آهي، يعني جنهن کي عقل ۽ نطق يعني ڳالهائڻ جي طاقت آهي.

انهيءَ طرح منطقي عالم لفظن ۽ معنائن جا قسم مقرر ڪن ٿا. جيئن ته 'مفرد'، 'مرڪب'، 'مرڪب تام' ۽ 'غير تام'. ساڳيءَ طرح معروف ۽ تصديق جا جدا جدا قسم مقرر ٿا ڪن. هر هڪ قول کي 'قضيه' ٿا چون، جو يا سچو آهي يا ڪوڙو، جنهنڪري انهن کي 'صادق' يا ڪاذب ٿا چون. هر هڪ ۾ نحو وانگي مبتدا، خبر ۽ رابطه آهي. پوءِ وري قضيه جا قسم ٿا ٿين. شرطيه، حيليه، متصله ۽ هر هڪ انهن مان يا موجبه آهي، يا سالبه يعني اثباتي يا منفي. قضين کان لنگهي پوءِ حجت يا دليل تي ٿا اچن، جنهن مان ٽي قسم ٿا ڪن. هڪڙو قياس يعني ڪُل مان جزوَ جو حال پروڙڻ، جيئن ته سڀ انسان حيوان آهن ۽ سڀ حيوان جسم آهن، تنهنڪري سڀ انسان جسم آهن. انهيءَ نتيجي کي استدلال ٿا چون. ٻيو استقرار، يعني جزو مان ڪل جو حال پروڙڻ ۽ ٽيون تمثيل يعني جزو مان جزو جو حال پروڙڻ.

وري قياس جا ٻه قسم آهن اقتراني ۽ استثنائي. هڪڙي ۾ نتيجو ذڪر ڪيل آهي ۽ ٻئي ۾ نه آهي. قياس ۾ ٻه مقدما ٿيندا آهن ۽ ٽيون نتيجو. پهرين مقدمه کي صغريٰ ۽ ٻئي کي ڪُبريٰ چوندا آهن. هر هڪ قياس جي قسم جون جدا جدا شڪليون آهن جن جو بيان ڏيڻ هتي اجايو آهي.

منطق جي علم مان ڦٽي وري علم 'مناظره' ٿو نڪري جو بحث ڪرڻ جو علم آهي، جنهن مان ڪنهن ڳالهه جي حقيقت ظاهر ۽ ثابت ٿي ٿئي. پر جتي فقط ٻيئي ڌر کي ڪوڙو ڪرڻو هجي، جئن اڪثر وڪيل ڪوشش ڪندا آهن، حق تي يا ناحق تي، آتي انهي کي 'مجادله يا مغالطه يا مڪابره چوندا آهن. انهيءَ علم ۾ جيڪي قول ڪم ايندا آهن تن جا جدا جدا نالا ۽ صفتون آهن، جئن ته استدلال، اساره، معارضه، دَوران وغيره. جن جو ڏکو تفصيل آهي. اسان کي فقط اهو ڏيکارڻو هو

تہ حرفن مان لفظ ۽ لفظن مان جملا ۽ جملن مان دليل ۽ دليلن مان بيان ۽ بحث پيدا ٿي سگهن ٿا ۽ هرهڪ لاءِ ڌار علم ۽ قانون آهن، جن موجب آهي پوري طرح ڪم اچي سگهن ٿا. انهيءَ طرح جي مضمون جي نظر تي اڳتي هلندا وڃون تہ پيا بہ ڪيترائي علم انهن سان ڳنڍيل رهن ٿا، جن جو بنياد گويا صرف ۽ نحو تي رکيل آهي جئن تہ علم حڪمت ۽ فلسفہ ۽ طبيعيات ۽ اخلاق ۽ عقائد ۽ فقہ ۽ تفسير وغيره.

هيستائين اسان علم نحو ۽ علم منطق ۽ مناظره جو واسطو بيان پي ڪيو آهي. هاڻي مختصر طرح نحو جو علم معانيءَ سان واسطو ڏيکاريندا سين. علم معانيءَ موجب ماڻهوءَ ڪي مناسب حال تي اها نظر ڪري ڪلام اڻڻو ٿو تہ آهو ڪلام نامناسب يا بيجا نظر نہ اچي. مثلاً خوشيءَ جي حال بيان ڪندي غم جو ذڪر نہ ڪري، يا ترغيب ڏيڻ وقت ڊيڄارڻ جهڙي ڳالهہ نہ آڻي، يا شڪ ڏيکاريندي پڪ جي ڳالهہ نہ آڻي وجهي، يا انڪار بيان ڪندي قبوليت جهڙو ذڪر نہ ڪري. انهي ڪري علم معاني بلاغت ۾ داخل آهي ۽ 'علم معاني' ۽ 'علم بديع' فصاحت ۾ داخل آهي. بلاغت ڪلام جي معنيٰ ۽ مطلب سان تعلق ٿي رکي ۽ فصاحت ڪم آيل لفظن ۽ عبارت سان تعلق ٿي رکي.

علم معانيءَ جا بہ نحو وانگي قانون آهن. اسين هتي رڳو نمونو ڏينداسين ڪنهن بہ ڪلام جو حُسن بن قسمن جو آهي- ذاتي ۽ عرضي. ذاتي حسن موجب انهيءَ ڪلام جا لفظ 'فصاحت' وارا هئڻ گهرجن ۽ معنيٰ 'بلاغت' واري هجي. فصاحت وارن لفظن جي معنيٰ اها آهي تہ آهي انهيءَ ٻوليءَ وارن جي محاوري ۽ اصطلاح موافق هجن. نڪي اهڙا جهنگلي ۽ ڇڙڪا هجن جي اڻ پڙهيل ڳالهائين ۽ ڪنهن بہ ڪتاب ۾ ڪم نہ اچن، نڪي اهڙا مشڪل ۽ معلق هجن جو ذري ذري انهن جي معنيٰ پروڙڻ لاءِ لغت ڦولڻي پوي. ۽ بلاغت واري معنيٰ اها آهي تہ مناسب حال موافق هجي ۽ انهي جي برعڪس نہ هجي. ڪلام جو عرضي حسن انهي ۾ آهي، تہ انهي جي تمهيد يا شروعات چڱي وجہ سان ٿيل هجي، ۽ منجهس مناسب صنعتون ڪم آيل هجن ۽ عبارت آرائي قاعدي موجب هجي. انهي لاءِ ڪلام جا عيب نمبروار ڏيکاريل آهن، جن کان گوشو ڪرڻ گهرجي. جيئن ساڳيا لفظ وري وري ڪم نہ آڻجن، اصطلاح ۽ محاوري جي برخلاف لفظ ڪم نہ آڻجن، اخلاق جي ڪراهت جهڙا لفظ ڪم نہ آڻجن، وغيره. هرهڪ عيب جو انهي علم ۾ نالو مقرر آهي.

وري انهي علم معانيءَ موجب ڪلام ٻن قسمن جا آهن. هڪڙي کي 'خبر' چون ۽ ٻئي کي 'طلب'. خبر چئبو آهي، ڪن ٻين جي واقعن يا حقيقتن جي نقل ڪرڻ کي، پوءِ آهي سچيون بہ ٿي سگهن ٿيون ۽ ڪوڙيون بہ. طلب چئبو آهي،

خود ڳالهائيندڙ يا لکندڙ جي پنهنجي راءِ يا خيال جي بيان ڪرڻ ڪجي. خبر کي حڪم يا استاد به چون ٿا ۽ انهيءَ جا ٻه قسم آهن. 'حقيقت عقليه' ۽ 'مجاز عقليه'. هڪڙي ۾ حقيقي فاعل هوندو آهي، ۽ ٻئي ۾ مجازي فاعل. جيئن ته ڪو عالم ماڻهو چوندو، ته جهان کي خدا تعاليٰ سرسبز ۽ آباد ڪري ٿو. ۽ جاهل چوندو، ته جهان کي برسات يا بهار جي موسم سرسبز ۽ آباد ڪري ٿي. وري طلب جا جا به ٻه قسم آهن: 'ممڪن يا ترجي' ۽ 'محال يا تمني'. ممڪن لاءِ حرف استفهام ۽ ٻيا ڪي حرف ڪم ايندا آهن. مثلاً تون دولتمند آهين، توکي غم ۽ فڪر سان ڪهڙو ڪم؟ ۽ محال ۾ دعا يا خواهش جا حرف ڪم ايندا آهن، جيئن ته 'شل تنهنجا دشمن دفع ٿين!' جواني موٽي اچي ته ڪهڙو نه چڱو!'

علم بيان جو واسطو 'نحو' سان هي آهي، ته هن علم موجب هڪڙي معنيٰ گهڻن رستن سان ۽ جدا جدا عبارتن ۾ ظاهر ڪجي، ۽ انهيءَ مان هڪڙيون ڳالهيون ٻين مان معلوم ٿي سگهن. هن علم جو مدار چئن ڳالهين تي آهي.

"تشبيه'، استعاره'، 'مجاز مرسل' ۽ 'ڪنايه. تشبيه' جو ڪجهه بيان نحو ۾ آيو آهي، آها ٻن شين جي مشابهت لاءِ ڪم ايندي آهي، ۽ منجهس حرف تشبيهه، مشبه ۽ مشبه به وجه تشبيه هوندا آهن، ۽ ضرور آهي ته اهي ٻئي شيون مختلف جنس جون هجن، ۽ ڪنهن وصف يا خاصيت جي ڪري مقابلي سان ڪيون وڃن. جيئن ته محبوب جو ڳل چنڊ جهڙو چمڪندڙ آهي، يا گلاب جي گل جهڙو ڳاڙهو آهي، يا احمد شينهن جهڙو زورآور آهي.

'استعاره' بابت به نحو ۾ اشارو ڏنل آهي. انهيءَ ۾ ڪا خاصيت آڌاري وٺي ٻنهي شين لاءِ ڪم آڻيندا آهن، جن کي 'مستعارله' ۽ 'مستعارمنه' چوندا آهن، ۽ ٽيون وجه جامع سڏبو آهي. جيئن محبوب جي اکين کي نرگس چوندا آهن. محبوب جون اکيون نرگس جهڙيون آهن، چئبو ته اها تشبيهه ٿي. پر خود 'نرگس' آهن، چئبو ته اهو "استعارو" ٿيو. ترار کي 'وڄ' سڏڻ ۽ 'سهرو' کي ڪر سڏڻ ۽ رت کي 'مينهن' چوڻ ۽ ڪرندڙ سسين کي 'ڳڙا چوڻ'، استعارو آهي.

'مجاز مرسل' تڏهن آهي، جڏهن ڪو لفظ غير معنيٰ جي جاءِ تي مجازي طرح ڪم اچي، جيئن ته "سج ۾ وڃي ويهه"، يعني اُس ۾. هتي سبب 'مسبب' جي بدران ڪم آيو آهي. يا تون منهنجي اک ۾ آهين. هتي اک جي معنيٰ نظر يا نگهباني. يا گلاب آس ۾ رک. هتي گلاب جي معنيٰ آهي گلاب جو شيشو. اتي ظرف 'مظروف' جي بدران ڪم آيو آهي. "ڪوٺا ڪاله ڪٽي، آن وڏا آتر آسري". هتي آتر جي معنيٰ آتر جو واءُ.

'ڪنايہ' تڏهن آهي، جڏهن ڇٽائي ڇڏي اشارو ڏجي. مثلاً 'سچ کي خطاب ڪري چوڻ تہ 'تنهنجي مٿان سرخ رنگ جنگي بهادر بيٺل آهي، ۽ تنهنجي هيٺان خوبصورت ڳائيندڙ زال بيٺل آهي'. پهريون اشارو آهي مريخ تاري ڏي، جنهن جو جنگ سان واسطو آهي، ۽ ڳاڙهي رنگ جو آهي، ۽ پويون اشارو آهي زهره تاري ڏي، جنهن کي خوبصورت زال ۽ ڳائڻ واري سمجهندا آهن. 'ڪنايہ' جا گهڻائي قسم آهن: جيئن تہ قريب، بعيد وغيره. پر انهن جو ذڪر ڪرڻ ڪتاب وڌائي وجهندو.

هاڻي اسين نحو جو علم 'بديع' يا بدايع سان واسطو ڏيکاريندا سين. هن علم مان ڪلام ٻن قسمن جو آهي، نثر ۽ نظم. نثر ٽن قسمن جو آهي. مرجز، مسجع ۽ عاري. پهرئين ۾ شعر وانگي وزن آهي. پر قافيو ڪونهي؛ ٻئي ۾ قافيو آهي پر وزن ڪونهي. ٽئي ۾ نڪو وزن آهي نڪو قافيو. مثال هر هڪ جا. (١) فقير جي اک هن جي روءِ جي مايل ٿي، ۽ هن جي دل هن جي خوءِ جي مايل ٿي. (٢) هن خواهش پڪي ڪئي ۽ نيت پڪي، تہ خلوت جو گوشو وٺي وسائي ۽ ماڻهن کي پنهنجي دام ۾ ڦاسائي. (٣) هن پڪو ارادو ڪيو تہ وڃي خلوت ۾ ويهي، ۽ ماڻهن کي ٺڳاري پاڻ وٽ آڻي.

نظم جا ڏهہ قسم آهن: غزل، قصيدو، تشبيب، قطعو، رباعي، فرد، مثنوي، ترجيع بند، مسمط، مستزاد.

غزل ۾ پنجن بيتن کان ٻارهن تائين اچن ٿا، ۽ ڪي چون ٿا تہ سترهن تائين. پهرئين بيت کي مطلع، چون ٿا ۽ پوئين کي مقطع، جنهن ۾ شاعر جو نالو يا تخلص اچي ٿو. سڀني بيتن ۾ ساڳيو قافيو ۽ رديف رهي ٿو. مضمون ۾ تعريف ڪنهن جي هوندي آهي، شاعر جو نالو وچ ۾ يا پڇاڙيءَ کي ويجهو ڪنهن بيت ۾ ايندو آهي.

تشبيب بہ هڪڙي قسم جو غزل آهي. مضمون اُنس تعريف، ڪنهن جي يا جواني بابت يا باغ بهار بابت وغيره.

قطعو آهي غزل جو ٽڪر سواءِ مطلع جي.

رباعيءَ ۾ ٻہ بيت يا چار مصراعئون آهن. سڀ مصراعون يا پهريون ٻہ ۽ چوٿين، ساڳئي قافيہ ۽ رديف سان ايندڙيون آهن. انهيءَ جو ٺهرايل 'بحر' هي آهي. مفعول مفاعيلن مفاع.

فرد: بيت آهي، جنهن ۾ ٻئي مصراعون ساڳئي رديف ۽ ڪافيہ جون نہ آهن؛ جي هجن تہ آهو اڪثر بيت سڏبو آهي.

**مثنوي:** گھڻائي بيت، جن ۾ هرهڪ بيت جو ڌار قافيو ۽ رديف هجي، مگر بحر يا وزن سڀني بيتن جو هڪ جهڙو هجي.

**ترجيع بند:** وڏو شعر هڪڙي ئي بحر ۽ قافيي جو جنهن ۾ گھڻا ٽڪر هجن، هڪ جيترن بيتن جا، پنجن کان وٺي ٻارهن بيتن تائين. هر هڪ ٽڪر جي پڇاڙيءَ ۾ هڪڙو ٻيو بيت ڌار قافيي ۽ رديف جو هجي. جي ساڳيو بيت وري وري اچي، ته انهيءَ کي ترڪيب بند، چئبو آهي.

**مسمط:** ٽي يا زياده مصراعن جا ٽڪر، ساڳئي وزن جا، مگر پڇاڙيءَ واريءَ مصراع جو قافيو سڀني جو هڪ جهڙو هجي.

**مستزاد:** غزل يا چئن مصراعن جو ٽڪر، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪي لفظ وڌيل هجن. هنن شعر جي قسمن جا مثال پڙهندڙ اسان جي علم 'عروض' جي ڪتاب ۾ ڏسي سگھن ٿا. هتي ڏيڻ جو ضرور ڪونهي ۽ هيٺ مشق (١٠) ۾ به ڏنل آهن.

وري ڪلام ۾ جي 'بدايع' يا 'صنعتون' ڪم اچن ٿيون سي ٻن قسمن جون آهن هڪڙيون 'لفظي' ٻيون 'معنوي'. پهرئين جي خوبي لفظن مان معلوم ٿي ٿئي ۽ ٻوئين جي معنيٰ مان. پهرئين جا ڪي قسم هي آهن: ١- تجنيس، (جنهن جا گھڻئي قسم آهن جيئن ته تام، ناقص، مرڪب، مڪرر، مطرف، خط) انهيءَ ۾ ٻه لفظ هڪڙي جنس جا ڪم آڻجن ٿا، جهڙيءَ طرح هڪڙو لفظ ٻن معنائن ۾ آڻجي. جيئن ته ٻيڙي پاڻيءَ ۾ هلائڻ جي، ۽ لوهه جي ٻيڙي قيدين کي وجهڻ جي. ٢- توصيح، يعني جڙاءُ ڪرڻ، جنهن ۾ ساڳئي وزن ۽ قافيي وارا لفظ ڪم آڻجن، جيئن ته مرجز ۽ مسجع نثر ۾ آندو ويو. ٣- توشيح، جتي شعر جي منڍ جي حرفن مان ڪو نالو ڪڍجي. ٤- تضمين، جنهن ۾ ڪنهن ٻئي شاعر جي مصراع يا بيت شعر ۾ آڻجي. ٥- ذوبحرين، جتي ساڳيو شعر ٻن وزنن يا بحرن ۾ پڙهي سگھجي. ٦- ذوقافيتين، جتي شعر ۾ ٻه قافيا ڪم آيا آهن. ٧- تصحيف، هڪ جهڙا لفظ جن ۾ تفاوت فقط نقطن جو هجي، جيئن ته بوسه ۽ توشه. ٨- مقلوب، جڏهن ساڳيو لفظ يا بيت ابتو سبتو پڙهڻ ۾ هڪ جهڙو هجي. انهيءَ کان سواءِ اهڙا لفظ ڪم آڻڻ گھرجن، جن ۾ سڀني حرفن جي مٿان نقطا هجن يا سڀني جي هيٺان نقطا هجن، يا سڀني تي اصل نقطا نه هجن، يا جن ۾ چپ ملن وغيره اهي سڀ لفظي صنعتون يا بدايع آهن.

معنوي صنعتن يا بدايع جا ڪي ٿورا قسم هي آهن: ١- ايهام، جتي ٻه معنائون آندل هجن، هڪڙي ويجهو لاڳو هجي ۽ ٻي پري. ٢- تجاهل العارف، جتي شاعر يا لکندڙ کي خبر هجي، پر پنهنجي بيخبري ظاهر ڪري. ٣- سوال و جواب، جتي پهرين سوال پڇي پوءِ پاڻهي جواب ڏجي. ٤- محتمل الضدين جتي ساڳين لفظن مان تعريف به نڪري ۽ گلا به. ٥- لف و نشر، جتي ڪي لفظ گڏ ڪم آڻجن،

پوءِ هڪ هڪ کي ڌار آڻي، انهيءَ جو ڌار بيان ڪري. ٦- ارسال المثل، جتي ڪو پهاڪو يا ضرب المثل ڪم آڻجي ٧- سياق الاعداد، جتي ڪي لفظ ڪم آڻجن جي هڪ ٻه ڪري ڳڻي ٻڌائجن. ٨- معما، جتي ڪو نالو ڳجهيءَ طرح ڪم آڻجي، جو ڏهرايل قانونن موجب نڪري، جيئن سنڌيءَ ۾ ڳجهارتون. ٩- لغز يا چيستان، يعني پروليون. شعر جا عيب ٻه هن علم ۾ داخل آهن، ۽ انهن جا گهڻا قسم آهن. مثال ڏنلن صنعتن جا علم عروض ڪتاب ۾ ڏسي ٿا سگهجن.

پڇاڙيءَ ۾ اسان کي ڏيکارڻو آهي، ته نحو جو علم عروض سان ڪهڙو واسطو آهي. انهيءَ علم ۾ شعر جو بيان ۽ انهيءَ جي وزن يا بحر ۽ قافيه يا رديف جو ذڪر آهي. شعر ۾ پهرين ”اصول ۽ ارڪان“ آهن. اصول لفظن ۾ جي حرف ڪم اچن ٿا، تن جي متحرڪ يا ساڪن هئڻ ڪري آهي ڳرا يا هلڪا ۽ وڏا يا ننڍا ٿا ٿين. ٻن اکرن واري کي ’سبب‘ چون ٿا، ٽن واري کي ’وتد‘ ۽ چئن يا زياده اکرن واري کي ’فاصله‘. هر هڪ جا ٻه قسم آهن. مثال: بر ۽ دل چمن ۽ ڪار، علما ۽ د ٻڙ دمس.

ارڪان آٺ آهن: هڪڙا ”سالم“ ٻيا ’غير سالم‘. اهي ٻه انهن اصولن مان جڙيل آهن، مگر انهن جا وزن هي آهن: فعولن، فاعلن، مفاعيلن، مستفعلن، مفاعلتن، متفاعلن، مفعولات، فاعلاتن. انهن مان گڏي وري بحر ٿا ٺاهين، جي جدا جدا وزنن ۽ قسمن جا آهن ۽ جدا جدا نالا اٿن. مڙئي ١٩- بحر آهن. هر هڪ بيت ۾ چار يا ڇهه يا آٺ ارڪان آهن، جنهن ڪري انهن کي ’مسدس‘ يا ’مثمن‘ چون ٿا. ڪي مکيه وزن يا بحر هي آهن: رجز، تقارب، هزج، رمل، مضارع، سريع، طويل، مديد وغيره. هر هڪ بحر جا پڇاڙيءَ واري رڪن جي گهٽ هئڻ ڪري، جدا جدا قسم ٿين ٿا جن کي ’زحافات‘ چون ٿا. ڪو به شعر پڙهي، ارڪانن ڪري ڏهرايلن بحرن تي آڻي پيهاري ڏو سگهجي. انهيءَ کي تقطيع چون ٿا، جيئن صرف ۽ نحو ۾ ترڪيب ۽ تفريق ٿيندي آهي. انهيءَ لاءِ ٻه ڪي قانون آهن جن موجب هلڻو ٿو ٿئي.

هاڻي قافيه ۽ رديف جو ٿورو ذڪر ڪبو، جو علم عروض جو ڀاڱو آهي، اگرچ ڪي عالم انهي کي ڌار علم ڄاڻندا آهن. قافيه شعر جي پڇاڙيءَ وارو لفظ آهي ۽ رديف اهو لفظ آهي، جو انهيءَ کان پوءِ ايندو آهي ۽ اڪثر وري وري ايندو آهي. قافيه ۾ مکيه ساڪن حرف کي ’روي‘ چوندا آهن. انهي کان چار حرف اڳيي ۽ چار حرف پوءِ قافيه ۾ داخل آهن. اڳين کي رديف، قيد، تاسيس ۽ دخيل چوندا آهن ۽ پوين کي وصل، خروج، مزيد ۽ نائره. شعر ۾ رديف ساڳيو هئڻ گهرجي. مثلاً: بيت جي پهرين مصراع جي پڇاڙيءَ ۾ هجي ’جهڳا ٿئي‘، ۽ ٻيءَ ۾ هجي ’ننڱا ٿئي‘، ته اتي جهڳا ۽

ٽلڪا جو قافيه آهي ۽ 'ڏٺي'، جو پٺيءَ ۾ ساڳيو اچي ٿو، سو رديف آهي ۽ انهيءَ قافيه ۾ ڪ 'روي' آهي ۽ ڻ جو اڳيان ٿو اچيس سو رديف آهي.

وري قافيه جا جدا جدا قسم آهن، ۽ انهن جا جي عيب آهن، آهي سڀ ڄاڻڻ گهرجن، پر انهن جو هتي بيان ڪرڻ اجايو آهي. مثال ڪتابن مان ملي سگهندا.

مٿي جيڪي شعر جا قسم ۽ بحر ڏنا ويا آهن، سي پارسيءَ جا آهن، پر هاڻ سڀ سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا. مگر سنڌيءَ ۾ اڃا تائين اڳوڻي زماني وارو شعر جو نمونو به ڪم ايندو آهي. جهڙو شاهه جي رسالي ۾ ڪم آيل آهي. فارسي علم 'عروض' جي اصطلاح موجب بيت ڇئبو آهي، ٻن مصراعن واري شعر کي. پر سنڌي بيت ۾ ٻن کان گهڻيون مصراعون به اچي سگهن ٿيون، ڏهن ٻارهن تائين اڪثر پڇاڙيءَ واري مصراع جو پويون اڌ قافيه وارو اڳي هوندو آهي ۽ ٻهريون اڌ پوءِ. ڪڏهن ڪڏهن ٻهرينءَ مصراع ۾ به ائين هوندو آهي. وزن انهيءَ بيت جو خاص سنڌي آهي، پارسي بحر تي آڻڻ مشڪل آهن، ۽ انهيءَ جي تقطيع به پوري ڪرڻ مشڪل آهي. بعضي مصراعن ۾ ته وڏيون وڏيون آيتون يا پارسي مصراعون وجهي، تمام ڍگهيون ڪري به آڻيندا آهن. شاهه ڪريم جو رسالو فقط ٻن مصراعن وارن بيتن مان جڙيل آهي، يعني پارسي بيتن وانگي، مگر انهن جو بحر ۽ وزن پنهنجو سنڌي نموني جو آهي. اهو سنڌي بيت جو نمونو قديم هندي دُهري جو نمونو آهي. ۽ تنهنڪري انهيءَ کي سنڌيءَ ۾ ڏوهيڙو چوندا آهن، ۽ ڪي لوڙائو بيت به ڪري چوندا آهن. ٻيو قسم شعر جو خاص سنڌي آهي، شاهه جي وائي يا ڪافيءَ جو جو اڪثر ڳائڻ ۾ ايندو آهي انهيءَ جا به خاص وزن آهن ۽ ڪن قانونن موجب ٺهندو آهي. انهيءَ جا مثال به پڙهندڙ ڪتابن ۾ ڏسي سگهن ٿا ۽ ڪي مشقن ۾ ڏنا ويا آهن.

## سوال باب پنجين جا

علم 'املا'، علم 'صرف' ۽ علم 'نحو' جو پاڻ ۾ مقابلو ڪريو، ۽ علم نحو جو ڪهڙن ٻين علمن سان واسطو ٿئو رهي، ۽ ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين ۾؟ لفظ ۽ خيال جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ صحيح خيال ڪرڻ جي علم کي ڇا چوندا آهن؟ منطق ۽ صرف نحو جو پاڻ ۾ مقابلو ڪريو. هرهڪ هيٺ لفظن جا مکيه قسم آهن؟ نحو ۽ منطق موجب انهيءَ علم ۾ ڪهڙا مکيه ڀاڱا آهن؟

'ڪلمي'، 'ڪلام' ۽ 'دليل' جا ڪي مثال ڏيو. اثباتي ۽ منفي ڪلام، عام ۽ خاص ڪلام ڇا کي چوندا آهن. نسبت موجب ڪلام جا ڪهڙا قسم آهن؟ تقسيم ٿيل ڪلام جو مثال ڏيو. قياس ڇا کي چون ۽ انهيءَ جا ڪهڙا قسم آهن؟ قياس با آزموده ۽ قياس بي آزموده جو مطلب سمجهايو ۽ مثال ڏيو. دليلي ۽ غيردليلي قياس ڪهڙا آهن؟ ننڍين جملن مان وڏي ۾ وڏا جملا ڪهڙي رستي ٿا ٺين؟ قياس

ڪاذب ۽ حيص بيص جا ڪي مثال ڏيو. ڪي 'مشڪوڪ' يا 'ذو معنيٰ' لفظ ٻڌايو. فڪر 'صحيح' ۽ فڪر 'فاسد' ڇا کي ٿو چئجي. علم ڇا کي ٿو سڏجي ۽ انهيءَ جا گهڻا قسم آهن؟ اثباتي ۽ منفي حڪمن جا مثال ڏيو تصور بديهي ۽ تصور نظريه جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ مثال ڏيو. معرف ڇا کي ٿا چون ۽ حجت يا دليل ڇا کي ٿا چون؟ قضيه صادق ۽ قضيه ڪاذب ڇا آهن؟ قضيه جا ڪهڙا قسم آهن؟ استدلال ۽ استقرار ۽ تمثيل جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ قياس اقتراني ۽ قياس استثنائي جو مطلب سمجهايو. علم مناظره بابت جيڪا اوهان کي خبر هجي سا ٻڌايو. مناظره ۽ مجادله جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟

علم معانيءَ ڇا ٿو سيکاري ۽ ڪيئن ڪم ٿو اچي؟ علم نحو سان انهيءَ جو ڪهڙو واسطو آهي؟ بلاغت ۽ فصاحت جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ڪلام جو حسن ڪهڙين ڳالهين ۾ آهي؟ ۽ ذاتي عرضي حسن جي وچ ۾ تفاوت ٻڌايو. علم معانيءَ موجب ڪلام جا ڪهڙا قسم آهن؟ خبر ۽ طلب جي وچ ۾ فرق سمجهايو. هر هڪ جا ڪهڙا قسم آهن؟ حقيقت عقليه ۽ مجاز عقليه جا مثال ڏيو. طلب ممڪن ۽ طلب محال جا مثال ڏيو.

علم بيان جو علم نحو سان ڪهڙو واسطو آهي؟ علم بيان جو مدار ڪهڙين ڳالهين تي رکيل آهي؟ تشبيه، استعاره، مجاز مرسل ۽ ڪنايه جو مطلب سمجهايو ۽ هر هڪ جو مثال ڏيو.

علم بديع ڇا کي ٿو چئجي؟ ڪلام ڪيترن قسمن جو آهي؟ نثر جا ڪهڙا قسم آهن. مرجز، مسجع ۽ عاري نثر ڇا کي ٿا چون؟ انهن جا مثال ڏيو. نظم جا ڪيترا قسم آهن؟ هر هڪ جي سمجهاڻي ڏيو؟ غزل ۽ قصيدي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ قطعه ۽ رباعيءَ جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟

قصيده ۽ مثنويءَ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ ترجيع بند ۽ ترڪيب بند ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ لفظي ۽ معنوي صنعتون ڇا کي ٿا چون؟ هرهڪ جا ڪي مکيه قسم ٻڌايو. هيٺين لفظي صنعتن جي سمجهاڻي ڏيو: تجنيس، ترصيع، توشيح، تضمين، ذوقافيتين، ذوبحرين، تصحيف ۽ مقلوب. هيٺين معنوي صنعتن جي معنيٰ سمجهايو: ايهام، تجاهل العارف، سوال و جواب، محتمل الضدين، لف و نشر، ارسال المثل، سياق الاعداد، معما ۽ لغز.

علم عروض ڇا کي ٿا چون؟ نحو سان انهيءَ جو ڪهڙو واسطو آهي؟ شعر جا اصول ڇا کي ٿا چون ۽ ارڪان ڇا کي ٿا چون؟ اصول جا ڪهڙا قسم آهن ۽ ارڪان جا ڪهڙا؟ شعر جا ڪيترا بحر آهن، انهن مان ڪن مکيه بحرن جا نالا ٻڌايو. تقطيع ڇا کي چوندا آهن؟ رديف ڇا کي ٿا چون ۽ قافيه ڇا کي؟ قافيه جا ڪهڙا حرف آهن ۽ انهن جا ڪهڙا نالا آهن؟ مثال ڏيو.

**اشارو:** مٿين سوالن جا جواب مٿي ڏنل مضمون مان آسانيءَ سان ڏئي سگهبا.

## مشقون

(١) هيٺين جملن مان ڪهڙا خاص ڪلام آهن ۽ ڪهڙا عام؟

سڀ اوڳاريندڙ جانور حلال آهن. جي پکي چنبي ۾ جهلي ڪا شيءِ کائيندا آهن، سي سڀ حرام آهن. پکين ۾ بلڪ حلال آهن. ڪن ۾ چلر کان سواءِ مڇي حلال ناهي. ڪي جانور چڙهيءَ جي ڪم ايندا آهن، ۽ ڪي بار کڻڻ جي. سڪندر ساري دنيا فتح ڪئي. افلاطون وڏو حڪيم هو.

(٢) هيٺين جملن ۾ ڪهڙا ڪلما تقسيم ٿيل آهن ۽ ڪهڙا اڻ تقسيم ٿيل آهن؟

سڀ اڻ پڙهيل ماڻهو بيعقل نه هوندا آهن؛ منجهان ڪيترا آهن جي عقل وارا آهن. سڀني جانورن کي حيواني عقل آهي. ڪي فقير دولتمند آهن. ۾ ايران جا بادشاهه مون کي شاعر سمجهن ٿا. ڪوبه ظالم ماڻهو بهشت ۾ نه ويندو.

(٣) هيٺين ۾ صحيح يا غلط قياس يا دليلن ۾ ڪهڙا مقدما يا قضيا آهن، ۽ ڪهڙو نتيجو يا استدلال آهي، سڀ پڙهيل ماڻهو عقل وارا آهن، قاسم پڙهيل ماڻهو آهي، تنهنڪري اهو عقل وارو آهي. ڪَنَ ۾ پارو پوندو آهي ته اهو ماڻهو ٻوڙو ٿي پوندو آهي، هي ماڻهو ٻوڙو آهي، تنهنڪري هن جي ڪن ۾ پارو پيو هوندو. سڀڪو ماڻهو سڪ جو گهورو آهي، نيڪي سڪ آهي، تنهنڪري سڀڪو ماڻهو نيڪيءَ جو گهورو آهي. جنگ مان هميشه نقصان ٿو رسي؛ صلح جنگ جو ضد آهي، تنهنڪري صلح مان هميشه فائدو ٿو رسي. جيڪي چمڪي ٿو اهو سون ناهي؛ شيشو چمڪي ٿو، تنهنڪري شيشو سون ناهي.

(٤) هيٺين نتيجن ڪڍڻ لاءِ ڪي قياس يا دليل سچا يا ڪوڙا ٿاهيو؟

ڪن بيمارين ۾ حڪيم زهر کارائيندا آهن. جيڪو هاشم کي بيوقوف چوندو، اهو سچ ٿو چوي. ڪي ڪمائتيون دوائون نباتات ۾ آهن. سڀني ڪاچن کان سواءِ انسان جي گذري ويندي.

(٥) هيٺين جملي مان ٻهرين اصلوڪو مڪ جملو ڏيکاريو، ٻوءِ سوال جواب جي رستي ٻيا ٻاڳا يا متعلق لاڳو ڪري ڏيکاريو.

اڪبر، جنهن جو اصلوڪو نالو جلال الدين هو، ۽ جو همايون بادشاهه جو پٽ؛ ۽ همايون جي ڀڄ جي وقت سنڌ جي هڪڙي شهر عمرڪوٽ ۾ ڄائو هو، سو جڏهن دهليءَ جو شهنشاهه ٿيو، تڏهن هندن توڙي مسلمانن مان اهڙي سياڻپ جي رستي هليو، جو قريب قريب ساري هندستان ۾ هردلعزيز بادشاهه ليکبو هو.

(٦) هيٺين نتيجن مان ڪهڙا استدلال جي رستي نڪتا آهن ۽ ڪهڙا استقرار جي رستي؟

جتي ڪٿي باهه مان دونهون نڪرندو آهي؛ هن ڪڏ مان دونهون ٿو نڪري، تنهنڪري انهيءَ ڪڏ ۾ ضرور باهه هوندي. اڪ جي بناوت جي ڇڪاس مان معلوم ٿو ٿئي، ته انهيءَ ۾ ڪيترن ئي قسمن جون حڪمتون رکيل آهن، تنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته خدا تعاليٰ، جنهن سارو جهان ڻاهيو آهي، سو اعليٰ قسم جو ۽ لاثاني حڪمت وارو آهي. ڪروسين تيل، جو زمين مان ٿو نڪري، تنهن کي هڪدم باهه وٺيو وڃي. انهيءَ مان سمجهجي ٿو ته زمين مان نڪتل سڀني قسمن جي تيل کي هڪدم باهه لڳي ويندي آهي.

(٧) هيٺين مثالن ۾ علم معانيءَ موجب 'ممڪن طلب' ڪهڙا آهن ۽ 'محال' ڪهڙا؟

'ڪنهن کي ڏيان دانهن، قضا قلم وهائيو'.
'اسان ۽ پرين، شل هون برابر ڏينهڙا'.
'شل ڏينهن ڏنگو نه ٿئي ڇا جي ڏنگا ڏير'.
'ايءَ ڪميٺي ڪير، جا امر کي آڏو ٿري'.
'ڪيڏنهن ڪريان پيس، مڙيئي مٺو ٿيو'.
'اونڌا شل آچار، ڪانڌ ڪنهين سين نه ڪري'.
'الله جنگ جين، اڇهي جن جي گهاريان'.
'سي ڪيئن پرين پسن، ڪمر جن اکين ۾'.

(٨) هيٺين مثالن ۾ علم بيان موجب ڪهڙي ڪهڙي صنعت ڪم آيل آهي، تنهن جو نالو ٻڌايو.

باهه جي پاڻي پيڻ مان نه رڳو جسم کي عذاب ٿو رسي، پر روح کي به ٿو رسي هن جو قدسرو جهڙو آهي، پر سروتيا نه ڏيکيندو آهي، ۽ هن جو منهن چنڊ جهڙو آهي پر چنڊ ٿوهي ڪين ڏيکيندو آهي. رنڊي ڪلهه اهڙو آهي، جهڙو جهڙ ۾ اوچتو آس نڪرندي آهي. هن سخيءَ جو هٿ درياهه آهي، جنهن مان سوني پيا نڪرن يا ڪاڻ آهي جنهن مان سون رڳو پيو نڪري. هن بهادر جي ترار ويهه ماڻهو ماريا ۽ ڏهه گهوڙا. هن جو ذهن چڻ ته لوح محفوظ آهي، جنهن مان ڪاٻه ڳالهه گٽل يا وسريل ڪانه آهي. علم حياتي آهي ۽ جيهل موت آهي. ماءُ پار کي پنهنجو رت ٿي پياري. هو گهوڙي تي چڙهيو هڪليندو نه ويو، پر سج هو جو آسمان تي پيو ڦريو. اڄ ڏينهن سوير آيربو آهي. هن پنهنجو قارورو* طبيب کي

* يعني پيشاب. علم طب ۾ اهو نالو اٿس.

ڏيکاريو، تنهن ڇيس ته توکي ذيابطيس جي بيماري آهي. منهنجي گل کي بلبل جي ڪا به خبر ڪانهي. هن جي همت جي دامن آسمان جو گريبان آهي.

(٩) علم 'بديع' موجب هيٺين مثالن ۾ ڪهڙي قسم جو نثر ڪم آيل آهن:

هو پنهنجي بهتري ۽ فتحيابي جي ڪري بلڪل مغرور نه ٿيو، جيئن اڪثر جوان مصنف ٿيندا آهن، پر ڪتاب نويسيءَ ۾ نالو ڪڍڻ بعد، تنهن ڪان ڪيترا ورهيه پوءِ به ڏسبو هو ته، هو پنهنجي دَرَ جي اڳيان کهٽي پيو ٻهاريندو هو، يا پنهنجن شاگردن کي اگرن اندر ڪٽي رکڻ ۾ پيو مدد ڪندو هو.

تنهنجي محبت مون کي پڙهڻ ڇڏايو، تولاءِ مون پنهنجو وقت اجايو وڃايو، پنهنجن خيرخواهن سان جهيڙو مچايو، ساري جهان کان منهن ڦيرايو، خيال پڇائي پڇائي خفقان پرايو، فڪر ۽ انتظار ۾ پنهنجو آرام ڦٽايو ۽ جان ۽ جسم جلايو.

آءٌ ڏاڍو شرمسار آهيان، بيشڪ گنهگار آهيان. هاڻ دوست مون کي معاف ڪر. پنهنجي دل صاف ڪر. پڪ ڄاڻج ته آءٌ گهڻو پشيمان آهيان، دليون ٻڄانيون معافي جو خواهان آهيان. آءٌ توسان پرچڻ لاءِ تيار آهيان، وري به تنهنجو اڳوڻو يار آهيان.
جنهن بندي جو ٻئي بندي تي بدگمان آهي، احسان ناهي سو حيوان آهي، انسان ناهي.

(١٠) هيٺين مثالن ۾ ڪهڙي قسم جو شعر آيل آهي:

(الف) جي پائين ته تنهنجي دل ٿئي آئينو،
ڪر صاف ڏهن شين کان پنهنجو سينو،
حرص ۽ اسل ۽ ڪوڙ ۽ ڪاوڙ عيبت،
بخل ۽ حسد ۽ ريا ۽ هٺ ۽ ڪينو.

(ب) ادب گنج قارون جي کان چڱو،
حڪومت فريدون جي کان چڱو،
بزرگن گهريو ڪينڪي ملڪ مال،
آهي ملڪ ۽ مال کي نت زوال،
گهريائون انهيءَ لاءِ علم ۽ ادب،
جو نت نيڪناميءَ جو آهي سبب.

(ج) علم جنهن ۾ عمل جو ناهي نشان،
سو بدن آهي جنهن ۾ ڪانهي جان.
گڏ عمل علم جڏهن ته ٻئي آهن،
هڪ شمع جا ٻه شعلا، ناهي گمان.

( د ) ڇيو ڪالهہ طبيب کي وڃي مون لاچار،
آهيان بيمار گهڻين ۾ رهان رات سڄي تو بيدار،
ڪر ڪو ويچار جيئن نبض ڏسي منهنجي،
انئي عشق جو مرض توتي ٿيو فرض تا تدّرت ڪرين،
جيڪو هجي تنهنجو يار- تنهنجو ديدار.

(هہ) (١) جنهن جو عالم ۾ هر جڳ آهي جاءِ،
تنهنجو آهي اصل وجود وٽاڻ.
جت سمجهي ڪونہ منهنجو ڇاڻ سڃاڻ،
آت پرين مون ڪي تو پسائي پاڻ،
ڇو تہ منهنجو خدا آهي مون ساڻ.

(٢) آهي منهنجي سدا خدا تي نظر،
رات هوئي ڏينهن هوئي ڪ شام سحر،
نہ انڌاري نہ سوجهري ۾ خطر،
ڪونهي ڪنهن پر ڏکن ڪان مون کي ڏر،
ڇو تہ منهنجو خدا آهي مون ساڻ.

---

( ز) (١) آ مونسي سڄڻ جو اڄ بهار آهہ،
صحرا سڄو ڏس تہ لالہ زار آهہ.
پرپور گلن سان شاخسار آهي،
بلبل جي انهيءَ ڪري پڪار آهہ.

(٢) آ مونسي هلي وسايون خلوت،
۽ پاڻ ۾ اڄ ڪريون ڪا صحبت،
ڇاڻون هي پہ چار ڏينهن غنيمت،
جو عمر تي ڪونہ اعتبار آهہ.

(٣) آ مونسي ڪريون قرار ڪو دم،
ڪي ڏينهن ڇڏيو وساري سڀ غم،
صحبت ري سڄڻ ڪريون نہ پيو ڪم،
دنيا سڄي خواب ۽ خمار آهہ.

---

( و ) سنڌي يوسف ۽ زليخا جو ڪتاب ۽ سنڌي بوستان ۽ ديوان سانگي ۽ ديوان قاسم، انهن ڪتابن ۾ جيڪو شعر آهي، آهو ڪهڙي قسم جو آهي؟

(١) هيٺين مثالن ۾ ڪهڙيون لفظي ۽ معنوي صنعتون ڪم آيل آهن؟

(الف) جنگ جا نوبت نغارا ٿيا شروع،
حشر ٿيو مقتل ۾ مارو مڙو ئي مُئو؛
آتش منادي موت جي ٿي ڪُئو ئي ڪُئو،
وِڪ جي بادل مينهن ٿي برسايو لوهُه،
ٿيا ڪُڙن جڙن تير ۽ وچ جڙن ترار،
شاهه ٿي نت شڪر ڪيا پر ڪردگار.
(ثابت علي شاهه)

(ب) جڏهن ڪربلا ۾ ڪوفين مارايا امام پيارا،
چيو شاهه هاڻ هلجي ويا سڀ لنگهائي وارا.
ٿي ضعف زين عابد چيو ماري آهه نعرا؛
"دل ميرو دزد ستم صاحبدلان خدارا."

(ج) ٻانهو صالح تون آءِ ڪريم ڪرينم،
نانو تون پنهنجو اي سليم سلينم.

(د) آءٌ گدا ڳهٽ ڪين سمجهان پاڻ کي سلطان کان،
هن کي تخت ۽ مون کي تختو، هن تي ڇٽ مون تي ڇٽي.
خلق هن وٽ، خلق مون وٽ، زور هٽ زاري هٽي،
مون رعايت، آن رعيت، صلح مون جنگ آن کٽي.
منهنجو ڪيشتو، هن جي ڪِشتي، منهنجي تاج ۽
هن جو تاج،
هن جي لٽ ۽ منهنجي لٽ، هن جو پٽو منهنجي پٽي.

(هه) هنجن جو مينهن ۽ آهن جا شعلا،
ڪريان ڪئن پاڻي هيڏي، باهه هوڏي.

(و) ناهي بقا زماني ۾ اقبال کي ادا،
اقبال کي جي آبتو ڪرين ٿئي تو لابقا.

(ز) صراحيءَ کي هڪ رات هئن شمع چيو؛
تہ محفل جو مينگار آهين تون دوست،
سرفراز ٿي چو پيالي اڳيان،
ڪري سجدا پنهنجي ڳسائين تو پوست.
صراحيءَ چيس چو پڏو ڪين ٿئي،
'تواضع ز گردن فرازن نڪوست'.

(ح) ٿي سبق توکي ڏيان تو ياد رک،
لفظ ٿي آهن، لهن پر سي ٿا لک.

هڪ اُميد آهي ۽ ٻيو ايمان يار،
ٽيون محبت آهي، هي ٽيئي تون ڌار.
رک ٽئي هي دل تي ٻوءِ لهندين ضرور،
ڏي مصيبت ۾ ۽ اونداهيءَ ۾ نور.

## مشق (١٢)

١٠- نمبر ۾ جيڪي شعر ڏنل آهن تن مان هرهڪ جو بحر ۽ وزن ڏيو، ۽ انهيءَ جو نالو ٻڌايو ۽ پهرين مصراع جي تقطيع ڪريو!

## مشق (١٣)

١٠- نمبر ۾ ڏنلن شعرن مان هرهڪ ۾ ڏيکاريو ته رديف ڪهڙو آهي، ۽ قافيه ڪهڙو آهي، ۽ قافيه جا ڪهڙا حرف موجود آهن، ۽ انهن جا ڪهڙا نالا آهن؟

(١٤) هيٺين سنڌي ذومعني لفظن جون سڀ معنائون ڏيو.

اِٽي، قلم، ڪِرڙي، ڪڙو، ڪِلو، ڪُنڍي، سکر، چاڪ، تار، تِر، وار، ٻت، ڪل، ٻچاڙي، ڦوٽو، ڪاٺ، ور، آچار، آرسي، استري، پيڙو، پينڊي، ڏونرو، ڏيڍي، چيڙي، مَري، ناس، (١).

(١٥) هيٺيان سنڌي شعر ڪهڙي قسم جا آهن، ۽ انهن جي ڪهڙي خاصيت آهي، ۽ منجهن ڪا صنعت ڪم آيل هجي ته ٻڌايو.

---

(١) اِٽي = ڳڌه جي اِٽي، ڳيلي جنهن کي ڏڪر هٿي راند کبي آهي. قلم = لکڻ جو، لکيو يا قسمت، گلاب يا ٻئي وڻ جا قلم. ڪرڙي = انيڙو ڪرڙ ۽ چيچي. ڪڙو = مٺي جو ضد، در جو ڪڙو. ڪلو = ڪاٺ جو ڪلو، جنگ. ڪُنڍي = مينهن ورهلن سڱن واري، سڀڻ جو اوزار. سکر = شريف چڱو ماڻهو، تندرست، شهر جو نالو. چاڪ = ڪاڏيءَ جو چاڪ، ٻهراڻ جو چاڪ. تار = تند وچانڻ جي، تار برقي يا پيغام تار جي رستي آيل. ٻاٽيءَ تار. تر = ٻت تي لڪرلدو آهي، آن، جنهن مان تيل لڪرلدو آهي. وار مٿي جو وار، ڏينهن. ٻت = شربت جي ٻت، ويساهه. ڪل = خبر، الجڻ. ٻچاڙي = گهوڙي جي ٻچاڙي، ٻچائي. ڦوٽو = الاچي، ٻاٽيءَ جو ڦوٽو. ڪاٺ = لڪڙي، قيد يا بند. ور = سٽڻ جو ور، وڪڙ. آچار = ڪائڻ جو، انصاف. آرسي = سمت، آئنو. استري = زال، لوهه جي استري ڌوٻين جي. پيڙو = ٻنڻ يا ٻهراڻ جو پيڙو ۽ ٻان جو پيڙو. پينڊي = ڪانتوري ۽ منهن جي ڊڪڻ جو ڪيڙو. ڏولڙو = ڪرڙ جو ميوو، ٻالهن جو ڏولڙو. ڏيڍي = در جي ڏيڍي، ڪنن ۾ وجهڻ جو زيور. چيڙي = جهرڪي، ڪاوڙي. مَري = بيمار، ذات جا مري، ماڻهومري ويو. ناس = نڪ ۾ ڏيڻ جي، سنگهڻ، چٽ ٿيڻ.

(الف) ويا سورَ سري، هنج نہ رهيو هيڪڙو،
وطن تيو وري ڪوڙن ڪاٽيرن جو.

(ب) ايءَ ¹ڪچائي منجهہ تو جو پانيو ڪچ،
جيڪي سندو سچٽين سو سپوئي سچ.

(ج) اوڳي چڌبشي چو ارت اولاٽي،
جي جسو وبهہ تنهيسين واٽي،
توبهہ توبهہ ڪيو تند تاٽي،
لينچهہ پري ڪڍ چني چاٽي.
هر دم حق جي تند تنوار، چرکو چوري ڪت ڪاتار.
آٽي ڪا ہاتي آڌيءَ ڪت، پيرج پيرم رويد رت،
ووءَ ٽي مَ ويڳاٽي وت، پورهيو پورهيت اي پهت؛
ڪرتہ سدا تون هوئين قرار، چرکو چوري ڪت ڪاتار.

(هہ) جا هڙ اندر جيءَ، سا هڙ ڌني ساهہ کي،
ساهڙ چڙي نہ ساهہ جي، ساهڙ ساهڙ ريءَ،
ساهڙ ميڙ سميع، تہ ساهڙ چڙي ساهہ جي.

(و) "ڪٽهڙن واريون تڙن تي ڳهٽي ٽي."
"ما لکـ لهي ٿي لکـ جا تو ايندي ان سين."
"جي پند پارياٿون تہ سکها ٿي سکها ٿيا."
"رڳون ٿيو رباب، وڃن وڃل سڪنهين."
"محبت جي ميدان ۾ پيا لال لچن."
"عشق آهي نانگـ، خبر ڪاڏن کي پوي."
"اندر آئينو ڪري پرين کي پسيج."
"صوفي صاف ڪيو ڏوئي ورق وجود جو."

(ز) هيٺيون بيت ڪهڙن ہن بحرن ۾ پڙهي تو سگهجي، ۽ انهيءَ کي ڇا ٿا چون؟

"نيڪـ بخت آهي انهيءَ جهڙو ڪٿي،
جو غريبن کي سدائين تو ڪٿهري."

(١٦) هيٺيان لفظ، جن جي صورت ساڳي آهي، مگر زير زبر جو تفاوت آهي، تن جي جدا جدا معنيٰ ٻڌايو ۽ چئو تہ انهن کي ڪهڙي صنعت چئي سگهبو:
سِهر – سَهر – سُهر. لئو – لِئو – لُئو. وَرهيہ – ورهہ ڪِن – ڪُن – ڪَن.
ڪَلو – ڪِلو – ڪُلن. ڪَنهي – ڪِنهي – ڪُنهي. ڪَشتي – ڪِشتي.

**اشارو:** مٿين سوالن ۽ مشقن جا جواب، مٿين باب جي مضمون پڙهڻ کان پوءِ آسانيءَ سان ڏئي سگهبا.

# ديباچو

علم جي تحصيل لاءِ هيٺين علمن جو ڄاڻڻ ضرور آهي: علم صرف، علم نحو، علم بديع، علم عروض، علم قوافي، علم بيان، علم منطق، علم معاني ۽ علم مناظره. انهن مان صرف ته عام آهي ۽ مڪتبن، مدرسن ۽ اسڪولن ۾ شاگردن کي سيکاريو آهي. جنهن کي انگريزيءَ ۾ 'گرامر' ۽ هنديءَ ۾ 'وياڪرڻ' سڏيندا آهن. علم نحو به مختصر طرح صرف سان گڏ سيکاريو آهي، مگر نحو جي لاءِ ڌار مفصل ڪتاب اڳي ڪونه هو، جو مون لکيو آهي ۽ انهيءَ جي پوئين باب ۾ انهن ٻين سڀني علمن جو مختصر بيان ڏنو اٿم، جو نحو جو انهن سان واسطو هو. منطق جو ڪتاب به سنڌيءَ ۾ منهنجي پاران جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ علم بديع جو مفصل بيان آهي، جنهن ۾ نثر ۽ نظم جا قسم صنايع لفظي ۽ معنوي آندل آهن ۽ علم عروض ۽ علم قوافيءَ جو بيان مفصل طرح ڏنو ويو آهي. انهن علمن تي ڪو خلاصو ڪتاب اڳي سنڌي ۾ ڪونه هو. مون ڪوشش ڪري فارسي ڪتابن مان ضروري مضمون ڪڍي هتي گڏ ڪيا آهن ۽ سڀ مثال پنهنجا جوڙي يا پنهنجن ڪتابن مان ڪڍي ڏنا آهن. جيڪي مثال ٻين ڪتابن مان ملي سگهيا آهن سي به ڏنا ويا آهن. اميد آهي ته سنڌي پڙهندڙن کي گهڻو فائدو ٿيندو.

معلوم هجي ته مٿين علمن کي ڪي قديم استاد علم بديع سڏيندا آهن، جنهن جي واقفيت مان فصاحت ۽ بلاغت حاصل ٿيندي آهي. فصاحت لفظن سان تعلق ٿي رکي ۽ بلاغت معنيٰ سان. فصاحت ۽ بلاغت مان ڪلام يا عبارت جو حسن ظاهر ٿئي ٿو ۽ انهيءَ لاءِ مٿين علمن جو ڄاڻڻ ضروري آهي.

مئي ١٩٢٠ع،
حيدرآباد

-قليچ بيگ

# مـنـدي

## گرامر يا صرف نحو جو هنر ۽ علم، ان جي حقيقت، قدامت ۽ ان جا اصول

آهو علم، جنهن کي انگريزيءَ ۾ 'گرامر'، عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ 'صرف نحو'، سنسڪرت ۾ 'وياڪرڻ'، ۽ هنديءَ ۾ 'بيا ڪرڻ' ٿا چون، سو ڪنهن به ٻوليءَ جي صحيح ۽ پوريءَ طرح ڳالهائڻ ۽ لکڻ جو هنر آهي. انهيءَ مان سمجهڻ گهرجي ته ٻولي اڳيئي ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي، گرامر يا صرف نحو انهيءَ تان ۽ انهيءَ کان پوءِ ٿو ٺهي، جنهن ۾ انهيءَ ٻوليءَ جي صحيح ڳالهائڻ يا لکڻ جا قاعدا ۽ قانون ڏنل ۾ ٿا اچن، جي آزمودي، استعمال، رواج، دستور ۽ اصطلاح تي ٻڌل آهن ۽ ٻوليءَ جي مدعا آهي دل جا خيال زبان سان ظاهر ڪري ٻڌائڻ. لفظ ڪيئن به ڳالهائجن يا اڳي پوءِ ڪجن، پر جي ڳالهائيندڙ جو مطلب سمجهيو ويو ته آهو بس آهي ۽ ٻوليءَ جي مدعا پوري ٿي. جيڪي انهيءَ طرح ڳالهائجي ٿو، سو گرامر جي قاعدي موجب برابر آهي يا غلط آهي، سو منحصر آهي سمجهائڻ جي رستي تي يعني انهيءَ هنڌ جي ماڻهن جي ڳالهائڻ جي عام رواج يا دستور موجب، جنهن کي اصطلاح ٿو چئجي. جيڪي انهيءَ رواج يا دستور جي برخلاف آهي، سو گرامر جي به برخلاف آهي. تنهنڪري گرامر جدا جدا زمانن يا وقتن تي جدا جدا صورت ٿو وٺي ۽ ڦري ٿو. جيئن ڪن لفظن جا آچار يا انهن جون معنائون وقت بوقت بدلجن ٿيون. جيڪو اصطلاح هڪڙي زماني ۾ صحيح هوندو، يعني رواج ۾ هوندو، سو ٻئي زماني ۾ نه هوندو. يعني جدا جدا زمانن يا ملڪن جو گرامر به علحدو ٿو ٿئي ۽ هڪڙي ٻوليءَ جو گرامر زور ڪري ٻيءَ ۾ ٺونبڻ بلڪل خراب بي‌معنيٰ آهي.

ٻولي لفظن سان جڙيل آهي ۽ لفظ پورو خيال پيدا ٿا ڪن. آهي خيال يعني آهو مطلب، انهن لفظن جي دستوري يا رواجي معنيٰ يعني اصطلاح تي منحصر آهي، ۽ جمان جي ڳالهائڻ ۾ جي لفظ ڪم اچن ٿا، تن جو پاڻ ۾ ڪهڙو واسطو آهي، يا الهن جي هڪ ٻئي سان ڪهڙي نسبت آهي ۽ انهن مان ڪهڙو مطلب ٿو نڪري، سو گرامر مان معلوم ٿو ٿئي.

اهو ته ٿيو ڪنهن خاص ٻوليءَ جي صحيح ڳالهائڻ جو هنر، پر گرامر جو خاص علم به آهي جنهن جا اصول عام لاڳو آهن. انهيءَ موجب ٻولي فقط خيال

ظاهر ڪرڻ لاءِ آهي. انهيءَ جي سونهن ۽ خوبيءَ لاءِ ٺهرايل قانون سان ڪوبه واسطو ڪونهي. انهن جو فقط لفظن ۽ خيالن جي نسبت، موافقت ۽ ترتيب سان واسطو آهي: انهي ڪري اهو جاچڻو آهي ته ڪهڙيون ڳالهيون ٻوليءَ لاءِ ضروري آهن، ۽ ڪهڙيون غير ضروري يا اتفاقي آهن. اهو علم هڪڙو خاص مقرر ڪيل پيمانو يا نمونو آهي، جنهن سان جدا جدا ٻوليون مقابلو ڪري، پرکي، انهن جا عيب صواب معلوم ڪري ٿا سگهجن. اهڙي علم کان سواءِ ڪوبه ماڻهو پنهنجي مادري زبان کان سواءِ، ٻي ٻولي پوريءَ طرح سکي، ۽ ان جي حقيقت معلوم ڪري نه سگهندو. تنهنڪري قديم وقت ۾ اهو هڪڙو وڏو ۽ ڪمائتو علم شمار ڪيل هو، جو ڪن خاص عالمن ۽ فيلسوفن کي حاصل هو. قديم مصر ۽ يونان ۾ اهو علم پهرين شروع ٿيو ۽ انهن تان پين ملڪن ۽ ٻولين ۾ انهن جو رواج پيو. مصر ۽ يونان وارن به پهرين پنهنجي ٻولين جي جدا جدا صورتن ۽ جدا جدا ڀاڱن جي رواجي اصطلاحن معلوم ڪرڻ، ۽ مقابلي ڪرڻ، ۽ انهن جي اسمن ۽ فعلن جي ڦيرين گهيرين جاچڻ سان گرامر جو علم قائم ڪيو. پين ٻولين جي حالت ۽ حقيقت معلوم ڪرڻ جو تڏهن ڪوبه خيال ڪونه هو. اهو خيال گهڻو پوءِ پيدا ٿيو آهي ۽ قديمي نه آهي. تواريخن مان خبر پوي ٿي ته جن ڏينهن ۾ روم جو شهنشاهه "پامپي" هو، تڏهن 'ڊايونيسيس ٿرئڪس'، نالي هڪڙي يونانيءَ پهرين پهرين گرامر ٺاهي، يوناني زبان جي تعليم روم ۾ اچي ڏني؛ جتان پوءِ پين ملڪن ۾ انهيءَ جو رواج پيو، ۽ خاص اصطلاحون، لفظ، نالا ۽ رستا، جي قديم عالمن جا لکيل هئا، سي ظاهر ٿيا ۽ ٻولين ۾ ڪم اچڻ لڳا. اهو علم گهڻن ورهين کان پوءِ 'روم' مان نڪري، ڇهين عيسوي صديءَ ۾، 'قسطنطنيه' ۾ آيو، ۽ اتان پين هنڌن تي ويو، ۽ اهو ئي ساڳيو، هاڻوڪي زماني تائين هليو اچي، اگرچه وقت بوقت منجهس ڪي سڌارا به پئي ٿيا آهن.

انهيءَ گرامر يا صرف نحو جي علم مان ڪنهن خاص ٻوليءَ جي حقيقت ۽ ماهيت معلوم ٿي سگهي ٿي، ۽ خبر پوي ٿي ته ڪهڙين ڪهڙين پين ٻولين جا لفظ ڪهڙين ڪهڙين صورتن ۾ انهن منجهه داخل ٿيا آهن ۽ انهن، انهيءَ ٻوليءَ جي اصلي بناوت ۽ ترڪيب تي ڪو اثر ڪيو آهي يا نه، يا ڪيترقدر اثر ڪيو آهي؟ هڪڙو وڏو مغربي عالم، گرامر کي ٻوليءَ جو رت ۽ ساهه ٿو سڏي. اهو ڪن ٻولين ۾ صاف ۽ پاڪ ۽ اصلي حالت ۾ آهي ۽ ڪن ۾ بگڙيل، ڪريل ۽ گاڏڙ صورت ۾ آهي. انهيءَ تي انهيءَ ٻوليءَ جي شرافت، قدامت ۽ پاڪائيءَ جو درجو منحصر ٿو رهي.

حقيقت ڪري، گرامر يا صرف نحو جي معني آهي ڦيرا يا گردان، جهڙا 'اسمن' جا، تهڙا 'فعلن' جا، عربيءَ ۾ "صرف" لفظ جي معني ئي "ڦيرائڻ" آهي. اسم جي ڦيري جي معني آهي انهيءَ جو عدد، جنس ۽ حالت موجب جدا جدا صورتون، يا پين لفظن سان ڳنڍجڻ جو شڪليون. ساڳيءَ طرح، فعل جي ڦيري يا گردان جي

معنيٰ آهي، انهيءَ جون ضميرن ۽ زمانن موجب جدا جدا صورتون. آهي صورتون، اوائل ۾ سڀني زبانن ۾ هڪجهڙيون ۽ باقاعدي هونديون هيون. پوءِ بدلجي بيقاعدي ۽ علحديون ٿي لڳيون آهن. عالمن جي راءِ آهي ته اها ڦيرگهير، ٻارن جي ٻوليءَ ۽ اصطلاح تي نه هلڻ ڪري ٿي پئي آهي، ۽ وري به انهن جي ٻوليءَ تي هلڻ ڪري، ڪم ٿي سگهندي؛ ڇالاءِ جو ٻار همیشه هڪڙو لفظ ٻڌي، ياد ڪري، ٻيا لفظ به انهيءَ نموني تي چوندا. بي قاعدي يا نيارو مثال ڪونه خيال ۾ نه ايندن.

گرامر يا صرف نحو جي عالمن، انهيءَ علم جو مضمون هيٺين ڀاڱن ۾ ورهايو آهي، جن موجب، انهيءَ جي تعليم ڏيڻ ۾ ايندي آهي. اها تقسيم، قديمي عالمن جي رواج موجب آهي: پهريون-ڀاڱو اکرن کي ملائي، لفظ بنائڻ، جنهن کي عربيءَ ۾ "علم املا" چوندا آهن ۽ تهجي يا هيجي ڪرڻ به انهيءَ ۾ اچي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري، الف-بي جي اکرن کي "حرف تهجي" سڏيندا آهن، يعني "آئيويا" ۽ "لاڪنا". ٻيو، هڪڙن لفظن مان ٻيا ڪيئن ۽ ائين ڪرڻ ۾ جيڪا صورت يا معنيٰ ۾ ڦيرگهير ٿئي، سا ڏيکارڻ. انهيءَ کي عربيءَ ۾ "علم اشتقاق" چوندا آهن. ٽيون، لفظن مان جملن جو ٺهڻ ۽ آنهن جو هڪٻئي سان واسطو، ۽ آنهن جي ترتيب ۽ ترڪيب، جنهن کي "علم نحو" چوندا آهن. چوٿون، لفظن ۽ انهن جي مجموعن جو "وزن" ۽ آنهن مان "شعر" ٺاهڻ، جنهن کي "علم عروض" چوندا آهن.

گرامر جي انهن قديم اصولن موجب، ڪابه ٻولي لفظن مان جڙي ٿي، ۽ لفظ، فقط آچار يا آواز آهن، جن مان ڪو خيال پيدا ٿئي ٿو، يا انهن جو پاڻ ۾ واسطو معلوم ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري لفظ يا ته ذاتي شيون هوندا، يا صفتون هوندا، يا تعريفون ۽ وصفون هوندا، يا ميلاپ ۽ ڳنڍ هوندا. پهرئين قسم جا لفظ، آهي شيون ڏيکارين ٿا جي هستيءَ ۾ آهن، يا ائين خيال ۾ اچي سگهن ته پاڻ بذات خود موجود آهن، نه ڪن ٻين جي مدد يا خاصيت جي ڪري. آهي اسم آهن يا انهن جا عيوضي ضمير، جي رڳو انهيءَ مطلب لاءِ ٺهرايائون ته جنس، عدد ۽ حالت جهڙيون ڦرندڙ ۽ اتفاقي صورتون ظاهر ڪري سگهجن. ٻئي قسم جا لفظ آهي شيون ٿا ڏيکارين جي بذات خود، هستيءَ ۾ ناهن، پر ٻين شين جون صفتون ٿا ڏيکارين، ۽ انهيءَ رستي معلوم ٿئي ٿو ته آهي آهن. اهڙا لفظ، فعل يا فعل جهڙا اسم، يا صفتون يا ظرف آهن. جيڪي صفتون فعل ظاهر ٿيون ڪن، سي يا ته چرندڙ آهن يا اڻ چرندڙ. ۽ چرڻ جو واسطو وري وقت، مدت، جاءِ ۽ پنڌ سان ٿو لڳي، تنهنڪري فعل کي زمانن جي ڦيرگهير جو ضرور ٿيو. وري جيڪي فعل گهٽ يا وڌ، زور يا يقين، يا شڪ ڏيکارين ٿا، تن جي نظر تي جدا جدا صيغن يا حالتن جو ضرور ٿيو: جيئن ته 'آءٌ لکان ٿو'، 'آءٌ لکي سگهان ٿو'، ۽ 'تون لک' وغيره وري ڪم ڪندڙ، يعني فاعل، جنهن

تي ڪم ٿئي يعني مفعول، تن جي نظر تي فعل جو معروف ۽ مجهول هئڻ به ضرور ٿيو. فعل جهڙا اسم يا ڪردنت آهي لفظ آهن، جي وقت سان ڳنڍيل يا ٻيءَ طرح جون صفتون ٿا ڏيکارين: جيئن ته لکڻ، لکندڙ، لکندو يا لکيو، يعني اسم مصدر ۽ اسم فاعل، اسم حاليه ۽ 'اسم مفعول'. صفتون وري شين جون آهي ذاتي خاصيتون ٿيون ڏيکارين، جي منجهن موجود آهن، ۽ جن جو چرڻ يا نه چرڻ سان واسطو ڪونهي: جيئن ته چڱو، ٻڇڙو، ڪوسو ۽ ٿڌو. انهن صفتن جا انهن خاصيتن جي گهٽي ۽ توري هئڻ ڪري ۽ پاڻ ۾ مقابلي هئڻ ڪري درجا پيدا ٿين ٿا، جنهنڪري هڪڙو ٻئي کان وڏيڪ يا گهٽ، يا سڀ کان وڌ گهٽ آهي، ۽ انهيءَ طرح تفضيل ۽ 'مبالغو' ظاهر ٿئي ٿو. 'ظرف' وري صفتن جون صفتون آهن ۽ فعلن ۽ ڪردنتن ۽ صفتن وانگي ٻين شين جون خاصيتون به ٿا ڏيکارين. اهي ظرف ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا فقط فعلن سان لاڳو آهن، ۽ ٻيا فعلن، ڪردنتن ۽ صفتن، سڀني سان لاڳو آهن.

ٽئي قسم جا لفظ آهي جي ساڳئي قسم جي شين مان ڪنهن خاص هڪ يا زياده شين کي ٻين کان ڌار ڪري، انهن جي تعريف يا وصف ٻڌائن: جيئن ته هي خاص ماڻهو يا جانور، يا ڪو به ماڻهو يا جانور.

چوٿين قسم جا آهي لفظ آهن جي هڪڙن لفظن کي ٻين لفظن سان ملائين يا ڳنڍين ٿا، نه فقط لفظن کي، پر جملن کي به، ۽ انهن جي معنائن کي به ڳنڍين ٿا يا ڌار ڪن ٿا: آهي آهن حرف جملو، ۽ حرف جر.

انهن کان سواءِ، پنجين، قسم جا آهي لفظ آهن، جي ڪنهن قاعدي تي ٻڌل نه آهن ۽ نه خيال ظاهر ڪن ٿا، فقط اوچتا آواز آهن، جي ماڻهن جي واتان نڪرن ٿا، انهن کي حرف 'ندا' چون ٿا.

اهي آهن قديم عالمن جي تقسيم موجب گرامر يا صرف نحو جي علم جا ڀاڱا ۽ اهو آهي انهن جي مضمون جو مجمل تفصيل. پر پوئين عالمن انهيءَ علم جا ڀاڱا هن طرح ڪيا آهن: (١) علم املا جنهن جو ذڪر مٿي آيو آهي، (٢) علم اشتقاق، (٣) علم صرف، (٤) عام عروض، (٥) علم قافيه ۽ (٦) علم بديع يعني صفتون.

انهن ڇهئي ڀاڱن موجب اسين هر هڪ ڀاڱن جو مفصل بيان ڏينداسين.

# باب ٻيو

## سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ان جي بناوت

اها ڳالهه قبول ڪيل آهي ته ڪنهن ٻوليءَ جي واقفيت انهيءَ ٻوليءَ جي ڪتابي علم، يعني لٽريچر ڄاڻڻ جي ڪُنجي آهي. تنهن ڪري ڪنهن ٻوليءَ جي ڪتابي علم جي معلوم ڪرڻ لاءِ اها ٻولي سکڻ ضروري آهي. سڀڪنهن ملڪ ۾ آتي جي اوائل وارن ماڻهن جي ٻولي سادي ۽ جهنگلي هئي، جا پوءِ درجي بدرجي وڌي سُڌري آهي. اهو سڌارو گهڻن رستن ۽ اپائن سان ٿيو آهي. انهن مان مکيه آهي انهيءَ قوم يا انهيءَ ملڪ جي ماڻهن جو ٻين قومن يا ملڪن جي ماڻهن سان واهپو يا واسطيداري، جنهنڪري هڪڙي ملڪ يا ٻوليءَ جو زباني يا علمي اسباب ٻيءَ ۾ شامل ٿي وڃي ٿو، يا انهن کان اڌارو وٺڻ ۾ اچي ٿو–جي هڪڙو ملڪ سڌريل آهي ته ٻيا آسپاس وارا، بلڪ پرانهان ملڪ به انهيءَ جا شاگرد يا قرضي بنجي، انهيءَ مان گهڻي قدر سڌارو حاصل ڪن ٿا. جيئن قديم قومن مان رومن ۽ يوناني ماڻهو سڌريل هئا ۽ انهن کان يورپ جي سڀني قومن پنهنجون پنهنجون ٻوليون سڌاريون. ساڳيءَ طرح، ايشيا ۾ عربي ٻوليءَ ايران، ترڪستان ۽ ٻين ڪن ملڪن جي ٻولين کي سڌاريو–يوناني، لٽن ۽ سنسڪرت قديمي ٻوليون، جي هاڻ مئل ٻوليون ٿيون سڏجن، تن هن زماني ۾ گهڻين ٻولين کي جياري وڌو آهي. جيئن جدا جدا ملڪن ۽ قومن جي آمدرفت ۽ ڏيتي-ليتي زياده پئي ٿي آهي، تيئن انهن جون ٻوليون نوان نوان لفظ ۽ اصطلاح وٺنديون، وڌنديون ۽ سڌرنديون ويون آهن. اهو سڌارو پاڻهي ڪين ٿيو آهي، پر ڳالهائڻ وارن ڪيو آهي. انهيءَ مان خيال ۾ اچي سگهي ٿو ته دنيا جي سڀني ٻولين جو پاڻ ۾ ڪو عام يڪو اتحاد يا واسطو آهي، ۽ اهي هڪبئي مان نڪتل آهن، يا هڪڙي اصلوڪي ٿُڙ جون ٽاريون آهن. ٻوليءَ جي چڱائي ۽ عمدگي انهيءَ سڌاري تي منحصر ٿي رهي، پوءِ ڀلي انهن جي ڳالهائڻ وارا ٿورا ئي هجن.

مٿي جيڪو چيو ويو آهي، تنهن مان ظاهر آهي ته ڪنهن ملڪ جو ڪتابي علم آتان جي رهاڪن جي ٻوليءَ تي تعلق رکي ٿو، ۽ ٻولي وري آتي جي ماڻهن يا ڳالهائيندڙن تي تعلق ٿي رکي، ماڻهن جي حالتن ۽ خيالن جو عڪس سنڌن ٻوليءَ

ٿي ٿو پوي، جهڙو زباني ٻوليءَ تي، تهڙو ڪتابي ٻوليءَ تي. گرامر يا صرف نحو، جو صحيح لکڻ ۽ ڳالهائڻ جو هنر آهي، تنهن جو بنياد پڻ ماڻهن جي ٻوليءَ تي رکيل آهي، ۽ اهو سڌريل به ٿي سگهي ٿو ۽ جهنگلي به—جهڙي انهن ماڻهن جي حالت هوندي. ٻولي گرامر تي تعلق نٿي رکي، پر گرامر جو ٻوليءَ تي تعلق ٿو رهي ۽ انهيءَ مان ئي ٿو ڏهي. تنهن ڪري جي، ڪا ٻولي سڌرندي ته انهيءَ جو علم يا انهيءَ جي ڪتابي علميت به سڌري ٿي—جيئن علميت ٻوليءَ تي منحصر آهي، تيئن ٻولي وري ڳالهائيندڙن تي منحصر آهي. ماڻهن جي قومي، اخلاقي ۽ ملڪي ترقي آسانيءَ سان سندن ٻوليءَ مان معلوم ٿي سگهي ٿي. مثلاً، ڪنهن به وڏي شهر ۾ شريفن، تعليم يافتن ۽ مکرن ماڻهن جي ٻولي ٻي، ۽ اڻ پڙهيلن ۽ گهٽ درجي وارن ماڻهن جي ٻولي ٻي آهي. هڪڙي مذهب وارن ماڻهن جي ٻولي، ٻئي مذهب وارن ماڻهن جي ٻوليءَ کان ٻيءَ طرح جي آهي. گهڻن شهرن ۾ مردن جي ٻولي زالن جي ٻوليءَ کان ٻيءَ طرح جي آهي. انهيءَ طرح، ڌار ڌار ماڻهن جو اثر قومن ۽ فرقن تي ٿو رهي. هڪڙي وڏي ٻوليءَ جون جدا جدا ڦريون يا شاخون ٿيون ٿين، جن جي ڳالهائڻ جي طرز ۽ اصطلاح هڪڙي ئي ملڪ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ علحدي آهي.

وري جيڪي ماڻهو زباني ۽ ڪتابي ٻوليءَ تي اثر ٿا ڪن، تن مان ڪنهن خاص ملڪ جي پاسي وارن ملڪن، ۽ سير ۽ سياحت ڪندڙن، ڪاهه ۽ فتح ڪندڙن جو اثر، ملڪ جي ٻوليءَ تي گهڻو ٿو ٿئي، خصوصاً فتح ڪندڙن ۽ حاڪمن جو. عربي پهاڪو آهي ته "الناسُ علي دينِ ملوڪهم" يعني ماڻهو اڪثر پنهنجي بادشاهه جي دين ۽ رسم جي پيروي ڪندا آهن. انهيءَ ۾ رسم، رواج، پوشاڪ، اٺ-ويهه جا قاعدا ۽ ملڪي رايا، سڀ اچي وڃن ٿا. حقيقت ڪري ڪنهن قوم جي ٻولي ٿرماميٽر يا بئراميٽر وانگي هڪڙو اوزار آهي، جنهن مان گرمي ۽ هوا جي حالت جي بدران ماڻهن جي حالت ۽ سڌاري جو درجو يا انداز معلوم ٿئي ٿو. هڪڙي انگريز عالم جو چوڻ آهي ته "ڪنهن قوم جي ڪتابي علم مان انهيءَ قوم جي حياتيءَ جو سمورو احوال معلوم ٿي سگهي ٿو. تاريخ جي ڪتابن مان فقط ڪنهن قوم جا وڏا وڏا ڪم ۽ ڪارناما معلوم ٿين ٿا، پر ڪتابي علم مان انهن جي اخلاقي حالت، دل جا ميل، خواهشون ۽ انهن جي عقلي، دماغي، ذهني حالت ۽ باطني چالاڪيءَ جي پوري پوري خبر ٿي پوي. اسين ڪنهن ماڻهوءَ جي فقط ظاهري هلت چلت ڏسي، هن جي چال ۽ اخلاقن جو تخمينو ڪري سگهون ٿا، پر هن جي اندر جي حالت جي، ۽ جيڪي خيال هن جي دل ۾ پيا هلن، تن جي اسان کي ڪابه خبر ڪانه ٿي پوي. پر اهڙي خبر اسان جي ماڻهن جي ڳالهايل ٻوليءَ ۽ لکيل ڪتابن مان پئجي سگهي ٿي."

مٿي ڄاڻايل عام ٻولين جي نسبت ۾ چيو ويو آهي، سو سنڌي ٻوليءَ سان ٻه لاڳو آهي، جو انهيءَ ۾ ٻه گهڻن قومن ۽ مذهبن جا مخفي ۽ ظاهري نشان موجود آهن. انهيءَ سان قديم وقت کان وٺي هن وقت تائين، سنڌ جي تاريخ معلوم ٿي سگهي ٿي ۽ صاف طرح خبر پوي ٿي ته ڪهڙيون ڪهڙيون قومون هڪٻئي پٺيان سنڌ تي ڪاهي آيون، ۽ ڇو؟ هڪڙيءَ زبان جا ساڳئي پرڳڻي ۾ گهڻا قسم ڳالهائڻ ۾ اچن ٿا. مسلمانن جي سنڌي ٻولي، هندن جي سنڌي ٻوليءَ کان ٻيءَ طرح جي آهي بلڪ هندن مان ٻه ڪي اڳوڻي هندي ٻولي ڳالهائين ٿا ۽ ڪي هاڻوڪي عربي ۽ فارسي آميز سنڌي ٻولي- ڪوهستان يا ڪاڇي جي ماڻهن جي ٻولي، توڙي سرحد سنڌ يا بلوچي ڀاڱن جي ٻولي، ريگستان جي ٻوليءَ کان علحدي آهي. سنڌ جي اُتر واري ڀاڱي جي اُترادي ٻولي، ان کان مٿي يعني آبي جي ٻوليءَ کان ٻيءَ طرح جي آهي ۽ ان کان هيٺ ڏکڻ واري ڀاڱي يعني لاڙ جي ٻوليءَ کان ٻيءَ طرح جي، وچ واري ڀاڱي يا وچولي جي، يعني حيدرآباد جي آسپاس واري ڀاڱي جي ٻولي مرڪوزي ٻي آهي، جا سڀني کان سڌريل شمار ٿيل آهي ۽ جنهن ۾ تعليمي ڪتاب پڻ لکيا ويا آهن. انهيءَ کان سواءِ سنڌ ۾ سرائڪي ٻولي به ڳالهائجي ٿي، جنهن ۾ سنڌي پنجابي سان گڏيل آهي، ٿريلي ٻولي به ڳالهائجي ٿي، جنهن ۾ سنڌي ٻولي مارواڙي يا ڪڇي يا گجراتيءَ سان گڏيل آهي، ۽ جنهن کي راجستاني ٻولي ٿا چون. بلوچڪي ۽ بروهڪي ٻولي به ڳالهائڻ ۾ ٿي اچي، جنهن ۾ سنڌي ٻولي فارسي ۽ پشتو ۽ بلوچيءَ سان گڏيل آهي. سن ١٩٠١ع واري آدمشماريءَ موجب سنڌ جي رهاڪن جو سمورو تعداد (٣٢١٠٩١٠) پنجٽيهه لک ۽ ڏهه ٻارهن هزار وڌيڪ هو. انهن مان (٢٧٣٤٣٥٦) يعني ٻه ڀاڱي ٽي کان وڌيڪ سنڌي ڳالهائڻ وارا هئا، (١٠٢٨٩٧) بلوچڪي ڳالهائڻ وارا، (٩٠٢٠٠) گجراتي، (٣٠٩٧٦) پنجابي، (٤٧٧٤) هندي، (١١٣٦٦) مرهٽي ۽ (١٥٢٤٧٩) راجستاني.

ٻولين جي شجري موجب، سنڌي ٻولي آرين جي قديم ۽ شريف ٻوليءَ جي ڪٽنب سان آهي، جنهن مان نڪتل ٻولين ڳالهائڻ وارا اڪثر جهان جي تاريخ ۾ ماڻهن جا مهندار ۽ سڌاري جا باني ٿي گذريا آهن. انهي ٻوليءَ جي ايشيائي ٽِڙ يا ڏار مان جن ٻن نڪتل ٻولين جو واسطو سنڌي ٻوليءَ سان رهيو آهي، سي آهن هندي ۽ ايراني. هندي ٻولين يا شاخن مان سڀني جي سردار سنسڪرت آهي. انهيءَ جون قديم ۽ اوائل واري حالت جون ٻوليون: پراڪرت ۽ پالي ٻوليون هيون. انهن مان پراڪرت، پنهنجن شاخن سميت، اتر هندستان جي ٻولين جي ماءُ آهي، ۽ پالي وري ڏکڻ هندستان جي ٻولين جي پيدا ڪندڙ آهي.

انهيءَ شجري جي نظر تي، سنڌي ٻولي پراڪرت جي ڌيءَ آهي ۽ سنسڪرت جي ڏوهٽي آهي. انهيءَ کي ڪٿي هڪڙي خيالي زال سمجهو: اها ٻهرين هڪڙي

مسلمان عرب سان ڀرٽي، ۽ انهي جي مرڻ کان پوءِ، اُها هڪڙي گڏيل ذات واري مسلمان سان ڀرٽي، جنهن ۾ تاتاري، مغل، افغان ۽ ٻلو چڪورت يا نسل گڏيل هو. انهيءَ کان پوءِ، وري هڪڙي ڪرسچن انگريز ڪي هٿ آئي. اها زال "سنڌ" يا "سنڌي" ٻولي هئي. انهيءَ جي ٻهرين شادي سن ١١٧ع ۾ ٿي، جڏهن عربن سنڌ فتح ڪئي، ٻي شادي ١٠٢٦ع ۾ ٿي، جڏهن محمود غزنويءَ سنڌ فتح ڪئي ۽ ڪانئس پوءِ پٺاڻ، مغل ۽ ٻين خاندانن جا مسلمان ٻادشاهه آيا؛ ٽي شادي سن ١٨٤٣ع ۾ ٿي جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي. هرهڪ مڙس مان ان ڪي اولاد ٿيو، جي سڀ صلح ۾ گڏ ٻيا گذارين، پر افسوس آهي ته ٿورن ڏينهن کان ڪن سببن ڪري، انهن جي وچ ۾ اڻبڻت ۽ مخالفت پيدا ٿي آهي، ۽ ڪن خيرخواهن جي ڪوشش آهي ته انهن جي وچ ۾ وري پرچاءُ ڪن ۽ اتفاق پيدا ڪن، جيئن اڳي هوندو هو.

هاڻي ڏسڻ ۾ ايندو ته سنڌي اصل هندڪي زبان آهي، تنهنڪري منجهس بيشمار لفظ آهن جي پراڪرت جي معرفت سنسڪرت مان ورتل آهن، جن مان گهڻا صورت بدلائي ڪم اچن ٿا. انهيءَ هوندي به ڪي لفظ نج سنڌ جا واسي آهن، خصوصاً: ٻ، ڄ، ڃ، ڏ، ڳ، ڱ ۽ ڻ حرفن وارا، ٻاڻي، ڏهر، ڏهرسن، ۽ ٻيا اهڙا نالا يا لفظ تاريخ ۾ ملن ٿا ۽ ڪي ٻيا به آهن، جيئن ته ڄڱنگ، ڏنگ، ڏينگ، ڏنگ ۽ ڀڪڙي وغيره. انهن اصل هندي ۽ نج سنڌي لفظن کان سواءِ، باقي ٻيا عربي، فارسي، ترڪي ۽ ٻين ٻولين جا لفظ آهن. حساب ڪيو اٿن ته سنڌيءَ ۾ سنسڪرت جا اصل ٻارهن هزار لفظ آهن، ساڍا ٽي هزار نج سنڌي لفظ آهن، اڍائي هزار عربي لفظ آهن، ۽ ٻيا به هزار فارسي وغيره آهن. پر سنڌيءَ جي نسبت ۾ ايتري تعريف ڪرڻ لازم آهي ته پنهنجي ماءُ ۽ ناني ڏاڏهن سچي، ايماندار ۽ وفادار رهي آهي، جو انهن جون گهڻيون اصلوڪيون صورتون سنڌس ٻين ڀيڻن کان منجهس گهڻيون ۽ زياده صحيح موجود آهن. مثلاً فعل ۽ ظرف، سي البت عربي يا فارسي نموني تي ڍهيل آهن، باقي ٻيون سڀ صرف نحو جون صورتون سنسڪرت ۽ پراڪرت وياڪرڻ سان موافقت رکن ٿيون، ۽ منجهس ايترا سنسڪرت ۽ پراڪرت جا لفظ اصلوڪي يا بدليل صورت ۾ موجود آهن، جو انهن مان گهڻا ٻين ٻولين ۾ نه آهن، جيئن ته مرهٽي، گجراتي، پنجابي، بنگالي، هندي وغيره.

سنڌي ٻوليءَ تي اهو نالو "سنڌ" ملڪ تان پيو آهي ۽ انهيءَ تي اهو نالو "سنڌو" لفظ تان پيو آهي، جو سنسڪرت ۾ "وڏي نديءَ" کي چون. اهو نالو سنڌ جي درياءَ جو آهي، جنهن کي اڳي "مهراڻ" سڏيندا هئا. سنڌ جي تاريخ موجب جدا جدا وقتن تي، سنڌي ٻوليءَ جا عناصر يا جزا منجهس پئي داخل ٿيا آهن. عيسوي ستين صديءَ تائين، سنڌ آرين قومن جي راڄ هيٺ رهي؛ يعني ٻڌ ڌرم وارن ۽

برهمڻ حاڪمن جي حڪم هيٺ. تنهن کان پوءِ آرين جي بدران سيمينڪ قومن جي هٿ هيٺ رهي، يعني ايرانين ۽ يونانين جي هٿ هيٺ. ڏهين عيسوي صديءَ کان وٺي منگول يا مغل آيا، جي اوڻيهين صديءَ جي وچ تائين آتي رهيا. انهن کان پوءِ انگريز ماڻهو آيا، جن جو راڄ اڄا تائين هليو هلي. انهن سڀني علحدن ٻولين جا نشان سنڌي ٻوليءَ ۾ موجود آهن ۽ انهن جا ڪيترائي لفظ ۽ اصطلاح اصلوڪي يا بدليل صورت ۾ اڄان تائين ڪم پيا اچن ۽ ٻوليءَ ۾ گڏجي هڪ ٿي ويا آهن. منجهس اهڙن عجيب غريب مفرد ۽ مرڪب لفظن جا مثال پيا آهن، جن مان انهن جي اصل نسل جي توڙي ٻئي تاريخي احوال جي خبر پئجي سگهي ٿي. هيٺ جدا جدا ٻولين مان نڪتل ڪي ٿورا لفظ نموني لاءِ ڏجن ٿا:

١. سنسڪرت مان پراڪت جي معرفت: وڇون (ورشچڪ)، ڄڀ (جواهه)، ڪوڏر (ڪدال)، گڏهه (گردڀ)، ڏٻرو (دربل)، سپّ (سرپ)، ٻاڦ (واشپ)، ڄمڻ (جنم)، وسڻ (ورشڻ)، ۽ پيهڻ (پيشڻ) وغيره.

٢. عربيءَ مان: باڪري (بقال)، بجاجي (بزاز)، ٻصر (بصل)، ٿوم (ثوم ۽ فوم)، ٻوڪ (بوق)، بدڪ (بطخ)، ارڪ (عرق)، ٻوراڪ (بالغ)، زائفان (ضعيفه)، دٻلو (طبلہ)، سيٽ (سطر)، سنمبل خار (سم الفار)، مسيت (مسجد)، جناخون (جناغ)، ڪاسائي (قصاب)، ڪارب (قالب)، ڪواز (قواعد)، ڪرز (غرض)، ڪاشو (غاشيہ)، مسڪرو (مسخره)، مترڪو (مطرق)، نت (نطع)، ۽ ڪلف يا ڪرف (قفل) وغيره.

٣. فارسيءَ مان: اسپنگر (اسپغول)، پنبو (پنبہ)، پهراڻ (پيرهن)، پليت (پليد)، جنّت (جفت)، جنّود (زود)، ڪند (قند)، چنبو (پنجہ)، جليبي (زلابيہ)، خاشکهلي (خاصخيلي) دادي نہ استادي (نہ داده نہ ستانده)، ڏد (دد)، ڍولڪ (دهلک)، ساري (شالي)، سڳڻ (شگون)، شيخ (سيخ)، سوف (سيب)، سرڪس (سرگشت)، ڪاڳر (ڪاغذ)، کاڻ (ڪان)، کارڪ (خارڪ)، ڪجر (گزر)، ملم (مرهم)، ۽ همام دستو (هاون دستہ) وغيره.

٤. ترڪيءَ مان: اوطاق (اوتاغ)، ٻورچي (باورچي)، چلمچي (چلابچي)، ڪينچي (قينچي)، آزبڪيون (اوزبڪ)، چغو (چوغہ يا چوغا)، ڪاشيڪ (قاشق)، ڪنولي (قلي)، تڪمون (دوگمہ)، ڪارو (قار)، خچر (قاجر)، قاترچي (يعني خچرن جو سنڀاليندڙ)، طباچي، مشعلچي، چقمق ۽ قنداق (بندوق) جو وغيره.

٥. هنديءَ مان: ٻوڙو (بهرا)، ڊڪاڻ (ترڪان)، سونهڙ (سُنّار)، واڱڻ (بينگن)، ڏونڪو (ڍنڪا)، ڌاڳو (تاگا)، چڱو (چنگا)، جافر (جاءِ ڦل)، پتاشو (پتاشہ)، سئور (سول)، ۽ ٻيا، جي سنسڪرت مان نڪتل آهن.

٦. بلوچيءَ مان: ٻاگهيو (ٻاگهه)، وڳ (ٻَڪَ)، اٽالو (ٽالو)، پورهيو (ڦوريه)، ڇانگهو (ڇانگو)، چيچ (چوچ)، ڏاه (داه)، گڏي (گدي يعني وڇن آگر)، مڙي (مڏي)، لغور (لغور)، دوه (دروه)، ۽ ڍوم (دونب، يعني لنگهو يا ڳانٺو) وغيره.

٧. پشتو يا افغانيءَ مان: ڊوڊو (ڊوڊئي)، ڏاڙو (داڙا)، جهڳڙو (جڪڙا)، دڙڪو (دڙڪا)، ڇيرا (ڇڙه)، ڳهل (غلا يعني چور)، گدڙ (گيدڙ) گيدي، جَنبڙ يا جانڊو (جرنده) هَشيار (اڻهار)، هاڻي (آتي)، ٽوپ (ٽسپ)، ۽ گنُدي (غَنُدي) وغيره.

٨. انگريزيءَ مان: ٻاٽلي (ٻاٽل)، الماڙي (الماڻرا)، پلنگ (پٽالين)، مالڪيٽ (مارڪيٽ)، درجن (ڊزن)، پتلون (پٽلون)، گُدام (گوڊائون)، ڪارتوس (ڪرٽرج)، پٽريل (پٽلر)، اسپتال (هاسپيٽل)، پادري (فادر)، سنتري (سيٽينل)، ڊَريس (ڊريس)، رپوٽ (رپورٽ)، ڊامر (ڊامر)، سڪول، ڪاليج، ۽ سوجر (سولجر) وغيره.

انهن کان سواءِ، سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ٻيا لفظ آهن، جي آواز يا شڪل ۾ ٻين گهڻين ٻولين سان مشابهه ۽ موافق آهن، ۽ آهي سڀ هڪڙي وڏي آرين اصل يا 'ٿڙ' مان نڪتل آهن، جيئن ته

| سنڌي | سنسڪرت | هندي | عربي يا فارسي | انگريزي |
|---|---|---|---|---|
| اٺ | اسٽ | اٺ | هشت | ايٽ |
| آفير | آڦين | افيم | افيون او پيم | (يوناني اوفون) |
| آمري يا گدامري | امليڪا | املي | تمرهندي | ٽامرنڊس |
| ذات | جات | ذات | ذات | ڪاسٽ |
| ڏند | دَنت | دانت | دندان ٿوٿ | (لٽن ڊينٽس) |
| جوڳ | يڪم | جڪم | يوڪيدن | يوڪ |
| سَوُ | شَت | سؤ | صد | سينٽ |
| ڪپٽور | ڪرپٽور | ڪبٽور | ڪاڦور | ڪئمفر |
| نالو | نام | نام | نام | نيم (لٽن نامين) |
| ڳلو | گَل | گلا | گلو | گَليٽ |

ٻيا به ڪيترائي گهڻن زبانن جا مقابلي ۽ مشابهت وارا عجيب غريب لفظ آهن، پر زياده مثال ڏيڻ ضرور ناهي، جن مان ٻولين جي اصل جي جاچ ڪندڙن عالمن کي گهڻي خوشي حاصل ٿي ٿي.

اها آهي سنڌي ٻوليءَ ۽ الهيءَ جا عناصر يا جزا، جي هاڻي ڳالهائڻ ۾ ٿا اچن، ۽ اهو ٿيو زباني علم. هاڻي اسين ڪتابي علم جو ذڪر ڪنداسين. سنڌيءَ ۾ ڪتاب تمام ٿورا لکيل آهن، تنهنڪري ڪتابي علم تمام ٿورو ۽ ضعيف آهي. ڪتابي

علم جي معنيٰ آهي اها ٻولي جا لکڻ پڙهڻ ۾ ڪم ٿي اچي. سنڌيءَ ۾ اڳي شروعات ۾ ڪهڙي قسم جا اکر لکيا هئا. تنهن جي خبر بلڪل پئي نٿي سگهي. گهڻو ڪري هاٽوڪيءَ گُرمکيءَ جهڙا اکر لکيا هئا، جي سنسڪرت حرفن سان مشابهه آهن ۽ جن مان هاٽوڪا ”هندو سنڌي“ يا ٻَنِئا اکر جي واڻيا لکندا آهن، نڪتل ٿا ڏسجن. پر عربن جي فتح ڪان پوءِ، عربي حرف ڪم اچڻ لڳا، جو عربي لفظ به ان ۾ گهڙي پيا هئا. انهيءَ ڪري اڄ سودو انهيءَ کي عربي سنڌي سڏيندا آهن، هندڪن اکرن کي ’هندو-سنڌي‘ ٿا سڏين، سنڌ ۾ جڏهن عربي ۽ فارسي ٻوليون آخوند ۽ مُلا سيکارڻ لڳا، تڏهن سنڌي ماڻهو به انهن اکرن ۾ لکڻ لڳا، جيڪي اکر يا آواز سنڌي ۾ خاص هئا، سي عربي ۽ فارسي اکرن تي ٽِڪن يا ٻين نشانن ڏيڻ سان، يا ٻين اکرن جي سلائڻ سان لکڻ لڳا. جيئن اڙدوءَ ۾ ڪن ٻين زبانن به ڪيو. اهڙو حال ٽالپرن جي راڄ تائين هليو. سنڌ ١٨٤٣ع ۾ انگريزن فتح ڪئي. ۽ ١٨٥٣ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر صاحب مسٽر فريئر، جو پوءِ سر بارٽل فريئر ٿيو ۽ جنهن جي نالي پٺيان ڪراچيءَ ’فريئر هال‘ ٺهيل آهي، تنهن جي وقت ۾، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس حڪم جاري ڪيو ته سنڌي الف-بي جا اکر عربي فارسي نموني جا ٿين، ۽ انهن ۾ لکپڙهه ڪجي، ڪتاب لکجن ۽ اسڪولن ۾ تعليم ڏجي، ۽ جيڪي عملدار ملڪي کاتن ۾ نوڪر آهن، سي زباني ۽ رواجي سنڌي ٻوليءَ ۾ امتحان پاس ڪن. انهيءَ کان اڳ ترجمان رکي گڏيل سنڌي-فارسي اکرن ۾ سرڪاري دفتر رکڻ ۾ ايندو هو. سگهو ئي تعليم کاتو مقرر ٿيو ۽ اسڪول جاري ٿيا. سال ١٨٩٥ع ڌاري انگريزي دور ۾، ديسي مڪتبن کي پئسن يا انعام جي مدد ڏيئي، تعليم کاتي ۾ داخل ڪيائون. ۽ خلاصا ڊپوٽي ۽ نائب ڊپوٽي مُلن جي مڪتبن جي نظرداريءَ لاءِ مقرر ڪيا ويا. انگريز سرڪار انهن تي وڏي رقم سال بسال خرچ ڪندي هئي.

انگريز سرڪار جي حڪومت جي شروعات ۾، ليٿو گراف يا هٿ تي ڇاپيل ڪتاب يا ڪاغذ ڪم اچڻ لڳا. پوءِ ٽائپ يا لوهي اکر به ٺهيا. ڊاڪٽر ٽرمپ، جرمن عالم، پهريون ئي شخص هو، جنهن ”شاهه جو رسالو“ جرمنيءَ ۾ وچي انگريز سرڪار جي خرچ تي ٽائيپ ۾ ڇاپيو. پوءِ ته گهڻائي خانگي ڇاپخانا پيدا ٿيا، ڪي سرڪاري، ڪي خانگي. پهريائين سنڌي ڪتاب جي ماڻهن ڇاپيا سي هئا ديني ڪتاب، اڳوڻي سنڌي ٻولي ۽ فارسي آميز اکرن ۾ هئا، ۽ گهڻو ڪري سنڌ جي ڪن عالمن ۽ بزرگن جا هئا، خصوصاً ٺٽي ۽ لاڙ جي پاسي جا. انهن مان ڪي مشهور ماڻهو هي هئا: سيد صفائي بکر وارو، سيد معصوم شاهه بکر وارو (جنهن جو منارو مشهور آهي)، قاضي محمود علامه ٺٽي وارو (جو مرزا ترخان جي زماني ۾ هو.)

مخدوم ابوالخير (جو مشهور ڪتاب ”فتاويٰ عالمگيري“ جي تصنيف ۾ شامل آهي،) شيخ عبدالواسع صوفي، مخدوم ابوالحسن ٺٽي وارو، ميان محمد محسن شاعر ٺٽي وارو مير علي شير ”قانع“ ٺٽي وارو (جو ”ڪتاب تحفة الڪرام“ جو مصنف آهي)، ميان عبدالرحيم گرهوڙ وارو، شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ٻيا. اهي سڀ سنڌ جا مشهور عالم ٿي گذريا آهن، جن عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ اڪثر ديني ۽ تاريخي ڪتاب لکيا آهن. جهڙا نثر ۾ تهڙا نظم ۾. جيڪو سنڌي شعر هو، سو بيتن يا ڏوهيڙن جي صورت ۾، يا لوڙائو بيتن جي صورت ۾، مضمون اڪثر ديني هو. اهڙي نموني ”نورنامه“ ۽ ”ابوالحسن جي سنڌي“ ۽ ٻيا ڪي ڪتاب ڇاپيا ويا، جي پڙهڻ ۾ ايندا هئا. گهڻو پوءِ، شاهه ڪريم، ۽ شاهه ڀٽائي جا رسالا ڇپيا، ۽ ڪم اچڻ لڳا. انهن جو مضمون نه رڳو ديني هو پر تصوف بابت به هو، يعني حقيقي عشق بابت هو. اهي ماڻهو سنڌي شعر جا استاد شمار ۾ آيا، ۽ ٻيا به انهيءَ نموني تي شعر چوڻ لڳا.

جيئن ٻين ملڪن ۽ قومن ۾ ٿيو آهي، تيئن سنڌ ۾ ڪتابي علم پهرين شعر يا نظم سان شروع ٿيو، ۽ نثر گهڻو پوءِ ظاهر ٿيو، اهو شعر به پهرين هميشه جهنگلي نموني جو ٺهيو آهي: اهو لکڻ لاءِ نه هو، پر ياد ڪرڻ، پڙهي ٻڌائڻ يا ڳائڻ جي لاءِ، جيئن ڀَٽَ ۽ منگڻهار ڪندا آهن. مثال لاءِ انگريزي شعر وٺو، جنهن ۾ پهريون شاعر سنڊيمن چوڻ ۾ ٿو اچي، جو ستين عيسوي صديءَ ۾ رهندو هو: انهيءَ جي شعر جو مضمون ’انجيل‘ بابت ۽ انهيءَ وقت جي جنگين بابت هو. پوءِ چوڏهين صديءَ ۾ چاسر آيو. جڏهن انگريزي شعر تي فرانس ۽ اٽليءَ جي شعر جو اثر ٿيڻ لڳو هو، ۽ عشق جو مضمون شعر ۾ داخل ٿيو. راڻي ايلزبيٿ جي وقت ۾ يعني سورهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ايڊمنڊ سپينسر آيو، جنهن چاسر جي پيروي ڪئي، پوءِ شيڪسپيئر آيو ۽ ناٽڪ ۽ قصا رواج ۾ آيا. سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ ملٽن ۽ گريءَ ۽ ورڊسورٿ آيا. پڇاڙيءَ ۾ ٽينيسن جهڙا شاعر آيا جن جو شعر ڪامل چوڻ ۾ ٿو اچي. انهيءَ طرح ڪتابي علم، جنهن کي انگريزيءَ ۾ لٽريچر چون ٿا، سو پرينڊي شعر سان شروع ٿيو ۽ اهو شعر به جهنگلي هو، پوءِ قصا آيا، ناٽڪ آيا ۽ بعد ۾ عمدو، اخلاقي ۽ خيالي شعر آيو.

ساڳيءَ طرح، سنڌي ڪتابي علم به شعر سان شروع ٿيو، ۽ سنڌي شعر به پرينڊي ڏوهيڙن يا بيتن وارو هو، جهڙو هندي ڀاشا ۾ عام هو، جيئن گرونانڪ صاحب يا تلسيداس ۽ سورداس جو شعر آهي. پوءِ ڪبير صاحب ۽ شيخ فريد آيا، جي تيرهين صديءَ ۾ هئا. انهن جي شعر ۾ ٿورا گهڻا فارسي ۽ عربي لفظ لين ٿا. انهيءَ ڀاشا مان شاهجهان مغل بادشاهه جي راڄ ۾ عربي ۽ فارسي وغيره لفظن جي گڏجڻ سان اردو ٻولي پيدا ٿي. ۽ انهيءَ ڀاشا جا ڏوهيڙا سنڌي جي اوائلي شعر

جو نمونو ٿيا. شاهه ڪريم جا بيت انهن ڏوهيڙن جهڙا آهن، ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۾ گهڻا ٻن مصراعن وارا بيت چيا ۽ گهڻن ۾ زياده مصراعون آنداٽين ۽ ڳائڻ لاءِ وايون وڏايائين. انهيءَ وقت ڌاري، انهيءَ جهنگلي شعر ۾، يعني لوڙائو بيتن ۾ جنگين جو احوال، عشقي قصا، معجزا ۽ مداحون لکجڻ لڳيون. انهيءَ وقت جي سنڌي شاعرن جا نالا مٿي ڏنا ويا آهن. اهو قديمي جهنگلي سنڌي شعر، سترهين صديءَ جي شروع تائين هليو. پوءِ وري ساڳئي قسم جي شعر ۾ هڪڙي قافيه وارين گهڻيون مصراعون ڪم اچڻ لڳيون، جيئن ڪتاب "بيان العارفين" ۾ آهي، جو مخدوم عبدالصمد نورنگ پوٽي جو جوڙيل آهي، ۽ شاهه عبدالڪريم بابت آهي. ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ شاهه ڀٽائي آيو، جنهن تصوف جو مضمون عشقي قصن جي پوشاڪ ۾ آندو، ۽ ٿورين ٿورين مصراعن جا بيت، جدا جدا سرن ۾ آنداٽين ۽ سُرَ سُرَ جي پڇاڙيءَ ۾ وايون آنداٽين. شاهه صاحب جي نموني تي گهڻن ماڻهن شعر چيو، خصوصاً 'سچل فقير' درازن وارو، جو ٽالپرن جي راڄ ۾ رهندو هو. سچل فقير سرائڪي ٻوليءَ ۾ به شعر لکيو ۽ فارسيءَ ۾ به. هن جي پيروي ڪندڙن مان سندس مريد، ٻالڪا ۽ ٻيا انهيءَ وقت جا شاعر هئا، جيئن ته يوسف فقير، روحل فقير ۽ مراد فقير. انهن پوين شاعرن جي اها خاصيت هئي ته سندن بيت هندي ٻاشا وارن سلوڪن جي صورت ۾ هئا، جي هندن ماڻهن کي پسند ايندا هئا. تنهنڪري گهڻا هندو ماڻهو سندن مريد ٿيڻ لڳا. انهيءَ وقت ڌاري ڪي هندو شاعر به ظاهر ٿيا، جن هندڪي اصطلاح ۾ صوفيانو شعر بيتن جي صورت ۾ چيو؛ جيئن 'لعلو ڀڳت' ۽ 'سامي' مينگهراج، يا سندس ٻالڪي ڀائي چيئن راءِ جا سلوڪ.

انهيءَ قسم جو جهونو سنڌي شعر عيسوي اوڻهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين هليو. پوءِ مير ڪرم علي خان ٽالپر جي راڄ ۾ مير صاحبن جي ايران جي بادشاهه سان دوستي قائم ٿي، جنهنڪري گهڻا ايراني شاعر ۽ ٻيا قابل ماڻهو سنڌ ۾ اچڻ لڳا، ۽ فارسي ۽ عربي ٻوليءَ تازي رونق ورتي. انهيءَ ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾، خصوصاً سنڌي شعر ۾، نه فقط گهڻا فارسي لفظ ۽ اصطلاح داخل ٿيا، پر فارسي شعر جا وزن يعني بحر ۽ قافيا به ڪم اچڻ لڳا. انهيءَ شعر جو باني ثابت علي شاهه هو، جنهن مرثيا، قصيدا، منقبت ۽ ٻيا شعر فارسي شعر جي نموني تي چيا. انهيءَ وقت کان وٺي انهيءَ قسم جو شعر رواج ۾ اچڻ لڳو، ۽ گهڻا شاعر انهيءَ جي پيروي ڪرڻ لڳا. انگريز سرڪار جي حڪومت جي شروع ۾ خليفي گل محمد، پراڻا هالن واري ته سچو ديوان غزلن جو فارسي بحرن ۾، سنڌي الف-بي جي حرفن تي لکيو ۽ شاهه جي رسالي وانگر ڪوشش ڪري، نج سنڌي لفظ ڪم آندا اٿس. انهيءَ کان پوءِ، ٻين ڪن به اهڙا سنڌي ديوان لکيا آهن، جيئن ته "ديوان قاسم"، "ديوان فاضل"، "ديوان سانگي"، "ديوان بلبل" ۽ "ديوان قليچ" وغيره.

انهيءَ ساري عرصي ۾ شعر يا نظم لکڻ ۾ پئي آيو، پر نثر جو ڪنهن کي خيال ئي ڪونه ٿي آيو. جڏهن انگريز سرڪار جي حڪومت ۾ تعليم کاتو جاري ٿيو، تڏهن مس ڪي ڪتاب سنڌي نثر ۾ لکيا ويا- گهڻا اڪثر فارسي، اڙدو ۽ انگريزي ڪتابن جا ترجما ٿيا. اهڙن جهونن سنڌي ڪتابن لکڻ وارا منشي ڪاهنداس، جنهن "تاريخ معصومي" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ منشي نند يرام، ديوان اڌارام ٿانوَرداس ۽ ديوان پريتداس ۽ ڪي ٻيا. ان بعد، ديوان ڪوڙو مل چندن مل هو، اهي انگريزي چاڻندڙ به هئا ۽ تعليم کاتي سان واسطو به هون. مسلمان انهن ڏينهن ۾ اچا انگريزي ٻوليءَ کان ڀڄندڙ هئا، ۽ اسڪولن ۾ ڪي نٿي پڙهيا. انهن هندو صاحبن اسڪول جي ڪم لاءِ ڪي سنڌي ڪتاب جدا جدا مضمونن تي لکيا، جن جا ڪي نالا هي آهن: "باب نامو" "سيکائتو نروار"، "سنساري نروار"، "آڪاسي نروار"، "قدرتي نروار"، "ليکي جي پيڙهه"، "ايسپ جون آکاڻيون"، "ٻنيي زميندار جي ڳالهه"، ميان محمد جو "صرف نحو يا گرامر"، "سوکڙي" ۽ ڪي ٿورا ٻيا. سکهو ئي پوءِ درجيوار سنڌي ڪتاب ظاهر ٿيا ۽ ٻين علمي مضمونن تي به انگريزي مان ڪتاب ترجمو ٿيا، جيئن "علم طبعي"، "علم طبقات الارض"، "اقليدس"، "علم هيئت"، "علم ڪيميا يا ڪيمسٽري"، ۽ "علم دستور المعاش" وغيره انهيءَ کان سواءِ قصا، ناٽڪ ۽ ٻين مضمونن جا ڪتاب به نڪتا، جيئن ته "الف ليلي" "فسانهءِ عجائب"، "حاتم طائي"، بلڪ قرآن جا به سنڌي ۾ ترجما ٿيا.

سنڌي ٻوليءَ جي سڌاري ۾ ڪن يوروپي صاحبن به گهڻي مدد ڏني، جيئن ته 'سٽئڪ' صاحب هڪڙو گرامر ۽ هڪڙي ڊڪشنري يا لغت جو ڪتاب لکيو، پر انهيءَ ۾ گرمکي يا شاستري اکرن ۾ سنڌي لکيائين. ٽرمپ صاحب جرمن، به هڪڙو گرامر لکيو ۽ شاهه صاحب جو رسالو ڇاپايو. شرٽ صاحب پادري به ڪن ٻين ديسي صاحبن جي مدد سان سنڌي انگريزي ڊڪشنري لکي. گولڊ سمٿ صاحب "سسئي پنهون" جو قصو انگريزي شعر ۾ وڌو، ۽ هارٽ ڊويز صاحب وري سنڌي ڪافيون انگريزي شعر ۾ وڌيون. انهن ڏينهن ۾ اخبار به ڪانه هئي، پهرين فارسي اخبار "مفرح القلوب" جاري ٿي ۽ پوءِ "سنڌ سڌار" سرڪاري تعليم کاتي جاري ڪئي. پيون سنڌي اخبارون جاري ٿينديون ويون، جي هفتيوار نڪرنديون هيون. هاڻي ته گهڻيون ئي روزانيون سنڌي اخبارون به آهن ۽ ڪي ماهيانه رسالا به نڪتا آهن، جي اڪثر تعليم جي ڪم لاءِ يا اسڪولن ۽ ڪاليجن سان واسطو رکن ٿا.

زناني تعليم، جا اڳي ٻڌڻ ۾ نه ايندي هئي، سا به پوءِ جاري ٿي ۽ زنانا اسڪول جاري ٿيا. ماستريائين جي تعليم لاءِ ڪاليج به پيو، ۽ نظر ڪرڻ لاءِ انسپيڪٽريس به مقرر ٿي.

انهيءَ طرح، هاڻي سنڌي ٻولي، زباني توڙي ڪتابي طرح چڱي ترقي ڪئي آهي، مگر اڳوڻي ۽ هاڻوڪي طرز جي وچ ۾ البت فرق معلوم ٿو ٿئي. سنڌ جي رهاڪن مان پهرين هندو صاحب تعليم يافته ٿيا، سرڪاري نوڪرين ۾ داخل ٿيا ۽ تعليم کاتي ۾ گهڙي، ڪتاب لکڻ لڳا. پر اڳي انهيءَ جي عبارت رواجي سنڌيءَ جي هئي، جنهن ۾ عربي فارسي لفظ ۽ اصطلاح ڪم ايندا هئا، ۽ انهيءَ عبارت ۾ مٿين هندو صاحبن جا ڪتاب لکيل آهن. انهن تي مسلمانن جو اعتراض ڪونه هوندو هو، پر هاڻي ٿورن ورهين کان انهن هندو صاحبن سنسڪرت ڏي گهڻو ميل رکيو آهي ۽ اهي اهڙا لفظ، اصطلاح ۽ مضمون ڪم آڻين ٿا، جنهنڪري مسلمانن جي ٻارن کي پڙهڻ ۾ حرڪت پيدا ٿي ٿئي ۽ سنڌدن مائٽن اهڙي عبارت ۽ مضمون وارن ڪتابن جي پڙهائڻ تي اعتراض اٿاريا. انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو ته سرڪار هڪڙي گڏيل ڪميٽي، هندو ۽ مسلمان صاحبن جي مقرر ڪئي ته انهي اعتراضن تي ويچار ڪري اهڙا اعتراض جهڙا لفظ، جملا ۽ سبق ڪڍي، بدلائي ٻيا ڪري، جنهنڪري مسلمان شاگرد چاهه سان اهي ڪتاب پڙهن ۽ سڪولن ۾ داخل ٿين. اهو ڪم هڪ ڀيرو دفعو اڳي به ٿي چڪو آهي ۽ هاڻي به تازو ٿيو آهي. اميد آهي ته اهي اعتراض ڪم ٿي ويندا. تنهن کان سواءِ، خَلاصن مسلماني مڪتبن، مدرسن ۽ اسلامي درجي وارن ڪتابن توڙي ديني ڪتابن ۽ قرآن شريف پڙهائڻ جي به اجازت ڏني وئي آهي، جيئن مٿي مُلن جي مڪتبن جو ذڪر ڪندي حقيقت ڏني وئي آهي. تنهنڪري هينئر حالت بهتر ٿيندي وڃي ٿي ۽ ٻنهي طرفن کي زياده فائدي پهچڻ جو گهڻو امڪان آهي.

پڇاڙيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اڳوڻي ۽ هاڻوڪي طرز ۽ عبارت جو نمونو لکڻ ضرور آهي ته انهن جي وچ ۾ فرق معلوم ٿئي. هيٺ اسين پهرين نظم ۽ نثر جا مثال ٿورن سٽن ۾ ڏينداسين، جن جا مٿي اشارا ڏنا اٿئون. پڙهندڙ اهي ڪتاب پاڻ پڙهي مصنف ٿيندا.

١. امير خسرو دهلويءَ جا دهرا: جنهن ۾ سنسڪرت يا هندي لفظ آهن.
سندس دوائي مان:

"مرد منتس، زن هيءَ استري،
قحط ڪال، وبا هئي مري.
بيا برادر، آ ري ڀائي،
بنشين مادر، بيٺ ري مائي.
آتش آڳ، آب هئي پاني،
خاڪ ڌُول جو باوُ آڙاني.
مولوي صاحب سُرن ٻناهه،
گدا ڀڪاري خسرو شاهه."

۰۲ ڪبير صاحب جا دهرا، جنهن ۾ عربي فارسي لفظ آهن.

”ڏين گنوايو ڏُني سي ڏُني نہ آيو ساٿ،
پير ڪنهاڙي ماريو، گاڦيل اپني هاٿ.
”ڪبير“ سرير سراءِ هَئي، ڪيون سوئي سُک چين،
ڪوچ نگارا سانس ڪا، باجت هَي دن رَين.“

۰۳ گرو نانڪ صاحب جو دهرو:

”ساس ماس سب جيو تمهارا، لوهي ڪهرا پيارا،
”نانڪ“ شاعراهو ڪَهت هئي سچي پروردگارا.“
وارن جائون ان ايڪ بار،
تو سدا سلامت جي نرنڪار.

۰۴ بابا تلسيداس جو دهرو:

”مايا“ ڪو مايا ملي، ڪر ڪر لمبي هاٿ،
”تلسيداس“ گريب ڪو، ڪوئي نہ پوچي بات.“

۰۵ شاهه عبدالڪريم جو دهرو:

”هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ گڏجن لوڪ،
ڪَنُڏيون ۾ ڪروتون، اي پڻ سگر ٿوڪ.
مُٺ پيڙيائي پلي، آڇٽيين تہ واهُ،
جہ پڌر وڏيئہ ڳالهڙي، تہ چڏي وڃي ساهُ.“

۰۶ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو دهرو:

”بيت نہ ڀانئجہ ساٿهشا، هي آيتون آهين،
وڃئون لڱن لائين، پريان سندي پار ڏي.“

ڇهڻ مصراعن وارا بيت:

”اڻ چوندن ڪيم چؤ، چوندن چيو وسار،
الٽي پَهر ادب سين، پر اهائي پار،
پايو مُنهن مٿونس ۾، غربت ساڻ گذار،
مفتي منجهہ وهار، تہ قاضي ڪانيارو نہ ٿين.“

۷. مخدوم عبدالصمد جو شعر "بيان العارفين" مان:

"هاڻي هنيان پوءِ تو سو ڪري بيانا،
ته جڏهن رسالو فارسي آهي ڪندُس تماما،
تڏهن سُور نه رهندو مخفي طالبن ڪنا،
سڀئي ٻچارُون پير ٻير جون تول ۽ فعلا،
پرناهه ڪنهن ڪي ياد ڪي منجها عامنيا."

۸. مخدوم ابوالحسن جي سنڌيءَ مان دهرا:

"هاڻ سڻ سچاڻ تون هيئي جي ڪنن،
تہ صحيح ٻجبو سڀڪو ڪارڻ ٻاڻ ڪمن،
پر پيچ پهرين قيام ڏينهن، وحدت ڏٺيان پوءِ،
ٿيندي صحيح صلوات جي، شڪ م َپائي ڪوءِ."

۹. مياں غلام شاهه ڪلهوڙي جي مداح مان:

"آهيان ڏڌ، غمن ڳڌ، سچا سڌ سڻين تون،
ٻسي ٻاڻ، ڪرم ساڻ، ڏکيا ڏاڻ ڏئين مون.
لنگهيا لڪ، لٿا شڪ، هلي حق ڳڌياسون،
۽ في الحال، منجهه وصال، اچي محب ملياسون."

۱۰. جمن چارڻ جي مداح مان:

"فرزند تون حسنين جو، سائل آهي تنهن تلقين جو،
دوکهه مٿي دن رين جو، اوجر مڳان عينين جو،
دارو ٿئي دارين جو، يا پير پيران بادشاهه."

۱۱. سچل فقير جو سرائڪي ڏوهيڙو:

"خيال بزرگي ڏهون نہ ميرا نامنگان مخدومي،
ناوت پير مشائخ ٿيو سي، ناوت ناتوُ نجومي،
دعوت دي داڻري نہ سکيو مي، ناوت علم رسومي،
ناوت هندي، سنڌي، شامي، ناوت زنگي، رومي،
"سچو" ڪٿ نهين ڪوئي پيدا هوندا وچ معدومي."

سنڌي ڏوهيڙو يا بيت:

الهه لڳ آڌام، تون سونـي محبوبن ڏي،
وڃي ڏيج پرين کي، پاڇـيءَ جا پيغام،
ڪـري قدمن تي پئي، سـو لـک ڏيج سلام،
آهي اوهان ري پرين، هت مڙئي ماتام،
اڇڻ جو انجام، ڪر سگهو طرف "سچوء" جي.

(سچل فقير جي ڪافي ۽ شاهه صاحب جي وائي جي مثال يا نموني وٺڻ جو ضرور ڪونه ٿو ڏسجي. سندن رسالن مان ڏسي ٿا سگهجن)

١٢. روحل فقير جو سنڌي بيت:

"ڪفر ۽ اسلام ۾ ٿا پرين آهتا پير،
هڪ هندو، ٻيو مسلمان، ٻيون وچ وڌائون وير،
اندڻ اونده نه لهي، تن کي سچ چوندو ڪير،
"روحل" راهه پرين جو، جان گهڙي ڏڦو-ين گهير،
ته رب مڙيوئي هڪڙو، جنهن ۾ ڦند نه ڦير،
سا ڪاڏي ڪندي پير، جا ستي ڪعبته الله ۾."

سندس ٻائي مان سلوڪ:

"جل پيتر ايڪ اگن جلت هئي اجواڙا بن ڏيوي،
امبرت ڏارا مين پڙت هئي ڪو چن ورلا پيوي."

١٣. ثابت علي شاهه جي مرثين مان هڪڙو بند:

"بيدرد ڪون مَ پڇ، غم درد دل يتيم،
درد دل يتيم ڪي جاڻي دل دُونيم،
عرش عظيم ۾ پيو نت غلغلو عظيم،
عابد يتيم و بيڪس و بيمار ڪي غنيم،
بابس ۽ پائرن ڪي ڪَهي قيدي ڪري عيال،
ٿيا شام ڏي روانا وئي مصطفيٰ جو آل."

١٤. خليفي گل محمد جي غزل مان بيت:

"سور ٿيو سينگار جن جو ڏک تني جوآهي ڏيج،
ورهه ووءِ ووءِ ٿيو ور وهڻ، هاءِ هئي هئي آهي هيج،
مرض محبت جو انداز ۾ ڪهه ڪندو تن کي طبيب،
درد ٿيو دارو دلا، پڪيون ڦڪيون آزار ايج."

١٥. ديوان ڪوڙي مل جي ”پڪي ٻھ“ مان نثر جي عبارت:

”بي علم ماڻھو علم واري ماڻھوءَ کي معمولي ڪمن ۾ ڏاران ٻي ڪجھ مدد ڏيئي نٿو سگھي. ھو ھن جي منصوبن ۽ رٿن ۾ ھن جي پٺڀرائي ڪري ڪين سگھندو، باقي البت جيئن ڪو ھن کي ھدايت يا ھٿ ڏس ڪندو ويندو، تيئن وانگر ڪجھ پيو ڪندو .... انسان جيڪا چترائي ۽ تيزفھمي حاصل ڪئي آھي، سا سڀ علم جي وسيلي سان؛ جيئن ته جيڪر ڪو شخص ڪنھن جو روزينو مقرر ڪري ته ھڪ ٻن ڏينھن تائين ان جو احسان ياد ڪري ۽ ڪيترن ڏينھن جي گذرڻ کان پوءِ اھو احسان ان جي دل مان ميٽجي ٿو ۽ ھو ڏھاڙي جي روزيني کي پنھنجو حق ڪري ٿو ڄاڻي. انھيءَ ٻر، پڙھيل آدمي پنھنجي راءِ، تدبير ۽ قياس کي پنھنجي اصلي طبيعت سان لاڳو ڪري ٿو ۽ جو پيو ماڻھو سندس طبيعت موافق گفتگو ڪري نٿو سگھي، تنھن کان ڇپان ٿي لڪيس.“

١٦- ديوان ڪيول جي ”سوکڙيءَ“ مان: ”نٺڙت ڪم بزرگن جو آھي ۽

ھٺ ڪم شيطان جو آھي. ھڪڙي ڪامل جو فرمودو آھي ته نٺڙت وارو ماڻھو خدا کي وڻي، دولتمندن کي وڻي مگر شيطان کي ئه وڻي، ۽ ھٺيلو ماڻھو خدا کي نه وڻي، درويشن کي نه وڻي، دولتمندن کي نه وڻي، شيطان کي وڻي. ھڪ سياڻي چيو آھي ته 'ان کي رحمت آھي جو نياز ڪري، پر نه آڻ سرنديءَ سان'. ھڪڙي حڪيم جو لطيفو آھي ته 'اٽا چانور' گھڻو گيھ مصالح وجھي، پلاءُ رڌي، منجھس لوڻ نه وجھجي، ته پلاءُ ڦڪو ٿي پوي ۽ جي گھرج کان واڌو لوڻ وجھجي ته کارو.“ تنھن وانگي جنھن ماڻھوءَ کي دولت ۽ سونھن ھوئي ۽ نٺڙت نه ھوئي، سوا لوڻ پلاءُ وانگي ڦڪو ۽ جي ھٺيلو ھوئي، ته لوڻ واري پلاءُ وانگي کارو يعني بيسوادي.

مٿيان ٻه نثر جا نمونا اوائل وارن سڀني سنڌي ڪتابن مطابق آھن، جي مسلمان خوشيءَ سان ۽ اعتراض کان سواءِ پڙھندا ھئا ۽ ھاڻي به مسلمان مصنف اھڙي ئي سنڌي عبارت لکن ٿا. مگر ھندڪي سنڌي عبارت، جا سنسڪرت لفظن واري آھي ۽ جنھن تي مسلمان اعتراض وٺن ٿا، تنھن جو نمونو ھيٺ ڏجي ٿو:

١٧- ماھوار رسالي ”سرسوتيءَ“ مان: ”وويڪ ۽ ويچارني ڀريان ساڌن آھن.

منشن جي سڌاري لاءِ جي ماڻھو يانئي ته پنھنجي ڪيپ چڱيءَ پر پوري ڪريان، ته وويڪ ۽ ويچار ھلائي، جيستائين ڪنھن ھاڃيءَ جو پورو پڇتاءُ نه ڪري، تيستائين سک ٿي نه سمھي. سن کي سچو سک به تڏھن ايندو ۽ حياتي سڦلي به تڏھن ٿيندي. اڳتي لاءِ ساڳاھي ھلجي ۽ ايشور کان پرارٿنا ۽ اراڌنا دواران ٻَل ٻني،

دل کي ڪومل ۽ صفا ڪري. ايشور جي ڀڳتي جهڙو پيو ڀل ڪونهي. انهيءَ جي ساڌنا جهڙي ٻي ڪنهن جي ساڌنا ڪارگر نه آهي.“

١٨- سامي‌ءَ جي سلوڪن جي ديباچي مان: ”نِنڍيءَ اوستا ۾ هن ڪنوَيءَ جي

چت جو لاڙو ڌرم جي پاسي گهڻو هو. انهي ڪري هو وديا اڀياس ڪرڻ ۽ ساڌ سنگت جو رَسُ چکڻ لڳو، پر پنهنجي گروءَ جي سنگت ڪندي هن کي ويراڳ اچي ويو، تنهنڪري پنهنجي استريءَ سميت امرتسر هليو ويو گروءَ کي ۽ سنڌس سنگت مان گيانُ پراپت ٿيو هو. جڏهن هن سرير ڇڏيو، تڏهن هن جي ڏاڍي ورڌ اوستا هئي- هن جي جيءَ کي اڳيان ڀلايو آهي، جو هين آست سنسار کي سَتُ ڄاڻي ويٺو آهي ۽ ڪام، ڪروڌ، آدڪ پنجن ويرين جي وَلُ ڇَـل ۾ ڦاسي، ڀانئيءَ ۾ ڳَمُ ٿي ويو آهي. سو ساڌ سنگت جي ڪري آوديا جو پڙدو دُور ٿيو ته پوءِ ڀانئيءَ جو خيال پاڻهي ميٽجي ويندو ۽ ايشور ۽ جيءَ جو، اگيان ڪري ڀيد پيو آهي، سو نڪري ويندو. جهڙي طرح جوت جوت ۾ يا بوند درياءَ ۾ ملي لئي ٿي وڃي، تيئن لئي ٿي ويندو.

تعليمي ڪتابن مان يا هندو اخبارن مان نمونن ڏيڻ جو ضرور ڪونه ٿو ڏسجي.

١٩- ديوان ننديرام جي ترجمي ڪيل ”معصومي“ مان (ڇپيل ١٨٦١ع ۾) آنهيءَ

وقت جي صورتخطيءَ ۾:

”انهيءَ نياڳي پُٽَ ’يعني حجاج بن يوسف‘ ماءَ جا ٻيا نٿي ڌاتا. ايتري ۾ ڏيهَ ديج جي صورت پڌرو ٿي هيئي لڪئي‌وانگر هي بلو ڪيو جو ٻهر ياڻءِ هڪڙي ڇيلي کي کهي ۽ رت انهيءَ جو حجاج جي لڱن ۾ مهمّيائون ۽ ٻئي ڏينهن هڪڙي ٻڪري کي اندير مان نڪمي ماڻهوءَ جي هٿ کان ڪُهارائي، انهيءَ جي رت ۾ حجاج کي ويهار يائون ۽ ٽي ڏينهن سپ کي پچايائون، تنهن کان پوءِ آن کير پيتو ۽ حجاج پنهنجي تنديڻ ۾ اندير ۽ لچائي جي سيڪ رکي سدائين چوندو هو ته ڪا وٽُ کهڻ ڌاران سنهنجي اڳيان موچاري نه آهي ۽ ويهه سهس هڪڙو سؤ ماڻهن سندس هٿ کان ڪُٺا آهن ۽ هنّن جي جنگين جي ڪُٺلن جو سماءُ ڏٺيءَ کان ڌاران ڪونه ٿو ڄاڻي ۽ ڪجاوي جي چڙهڻ جي ... ۽ مؤمن ۽ زالن کي هڪڙي نيل ۾ وجهي رکڻ جي ريت، ۽ ري چتِ جو ڙڻ باندين جي گهر جي چال، حجاج کان نڪتل آهي. جڏهن پاڻ مئو تڏهن باندي سندس گهر ۾ نيهه سهس مؤمن جا ويهه سهس زالن جا باندي هئا.“

# باب ٽيون

## سنڌي ٻوليءَ جو سنسڪرت ۽ پراڪرت سان واسطو

### فصل پهريون

جيئن سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ مان معلوم ٿيو هوندو، تيئن سنڌي سنسڪرت جي ڌيءَ يا ڏوهٽي آهي ۽ جيڪي ٻه ٻيون ديسي ٻوليون سنسڪرت کان نڪتل آهن، تن سڀني مان هيءَ زياده صاف آهي ۽ غير کان آزاد آهي. جيتوڻيڪ ٻين ٻولين جا لفظ گهڻائي منجهس گڏيا آهن، تڏهن به سندس ذاتي بناوت صاف رهندي آئي آهي، ۽ ٻين ٻولين وانگي انهيءَ ۾ غير گڏيل ڪونهي. مرهٽي، گجراتي، پنجابي، بنگالي ۽ هندي، انهن سڀني ۾ قديم پراڪرت جا ايترا نشان موجود نه آهن، جيترا سنڌيءَ ۾ آهن. مطلب ته سنڌي ٻوليءَ جو گرامر ٻين ٻولين جي گرامر کان وڌيڪ پڪو، مضبوط ۽ اصلوڪي مادري ٻوليءَ کي ويجهو آهي. اگرچ سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ جيڪا ٻولي ڳالهائڻ ۾ ٿي اچي، سا هڪجهڙي ناهي: انهن ۾ لفظن، اصطلاحن ۽ ڳالهائڻ جي ڍول وغيره ۾ گهڻو تفاوت آهي. انهن جي ڀيٽڻ سان هڪدم ڄاڻي سگهجي ٿو ته ڳالهائيندڙ لاڙ جو آهي يا وچولي جو آهي، سري جو آهي، يا وري ٿر يا ڪاڇي جو آهي، ته به ٻوليءَ جي ذاتي بناوت بگڙيل ناهي. انهيءَ هوندي به وچولي ڀاڱي جي زبان، يعني حيدرآباد جي آسپاس وارن عِلائقن جي ٻولي سڌريل نمونو سمجهڻ گهرجي، ۽ انهيءَ چڪاس مان ٻوليءَ جي بناوت وغيره جي پوري پرک ٿي سگهي ٿي.

### فصل ٻيو

#### حرف علت ۽ اعراب بابت

لر: هاڻي اسين ڏيکاريندا سين ته سنڌي ٻوليءَ ۾ اصلي پراڪرت ٻوليءَ جي بنسبت ڪهڙي ۽ ڪيتري ڦير گهير ٿي آهي، جنهنڪري اسان کي سنڌي ٻوليءَ جي بناوت ۽ اشتقاق جي گهڻي خبر پوندي. پهرين ته سنسڪرت يا پراڪرت وارا اعراب يعني حرف علت ۽ حرڪتون يعني ان جا نشان گهڻو ڪري سڀ موجود آهن.

هڪڙو خاص اعراب "لِر" آهي، جو سنڌيءَ ۾ صاف صورت ۾ نہ آيو آهي، پر بدلجي آيو آهي. لفظ جي منڍ ۾ اهو بدلجي "ر" ٿو ٿئي، جيئن خود پراڪرت ۾ بہ ائين ٿيو آهي. جيئن تہ سنسڪرت "لِرڪش"، پراڪرت ۾ "رِڇ" ٿيو ۽ سنڌيءَ ۾ بہ "رڇُ" ٿيو. ڪڏهن وري اهو بدلجي زبر "ـَ" ٿو ٿئي، جيئن تہ سنسڪرت "ورشڇڪ"، پراڪرت ۾ "وڇئو" ۽ سنڌيءَ ۾ "وڇون" ٿيو. سنسڪرت "درش"، پراڪرت ۾ "دڪن"، هنديءَ ۾ "ديکنا" ۽ سنڌيءَ ۾ "ڏسڻ" ٿيو. سنسڪرت "ڪرت"، پراڪرت "ڪد"، سنڌيءَ ۾ "ڪيو" ٿيو، جو سرائڪي يا پنجابيءَ ۾ "ڪيتو" آهي. ڪڏهن وري اهو بدلجي "ـُ" پيش ٿو ٿئي، جيئن تہ سنڌيءَ ۾ "ٻڍو" (يا وڏو)، پراڪرت "وڙڍ"، سنسڪرت ۾ "ورڌ". سنڌي "مئو"، پراڪرت "مرو" ۽ "مئو" ۽ سنسڪرت "مرت" (فارسي – مرو).

اهڙا ٻيا بہ گهڻائي مثال ڏيئي ٿا سگهجن، جن ۾ اهو خاص حرف علت يا نشان "لِر" بدلجي "رِ" يا "اِر" يا "آر" يا ٻي صورت وٺي آيو آهي. جيئن تہ "مرڻ"، پراڪرت "مر"، سنسڪرت "مر". پرڻ، پراڪرت "پر"، سنسڪرت "پر". ڏرڻ پراڪرت "ڏر"، سنسڪرت "ڏر". سرڻ، پراڪرت "سر"، سنسڪرت "سر". مرڏنگ، پراڪرت "مُرنگو، سنسڪرت "مردنڪ". هيئيون، پراڪرت "هنيؤ يا هنئين"، سنسڪرت "هرديم"، هردو يعني دل بہ سنڌيءَ ۾ ڪم اچندو آهي.

ڪن ٿورين حالتن ۾ اهو ساڳيو اعراب بدلجي "ت" يا "ڊ" ٿو ٿئي، جيئن تہ ڄاٽو (يعني ناٺي يا ڌيءَ جو مڙس)، پراڪرت "جامائتو"، سنسڪرت "جاما ترڪ" ۽ فارسي "داماد". ماٽيجو يا ماٽيتو، پراڪرت "مائتو"، سنسڪرت "ماترڪ".

آي ۽ آو. سنڌيءَ ۾ جيڪي ٻہ اعراب "آي" "آو" آهن ۽ جن جو آواز اڪثر "آئي" ۽ "آئو" هوندو آهي ۽ ڪي "آ اِ" ۽ "آ اُ"، جهڙو آواز ڪڍندا آهن، خاص هندو ماڻهو، سي آواز سنسڪرت ۾ آهن، جيئن عربيءَ ۾ بہ آهن، پر پراڪرت ۾ ناهن يا ڪمياب آهن، مگر سنڌيءَ ۾ اچن ٿا. عربي ۽ فارسيءَ اصل وارا لفظ تہ ساڳي صورت ۾ ڪم اچن ٿا، جيئن تہ سير، خير، پيدا، قول، عورت، دور. مگر جيڪي نج سنڌي لفظ اهڙي آواز وارا آهن، جيئن تہ سين، چور، سي مسلمانن کان سواءِ ٻيا اڪثر سَئين ۽ چَئُر جهڙو آواز ڪڍندا آهن. ڪي "آو" ڪي "او" ۽ "اُو" بہ ڪندا آهن، جيئن تہ قوم ڪي، قوم يا قَوم. اهڙا ساڳيا لفظ جي سنسڪرت مان آيا آهن، سي اڪثر بدلجي "اي" يا "اِي" ۽ "او" يا "اُو" ٿيا آهن، جيئن هيٺين مثالن مان معلوم ٿيندو: ڪي "اوڪي" ڪي "آوڪي" بہ ڪڏهن چون، "او" ۽ "اُو" جيئن تہ قوم ڪي "قوم يا قَوم."

(١) اي جا مثال- سنسڪرت "وَيرن"، پراڪرت "ويرن" ۽ سنڌي "وير".
سنسڪرت "سينڌو لوڻ"، پراڪرت "سنڌو لوڻ"، سنڌي "سينڌو لوڻ". سنسڪرت "ويدي"، پراڪرت "ويج"، سنڌي "ويج". سنسڪرت "نينن"، پراڪرت "ڻنڻ"، سنڌي "نيڻ" (يعني اکيون). سنسڪرت "ڏيري"، پراڪرت "ڏير"، سنڌي "ڏيرج ۽ ڏير".

(٢) او جا مثال- سنڌي "جو" سنسڪرت "يتو"، سنڌي "ستو" پراڪرت "سٿ". سنسڪرت "گور" سنڌي گورو (يعني اڇو). سنسڪرت "يتو و اتم"، پراڪرت "جو وڻ"، سنڌي "جوڻ". سنسڪرت "شوري"، پراڪرت "سورڻ"، سنڌي "سورهيائي".

آ ۽ اِ: هنن ٻن اعرابن يا آچارن ۾ اڪثر سنڌي پراڪرت کان وڌيڪ سنسڪرت واري اصلي صورت قائم رکي آهي. ڪڏهن "آ" کي بدلائي "اِ" ڪيو ويو آهي ۽ ڪڏهن "آ"۾ ساڳيءَ طرح، "آ" کي "اِ" ۽ ڪڏهن "اي" ۽ ڪڏهن "آ" ڪيو ويو آهي، جيئن هيٺين مثالن مان معلوم ٿيندو:

سنڌي پڪو، سنسڪرت "پڪ"، پر پراڪرت "پڪ". "آڱر يا آڱار"، سنسڪرت "اَڱار"، پراڪرت "اِنگالو". سپنو، سنسڪرت "سو پن"، پر پراڪرت "سپڻ". ول، سنسڪرت "ولي" پر پراڪرت "ول". ڪما يعني صبر ۽ تحمل، پراڪرت "ڪما"، سنسڪرت "ڪشما". جيئن تيئن، پراڪرت "جٿ تٿ"، جت تت، پراڪرت- "يت تت". ڪٿ، پراڪرت "ڪت"، سنسڪرت "ڪت". ايشن پراڪرت "ايٿ".

پيراڳي، پراڪرت "بيرگ"، سنسڪرت "بيراڳي" مارڪ يعني رستو، پراڪرت مڪ، سنسڪرت "مارگ". جاڻ يا جاڻا، پراڪرت "جتا"، سنسڪرت "ياتا" واگهه، پراڪرت "وگگهه"، سنسڪرت "ويا گهر". ڪوڏر يا ڪوڏار، سنسڪرت "ڪردال". جڏهن تڏهن ڪڏهن، سنسڪرت "يدا، تدا، ڪدا".

وائي، پراڪرت "وائا"، سنسڪرت "واتوآ". ڏر يعني اصل، پراڪرت "ڏرا"، سنسڪرت "ڏر". راڻ، پراڪرت "راڻا"، سنسڪرت "راجا".

پيءُ، پراڪرت "پئا"، سنسڪرت "پتا". ياءُ، پراڪرت "يائا"، سنسڪرت "يراتا". ماءُ، پراڪرت "ماتا"، سنسڪرت "ماتا"، سنسڪرت "پنتا".

پٿر يعني بسترو، پراڪرت "پتٿر"، سنسڪرت "پرستار"، هندي "بستر". پٿر يعني پٿڻ، پراڪرت "پتر"، هندي "پٿر"، سنسڪرت "پرستر". ميا يعني رحم سنسڪرت "مايا". ڏيوڙ، پراڪرت "ڏيٺل"، سنسڪرت "ديوالي".

ای ۽ اي: سنڌي جو آواز "اِ" پراڪرت جي "اي" جي برابر آهي، جيئن تہ سنڌي نند، پراڪرت "ڻِڊ"، سنسڪرت "نردا". چينهن يعني نشاني، پراڪرت "چينڌ يا چنڌ"، سنسڪرت چينهن.

ڪي، پراڪرت "ڪي"، سنسڪرت "ڪِم". شينهن، پراڪرت "سيهہ"، سنسڪرت "سنهہ". جيب، پراڪرت "جيها" سنسڪرت "جوها". تيرٿ پراڪرت "تتث"، سنسڪرت "تيرٿ". ناري يا نار، پراڪرت "ناري"، سنسڪرت ناري.

ڪيهڙو، اهڙو، پراڪرت "ڪيرس، ايرس".

آ ۽ آو: هي آواز بہ گهڻن حالتن ۾ اصل جهڙا قائم رهيا آهن، مگر ڪن ۾ پراڪرت وارا ساڳيا ڦير گهير ڪيل آهن. مثال—

پُرس يعني مڙس ماڻهو، پراڪرت "پرسو" سنسڪرت "پرش". مٺڪڙي، پراڪرت "مٺلن" سنسڪرت "مٺڪلن".

ڳرو، پراڪرت "ڳرءَ" سنسڪرت "ڳرُ". ڏبل يعني ضعيف ڏبرو، پراڪرت "دبل"، سنسڪرت "دربل".

موتي، پراڪرت "موت"، سنسڪرت "متڪ". پوٿي، پراڪرت "پوٿئو"، سنسڪرت "پستڪ". نورو، پراڪرت "ڻيئرن"، سنسڪرت "نوپر". اڪري پراڪرت "اوڪڪلن"، سنسڪرت "آلڪڪل". پٺ، فارسي "پشت"، پراڪرت "پوٺ"، سنسڪرت "پشٺ".

اي ۽ او: سنڌي هيڪ، پراڪرت "ايڪ". پريم يعني پيار، پراڪرت "پيم". جوڀن، پراڪرت "جوون". جوڳي، پراڪرت "جوڳ"، سنسڪرت "يوگي".

لهر يا لهار، پراڪرت "لوهڪار"، سنسڪرت "لوهڪار". پيج يا پيچ، سنسڪرت "پي". کيمءَ يعني خير عافيت، سنسڪرت، "ڪشيم". نينهن پراڪرت "ڻيهو"، سنسڪرت "سنيهہ". مينهن، پراڪرت "ميهو"، سنسڪرت "سنيهہ". مينهن، پراڪرت "ميهو"، سنسڪرت "ميگهہ"، فارسي "ميغ". ڪم، پراڪرت "ڪمو".

متفرقہ: انهن کان سواءِ، ڪڏهن ڪڏهن حرف علت يا اعراب اصلوڪي جاءِ تان نڪري وڃن ٿا، يا وڏن مان گهٽائي ننڍا ڪجن ٿا، يا جتي ناهن اتي وجهجن ٿا يا ڳڏجن ٿا، جيئن هيٺين مثالن مان معلوم ٿيندو:

سنڌي ڏٺارو، سنسڪرت "ديوالي". سيارو، پراڪرت "سٿارو"، سنسڪرت "شتڪال". ڪنهر، سنسڪرت "ڪنيڪار". پڪال يا پخال، سنسڪرت "پيرڪل".

رڻ، سنسڪرت ”ارڻ“. ڏيءُ، پراڪرت ”ڏڏ“. ٻاڍي، پراڪرت ”پ“، سنسڪرت ”آپ“.

چوٽون، پراڪرت ”چٺتٺ“، سنسڪرت ”چترٿ“. سور، پراڪرت ”سور“، سنسڪرت ”سيور“. لوڻ، پراڪرت ”لوڻ“، سنسڪرت ”لوڻ“. سون، سنسڪرت ”مورڻ“.

ساراهه، پراڪرت ”سلاها“، سنسڪرت ”شلاڏا“. سلوڪ، پراڪرت ”سيلوءُ“، سنسڪرت ”شلوڪ“.

استري، پراڪرت ”اتٿي“، سنسڪرت ”ستري“. ورهه، پراڪرت ”ورسو“، سنسڪرت ”رش“. ملڻ، پراڪرت ”ميلاڻ“، سنسڪرت ”متيل“.

سپنو، پراڪرت ”سبڻ“، سنسڪرت ”سوپن“. سمرڻ يعني ياد ڪرڻ، پراڪرت ”سمر“، سنسڪرت ”ستمر“.

سيڻ، پراڪرت ”سٹيهه“، سنسڪرت ”سنيهه“. ننهن، پراڪرت ”سوٺهه“، سنسڪرت ”سنشا“. سکهڻ، پراڪرت ”سکٺوم“، سنسڪرت ”سکوم“. ماس يا ماهه، سنسڪرت ”مانس“.

## فصل ٻيو

مفرد حرف، صحيح بابت

س ۽ ش، ن ۽ ڻ، ج ۽ گ منجهه: سنسڪرت وارا ”س ۽ ش“، ”ن ۽ ڻ“، ”ج ۽ گ“ جي پراڪرت مفرد حرف ڪري ڪم نه آندا آهن، سي سنڌيءَ آندا آهن. هيٺ ڪي مثال ڏجن ٿا: سنڌي شبد يا سبد، سنسڪرت شبد. سرير، سنسڪرت شرير. شڪر يعني جمعو، سنسڪرت شڪر. شهنهن، سنسڪرت سينهه. شاهه يا سائو، سنسڪرت ساڌ.

ڪشڻ، سنسڪرت، ڪرش، هندي ڪسنا. ڪشن يا ڪيشنو، سنسڪرت ڪرشن.

سٿڻ، پراڪرت سٿام، سنسڪرت شرٿوم. ڦاسي يا ڦاهي، سنسڪرت پاش. ديس، سنسڪرت ديش. ڏهه، فارسي ده، پراڪرت دهه، سنسڪرت دش، هندي دس. وليس، سنسڪرت وليش.

ڪڇٽي، هندي ڪچڙي، سنسڪرت ڪرشري. چنچر، سنسڪرت شنشچر، چهه، پراڪرت ڇا، سنسڪرت شٽ.

آڱُٺ يا انگُٺ، هندي آنگٺ، سنسڪرت آنگُٺ. مَڱڻ، هندي مانگنا، سنسڪرت مارگڻ. مڃڻ، هندي مانينا، سنسڪرت مانِ.

ڪ، ک، گ ۽ گهه مٽجي ٿا: وچ ۾ آيل "ڪ" اڪثر نڪري وڃي ٿو، جيئن ته سنسڪرت شتڪال پراڪرت سٽارو، سنڌي سيارو. سنڌي ڪپو، پراڪرت ڪج، سنسڪرت ڪجج ۽ فارسي ڪوز. گهر، پراڪرت گهر، سنسڪرت گرهه.

ت، ٿ، د ۽ ي مٽجي ٿا: ٽامو، پراڪرت تانب، سنسڪرت تامر، هندي تانبا. ٽي، پراڪرت تيرهه، سنسڪرت تيرڻ، هندي تين. ٿاڻ، پراڪرت ٿاڻ، سنسڪرت ستان، فارسي ستان. ڏولي، پراڪرت ڊولا، سنسڪرت دولا. ڏڏو، پراڪرت ڏڏو، سنسڪرت دڏو. ڏيڻ، پراڪرت ديس، سنسڪرت دا، هندي دينا، فارسي دادن. ڏسڻ، پراڪرت دکڪ، سنسڪرت درش. ڏاک، هندي داک، سنسڪرت دراڪشا. جنو، سنسڪرت يو، جس، سنسڪرت يش. لٽ، پراڪرت لاٽ، سنسڪرت لٽ.

متفرقه اکر وچ ۾: سئي، پراڪرت سوئي سنسڪرت سوچي. ڪيهو، پراڪرت ڪيدو، سنسڪرت ڪرت، سرائڪي ڪيتا. راڄ، پراڪرت رائا، سنسڪرت راجا. جؤماسو، سنسڪرت چترماس. سرءُ، پراڪرت سردو، سنسڪرت شرد، فارسي سرد. پيءُ، پراڪرت پيا، سنسڪرت پتا. ساگر يعني سمنڊ يا سائر، پراڪرت سائرو، سنسڪرت ساگر. نگر، پراڪرت نئرو، سنسڪرت نگر. وڃڻ، پراڪرت وَڃَڻ، سنسڪرت وچن. پيڻ، هندي بهن، پراڪرت بهڻي، سنسڪرت ڀگني. ڀڳت، سنسڪرت ڀڪت. سگهت يا سگهڻ، پراڪرت شڪت. ڳڻ، پراڪرت ڳڻ، سنسڪرت گرت. ڪنڊي، سنسڪرت ڪنٽي. ٻڙ، سنسڪرت وٽ. ٽوڙڻ، سنسڪرت توڙن، هندي توڙنا. پڙهڻ، سنسڪرت پٺ. پڙهي يعني تخت، سنسڪرت پيٺي. لڙهڻ، سنسڪرت لٺ. جنڙڻ، سنسڪرت جڙ. پيڙڻ، سنسڪرت پيڊ. جڙ، سنسڪرت جڊ. موڙهه يعني موڪو، سنسڪرت موڊ. ڪانڊ، سنسڪرت ڪشانت. وٽ، سنسڪرت ورت. رت، پراڪرت آدت، سنسڪرت لرت. ٻه يا ٻي، سنسڪرت آپ. رجپوت، سنسڪرت راجپوت. تاءُ، هندي تاپ يا تاو، سنسڪرت تاپ. تلاءُ، پراڪرت تلائي، سنسڪرت تڙاڳ. ڏاڙهون، پراڪرت ڊالم، سنسڪرت دادم. پيلو ۽ پيٽ، سنسڪرت پيت. يارهن، پراڪرت اي آرهه، هندي گيارهه. ٻارهن، پراڪرت وارهه. تيرهن، پراڪرت تيرهه. چوڏهن، پراڪرت چئدهه.

هه سان گڏ آچار يا اکر وچ ه: سنهن، پراڪرت سهن، سنسڪرت مشڪ. مينهن، پراڪرت ميهو، سنسڪرت ميگهه، فارسي ميغ. سهي يعني ساٿي يا دوست، پراڪرت سهي، سنسڪرت مک. ڪتهن يعني جوڻ، پراڪرت کهه، سنسڪرت ڪٽ، جنهن مان ڪٽا. لهڻ، پراڪرت لهه، سنسڪرت لپ، جنهن مان ليپ. ساڻو، پراڪرت ساهه، سنسڪرت ساڌ. سڪ، پراڪرت سکن. سگهڙ، سنسڪرت سگهٽ. اڇا يعني خواهش، سنسڪرت اڇيا. اڇو، سنسڪرت اڇڇ. ڪنڊي يا ڪنٽي، سنسڪرت ڪنٽي. ڍونديڻ، سنسڪرت ڍونديڻ. سڦل، سنسڪرت سڦل. سنڌ، سنسڪرت سنڌي، هندي سونٺ. گنڍ، پراڪرت گنٺ، سنسڪرت گرنٿ، سڏو، هندي سوڌ، سنسڪرت سٺ يا شڌ. پنڊ. سنسڪرت پنڊا. پڙو، پراڪرت وڍ. موڙهه، پراڪرت موڍ، سنسڪرت مگڌ. مد يعني شراب، سنسڪرت مڌ.

نون غني وارا آچار يا اکر: ٿڻ، هندي ٿن، سنسڪرت ستن. لم يا نم، سنسڪرت نمب، هندي نيم ۽ ليم. ميڻ يعني مک يا ميچالو، سنسڪرت مجا. پڃو ۽ پڃڻ، سنسڪرت پورڻ. پوڻي يعني نيڪ پراڪرت پڻون، سنسڪرت پونتي. سائين، سنسڪرت سوامي.

ي ۽ و: واءُ، پراڪرت وائو، سنسڪرت وائي. نيڻ، پراڪرت ڻئڻ، سنسڪرت نين. سيج، پراڪرت سيجا، سنسڪرت شيا. پيچ، سنسڪرت پيي. جيءُ، پراڪرت جيئڻ، سنسڪرت جيو. پون، سنسڪرت پون، پراڪرت پئڻ. ڏينهن، پراڪرت ڏهو، سنسڪرت دوس. اوسار يا اوسر، پراڪرت ۽ سنسڪرت آوسار. اوتار، سنسڪرت آوتار. ڇانو، پراڪرت ڇاها، سنسڪرت ڇايا.

ر، ل، س ۽ هه: سيار يعني گدڙ، فارسي شغال، هندي سيال، سنسڪرت شرگال. ڏٻرو، سنسڪرت دربل. سارهه، پراڪرت سلاها، سنسڪرت شلاڌا. پڄڻ، سنسڪرت پورڻ. ديس يا ڏيهه، سنسڪرت ديش. ماس يا ماهه، سنسڪرت مانس. هنجهه يا هنس، سنسڪرت هنس. هنج يعني اک جو لڙهو، سنسڪرت آنش، پراڪرت آنس. سرهو، سنسڪرت سترش. ساڻو يا ساهڻو، سنسڪرت ساڌ يا ساڌو.

## فصل ٽيون

### مرڪب ۽ ٻٽا حرف صحيح

ڪ، ڳ ۽ ٻيا: سنڌي آڳ، پراڪرت آڳي، سنسڪرت آگن، هندي آگ. پت، هندي پيٺ، سنسڪرت پت. سڙوڳ يعني سڀ ڏسندڙ، پراڪرت سرو ج، سنسڪرت سروڳ. سگهڻ، پراڪرت سڪنوم، سنسڪرت شڪنوم، هندي سڪنا. ستو، پراڪرت ستو، سنسڪرت ستن. اُپنو يعني پيدا ٿيو، پراڪرت اُپن، سنسڪرت اُتپن. پٽ، پراڪرت پٽ، سنسڪرت پٽڪ، هندي پاٽ. لڏو، پراڪرت لڏ، سنسڪرت لبڌ. ڪڇو، پراڪرت ڪڇو، سنسڪرت ڪبڇ. شبد، پراڪرت سبد، سنسڪرت شبد. مُڪتو يعني ڇٽل ۽ آزاد، پراڪرت مُتَ، سنسڪرت مڪت. پڪت، سنسڪرت پڪت. سکت يا سگهت، سنسڪرت سڪت. هندي سڪت.

نون غني وارا: آنت، سنسڪرت آنت. ماس، سنسڪرت مانس. ڳاڙو يا ڳاڙي؛ هندي ڳاڙو، سنسڪرت ڳانتري. جنم، سنسڪرت جنم. آڳ، پراڪرت آڳ، سنسڪرت آگن. لڳو، پراڪرت لڳ، سنسڪرت لگن. ٻڳو، سنسڪرت ٻگن. رتن يعني جواهر، سنسڪرت رتن. سڄاڻ، پراڪرت سڄ، سنسڪرت سڄه. سُپنو، سنسڪرت سوپن. لنگو يا نانگو، پراڪرت نڳو، سنسڪرت نگن. سئين، سنسڪرت سنجها. راڻي، پراڪرت راڻا، سنسڪرت راجهي. پاڻ، هندي آپ، پراڪرت آپاڻ، سنسڪرت آتما. آڻ. سنسڪرت آرڻ. چؤماسو، سنسڪرت چتر ماسو. پورو، سنسڪرت پُورڻ. چُورو، سنسڪرت چورڻ. انب، هندي آم، پراڪرت آمب. ٽامو، هندي تانبا، پراڪرت تمب، سنسڪرت تامر. نم، سنسڪرت نيمب. ملڻ، پراڪرت ميلاڻ، سنسڪرت ميل، هندي ميلنا.

ي، ر، ل ۽ و: جوڳ، پراڪرت جوڳ، سنسڪرت يوڳي، هندي جوڳ. واڪهه، سنسڪرت ويا گهر. وهس، سنسڪرت ويشي، هندي بِس. واڪ، سنسڪرت واڪي. تڙوري، پراڪرت تتُورن، سنسڪرت تڙوري. ڏير ۽ ڏيرج، پراڪرت ڏيرن، سنسڪرت ڏيرين. آريا عار، هندي آرج، سنسڪرت آري. سڱورج، پراڪرت سوري يا سڄي، سنسڪرت سوري. آچرج، راڪرت آچريئه، سنسڪرت آشري. نيت، پراڪرت نت، سنسڪرت نيتي. آڏت يعني سچ. سنسڪرت آدتي. مٿهان، پراڪرت ميڇا، سنسڪرت ميٿيا. وچا، پراڪرت بچا، سنسڪرت وڏيا. آڄ، سنسڪرت آجي، هندي آج. ڪاڄ، سنسڪرت ڪاديتن. مڄهه، پراڪرت مڄهو، سنسڪرت مدي. ٻڄهڻ، سنسڪرت بدي. واڄهو، سنسڪرت آپادي. هڇا، سنسڪرت هتيا. ڳجهو، پراڪرت ڳجهائو. سنسڪرت گهيڪ. ڪلهه يا ڪالهه، پراڪرت ڪل، هندي ڪل، سنسڪرت ڪليتن. مُلهه، هنسڪرت مولي. پلنگ، سنسڪرت پريڪ. پلاڻ، پراڪرت پلاڻ، سنسڪرت پرياڻ.

اڳڻ، پراڪرت اڳو، سنسڪرت آڳر. ڳنجري، سنسڪرت گرجري. ڳجڻ، سنسڪرت گرجن، هندي گرجنا. ڪم، پراڪرت ڪمو، هندي ڪام، سنسڪرت ڪرمن. مٿڻي، سنسڪرت مردن. سَپ، سنسڪرت سرپ. سيکهو، سنسڪرت شيرگهه. ڇَڪي، سنسڪرت چرڪ. نيڀاڳ، سنسڪرت نيرڀاڳ. چرچو، سنسڪرت چرچا. ٻرين، سنسڪرت پرڀي. ٻرپ، سنسڪرت پرو. گرب يا گيرب يعني هٽ، سنسڪرت گروَ. شڪر يعني چمڻ، سنسڪرت شڪر. سرڳڻ، سنسڪرت سورگ. ڏرم، پراڪرت ڏم، سنسڪرت ڏرم. پرڀات، سنسڪرت پرڀات. پرتاب يعني جلوو، سنسڪرت پرتاپ. پرت يا پتو يعني ورق، سنسڪرت پٽ. ڏکهو، پراڪرت دگکهه، سنسڪرت درگهه. ڪرتِ، سنسڪرت ڪرت. ڏَڪ، سنسڪرت ترڪ. واگهه، سنسڪرت ويا گهر. رات، سنسڪرت رات، پراڪرت رٿي. ڀاءُ، سنسڪرت ڀراتا. پٽ، پراڪرت پت، سنسڪرت پتر. ميٽ، پراڪرت ميت، سنسڪرت ميتر. چنڊ، پراڪرت چند، سنسڪرت چندر. کيٽ، سنسڪرت ڪشيت. منڊ، سنسڪرت منتر. ٽسي، سنسڪرت ترَ ڏي، سنسڪرت درد. ڊاڻ، سنسڪرت ترڻ. ڪتڻ، سنسڪرت ڪرتن. ڪتر يعني ڪينچي، سنسڪرت ڪرتري. وٽ، سنسڪرت ورتڪا. ڪنڊ، پراڪرت ڪڙو، سنسڪرت گرت. آڙڏنگ، سنسڪرت آرڌاڱ. ارٽ، سنسڪرت ارٽ. تيرٿ، سنسڪرت تيرت. مورت، سنسڪرت مورت. ڪيرت، سنسڪرت ڪيرت. سڀ، سنسڪرت سروَ، هندي سب. پورب، سنسڪرت پُوروَ. سنڌو يعني هِنڊو، پراڪرت سنڌو، سنسڪرت شرُتُ. سسر، سنسڪرت شورش. سراڌ، هندي شراڌ، سنسڪرت شراڌ. آسُون يعني هنجون، سنسڪرت آشرُ، پراڪرت آنس. سهس، پراڪرت سهس، وسڻ، سنسڪرت ورش، هندي برسنا. پاسو، هندي پاس، سنسڪرت پارش. سيسي، سنسڪرت شيرش، هندي سيس. درسن، سنسڪرت درشن. سرهو، سنسڪرت سهرش.

ٻڪر يعني ٻاڪي، پراڪرت وَڪل، سنسڪرت والڪل. اڱڪ، پراڪرت آڪا، سنسڪرت آلڪا.

سرڳ، سنسڪرت سورگ. دئار يعني دروازو، پراڪرت دئارو، سنسڪرت دوار. ساھ ۽ سواد يعني سواد ۽ لذت، سنسڪرت سواد. جلڻ، سنسڪرت جوَلَن. سهرو، سنسڪرت شوشر. سس، سنسڪرت شورش. ٻسر، سنسڪرت ٻو. ٻڪو، پراڪرت ٻڪَ، سنسڪرت ٻَڪ. سَتُ، پراڪرت ست، سنسڪرت ستوَ. پرميسر، پراڪرت پرميسر، سنسڪرت پرميشور.

س ۽ ش مرڪب: آچرج، پراڪرت آچڇَرِء، سنسڪرت آشرَيَ. ڇنڇر، هندي سنيچر، سنسڪرت سنَيڪشترَ. وڇون، پراڪرت ٻڇڇئو، سنسڪرت ورِڪشڪَ. ٻچتاءُ، سنسڪرت پڪشاتاپ. رسو، پراڪرت راسِ، سنسڪرت رَشيمَ. ڏڪار،

سنسڪرت دُشڪالَ. ڏڪار، سنسڪرت نِشڪرمَ. سُڪو، سنسڪرت شُشڪ، هندي ۽ پراڪرت سوڪا، فارسي خشڪ. ڏڌو، پراڪرت دڌ، سنسڪرت دِشٽَ. ڳرڻ، پراڪرت ڳرڻ، سنسڪرت گوشٽ. نِڏر، پراڪرت نِڏر، سنسڪرت نِشٺُر. مِٺو، سنسڪرت مِشٽَ. ڪوڙهه، سنسڪرت ڪُشٽ. ٻاڦ، پراڪرت وَڦو، سنسڪرت واڦ، هندي ڀاڦ. نِپٽو، سنسڪرت نِڦُٽَ. سِڪ، سنسڪرت شِشيِ. ڪَنڌُ، پراڪرت ڪنڌو، سنسڪرت سَڪنڌَ. ٿڻ، سنسڪرت سَتَن. ٿيو، سنسڪرت سِٿتَ. ٿنڀ، پراڪرت ڪمبو، سنسڪرت سٿمڀ. وَٿُ، سنسڪرت وَستُ. هٿ، پراڪرت هٿو، سنسڪرت هَستَ، هندي هاٿ. ٿاڻو، سنسڪرت سٿانَ. وَڇ، پراڪرت وَڇڇو، سنسڪرت وَتسَ. آستت يعني تعريف سنسڪرت ستُت. استري، سنسڪرت ستري. ٿَڻ، سنسڪرت سٿُت. ٿُڙتي، سنسڪرت سٿُورت. وسپت، سنسڪرت ورهسپتِ. پارس، سنسڪرت سپرش. سنانَ، سنسڪرت سنانَ. سنيهو، سنسڪرت سنيهه. نيڻهن، سنسڪرت سنيهه، هندي نيهه، پراڪرت ڻيهو، نڻهن پراڪرت ڻوڻهه، سنسڪرت سنڻا. وسامڻ، سنسڪرت وِسرِ. سمرڻ، سنسڪرت سمرَ. اسين ۽ توهين، پراڪرت آسمي ۽ تُمهي. اکڀ، سنسڪرت آکش. کير، سنسڪرت ڪشير، فارسي شير. کارو، سنسڪرت ڪشارَ. کيت، سنسڪرت ڪشيتَ. کِما، سنسڪرت ڪشما. کِيڻَ، سنسڪرت ڪشيم. رکڻ، سنسڪرت رَڪشڻ. کانڊ، سنسڪرت ڪشانت. رڇ، سنسڪرت ارڪش. ڇٽري، سنسڪرت ڪشتري. ڇيڻ، سنسڪرت ڪشڻ. لڇڻ يا لکڻ، سنسڪرت لڪشڻ. لڇمي، پراڪرت لڇڇي، سنسڪرت لڪشمي. تکو. پراڪرت تِڻهه، سنسڪرت تيڪش.

هه وارا اکر: ٻاهه، پراڪرت وَڻهي، سنسڪرت وَرهي. چِيڻهن يعني نشان، سنسڪرت چِرهه، پراڪرت چنگهه. ٻانهن، پراڪرت وَمهڻ، سنسڪرت براهمڻ. ڳجهو، پراڪرت گُجهائو، سنسڪرت گهيڪ. جڀ، پراڪرت جِڀا، سنسڪرت جِهوا.

ڀ يا ٻي مرڪب حرف صحيح: مرهٽي، سنسڪرت مهاراشٽر. اڳيون، سنسڪرت اگريَ. پاسو، پراڪرت پاس، سنسڪرت پارشوَ. سنجهو يا سانجهي، پراڪرت سنجها، سنسڪرت سنڌيَ. مڇُ يا مڇي، پراڪرت مڇڇو، سنسڪرت متسيَ. رات، پراڪرت رتي، سنسڪرت رات. ڪم، پراڪرت ڪمو، هندي ڪام. جلڻ، سنسڪرت جوَلن. سالم، سنسڪرت شواسَ. سالو، پراڪرت سالو، سنسڪرت شيال. ڊاک، هندي داک، سنسڪرت دراڪشا.

# فصل چوٿون

## سنڌي ٻوليءَ جو عربي ۽ فارسيءَ سان واسطو

جيتوڻيڪ سنڌي ٻولي سنسڪرت ۽ پراڪرت مان آيل آهي تڏهن به عربن جي فتح کان پوءِ منجهس بيشمار عربي لفظ گڏيا، ۽ پوءِ فارسي لفظ به شامل ٿيا. جيئن ته ان جي تاريخ مان معلوم ٿيو هوندو. پهرين ته سنڌي ٻوليءَ عربي "الف-بي" جا اکر ڪم آندا، جنهنڪري اها 'عربي-سنڌي' سڏجڻ ۾ آئي ۽ اڄا تائين ان جي صورتخطي عربي آهي. ٻيو ته گهڻا رواجي لفظ جنسي صحيح ۽ اصلوڪي صورت ۾ ڪم اچن ٿا، ۽ ان ۾ اهڙا ملي ويا آهن جو عربي ۽ فارسي ڄاڻڻ واري کان سواءِ ڪنهن کي به خبر نه پوندي ته هي ڪي نج سنڌي لفظ ناهن. ٽيون ته سنڌي صرف نحو جو نمونو شروع کان وٺي عربي نموني تي ٺهيل اچا ڪم پيو اچي، فقط هاڻي انگريزي صرف نحو موجب ٿوري گهڻي ڦيرگهير ٿي آهي، ۽ گرامر جا اصطلاحي لفظ، سڀ عربي ڪم ٿا اچن، فقط هاڻي ڪي سنسڪرت صورتون به داخل ٿيون آهن؛ جيئن ته ڪرونت ۽ پريوگ. چوٿون ته گهڻن علمن جا اصطلاح به عربي ٻوليءَ جا ڪم ٿا اچن، فقط هاڻي ٿورن ڏينهن کان ڪي سنسڪرت مان ۽ ڪي انگريزيءَ مان به انهيءَ ۾ داخل ٿيا آهن. پنجون سنڌي شعر ۾ گهڻن ورهين کان فارسي بحر ۽ وزن ۽ قافيه، عربي عروض جي قاعدن تي ڪم ٿا اچن.

صرف نحو ۾، عربي ۽ فارسيءَ جو جيترقدر سنڌيءَ ۾ دخل آهي، اهو هيءُ ڪتاب مان معلوم ٿيندو. ڊڪشنري يا لغت جي وسيلي معلوم ٿي سگهي ته ڪهڙا لفظ عربي ۽ فارسي آهن. هيٺ نموني لاءِ ڪي لفظ ڏجن ٿا، جي صحيح سالم صورت ۾ ڪم اچن ٿا، ۽ گهڻا لفظ ڦريل يا بدليل صورت ۾ ڪم اچن ٿا. سڀڪنهن ٻوليءَ ۾ اهو دستور آهي ته ٻيءَ ٻوليءَ جا لفظ وٺي، انهن جا ڪي حرف يا اچار بدلائي ڪم آڻين ٿا، جيئن ته "ڪ" کي "ک" ڪري سنڌيءَ ۾ ڪم آندائون؛ "ب" کي "ٻ"، "ج" کي "ڄ"، "غ" کي "گ" وغيره. سنسڪرت مان آيل لفظن ۾ به اهو رستو ورتل آهي، تيئن عربي ۽ فارسي ۽ انگريزي ۽ ٻين ٻولين مان به. جيئن سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ بناوت جي بيان ڪندي ڪي مثال ڏنا ويا آهن. الهن حرفن جي ڦيرين گهيرين يا بدلجڻ لاءِ ڪي خاص قانون آهن، جن جو بيان علم نحو ۾ ڪبو، هتي فقط ڪي مثال ڏجن ٿا:

ڏسڻ ۾ ايندو ته سنڌيءَ ۾ نه فقط عربي لفظ ظاهري صورت ۾، پر ڪي عربي حرف به ڦيرائي، ۽ ٻيا سنڌي حرف وجهي ڪم آندا ويا آهن پر ڪن ۾ ته ان جي باطني صورت يا معني ڦيرائي ڇڏي وئي آهي. مثلاً: گهڻا جمع لفظ،

واحد وانگي ڪم اچن ٿا، جي حقيقت ڪري غلط سمجهڻ گهرجن؛ جيئن ته اوليا، ملائڪ، حور، اسباب، احوال، افواه. ڪن ۾ اصل عربي لفظ وارو ڪونج عربي حرف ڪريل ۽ بدليل صورت ۾ به ڪم پيو اچي، جنهن سان هڪدم خبر پئجي سگهي ٿي ته اهو لفظ عربي بنياد جو آهي، پر ڪن ۾ اهو اصول ڪم ۾ نٿو اچي ۽ اهو اکر بدلائي پيو لکڻ ۾ اچي ٿو، جو غلط سمجهڻ گهرجي. مثلاً، سنڌيءَ ۾ قاصائي لفظ صاد سان ٿا لکن، ڇالاءِ جو اصل لفظ "قصاب" آهي، ۽ بصر ٿا لکن، جو اصل لفظ "بصل" آهي، صابڻ ٿا لکن، جو اصل لفظ "صابون" آهي. پر عربي لفظ "قفل" کي ڪلف يا ڪرف ڪري ٿا لکن، نه ڪلف. ۽ "محل" کي مهل ڪري ٿا لکن، "قينچيءَ" کي ڪينچي ڪري ٿا لکن، ۽ "چاقوءَ" کي چاڪو ٿا لکن. پر انهن لکڻ غلط آهن.

وري گهڻا عربي فارسي لفظ آهن جن جي اصل معني ٻي آهي، پر سنڌيءَ ۾ ٻي معني سان ڪم ٿا اچن، جيئن ته "زال" کي سنڌيءَ ۾، ڪابه زال ماڻهو چئبو آهي، پر فارسيءَ ۾ زال جي معني فقط ڪراڙي يا ٻڍي زال. "انجام" سنڌيءَ ۾ چون وعدي يا وچن کي، پر فارسيءَ ۾ چون پڇاڙيءَ کي. "سواد" سنڌيءَ ۾ چون لذت کي، پر عربيءَ ۾ سواد چون ڏنڌ يا ڪاراڻ کي، جيئن ڪو شهر پري کان ڏسڻ ۾ ايندو آهي. "ارمان" سنڌيءَ ۾ چون افسوس يا ڏک کي، پر اصل معني اٿس پشيماني يا دل جي خواهش. "حرڪت" سنڌيءَ ۾ آهي نقصان يا خرابيءَ جهڙو ڪم، ۽ عربيءَ ۾ آهي فقط چرڻ. "تڪرار" سنڌيءَ ۾ چون معاملي يا جهيڙي جهڳڙي کي، ۽ اصل معني اٿس ڪو ڪم ٻه-ٽي ڀيرا وري وري ڪرڻ. "هلاڪ" سنڌيءَ ۾ چون تڪليف ڏيڻ يا بيزار ڪرڻ کي، ۽ اصل معني اٿس موت ۽ مارڻ. "خراب" سنڌيءَ ۾ چون بڇڙي کي، پر اصل معني اٿس ويران يا سڃو، جيئن خانه خراب. "باهه" اصل فارسيءَ ۾ شهوت کي چون، جيئن قوت باهه، ۽ سنڌيءَ ۾ آگ کي. "سخن" اصل فارسيءَ ۾ ڪابه ڳالهه، سنڌيءَ ۾ قول يا انجام آهي. قول به سخن وانگي ڪم اچي ٿو.

وري جيئن مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته ڪي جمع اسم واحد وانگي ڪم اچن ٿا، تيئن ڪي اسم صفت وانگي ڪم اچن ٿا ۽ ڪي صفتون اسمن وانگي ڪم اچن ٿيون. مثلاً؛ "حيات" عربيءَ ۾ آهي حياتي، ۽ سنڌيءَ ۾ آهي جيئرو؛ جيئن ته هن جو پيءُ اڃا حيات آهي. "عجب" سنڌيءَ ۾ اسم وانگي به ڪم اچي، جيئن اصل عربي ۽ فارسيءَ ۾ آهي، جيئن ته مون کي عجب ٿو لڳي، پر صفت وانگي به ڪم اچي ٿو، جيئن ته خدا جا عجب رنگ آهن، هن جي عجب چالي آهي. "فنا" عربيءَ ۾ چون نيستي يا نابوديءَ کي، ۽ صفت اٿس فاني، پر سنڌيءَ ۾ فنا کي به فانيءَ وانگر صفت ڪري ڪم آڻين ٿا؛ جيئن ته هن مون کي فنا ڪري ڇڏيو آهي.

وري ڪي لفظ اصل بنيادي معنيٰ موجب ٻي شيء ڏيکارين، پر رواجي معنيٰ موجب ٻي شيء ڏيکارڻ لڳا آهن، جنهن کي اصطلاحي معنيٰ ٿا چون ۽ آهي خود فارسي ۽ عربيءَ ۾ به اصطلاحي معنيٰ سان ڪم اچن ٿا. مثلاً: "اجل" لفظ جي عربيءَ ۾ اصل معنيٰ آهي ڪنهن يا مقرر وقت، پر رواجي معنيٰ موجب موت آهي. "قاعده" اصل معنيٰ موجب چون پت جي بنياد کي ۽ رواجي معنيٰ موجب قانون کي چون. "غصو" چون ڪاوڙ کي، پر اصل معنيٰ موجب آهي نڙيءَ جو گهنجڻ، جيئن ڪاوڙ وقت ماڻهوءَ کي ٿيندو آهي. "جدول" اصل چون نهر يا ڪسيءَ کي، پر رواجيءَ معنيٰ موجب نقشي يا ليڪن ڪڍڻ کي چون. "غرض" اصل معنيٰ موجب چون مطلب ۽ دعا کي، ۽ سنڌيءَ ۾ رواجي معنيٰ اٿس پرواهه، جيئن ته مون کي هن جي غرض ڪانهي. "حجام" اصل معنيٰ موجب سِير چوڙڻ وارا يا وڍ ڪٽ ڪرڻ وارو آهي ۽ رواجي معنيٰ مٿي ڪوڙڻ وارو.

هاڻي هيٺ ٻهرين ڪي عربي فارسي لفظ ڏجن ٿا، جي جنسي صحيح صورت ۾ سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿا، ۽ پوءِ آهي ڏبا جي حرف بدلائي يا صورت بدلائي آيا آهن:

(١) عقل، هوش، جان، عشق، آب، مضبوط، سخت، نرم، گرم، سرد، بند، راهه، موت، حياتي، فصل، جنس، آبادي، ويران، دستور، رواج، نيڪ، بد، غم، خوشي، شادي، رنج، زياده، اصل، نسل، واسطو، مطلب، معنيٰ، لفظ، قول، اقرار، املاڪ، مِلڪ، مالڪ، لذت، شوق، وبا، وفا، بلا، مصيبت، مضمون، فڪر، ذڪر، شڪر، قسمت، نصيب، مڪر، فريب، دغا، دوست، دشمن، دوا، دعا، علاج، شربت، زرد، درد، دولت، صاحب، صحبت، محبت، فرصت، وقت، عجب، طرح، قسم، فائدو، قاعدو، قربان، فرمان، حڪم، حاڪم، ڪتاب، قلم، ڪاغذ، اشتهار، اطلاع.

(٢) تارازي (ترازو)، تسبي (تسبيح)، شيخ (سيخ)، ٻچو (بچہ)، چنبو (پنجہ)، چمُ (چرم)، درواڻ (دربان)، ليمڪ (نمڪ)، نير (نيل)، هڪ (يڪ)، رڱ (رنگ)، ملم (مرهم)، همام دستو (هاون دستہ)، ارگ (عرق)، گرز (غرض)، ايرازو (ابراده)، تادي (تعدي)، ساپو (سعي)، تلاءُ (تالاب)، ٽڪُ (دوڪ)، ٿوٿيو (توتيا)، پليتو (فتيلہ)، پيدل (پياده)، ڦاروا (فالسہ)، جرجلو (زلزلہ)، جود (زود)، چمڪدوز (چڪندوز)، چلمچي (چلابچي)، جمو (جمع)، ڇٻي (سبد)، خرخسو (خرخشہ)، خونچو يا خومچو (خوانچہ)، دہلو (طبلہ)، دنبورو (طنبور)، دوفان (طوفان)، دم (درم)، ريب (فريب)، سلهه (سل)، شم (شمع)، تباخ (طبق)، ڪاربُ (قالب يا ڪالبد)، گاجي (غازي)، ڪنگو (ڪنگ)، گليلو (غلولہ)، لاچار (ناچار)، مادي (ماده)، مسالو (مصالح)، مسيت (مسجد)، پليت (پليد).

# باب چوٿون

## سنڌي باب ۽ حرف علت ۽ حرف صحيح ۽ اعراب

### فصل پهريون

#### سنڌي باب

باب يا الف-بي، جنهن کي عربي ۽ فارسيءَ ۾ حروف تهجي ۽ هنديءَ ۾ آئيويٽا چون ٿا، سا سنڌي ٻوليءَ جي 'عربي سنڌي' صورت ۾ هاڻي هن طرح ٺهرايل آهي:

| نالو | اکر | منڍ | وچ | پڇاڙي |
|---|---|---|---|---|
| الف | ا | ا | ا | ا |
| بي | ب | بـ | ـبـ | ـب |
| ٻي | ٻ | ٻـ | ـٻـ | ـٻ |
| ڀي | ڀ | ڀـ | ـڀـ | ـڀ |
| تي | ت | تـ | ـتـ | ـت |
| ٿي | ٿ | ٿـ | ـٿـ | ـٿ |
| ٽي | ٽ | ٽـ | ـٽـ | ـٽ |
| ٺي | ٺ | ٺـ | ـٺـ | ـٺ |
| ثي | ث | ثـ | ـثـ | ـث |
| پي | پ | پـ | ـپـ | ـپ |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ڦي | ڦ | ڦـ | ـڦـ | ـڦ |
| جيم | ج | جـ | ـجـ | ـج |
| ڄي | ڄ | ڄـ | ـڄـ | ـڄ |
| جهي | جهه | جهـ | ـجهـ | ـجهه |
| ڃي | ڃ | ڃـ | ـڃـ | ـڃ |
| چي | چ | چـ | ـچـ | ـچ |
| ڇي | ڇ | ڇـ | ـڇـ | ـڇ |
| حي | ح | حـ | ـحـ | ـح |
| خي | خ | خـ | ـخـ | ـخ |
| دال | د | د | ـد | ـد |
| ڌال | ڌ | ڌ | ـڌ | ـڌ |
| ڏي | ڏ | ڏ | ـڏ | ـڏ |
| ڊي | ڊ | ڊ | ـڊ | ـڊ |
| ڍي | ڍ | ڍ | ـڍ | ـڍ |
| ذال | ذ | ذ | ـذ | ـذ |
| ري | ر | ر | ـر | ـر |
| ڙ | ڙ | ڙ | ـڙ | ـڙ |
| زي | ز | ز | ـز | ـز |
| سين | س | سـ | ـسـ | ـس |
| شين | ش | شـ | ـشـ | ـش |
| صاد | ص | صـ | ـصـ | ـص |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ضاد | ض | ضـ | ـضـ | ـض |
| طوءِ | ط | طـ | ـطـ | ـط |
| ظوءِ | ظ | ظـ | ـظـ | ـظ |
| عين | ع | عـ | ـعـ | ـع |
| غين | غ | غـ | ـغـ | ـغ |
| في | ف | فـ | ـفـ | ـف |
| قاف | ق | قـ | ـقـ | ـق |
| ڪاف | ڪ | ڪـ | ـڪـ | ـڪ |
| کي | ک | کـ | ـکـ | ـک |
| گاف | گ | گـ | ـگـ | ـگ |
| ڳي | ڳ | ڳـ | ـڳـ | ـڳ |
| گهي | گھ | گھـ | ـگھـ | ـگھ |
| ڱي | ڱ | ڱـ | ـڱـ | ـڱ |
| لام | ل | لـ | ـلـ | ـل |
| ميم | م يا م | مـ | ـمـ | ـم يا ـم |
| نون | ن | نـ | ـنـ | ـن |
| ڻي | ڻ | ڻـ | ـڻـ | ـڻ |
| واو | و | و | ـو | ـو |
| هي | ه | هـ | ـهـ | ـه |
| يي | ي | يـ | ـيـ | ـي |

سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ مان معلوم ٿيو هوندو ته هي الف-ب عربي ٻوليءَ جي الف-ب تان ٺهيل آهي. جيڪي اکر يا آواز عربي ۽ فارسيءَ ۾ نه هئا، سي نقطن وڌائڻ سان يا هيٺ مٿي ڪرڻ سان ٺاهيا ويا آهن، مگر هڪدم معلوم ڪري ٿو سگهجي ته اهي ڪنهن اصول تي ٺهرايا نه ويا آهن، رڳو ڏڪي تي وقت ٽپائڻ لاءِ ٺهرايا ويا آهن. سنسڪرت ۾، يا سنسڪرت مان نڪتل ٻولين ۾ وات مان نڪرڻ وارين جاين وارا اکر يا آواز سڀ گڏ ڏنل آهن، جيئن نڙيءَ وارا گڏ، تارونءَ وارا گڏ، ڏندن وارا گڏ، چپن وارا گڏ ۽ زبان وارا يا زبان جي پاسي وارا گڏ. تنهن کان سواءِ جن اکرن ۾ 'هي' جو آواز يا 'نون' جو آواز گڏيل يا لڪل ٿو رهي، سي به الهن اصل اکرن سان گڏ ڏنا ويا آهن، جيئن ته:

| | |
|---|---|
| | خاص عربي |
| نڙيءَ وارا: ڪ ک ڳ گهه ڱ هه | ح خ ع غ ق ء |
| تارونءَ وارا: چ ڇ ج جهه ڄ ڃ ش ي | .... .... .... ... |
| زبان يا ان جي پاسي وارا: ٽ ٺ ڊ ڍ ڻ ڙ ڙهه ڏ | ص ض ط ظ |
| ڏندن وارا: ت ٿ د ڌ ن ر س ل | ث ز ذ |
| چپن وارا: پ ڦ ب ڀ م ٻ و | ف |

اردو ٻولي، جا پڻ سنڌيءَ وانگي اصل هندي هئي ۽ سنسڪرت جي ڌيءَ هئي ۽ پراڪرت مان نڪتل هئي، تنهن ۾ به عربي صورتخطي ڪم آيل آهي، مگر انهيءَ ۾ وري به ڪو اصول ڪم آيل آهي. جن اکرن ۾ 'هي' جو آواز لڪل آهي، تنهن جي پٺيان 'هه' جو اکر لکندا آهن، ۽ جنهن ۾ 'نون' جو آواز لڪل آهي، تنهن جي اڳيان 'ن' لکندا آهن، پر سنڌي الف-بي ۾ ڪن اکرن ۾ 'هه' وڌي اٿن، ڪن ۾ 'نه'، ۽ 'نون' ڪنهن ۾ به ڪم آيل نه آهي. تنهن ڪري چئبو ته ٺهرايل الف-بي عيبدار آهي. مثلاً سنڌي اکرن مان هيٺيان 'هي' سان گڏيل آهن، جي لکڻ ۾ 'هي' سان گهرجن، يا ته وري هرهڪ لاءِ ڌار صورت ٺهرائڻ کپندي هئي. 'هي' سان گڏ لکيل اکر فقط هي آهن: 'گهه'، 'جهه'. انهن وانگي 'ڀ'، 'ٻهه' هئڻ گهرجي، 'ٿ'، 'ٺهه' هئڻ گهرجي، 'ٿ'، 'ٺهه'، 'ڦ'، 'پهه'، 'ڇ'، 'چهه'، 'ڌ'، 'دهه'، 'ڍ'، 'ڊهه' ۽ 'ک'، 'ڪهه'. جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي لفظ آهن، جن ۾ 'هي' آواز سان گڏيل اکر آهن، جي 'هي' سان لکڻ ۾ ٿا اچن، تڏهن الف-بي ۾ ائين ڪرڻ گهربو هو. جيئن ته 'ڪالهه'، 'ڳالهه'، 'ملهه' وغيره. جن ۾ لام سان گڏ 'هي' جو آواز آهي 'مڙهه'، 'ڪڙهه'، 'وڙهڻ' وغيره، جن ۾ 'ڙي' سان گڏ 'هه' جو آواز ٿو اچي. سنهون، آونهون، پانهون وغيره،

جن ۾ نون سان گڏ 'هي' جو آواز ٿو اچي. ساڳيءَ طرح نون سان گڏيل آواز وارا اکر نون سان لکڻ گهربا هئا، جيئن ته 'ڃ'، 'نج' ۽ 'ڱ'، 'نگ' ڇالاءِ جو جنهن ۾ ٻئي اکر ۾ 'نون' جو آواز اچي ٿو ته اهو نون سان لکڻ ۾ ٿو اچي، جيئن ته 'پنج' ۾ 'ٻي' سان گڏ نون جو آواز ٿو نڪري، 'ڪنڍ' ۾ ڪاف سان گڏ، وغيره. سنسڪرت ۾ آن مان نڪتل ٻين ٻولين ۾ انهيءَ اکر تي فقط نقطو ڏيندا آهن. عربيءَ ۾ انهيءَ آواز ڪڍڻ لاءِ 'تنوين' ٺهرايل آهن، يعني ٻه زبرون (ً)، ٻه زيرون (ٍ) يا ٻه ٻه پيش (ٌ). انهن ٽن قسمن جي اکرن ۾ يعني 'هه' ۽ 'ن' آواز سان گڏيل اکرن ۾ هڪڙو مونجهارو آهي، ته ڪيئن خبر پوي ته اهو آواز لڪل آهي يا ظاهر. انهيءَ ۾ اڙدوءَ لاءِ چڱو دستور آهي، ته لڪل آواز واري لفظ ۾ عربي 'هه' لکندا آهن ۽ ظاهر آواز واري ۾ فارسي، جيئن ته 'سکهڻ' ۽ 'ڪهڻ'. سکهڻ ۾ ڪاف سان 'هي' جو آواز لڪل آهي، يعني س، کهه، ڻ، پر ڪهڻ ۾ ظاهر آهي، يعني ڪ، هه، ڻ، تنهنڪري اهو 'ڪهڻ' لکندا. ساڳيءَ طرح جتي نون جو آواز لڪل آهي، اُتي نون ۾ نقطو نه ڏيندا آهن ۽ جتي آواز ظاهر آهي، اُتي نقطو ڏيندا آهن — خاص پڇاڙيءَ ۾، جيئن ته ڪانْ ۽ ڪان. پهرئين ۾ نون ظاهر آهي ۽ ٻوئين ۾ لڪل، جيئن ڪانگ جي ٻولي 'ڪان ڪان' آهي. عربيءَ ۾ جزم يا سڪون انهيءَ لاءِ ڪم آڻيندا آهن.

جيئن عربي-سنڌي لکڻ ۾ عربي صورتخطي ڪم آندي ويئي آهي، تيئن پهريائين فارسي ٻوليءَ ۾ به ائين ڪيو ويو آهي. جيڪي اکر ٻنهي ٻولين ۾ عام هئا، سي چونڊي، باقي جيڪي نج عربي اکر هئا سي انهن ئي اکرن وارن لفظن ۾ ڪم آندائون، جو سنڌيءَ وانگي فارسيءَ ۾ به تمام گهڻا عربي لفظ ورتا هئا. آهي نج عربي اکر هي آٺ آهن — ث، ح، ص، ض، ط، ظ، ع ۽ ق. باقي جيڪي نج فارسيءَ اکر هئا ۽ جي عربيءَ ۾ نه هئا، سي وري فارسيءَ وارن پنهنجا بنايا، جيئن سنڌيءَ ۾ به ڪيو ائون. آهي نج 'فارسي اکر چار آهن — پ، چ، ژ ۽ گ، جن کي 'فارسي ب' ۽ 'فارسي جيم' ۽ 'فارسي زي' ۽ 'فارسي ڪاف' چوندا آهن. انهيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جا عام اکر چونڊي، باقي جيڪي نج سنڌي اکر آهن، سي هي ست آهن — ڄ، ڃ، ٻ، ڏ، ڻ، ڳ، ۽ ڱ. هاڻي انهن مان ڄ اگرچ مفرد يا ڇڙو آواز شمار ۾ ٿو اچي ته به حقيقت ۾ مرڪب آهي، يعني ٻن جيمن جي برابر آهي، جيئن عربيءَ ۾ ٻن هڪجهڙن اکرن لکڻ جي بدران هڪڙي تي شد يا تشديد جو نشان ڏيندا آهن، يا ان جو آواز 'دي' جهڙو آهي. اهڙن سنڌي لفظن جي اصل يا اشتقاق مان به ائين ئي ثابت ٿو ٿئي. مثلاً سنڌي 'اَڄ' پراڪرت 'آڄ' مان نڪتل آهي، جو وري سنسڪرت 'آديَ' مان نڪتل آهي. سنڌي 'وڄا'، پراڪرت 'وڄا' ۽ سنسڪرت 'وديا'. سنڌي 'ويڄ'، پراڪرت 'ويڄ'، سنسڪرت 'ويديَ'. گهڻن

لفظن ۾ اصل ٻوليءَ وارو ج سنڌيءَ ۾ بدلجي ڄ ٿو ٿئي، جيئن ته هندي جٽ يا جاٽ، سنڌي ڄٽ؛ راج ۽ راڄ، لاج – لڄ.

ساڳيءَ طرح 'ڄ' جو آواز 'نيي' جهڙو آهي، ۽ 'نج' جي برابر آهي، جيئن مٿي نون جي آواز وارن اکرن ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.

'ٻ' ۽ 'ڄ' وانگي ٻن ٻيئن ٻا ٻ جي برابر آهي، ۽ اصل يا اشتقاق ڪري ٻه ائين آهي، جيئن ته سنڌي ٻہ، سنسڪرت ٻٕ. سنڌي ڏٻل يا ڏٻرو، پراڪرت دُبلَ، سنسڪرت دَربلَ.

ساڳيءَ طرح 'ڏ' ٻن دالن يا دّ جي برابر آهي جيئن ته سنڌي وڏو، پراڪرت وَدّ، سنسڪرت ورد سنڌي چوڏهون، پراڪرت چودو. سنڌي ڏولي، سنسڪرت دولا، پراڪرت ڊولا.

ساڳيءَ طرح 'ڻ' ٻه ٻن نونن يا نّ جي برابر آهي. جيئن ته وڻ، سنسڪرت ونّ. ڻن، هندي ٿنّ، سنسڪرت سْتَن. اهو اکر سنڌي 'ڙ' کي گهڻو ويجهو ۽ اڪثر انهيءَ مان بدلبو آهي، خاص 'هي' جي آواز سان گڏ، جيئن ماڻهوءَ کي ڪي ماڙهو ۽ ڪي "ماڙهو" چوندا آهن. حقيقت ڪري ڙ ۽ ڙهه ٻه د ۽ ڍ مان پيدا ٿيل آهن، جيئن سنڌن اصل ثابت ٿو ڪري. مثلاً، 'ڳڙ' سنسڪرت 'ڳُڊ' آهي. ڳَڙهه يعني ڪوٽ يا قلعو، اصل هنديءَ ۾ 'ڳڍ' آهي.

ڳ ٻه ٻن گافن جي برابر آهي، يعني گّ، جيئن ته سنڌي آڳ، پراڪرت آگّ، سنسڪرت آرگ لڳو، پراڪرت لڳ، سنسڪرت لرگ. پڳو، پراڪرت پڳ، سنسڪرت پَرگ. ڳوٺ، پراڪرت گوٺ، سنسڪرت گوشٺ.

ڱ جي نسبت ۾ مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته نگ جي برابر آهي، ۽ اصل موجب ٻه ائين آهي، جيئن ته آڱ اصل انگ، رڱ اصل رنگ، مڱڻ اصل منگڻ، لڱ اصل لنگ وغيره.

انهن کان سواءِ، جيڪي ٻه اکر 'ٽ' ۽ 'ڊ' توڙي 'ٺ' ۽ 'ڍ' سنڌي آهن ۽ ٻين ڪن ديسي ٻولين ۾ اچن ٿا سي ٻه آواز توڙي اصل جي نظر تي 'تر' ۽ 'در' جي برابر آهن، جيئن ته – سنڌي پُٽ، پراڪرت پُٽّ، سنسڪرت پُتر. سنڌي ڊاک سنسڪرت دراکش. سنڌي ڊاهن، سنسڪرت ترپن. سنڌي ڏڍ، هندي داد، سنسڪرت درد.

ساڳيءَ طرح سنڌي 'ک' ٻه سنسڪرت 'ڪش' مان نڪتل آهي، جنهن مان ڇ ۽ شين جو آواز ٻه نڪرندو آهي، جيئن ته پرک پر ڪشا مان.

جيڪي خاص عربي اکر سنڌي الف - بي ۾ ورتا ويا آهن، تن جي نسبت ۾ هيترو چوڻ ضروري آهي ته جيتوڻيڪ بيشمار عربي لفظ سنڌيءَ ۾ آيل آهن ۽ لکجن ٻه اصلوڪي صورت ۾ ٿا، ته ٻه گهڻن ماڻهن کي، جي عربي ۽ فارسي پڙهيل ناهن،

يا جي مسلمان نہ آهن، سي ڳالهائڻ ۾ توڙي لکڻ ۾ ڇڏڪون ڪندا آهن، يعني ق ۽ ڪ ۾، يا س، ص ۽ ث ۾، يا ز، ض، ظ ۾، يا ع، ء، ا ۾، يا ح ۽ ھ ۾ فرق ڪونہ ڪندا آهن، ۽ لاچار ٿي آهي بدلائي پنهنجا سنڌي آواز ڪيندا آهن، يا اصلي ڇڏي ڏيندا آهن؛ بلڪ شعر جي قافيي ۾ انهيءَ طرح ڪم آڻيندا آهن. مثلاً سعيو اٿين لکندا آهن جو ڇڻ تہ سابو آهي. طعام ڇڻ تہ طام آهي، جمعو ڇڻ تہ جمو آهي، نعل تہ نال آهي. ڪي باغ ڪي باگ چون، ڪي سيخ ڪي شيخ چون، ڪي فڪر ڪي ڦڪر ڪن. پر هن بابت مفصل بيان نحو ۾ ايندو، جتي اکرن بدلجڻ جو بيان ڏنو ويندو.

عربي الف-بي جي ذڪر ڪندي هيترو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ خود اهي عربي حرف يا اکر اصل عبراني ٻوليءَ مان ورتل آهن، ۽ انهن جي صورت بہ انهن تان ورتل آهي، ۽ انهن جي ترتيب اُها آهي جا ابجد وارن لفظن ۾ ڏنل آهي، جن مان هر هڪ جو مٿلهہ انگن ۾ ڦهرايل آهي اهي اکر هي آهن -'ابجد'، 'هوز'، 'حطي' 'ڪلمن'، 'سعفص' ۽ 'قرشت'. اهي مڙيئي ٻاويهہ اکر آهن، ۽ عربن وٽ وڌيڪ ڇهہ اکر هئا، جي عبرانيءَ ۾ نہ هئا، ۽ جي پوءِ پنهنجي الف-بي ۾ وجهي ٺاويهہ اکر ڪيائون- ث، خ، ذ، ض، ظ، غ ۽ ابجد جي پڇاڙي 'ثخذ'، 'ضظغ'، ٻہ لفظ ڪڍي ۽ انهن جو ملهہ عددن ۾ ڏيئي، هڪ هزار پورو ڪيائون. عبراني اکر ٽالا ۽ مٿلهہ هيٺ ڏجن ٿا:

انهن ٻاويهن اکرن ۾ عربن پنهنجا خاص اکر ملائي، هيٺيان مٿلهہ انهن تي رکيا:

ث=٥٠٠، خ=٦٠٠، ذ=٧٠٠، ض=٨٠٠، ظ=٩٠٠ ۽ غ=١٠٠٠. ڪن انهيءَ کان سواءِ هڪڙو اکر وڌايو جنهن جو نالو 'آمزه' رکيائون ۽ شڪل 'ء' ڏنائونس؛ جو پوءِ غلط استعمال سان 'همزه' سڏجڻ ۾ آيو، ۽ الف يا عين جهڙو آواز ڏنائونس. ڪن وري لام الف گڏيل 'لا' هيئن لکي، انهن ۾ گڏي، ٽيهہ اکر پورا ڪيائون، جنهن کي اڄا تائين فارسيءَ ۾ سي حرفي سڏيندا آهن.

الف-بي جي حرفن جا گهڻائي قسم آهن، جن جو بيان علم نحو ۾ ڏنو ويندو، جيئن تہ نقطن وارن حرفن کي 'منقوط' يا 'معجم'، ۽ خالي حرفن کي 'غير منقوط' يا 'مهمل'، ۽ الف-بي جي اکرن مان ڪن 'مسروري' آهن، ڪي 'ملفوظي' ۽ ڪي 'مڪتوبي' وغيره. انهن سڀني جو بيان علم نحو ۾ ايندو، اگرچہ ڪن صرف نحو وارن اهو صرف ۾ الف-بي جي بيان ۾ آندو آهي.

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ا | ܐ | الف | ١ | ل | ܠ | لامد | ٣٠ |
| ب | ܒ | بيت | ٢ | م | ܡ | ميم | ٤٠ |
| ج | ܓ | كمل | ٣ | ن | ܢ | نون | ٥٠ |
| د | ܕ | دالد | ٤ | س | ܣ | سامخ | ٦٠ |
| ه | ܗ | هي | ٥ | ع | ܥ | عين | ٧٠ |
| و | ܘ | واو | ٦ | ف | ܦ | في | ٨٠ |
| ز | ܙ | زاين | ٧ | ص | ܨ | صيدي | ٩٠ |
| ح | ܚ | حيت | ٨ | ق | ܩ | قوف | ١٠٠ |
| ط | ܛ | طيت | ٩ | ر | ܪ | ريش | ٢٠٠ |
| ي | ܝ | يود | ١٠ | ش | ܫ | شين | ٣٠٠ |
| ك | ܟ | كاف | ١١ | ت | ܬ | تاو | ٤٠٠ |

## فصل ٽيو

### حرف علت، حرف صحيح ۽ اعراب

عربي زبان موجب ٽي اکر آهن، جن کي حرف علت چوندا آهن، يعني بيمار اکر، ڇالاءِ جو آهي ٻين جي مدد سان ڪم ايندا آهن، ۽ انهن کان سواءِ ٻين اکرن کي حرف ”صحيح“ يعني سگها يا چڱا ڀلا اکر چوندا آهن. اهي ٽي آهن: ا، و ۽ ي. اهي ساڳيا ٽي اکر لفظن جي منڍ ۾ ۽ ڪڏهن وچ ۾، حرف صحيح ٿي ڪم ايندا آهن. هرهڪ حرف صحيح کي ڪو ”حرف علت“ گهرجي، تڏهن ڪم ايندو ۽ منجهانئس ڪو آواز نڪرندو. تنهنڪري انهن ٽن حرفن کي ڳرا يا وڏا حرف علت جا شمار ڪيائون، ۽ انهن مان وري ٽي ننڍا علت جا نشان ڪڍيائون: الف مان ”زبر“، واو مان ”پيش“ ۽ يي مان ”زير“؛ ۽ انهن ۾ ٻنهي علت جي حرفن جا اڌ–اڌ آواز مقرر ڪيائون. انهيءَ ڪري هڪ الف ٻن زبرن جي برابر ٿيو، واو ٻن پيشن جي، ۽ يي ٻن زيرن جي. انهن ننڍن علت جي نشانن کي ٽي ”حرڪتون“ سڏيائون، يعني انهن جي وسيلي حرف چُري پُري سگهيا. زبر کي ”فتح“ يا ”نصب“ جو نالو ڏنائون، ۽ اکر جي مٿان هي نشان (ـَ) ڏنائون، جو فارسيءَ ۾ زبر جي معنيٰ به مٿي آهي ۽ پيش کي ”ضم“ يا ”رفع“ جو نالو ڏنائون ۽ اکر جي اڳيان يا مٿان ڏنائون ۽ هي نشان (ـُ) مقرر ڪيائون، ۽ فارسيءَ ۾ پيش جي معنيٰ اڳيان. زير کي ”ڪسره“ يا ”جر“ سڏيائون ۽ هي نشان (ـِ) مقرر ڪري اکر جي هيٺان ڏنائون، ۽ فارسيءَ زير جي معنيٰ به هيٺ آهي. جنهن اکر تي ڪابه حرڪت ڪانه آيل هوندي، تنهن تي 'جزم' يا 'سڪون' جو هي نشان (ـْ) ڏيئي، 'ساڪن' يعني بيٺل يا اڻ چرندڙ سڏيائون. جيئن ته سَرْد.

انهن کان سواءِ هيٺيان اعراب به ڪم آندا ويا– 'شد' يا 'تشديد' (ـّ). انهيءَ اکر تي، جنهن تي زور ڏيڻ ۾ ٿو اچي ۽ جو ٻٽو حرف شمار ٿو ٿئي؛ ڇو ته شد جي معنيٰ به اهائي آهي– جيئن ته ربّ. ۽ مدّ جو نشان (آ) الف تي ڏيئي، انهيءَ کي ٻن الفن جي برابر ڪيائون؛ جو 'مدّ' جي معنيٰ آهي ڊگهو هئڻ– جيئن ته آواز. وري جنهن اکر تي 'اعراب' اچڻ وقت نون جو آواز ٿي نڪتو، تنهن تي 'تنوين' جو نشان يعني ٻه زبرون (ـً)، ٻه زيرون (ـٍ) ۽ ٻه پيش (ـٌ) ڏنائون؛ جيئن ته اتفاقاً، جيئن جو آواز اتفاقن يا اتفاقون آهي، خصوصاً، جنهن جو آواز خصوصن يا خصوصون آهي.

مٿي جيڪي ٽي حرف علت ڏنا ويا آهن، تن مان ڊگهن آوازن ڪڍڻ لاءِ جيڪو اکر ڪنهن لفظ ۾ انهن کان اڳي اچي ٿو، تنهن کي 'زبر'، 'زير' يا 'پيش' ڏيئي عربن اهو مطلب حاصل ڪيو ٿي. الف کي ڊگهي ڪرڻ لاءِ مدّ ڏيئي، ٻٽو

الف ڪيائون، جيئن مٿي چيو ويو آهي ۽ ڪنهن به حرف صحيح کي زبر ڏيئي انهيءَ سان الف گڏي، ڊگهو آواز ڪڍيائون، جيئن ته 'با'، 'ڪا' ۽ 'لا' ۽ زير ڏيئي آنهيءَ سان 'ي' گڏي ڊگهو آواز ڪيائون، جيئن ته بي، ڪي، ليي ۽ پيش ڏيئي انهيءَ سان 'واو' گڏي ڊگهو آواز ڪڍيائون، جيئن ته ٻُو، ڪُو ۽ لُو. فارسيءَ وارن وري انهن حرف علت وارن آوازن کي 'معروف' سڏي، جيڪي آواز عربن ۾ نه هئا ۽ وٽن هئا، سي حرڪتن مٿان سان ڪم آنداءُون، يعني واو توڙي بي سان زير وارا حرف صحيح گڏي ڪم آنداءُون، ۽ انهن کي 'واو مجهول' ۽ 'يي مجهول' سڏيائون، جيئن ته شور، مور، شير ۽ ڪير. پر حقيقت ڪري ايراني اهو 'واو مجهول' ۽ 'يي مجهول' ڳالهائڻ ۾ ڪم نه آڻيندا آهن، هو هميشه انهيءَ جي بدران 'معروف' آواز ڪم آڻيندا آهن. انهن کان سواءِ عرب ٻنهي حرڪتون به واو ۽ يي سان ڪم آڻڻ لڳا، جيئن ته دور ۽ غور، جي چڙ ته دَئور ۽ غئور لکيل آهن، ۽ خير ۽ سير، جي چڙ ته خئير ۽ سئير لکيل آهن. انهن ۾ و ۽ ي ساڪن آهن.

جيئن مٿي ڏيکاريو ويو آهي، تيئن سنڌي اعراب هي آهن: آ، آ، ا، اِي، اُ، اوُ، اي، او، آي، آو، جي نون غُني سان به اچي سگهن ٿا، جيئن ته آن يا ءَ، اَن، اِن يا ءِ، اِين، اُن يا ءُ، اُون، اين، اون، اين ۽ آون.

اهي سڀ اعراب سنسڪرت ۽ پراڪرت وارا آهن، جي سنڌيءَ ۾ به ڪم اچن ٿا، سواءِ ڪنهن ٿوري تفاوت جي. سنڌيءَ جي ٻين وڏي خاصيت هيءَ آهي ته گهڻو ڪري سڀڪنهن سنڌي لفظ جو پڇاڙيءَ وارو حرف صحيح چُرندڙ يا حرڪت وارو هوندو، پر فارسيءَ ۾ اڪثر پڇاڙيءَ وارو حرف ساڪن ٿو رهي ۽ سنسڪرت ۾ به گهڻا لفظ ساڪن پڇاڙيءَ وارا آهن. اها خاصيت سنڌي ٻوليءَ جي تمام چڱي آهي، جا عربيءَ ۾ به آهي.

# باب پنجون

## فصل پهريون

### سنڌيءَ ۾ حرفن يا اکرن مان لفظ يا هڪڙن لفظن مان

### ٻيا لفظ ڪيئن ٿا جڙن

جدا جدا پڇاڙين وارا لفظ: سنڌيءَ ۾ جيڪي به لفظ آهن، تن جي پڇاڙيءَ ۾ حرف علت هوندو يا حرف علت جو ڪو نشان هوندو، جنهن کي "حرڪت" چون ٿا ۽ جو ڪنهن حرف صحيح تي ايندو. يعني سنڌيءَ جي هرهڪ لفظ جي پڇاڙي هيٺين اعرابن مان هڪ نہ ٻئي ۾ ضرور هوندي: اَ، آ، اِ، اي، اُ، او، آو، او، ائي، آئي. (نون غني جو آواز بہ انهن ۾ شامل ٿي سگهي ٿو.)

هيٺ هرهڪ جا مثال ڏجن ٿا، جنهن مان معلوم ٿيندو تہ هرهڪ پڇاڙيءَ وارا لفظ ڪهڙي قسم جا لفظ آهن ۽ ڪهڙي اصل جا آهن:

آ: هن پڇاڙيءَ وارا لفظ اڪثر آهي آهن، جي سنسڪرت يا پراڪرت ۾ "اَ" ۽ "آ" پڇاڙيءَ وارا آهن، ۽ جن جا مثال مٿين باب ۾ اچي ويا آهن. جيئن تہ چيپَ، نڪهن، ڏيءَ، جال، جام، ڏُرِ، ٻاڦ. جي اسم فعلن مان نڪتل آهن، سي بہ آ پڇاڙيءَ وارا آهن، جيئن تہ پرکڻ مان پرک، ڪَڍڻ مان ڪَڍ، مارڻ مان مار. جي اسم صفت مذڪر "اُ" پڇاڙيءَ وارا آهن، تن جي مونث بہ "آ" پڇاڙيءَ واري آهي، جيئن تہ سڄاڻُ، اَڻ ڄاڻَ، اَڻ ڄاڻُ، ڀاڇوڪڙُ، ڀاڇوڪڙَ، سڦُ، سڦَ. ڪئي ساڳين لفظن جي پڇاڙي، جا "اِ" ۾ آهي، سا "آ" ۾ بہ ٿئي ٿي، جيئن تہ نارَ، نارِ، هريڙِ، هريڙَ هريڙِ، چريتَ، چريتِ. گهڻا لفظ جي عربي ۽ فارسيءَ مان ورتل آهن، تن کي اها پڇاڙي ڏيئي مونث ڪري ڪم ٿا آڻين، جيئن تہ ملڪ، زمينَ، حدَ، عزتَ، برڪتَ، قبرَ، خبرَ. اڪثر آ پڇاڙيءَ وارن سنڌي مذڪر اسمن جو جمع بہ آ ۾ ٿئي ٿو، جيئن تہ ڪتابُ، ڪتابَ، گڏهُ، گڏهَ.

آ: هن پڇاڙيءَ وارا لفظ ٻه اڪثر آهي آهن جي سنسڪرت يا پراڪرت ۾ ٻه آ ٿا رکن، جيئن تہ ھڇا، ڪيما، چينتا، اڪثر آهي مونث آهن، سواءِ ڪن ٿورن جي، جيئن تہ راجا، آتما، داتا. عربي ۽ فارسي وارا انهيءَ پڇاڙيءَ وارا لفظ بہ ساڳيءَ حالت ۾ ورتل آهن، جي ٻئي مونث آهن، جيئن تہ حيا، وفا، بلا، سواءِ ڪن ٿورن جي، جيئن تہ آشنا، رهنما، قطب نما، دانا بينا.

ا: هن پڇاڙيءَ وارا آهي لفظ آهن، جي سنسڪرت ۽ پراڪرت ۾ ا يا اي پڇاڙيءَ وارا آهن، جيئن تہ پٽڙ، مٽ، نار، وسپت، ڪيهر، ۽ مولث رهن ٿا. آ پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن ۽ صفتن جا مونث لفظ بہ ا پڇاڙيءَ وارا ٿين ٿا، جيئن تہ ڳڏهڙ ـ ڳڏهي، سڏڙ ـ سڏر، پريٽ ـ پريٽ. ڪي وري ساڳي پڇاڙيءَ وارا مذڪر اسم سنسڪرت ۽ پراڪرت اصل وارا، سنڌيءَ ۾ مونث ڪري آندا ائن، جيئن تہ آڳ، ديهہ، ڳوڙ. ڪن عربي ۽ فارسي لفظن جي پڇاڙي ا يا ء ۾ ڪري مذڪر يا مونث شمار ڪندا آهن، جيئن تہ خداءِ، سيٺ، خواجہ خضر، خوش، بد، رنج، اهي اڪثر اسم ۽ صفت آهن.

اي: سنڌيءَ ۾ جيڪي مذڪر 'اي' پڇاڙيءَ وارا آهن، سي سنسڪرت ۽ پراڪرت جي اِ، اِن، ۽ يَ يا اي پڇاڙيءَ وارن لفظن سان موافق آهن، جيئن تہ ڌرمي، سوامي، هاٿي، هاري، اولي، ڻيڪري، ڀرين، آپاڳي، هندي، سنڌي، ڪوي، هري. عربي ۽ فارسيءَ مان ورتل لفظ انهيءَ پڇاڙيءَ وارا بہ اصل سان موافق آهن، جيئن تہ خوشي، دوستي، نيڪي، بدي، جي اڪثر مونث آهن ۽ 'ياءِ' نسبت وارا يا پيا صفت وانگي ڪم ايندا آهن، جيئن تہ چيني، رومي، عربي، زخمي، حرفتي، راضي، هادي، قاضي، ڪي نبح سنڌي اي پڇاڙيءَ وارا مذڪر بہ آهن، جيئن تہ باندي، مانجهي، ٻيلي، پاڪي، هاٿي، ماري.

جيڪي مونث لفظ اي پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت ۽ پراڪرت مان آيل آهن، سي سنڌيءَ ۾ ساڳي پڇاڙي رکن ٿا ۽ مونث رکن ٿا، جيئن تہ ندي، ستي، راڻي. ڪي آ ۽ ا پڇاڙيءَ وارا لفظ سنڌيءَ ۾ اي ٿيا آهن، جيئن تہ واڻي، ڏهي، ماڪي، ڳولي، چوري.

آ: هن پڇاڙيءَ وارا لفظ سنڌيءَ ۾ اڪثر مذڪر آهن ۽ سنسڪرت آ يا آ ۽ پراڪرت او پڇاڙي وارن لفظن تان ورتل آهن، جيئن تہ نر، گهر، ڪر، سچيت، آنڊ، مڌ، واءِ. ڪي اصل آ يا تا پڇاڙيءَ وارا بہ آ ۾ آيا آهن، جيئن تہ ٻڪ، ٻاڪ، ماڪ، پتار، پڻ.

ڪي ٿورا مونث آهن، جي اصل سنسڪرت ۾ بہ آ پڇاڙيءَ وارا آهن، جيئن تہ وٿ، سس، وڄ.

عربي ۽ فارسي لفظ گهڻا آهن، جن کي پڇاڙيءَ ۾ پيش ڏيڻي مذڪر ڪري ڪم آندو اٿن، جيئن ته ڪتاب، قلم، ڪاغذ، در.

آءُ: پڇاڙيءَ وارا سنڌي لفظ (اسم توڙي صفتون) اڪثر آ پڇاڙيءَ وارن سنسڪرت ۽ پراڪرت لفظن مان نڪتل آهن ۽ اڪثر مذڪر آهن. ڪي ٿورا مونث آهن. مثال ــ سائڻُو، تارُون، پڻُون، جئُون، تارُو، رهاڪڻُو، ڪانڌُو، ماڻهُو، ٽاڙهُون، ڪچُون، وچُون.

عربي ۽ فارسيءَ مان آيل لفظ آو پڇاڙيءَ وارا اصل مان موافق آهن ۽ ڪن ۾ 'همزو يا نون' پڇاڙيءَ ۾ آڻندا آهن، جيئن ته آبرو، خوشبو، بوءِ، روءِ، دارون، زردالو، جي مذڪر به آهن ۽ مونث به.

او: پڇاڙيءَ وارا لفظ سنڌيءَ ۾ سڀ مذڪر آهن. اصل پراڪرت جي او پڇاڙيءَ وارا لفظ سنڌيءَ ۾ ڪڏهن او ۾ ۽ ڪڏهن آ ۾ پڇاڙي ڪن ٿا. مثال ــ ترو يا ترُ، گهلو يا گهل، لڙڪو يا لڙڪ، چڙورو يا چورُ، مٿو يا مٿُ. عام اسم يا صفت او پڇاڙيءَ وارا ته بيشمار آهن ــ گهوڙو، سونارو، چڱو، ٻچڙو، تارو، ميٺو، پڪو، چمڪو، سڪهارو، رسيلو، گهانو، واڍو، تارو.

عربي ۽ فارسي لفظ 'ه' پڇاڙيءَ وارا اڪثر 'او' ۾ پڇاڙي ڪندا آهن، جيئن ته دروازه ــ دروازو، جامه ــ جامو، نامه ــ نامو، ستاره ــ ستارو.

آءِ: هي اعرابون سنسڪرت ۽ پراڪرت مان آيل لفظن ۾ ٿوريون آهن، جيئن مٿين باب ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. سنڌيءَ ۾ ضمير حاضر جمع وارن فعلن جي زمانن ۾ ڪم ايندو آهي، جيئن ته ٿيو، ڪندو، ويندو. عربي ۽ فارسيءَ مان آيل لفظ انهيءَ پڇاڙيءَ واري اصل مان موافق آهن، جيئن ته جو. سنڌي لفظ به ڪي انهيءَ پڇاڙيءَ وارا آهن، جي اڪثر مذڪر آهن، جيئن ته پئُو، سئُو، ڏئُو.

اي: هن پڇاڙيءَ وارا سنڌي لفظ به اڪثر فعل جي زمان مضارع جي ضمير واحد غائب واري صورت ۾ ڪم اچن ٿا، جيئن ته ڪري، هلي. ڪي ظرف به انهيءَ پڇاڙيءَ وارا آهن، جيئن ته هري هري، پري. ۽ ڪي حرف به اهڙيءَ پڇاڙيءَ وارا آهن، جيئن ته ڪي، تي، ري. فارسي اصل وارا لفظ ساڳي صورت ۾ اچن ٿا، جيئن ته بي، بلي.

آيِ: هن پڇاڙي وارا لفظ به مٿين ٻن پڇاڙين وانگي ڊارين ٻولين جا ورتل آهن ۽ ساڳيءَ صورت ۾ آندا ويا آهن، جيئن ته هتيُ، متيُ، قتيُ، رتيُ، شتيُ، نتيُ، جتيُ، ڪتيُ. انهن خاص اعرابن بابت مٿين باب جي شروع ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.

## فصل ڇهون

### ھڪڙن لفظن مان ٻيا لفظ

حاصل باالمصدر يا اسم ذات: جيڪي سنسڪرت ۽ پراڪرت اصل وارا آھن، سي ٻن طرحن سان ٺا جڙن: ھڪڙا سڌا فعلن جي بنياد مان ٺا نڪرن، ۽ ٻيا آھي جي چڙن اسمن مان ڪن پڇاڙين يا نشانن گڏڻ سان ٺا جڙن. فعلن جو بنياد ڇنڊجي ٿو، مصدر جي نشاني "ڻ" ڪڍي ڇڏڻ سان جيڪي بچي، تنھن کي. اھو فعل جو بنياد انھيءَ فعل جو مٿول يا جوھر آھي، جو جڙيل لفظ ۾ ظاھر ٿو ٿئي ۽ ساڳي فعل واري معنيٰ ٿو ڏئي. تنھنڪري انھن کي "حاصل بالمصدر" چوندا آھن، جو اسم وانگي ڪم اچي ٿو ۽ فعل جي معنيٰ ٿو ڏئي. انھيءَ کي "اسم ذات" ٻه چئي ٿو سگھجي. اھڙا اسم ذات جي مصدرن مان جڙن ٿا، سي ٻه جدا جدا پڇاڙين وارا ٿين ٿا ۽ اصلوڪن سنسڪرت ۽ پراڪرت جي لفظن وارين پڇاڙين جھڙا يا انھن کان ڦريل رھن ٿا. مثلاً 'آ' پڇاڙيءَ وارا سنڌي "حاصل بالمصدر" يا 'اسم ذات' سنسڪرت يا پراڪرت جي "آ" پڇاڙيءَ وارن لفظن تان ورتل آھن؛ جيئن ته سنسڪرت ۾ "پڇ" مان "پوڇا" آھي، تيئن سنڌيءَ ۾ "پڇڻ" مان "پوڇا" آھي. مگر ڪھڙين حالتن ۾ "آ" "ا" ٿو ٿئي؛ جيئن ته "جاڳڻ" مان "جاڳ"، "سکڻ" مان "سکيا"، "پڙھڻ" مان "پڙھ". ڪڏھن "ا" ٿو ٿئي، جيئن ته "وڙھڻ" مان "وڙھيو"، "کٽڻ" مان "کٽ"، "گھمڻ" مان "گھوم". ڪڏھن "ا" ٻه ٿو ٿئي، خاص جڏھن اصل سنسڪرت وارن لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" آھي؛ جيئن ته "لھڻ" مان "لاھ"، "پڙھڻ" مان "پور"، "ڦيرڻ" مان "ڦير". ڪڏھن "او" ٻه؛ جيئن ته "کھڻ" مان "کھاٽو"، "چڙھڻ" مان "چاڙھو"، "جھيڙڻ" مان "جھيڙو"، "کپڻ" مان "کاپو" ڪڏھن "اي" ٻه؛ جيئن ته "چڙھڻ" مان "چاڙھي"، "لھڻ" مان "لاھي"، "ڏيکارڻ" مان "ڏيکاري".

ڪڏھن خود مصدر پنھنجي اصلي صورت ۾ "اسم ذات" ٿي ڪم ايندي آھي، جيئن ته اچڻ وڃڻ، مرڻ جيئڻ، ڏيڻ وٺڻ، جيئن ڇنڊجي ته اچ وڃ، موت ۽ حياتي، ڏي وٺ، ڪڏھن فعل جي بنياد جي بدران خود مصدر جي پٺيان او ۽ اي اڪيائي ڪم آڻيندا آھن، خاص انھن لفظن ۾ جن ۾ سنسڪرت واري پڇاڙي آئي آھي، جيئن ته ڏيڻو وٺڻو، مڱڻو، ٻڌڻو، ۽ چوڻي، ڪرڻي، ٻڌڻي، ڪٽائي، جارائي، ڏٺاڻي.

ڪڏهن فعل جي بنياد جي پڇاڙيان 'ت' وجهندا آهن، جيئن ته ڪپڻ مان ڪپت، اچڻ وڃڻ مان آوت جاوت، وڻڻ مان وڻت، هلڻ مان هلت. ڪڏهن 'آٽ' يا 'آٽ' وجهندا آهن، جيئن گهيرڻ مان گهيرٽ، وڃائڻ مان واڃٽ، ڳاهڻ مان ڳاهٽ، چمڪڻ مان چمڪاٽ، ڀڻڪڻ مان ڀڻڪاٽ، ڪڙڪڻ مان ڪڙڪاٽ. ڪڏهن 'ڪو' گڏڻ سان، جيئن ته پٽڻ مان پٽڪو، سٽڻ مان سٽڪو، چٽڻ مان چٽڪو، چمڪڻ مان چمڪو، ڪڙڪڻ مان ڪڙڪو، ڀڻڪڻ مان ڀُڻڪو.

**اسم فاعل ترڪيبي:** جن سنسڪرت لفظن يا اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ 'آڪ' آهي، آهي اڪثر اسم فاعل ترڪيبي آهن، يعني ڪم يا ڌنڌي ڪندڙن مان آهن ۽ انهن جي حالت ۾ سنڌيءَ ۾ 'ڪ' مٽائي 'او' ٿا ڪن، جيئن ته وڍڻ مان واڍو، گهڙڻ مان گهورو، ٽپڻ مان ٽوپو، ڳائڻ مان ڳائڻو. جن اهڙن سنسڪرت لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ آڪ آهي، تن ۾ 'آو' ٿا گڏين، جيئن وڙهڻ مان ويڙهو، ترڻ مان تارو، وڍڻ مان واڍو، ڦرڻ مان ڦورو، گهمڻ مان گهومو، سَهڻ مان سهڻو.

ڪڏهن پڇاڙيءَ ۾ 'آڪ'، 'آڪو' يا 'آئو' ڪم آڻيندا آهن، جيئن ته رهڻ مان رهاڪو، ورچائڻ مان ورچائو، ٻيڻ مان ٻياڪ، وڪامڻ مان وڪائو، هيرڻ مان هيراڪ، جهيڙڻ مان جهيڙاڪ.

ڪي وري سنسڪرت جي 'آر' پڇاڙيءَ وارا لفظ 'آرو' ۾ ايندا آهن، جيئن ته پوڄڻ مان پوڄارو. ڪي آر اصل وارو به ڪم آڻين ٿا، جيئن پنڻ مان پينار.

ڪي 'ٽو' وجهندا آهن، خاص انهن لفظن ۾، جن ۾ اصل سنسڪرت واري پڇاڙي آن آهي ۽ اڪثر صفت جي معنيٰ به نڪرندي آهي، جيئن ته پنڻ مان پنٽو، ڦرڻ مان ڦرٽو، چرڪڻ مان چرڪٽو، مرڪڻ مان مرڪٽو، ڪِلڻ مان ڪلٽو.

سنسڪرت ۾ 'آت' پڇاڙيءَ وارا لفظ 'آندو' پڇاڙيءَ سان ٿا اچن، جيئن لڳڻ مان لڳندو، ڏسڻ مان ڏسندو، جي گرامر ۾ اسم حاليه شمار ڪيل آهن. ۽ 'تويَ' پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت لفظ 'ٻو' پڇاڙيءَ سان ٿا اچن، جيئن ٻوسائڻ مان ٻوسائبو، جهلڻ مان جهلبو، جي گرامر ۾ فعل مجهول جو مستقبل زمان آهن.

سنسڪرت ۾ 'ت' پڇاڙيءَ وارا لفظ، سنڌيءَ ۾ 'او يا يو' پڇاڙيءَ سان اچن ٿا ۽ گرامر ۾ اسم مفعول جي صورت ٿا وٺن، جيئن پسڻ مان پسيو، جهلڻ مان جهليو، ڏسڻ مان ڏٺو، موٽڻ مان موٽيو.

**اسمن مان اسم، پڇاڙين ملائڻ سان:** مٿي فعل جي بنياد مان جوڙيندڙ لفظ ڏنا ويا آهن. هاڻي ٻئي قسم جا لفظ ڏبا، جي ٻين ڇڙن اسمن مان ڪن نشانين يا پڇاڙين گڏڻ سان ٿا جڙن.

اڪثر اسم ذات، اسمن جي پڇاڙي ۾ آئي وڃڻ سان ٺهيا آهن. سنسڪرت پڇاڙي ٻنهي سان موافق آهي؛ جيئن ته چور مان چوري، منڊو مان منڊائي، چڱو مان چڱائي، ڀلو مان ڀلائي، گهٽ مان گهٽتائي.

جتي سنسڪرت لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ٽڻ ۽ پراڪرت ۾ آڻ آهي، انهن لاءِ سنڌيءَ ۾ به آڻ اچي ٿو، جيئن اچو - اڇاڻ، ويڪرو - ويڪراڻ، ڪڙو - ڪڙاڻ، مٺو - مٺاڻ.

اهڙا اسم ذات جدا جدا پڇاڙيءَ وارن اعرابن جا، اصل کان ڦري گهري اچن ٿا. اهڙا ڪي متفرقہ مثال ڏجن ٿا: وَٿُ، واهپَ يا واهپو، ساٺپو، ننڍپڻ، رنڍاپو، ٻڍاپو، ٻنڌ ٽپڻو.

ڪار پڇاڙيءَ وارا اسم، اصل سنسڪرت يا پراڪرت مان آيل ڪار يا ڪارو پڇاڙيءَ سان سنڌيءَ ۾ به اچن ٿا، جيئن ته وڻڪار، ٿڌڪار، ڦٽڪار، لُچڪارو، وسڪارو.

<u>اسمن مان صفتون:</u> سنسڪرت ۾ اِڪ، اي يا آن پڇاڙيءَ وارا لفظ سنڌيءَ ۾ آهي بدلائي اي ٿا ڪن، جيئن مٿي اي آعراب جي بيان ۾ چيل آهي ۽ اڪثر نسبت ٿا ڏيکارين، جيئن هندي، سنڌي، لاڙي يا لاڙائي، اوٺي، ٻاڪري، ٻڪري، داڻهي، روڳي، مالهي. ڪن حالتن ۾ آئي ٿا آڻين، جيئن باغائي، جهيڙائي.

آڪ پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت اسم سنڌيءَ ۾ آو پڇاڙيءَ سان ٿا اچن ۽ مٿي پڇاڙيءَ وارا اصل لفظ اون پڇاڙيءَ سان ٿا اچن، جيئن ته چاپرو، يا ڊرو، ڊرمائنو، شرمائنو، هنڊائون، لوهائون، شيشائون.

آ پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت او پڇاڙيءَ سان سنڌيءَ ۾ اچن ٿا، جيئن ته اَٽ - اٽو، ڳئون - ڳائو، مينهن - ماهيو، وڇ - وڇو يا وڇون، پروچ - پاروچو، سکهہ - سکهو، ونڪ - ونکو.

آل پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت ۽ پراڪرت لفظ بدلجي آر يا آر پڇاڙيءَ سان ٿا اچن، جيئن ته مينهن - ميهار يا ميهر، چوني - چونير يا چونيار، ڏن - ڏنار.

ڪٿي ساڳيو آل يا آلو به اچي ٿو، جيئن ته جهڙ - جهڙالو، کهڙي - کهڙيال يا کهڙيالو، ڏيو - ڏيالُ، جَو - جَوال، ساري - ساريال.

ار ۽ ال پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت لفظ ايلو يا ايرو پڇاڙيءَ سان اچن ٿا، جيئن ته ٿريلو يا ٿاريلو، ڇميلو، چانويلو، ڪانڌيرو.

جتي اصل سنسڪرت لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "ر" آهي آتي "ارُ" ۽ جتي "ستَ" آهي، آتي فقط "تُ" اچي ٿو، جيئن ته پيئرُ، جهاتيرَ، جهيرُ، پورهيتُ، ڏيئياتُ.

ساڳيءَ طرح اِتَ پڇاڙي ڦري ايتو ۽ آئتو ٿئي ٿو، جيئن ٻُڌايتو، ٻائيتو، ٻائيتو، جوئيتو، وارائتو، واڻائتو، سڄهائتو، ڪمائتو.

ر پڇاڙي وارا سنسڪرت لفظ آڙ، آل ۽ ڙيو پڇاڙيءَ ۾ به بدليا آهن، جيئن ته ڪاٻڙ، ساٻڙ، لڪڙ، وِيَلُ، ڏِنل، وَسوڙل، ٻيرڙيو، سڏڙيو، ٻَرمڙيو، کهورڙيو.

جن سنسڪرت لفظن ۾ پڇاڙيءَ ۾ ڪ يا ايڪ آهي، اُنهن لاءِ سنڌيءَ ۾ اهو بدلائي ڪو، چو يا اوڪو ڪيو اٿن، جيئن ته واڻڪو، هارڪو، واپارڪو، کهونيچو، پاڙيچو، ويڙهيچو، ڏينهوڪو، راتوڪو، ڪالهوڪو، پروڪو، هاڻوڪو، هيلوڪو.

اِن پڇاڙيءَ وارن سنسڪرت لفظن جي اِها پڇاڙي بدلائي اٽو يا آوٽو ڪري سنڌيءَ ۾ ڪم ٿا آڻين، جيئن ته لُنچاٽو، ميراٽو، ڏياٽو، ٻاپاٽو، چانداٽو، واوٽو، ڪالهوٽو، اڳوٽو، هيڪوٽو، ٻنجوٽو، ڏهوٽو.

آيَنَ پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت لفظ آئي ۾، ۽ اين وارا ايٺو ۾، ۽ آٽ وارا آلو ۾، ۽ ش وارا آسو ۾ ايندا آهن. جيئن ته آريائي، اڏوالي، ٻاگائي، سڳيٺو، وسيٺو، وهيٺو، پاٽيالو، چيرالو، وارياسو.

ڪار پڇاڙيءَ وارا سنسڪرت لفظ وري به ڪار يا ڪرَ، هار يا هارو پڇاڙي ٿا وٺن، ۽ وَن پڇاڙيءَ وارا وان، ۽ وَل پڇاڙيءَ وارا وارو يا يو ٿا وٺن، جيئن ته آپائڻهار، سرجڻهار، لکڻهار، جهيڙاڪر يا جهيڙاڪار، دياوان، سيلوان، سکهتيوان، گهر وارو، پڙيءَ وارو، وچ وارو، ٻاڳيو، جويو.

<u>اسم صغير</u>: صغيري يا ننڍائي ڏيکارڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻه-ٽي رستا آهن: ٻهرين ته مونث جي صورت به صغيري ٿي ڏيکاري، جيئن ته ڪاٺ ۽ ڪاٺي. ٻيو ته صغيريءَ لاءِ ڪي نشان يا پڇاڙيون ڪم ٿيون اچن، جيئن ته مذڪر توڙي مؤنث ۾، جيئن ڪ پڇاڙي. اوٽ يا اوٺو. مثال: چام-چاموٽ، ڏيو-، ڏيائي، ٻاهه-ٻاهوٽي. اهي نشان سنسڪرت جي ر ۽ ڪ نشاني جي برابر آهن. ڪ واري نشاني فارسيءَ ۾ به اچي ٿي، جيئن مرد-مردڪ، چشم-چشمڪ. پر سنڌيءَ ۾ نٿي اچي، مگر 'ر' کي ڦيرائي 'ڙو، ڙو يا ڙي' ٿا ڪن. ڍڳهو-ڍڳهيرو، ڳهٽو-ڳهٽيرو، ڳهاٽو-ڳهاٽيرو، پنڌ-پنڌڙو، ذرو-ذرڙو ۽ ذرڙي، جنڊ-جنڊڙو ۽ جنڊڙي، هينئر-هينئڙو، ٻولو-ٻولڙو، تورو-تورڙو ۽ تور يرڙو، ڏيءَ-ڏِيڙي، آڪ-آڪڙي، ڳالهه-ڳالهڙي، وڇ-وڇڙي، منڊي-منڊيڙو، وڇون-وڇونڙو، ٻانهو-ٻانهڙو، ڳولو-ڳولڙو.

عربيءَ ۾ صغيري ڏيکارڻ لاءِ ڇاڙيءَ واري حرف جي اڳيان "آي" آڻيندا آهن، ۽ اهڙا لفظ سنڌيءَ ۾ به ڪم اچن ٿا، جيئن ته طفل مان طُفيل، حسن مان حُسَين.

مجمل بيان: مٿي جيڪي چيو ويو آهي، تنهن جا ڏور يا انهن جا مجمل ۽ مختصر مثال هيٺ ڏجن ٿا:

اسم مان اسم فاعل جڙڻ جا ۽ مثال: (١) واپاري، پيري، ويري، پساري، دانهي، (٢) ميهار، ڳنوار، ٻڪرار، ڏنار، ٻتيار، (٣) ڳوٺ وارو، گهر وارو، هونڊ وارو، عقل وارو، (٤) لاڙائي، باغائي، چوپائي، (٥) حلوائي، معاملائي، ساڪرائي، پڪيڙائي، ۽ (٦) ناچڻو، وڙهڻو، گهومڻو، ۽ ميڙو.

فعل مان اسم فاعل: (١) ڏيڻ وارو، وٺڻ وارو وغيره، (٢) ڏيڻات، نيڻات، وٺيات، (٣) ليکڻهارو، هلڻ هارو، جوڙڻ هارو، (٤) اپائڻهار، ڏاتار، مگڻهار، (٥) ڪائڻو، رهاڪڙو پيڻو، ۽ (٦) پيچارو، واڍو.

فعل مان اسم ذات ۽ ٻيا: (١) ڏسُ، ٻڄُ، ڦٽُ، ڳنڍُ، ڏرُ، ٽڪُ، ميڙُ، ڪوسُ، (٢) سيڪَ، لوڏَ، هوڏَ، ڪيلَ، ٻوڙَ، گهورَ، ڪيرَ، پوڪَ، چيڙَ، (٣) ٽچڪو، ٻٽڪو، سٽڪو، ڪٽڪو، ٽپڪو، جهٽڪو، لٽڪو، چلڪو، (٤) چاڙهو، ڪاڙهو، گهوٽو، سرٽو، پرٽو، (٥) گهومِ، لوچِ، ٻوڏِ، سوڪِ، وڙهِ، (٦) ٽيٽي، ڪرٽي، پرٽي، جوٽي، گهوٽي، (٧) وڙهيي، ڦيري، ريڙهيي، ميڙي، چونڊي، (٨) هلت، چلت، لکت، کپت، آوت، جاوت، نيوڙت.

اسم مان صفت: (١) سگهارو، لڄارو، ڪاڏارو، ڪارارو، تورارو، (٢) اميرائو، مائٽائو، راڄائو، فقيرائو، پارائو، گهرائو، مڙسائو، غريبائو، ناناڻو، ماماڻو، اباڻو، (٣) مردانو، زنانو، شاهانو، (٤) خوفائتو، ساڪائتو، ڪارائتو، ڪمائتو، ٻلائتو، رِيتائتو، ڪرمائتو، مانائتو، (٥) واڻڪو، راتوڪو، پروڪو، چانڊوڪو، چٽڪو، (٦) وارهاسو، پاڻياٺو، ڏاريلو، ٻاڙيڇو، (٧) چاهرو، شرمائو، ٻاڪرو، (٨) ڦٽيتو، ڏاڪيو، ڳائو، ماهيو، ناريڇو، (٩) آڇايو، ٻڪايو، مائيٽو، ڪوڙو، سچو، سينڌو، (١٠) پورهيت، ڪاپڙي، ڏندرُ، ڪدارو، انهيءَ کان سواءِ، هيٺ ڏنل اسم فاعل به صفت وانگي ڪم اچن ٿا.

## فصل ٽيون

### مرڪب لفظ يا اسم

هاڻي آهي لفظ ڏيڻ ۾ ايندا، جي ڪن نشانن اڳيان ملائڻ سان ٻين لفظن مان جڙن ٿا.

انڪاري حرفن سان: پهرين انڪاري حرف آ، اڻ، نا، نِر، نه ۽ مَ، لفظن جي اڳيان اچڻ سان مرڪب لفظ جڙن ٿا. اهي اڪثر صفتن ۽ اسم مفعول سان لڳائبا آهن. مثال - اڇيتُ، اڇيتائي، اڻ ٺيٺو، اڻ ويساهو، نـاڪارو، نـاچڱـو، ناچڱائي، نکٽو، نِڪمو، مَڄَڏُ يا مَڄَڏُو، نيروني، نِراس، نِڏٽڪو ۽ نِپٽو. سنسڪرت انڪاري نشان 'دُرُ' به ڪڏهن ڪڏهن ايندو آهي. جيئن دُشڪال مان ڏُڪار.

ٻيا اهڙا حرف سنسڪرت جا آهن، 'رِت ۽ رِڻُ'، جن ڪي ڦيرائي 'ري' ڪيو اٿن، جو فارسي بي جهڙو آهي. ۽ سنسڪرت حرف 'وُ' کي 'آو' ڪيو اٿن. مثال - ري چيو، بي چيو، ري ڪمو، بي لڄو، بي سکهو، آوگڻ ۽ آوَتڙ.

انهن جو ضد جو نشان، جو سنسڪرت ۾ آهي سَهَمُ يعني سان، اهو سنڌيءَ ۾ سُ يا سَ ڪيو اٿن ۽ انهيءَ جو ضد ڪُ آهي، جيئن ته سَڦلو، سَپوجهو، سُٺيو، ڪُٺيو، سُڪار، ڏُڪار، ڪَنياءُ.

ٻئي اسم، صفت يا عدد سان: ڪي مرڪب لفظ ڪنهن اسم، صفت يا عدد سان ملائڻ سان ٿا جڙن، جيئن ته گهر ڏٽي، راج ڏٽي، ڳوٺ ڏٽي، مَٽي ڪاٺو، آتر واهُ، شهر نيڪالي، پاڻ پرو، وَڏَ درليو، هَٽ ڦاڙ، وَٽُ پٽچ، چڱو ڀلو، مَٽ سَٽ، ڦير گهير، گهٽ وڌ، جهٽڙي ڦٽڙي، بَڪ شَڪ، ڏُوڙ ڏُنو، ڪُنوڙ ڪٽو، پاڻيءَ ڦرو، چانور چَرو، ڳنڍي چوڙ، ڪوٺا مار، چيڙي مار.

ڪٿي وري ٻن لفظن جي وچ ۾ واو اچي ٿو، جيئن ته راتو ڏينهن، هَنڌ وهنڌ، راتو راتِ، ويرا وير.

ڪن لفظن ۾ وڏائي يا گهٽائي ڏيکارڻ لاءِ مَهه يا وڏ يـا پَرَ حرف گڏيندا آهـن، جيئن تـه مهاڄڻ، مهاراج، مهاراڻي، مهاڪال، مهاسري، وڏ ڪاٺو، وڏ ٻيٺو، گهٽگهٽ رو، مَٽ گهڙو، پَرلوڪ، پَرمارٿ.

جيئن صغيري ڏيکارڻ لاءِ پڇاڙيءَ ۾ 'ڪ' يا منڍ ۾ 'ڪهه' ڪم آڻيندا آهن، تيئن وڏائي ڏيکارڻ لاءِ منڍ ۾ 'مهه' آڻيندا آهن، جيئن ڪهتر - مهتر. سنڌيءَ ۾ يا هندستانيءَ ۾ مهتر چون ڀنگيءَ کي، پر حقيقت ڪري معنيٰ آهي ڪهتر - مهتري، مهمان.

عدد سان گڏيل مثال هي آهن - ٽيپهري، چوماسو، ٻارهن ماسي، پنج ڪلياڻ.

ٻيا متفرقه مثال هي آهن - ٿورَ ويرمو، ٽيهتو، چوڏرو.

سنڌيءَ ۾ گهڻائي مرڪب لفظ آهن، جي عربي ۽ فارسي لفظن مان جڙيل آهن. ڪي مُنڍ جي نشانن گڏڻ سان، ڪي پڇاڙيءَ جي نشانن گڏڻ سان، ڪي ٻن علحدن لفظن گڏڻ سان، جن مان ڪي اسم آهن، ڪي صفت آهن، ڪي فعل آهن. پر انهن جو مفصل بيان علم نحو ۾ ڏنو ويندو، جتي حرفن جي، لفظن جي ۽ جملن جي علحدن علحدن قسمن جو ذڪر ڪيو ويندو. هتي مثال ۽ نموني لاءِ اهڙا ڪي لفظ ڏجن ٿا: باوفا، بي وفا، باهنر، بي هنر، آمدرفت، خريد فروخت، روبرو، غمگين، شرمندو، پرهيزگار، هندستان، سنگدل، غريب پرور، قلمدان، عالمگير، فتنه انگيز، همعصر، نااميد، ڪم فهم، شاعراڻو، شاهاڻو، تماشه گاهه، تماشه بين، خيرخواهه، دلبر ۽ دلدار وغيره.

## پاڱو ٻيو

# علم صرف

## باب پهريون

### ڳالهائڻ جا لفظ

پهرئين ڀاڱي ۾ حرفن جو ۽ حرفن مان لفظن جڙڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هن ڀاڱي ۾ لفظن جو ۽ لفظن مان جملن جڙڻ جو ذڪر ڏنو ويو ٿو. عربي ۽ فارسي صرف نحو موجب جيڪي به لفظ ڳالهائجن ٿا، سي ٽن قسمن جا آهن: اسم، فعل ۽ حرف.

**اڳوڻي تقسيم:**

**اسم:** اهو لفظ آهي، جو بذات خود معنيٰ رکي ٿو ۽ ڪنهن به وقت سان، انهيءَ جو ڪوبه واسطو ڪونهي، جيئن ته احمد، گهوڙو، زمين، آسمان، گهر وغيره.

**فعل:** اهو لفظ آهي، جو پڻ بذات خود پوري معنيٰ رکي ٿو، مگر انهيءَ جو وقت سان واسطو رهي ٿو، جيئن ته چيائين، چوي ٿو، چوندو.

**حرف:** اهو لفظ آهي، جو بذات خود ڪابه معنيٰ نٿو رکي ۽ نه انهيءَ جو وقت سان ڪو واسطو آهي، جيئن ته ۾، تي، ڪان ۽ کي.

وري اسم ڇهن قسمن جا آهن: اسم خاص، اسم عام، اسم ضمير، اسم صفت، اسم ظرف ۽ اسم عدد.

**اسم خاص:** ڪنهن خاص يا مقرر ماڻهوءَ يا شيءِ جي نالي کي ٿا چون، جيئن ته احمد، ڪراچي، رخش وغيره.

**اسم عام:** ڪنهن عام يا اڻ مقرر ڪيل ماڻهوءَ يا شيءِ جي نالي کي ٿا چون، جيئن ته ماڻهو، گهوڙو، اٽ، گهر وغيره.

**اسم ضمير:** اسم جو عيوضي آهي، جنهن جي ڪري انهيءَ شيءِ جو نالو وري وري وٺڻو نٿو پوي، جيئن ته آءٌ، تون، هُو، اسين، اوهين وغيره.

اسم صفت: ڪنهن اسم جي خاصيت، صفت، قسم يا انداز ٿو ڏيکاري، جيئن ته چڱو، ٻهڙو، ڏاهو، بيعقل وغيره.

اسم ظرف: ڪو هنڌ يا وقت ٿو ڏيکاري، جيئن ته اڄ، سڀاڻي، هيٺ، مٿي.

اسم عدد: ڳاڻيٽي جا لفظ ٿو ڏيکاري، جيئن ته هڪ، ٻه، ٽي، ڏهه، سؤ، هزار، پهريون، ٻيو، ٽيون وغيره.

## هاڻوڪي تقسيم:

پر هاڻوڪي رواج موجب ۽ انگريزي گرامر جي نموني ڳالهائڻ جا لفظ مڙيئي اَٺ آهن، يعني جيڪي ڳالهائبو، سو ضرور انهن اَٺن مان هڪڙو هوندو، اسم، فعل، ضمير، صفت، ظرف، حرف جر، حرف جملو ۽ حرف ندا.

اسم: اهو لفظ آهي جو ڪنهن به ماڻهوءَ يا ٻئي ساهواري يا بيجان شيءِ يا هنڌ يا ڪم يا خاصيت جي نالي کي ٿو چون، جيئن ته احمد، ڇوڪر، گهوڙو، حيدرآباد، وڻ، قلم، آچاڻ، بهادري، پڙهڻ، لکڻ وغيره.

فعل: آهو لفظ آهي، جنهن مان ڪنهن ڪم جي ڪرڻ، يا ٻئي تي ٿيڻ يا هجڻ جي معنيٰ نڪري، جيئن ته پڙهي ٿو، لکندو آهي، هتو ڦٽيو، ماريو وغيره.

ضمير: اهو لفظ آهي، جو ڪنهن اسم جي بدران ڪم اچي ۽ جنهنڪري آهو اسم وري ڪم اڻو اچي، جيئن ته آءٌ، تون، هُو، پاڻ، ڪير، ڪو وغيره.

صفت: اهو لفظ آهي، جو اسم يا ضمير سان گڏ اچي ٿو ۽ انهيءَ جي ڪا خاصيت يا انهيءَ جو قسم يا انداز ڏيکاري ٿو، جيئن ته چڱو، ٻهڙو، هوشيار، موڳو، چار، پنج، گهڻو، ٿورو، ويجهو، پري، ڪارو، ڳاڙهو وغيره.

ظرف: آهو لفظ آهي، جو فعل يا صفت يا ٻئي ظرف سان گڏ اچي ٿو، ۽ وقت يا هنڌ يا دستور يا انداز يا انڪار ٿو ڏيکاري، جيئن ته هيٺ، مٿي، اڄ، ڪالهه، ڏاڍيان، آهستو، گهڻو، ٿورو، نه، ڪين، تمام، بلڪل، هروڀرو، ضرور وغيره.

حرف جر: اهو لفظ آهي، جو ٻن لفظن يا ٻن جملن يا انهن جي ڀاڱن کي ڳنڍي ٿو، يا ڌار ڪري ٿو، جيئن ته ۽، يا، پر، ته، مگر، جيتوڻيڪ، ٻه، پڻ وغيره.

حرف ندا: اهو لفظ آهي، جو ڪنهن به ٻئي لفظ سان واسطو ڪونه ٿو رکي، الڳ اچي ٿو ۽ عجب يا افسوس يا ڏک يا خوشي يا ڪا ٻي دل جي حالت ڏيکاري يا سڏ ڪرڻ ۾ ڪم اچي ٿو، جيئن ته واه، هاء، واء، هيَ هيَ، شال، مار، اي، اڙي، او وغيره.

مٿي لفظن جي ٻن قسمن جي تقسيم مان معلوم ٿيندو ته عربي ۽ فارسي صرف نحو موجب ضمير، صفت ۽ ظرف اسم هيٺ اچي وڃن ٿا، ۽ حرف جر، جملو ۽ ندا، حرف هيٺ اچي وڃن ٿا، تنهنڪري عربي ۽ فارسيءَ واري تقسيم اصول موجب پوري آهي. هاڻي اسين هرهڪ جو مفصل بيان ڏينداسين.

هرهڪ جي تقسيم ۽ تفصيل عربي ۽ فارسي صرف نحو موجب ڏينداسين ۽ هاڻوڪي تقسيم موجب جيڪو فرق هوندو سو به ڏيکاريندا وينداسين.

# باب ٻيو

## اسم جو بيان

### فصل پهريون

#### اسم جا قسم

اسم جا قسم مجمل طرح مٿي ڏنا ويا آهن، مفصل طرح هر هڪ جو بيان هيٺ ڏيون ٿا:

#### اڳوڻي تقسيم

اسم خاص جا قسم: اسم خاص چئن قسمن جو آهي: (١) علمي، يعني جنهن نالي سان ڪنهن خاص ماڻهوءَ يا شيءِ جو علم معلوم ٿئي، اهو سڃاڻپ سگهي، جيئن ته احمد، عثمان، حيدرآباد، ڪراچي وغيره. (٢) عرفي، يعني جو خود انهيءَ ماڻهو يا شيءِ جو نالو نه هجي، پر اهڙو ڪو ٻيو نالو يا نشان هجي، جنهن سان هو معروف ۽ مشهور هجي، جيئن ته احمد جو پيءُ، ڏولڻ ماءُ، ابو حنيفه، امام اعظم. (٣) خطابي، يعني جو ڪنهن ماڻهوءَ جو خطاب يا لقب هجي، جيئن ته سر جنگ بهادر، خان زمان، نظام دکن. (٤) تخلصي، جو ڪنهن شاعر يا مصنف جو تخلص يا ٺهرايل مختصر نالو هجي، جيئن ته سعدي، حافظ، جامي، فردوسي.

اسم عام جا قسم: اسم عام جا ڇهه قسم آهن: (١) اسم ذات، اها شيءِ جنهن جو اسم آهي، پر جنهن کي جسم ڪونهي، جيئن ته رحم، ڪاوڙ، حرص، نيڪي، بدي وغيره. (٢) اسم صفات، اهو اسم آهي، جنهن کي جسم به آهي ۽ ساهه به هي ۽ ٻيون ڪي خاصيتون يا صفتون به منجهس موجود آهن، جيئن ته گهوڙو، هاٿي، گڏهه، ماڻهو، پکي، مڇي، ڪيئون، مڙس، زال وغيره. (٣) اسم جنس، اهو اسم آهي، جو جسم رکي ٿو، پر جان نٿو رکي ۽ نه مرضيءَ پٽيان چُري يا هلي سگهي ٿو، جيئن ته ڪتاب، قلم، مس، ڪاٺي، باهه، ٻاٽي وغيره. (٤) اسم جمع يا جماعت، گهڻن کي هڪڙو ڪري ڏيکاري ٿو، جيئن ته لشڪر، فوج، جماعت، انجمن، ڌڻ. (٥) اسم مصدر، جنهن مان ڪنهن فعل جي معنيٰ نڪري، يعني ڪنهن ڪم جي

ڪرڻ جي، جيئن تہ اچڻ وڃڻ، اچ وڃ، آمدرفت، خواهش، رفتار، گفتار وغيره.
(٦) اسم مشتق، جو اسم ڪنهن مصدر مان يا فعل مان نڪتل يا جڙيل هجي، جيئن تہ لکندڙ، پڙهندڙ، مارڻ، خدمتگار، نگهبان، غريب نواز وغيره. انهن سڀني جو مفصل بيان پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ايندو.

## هاڻوڪي تقسيم

هاڻوڪي تقسيم موجب اسم ٻهرين ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا ذاتي ۽ ٻيا صفاتي. ذاتي اسم اهي آهن، جي ڪنهن شيءِ جي ذاتي يا باطني حالت يا خاصيت يا ڪم ڏيکارين ٿا، ۽ ظاهري حواسن سان معلوم ڪري نہ سگهجن ۽ صفاتي اسم اهي آهن، جي ظاهري طرح حواسن سان معلوم ڪري سگهجن ٿا. ذاتي اسمن کي "اسم ذات" چوندا آهن، جيئن تہ اچڻ، ساوڻ، ڪرڻ، سختي، نرمي، سچائي، ڪوڙائي، سٺپ، سياڻپ، چالاڪي، ناچ، نيپاج، ويچار، خوف، رحم، علميت، قابليت وغيره.

صفاتي اسم ٻن قسمن جا آهن، خاص يا عام. اسم خاص، ڪنهن ماڻهوءَ يا ٻئي ساهواري يا هنڌ يا شيءِ جي خاص مقرر ڪيل نالي کي ٿا چون، جيئن تہ احمد حيدرآباد، ڪراچي، ڪوهنور، رخش، دلدل، ذوالفقار، بُراق.

اسم عام هڪڙي قسم جي شين جي عام لاڳو نالي کي چوندا آهن، جيئن تہ ماڻهو، گهوڙو، ترار، هيرو، شهر وغيره.

## فصل ٻيو

### اسم جون جنسون

اسم جا قسم آهن، جنسون آهن، عدد آهن ۽ انهيءَ جون حالتون آهن. هن فصل ۾ اسم جون جنسون ڏجن ٿيون:

جنس جون پڇاڙيون: سنڌيءَ ۾ اسم جون ٻہ جنسون آهن، مذڪر ۽ مونث. مذڪر نر جي معني ٿا ڏيکارين، ۽ مونث ماديءَ جي. جنسون فقط ساهوارن سان لڳيون لڳن، پر بيجان شين سان بہ. ڪن ٻولين ۾ بيجان جي جنس ڌار آهي، جيئن انگريزيءَ ۾ ۽ ڪن ۾ جنس جو تفاوت آهي ئي ڪونہ، جيئن فارسيءَ ۾ نر ۽ مادي ڏيکارڻ لاءِ، ساهوارن جي اسمن جي اڳيان نر يا ماده جو لفظ وجهندا آهن. سنڌيءَ ۾ عربي ٻوليءَ واريون ٻہ جنسون اچن ٿيون. عربي توڙي فارسيءَ ۾ مونث ٻن قسمن جا ٿين ٿا: هڪڙي حقيقي ۽ ٻي غير حقيقي. حقيقي مونث سڀ ڇچي لئہ

ساهواري جي مادي آهي، جيئن ته مڙس ۽ زال، ڀاءُ ۽ ڀيڻ، ڍانڊ ۽ ڳئون، ڳڏهڙ ۽ ڳڏهي. غير حقيقي به ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا لفظي، جي پڇاڙيءَ جي نظر تي يا ڪن مقرر ڪيل قاعدن موجب، مذڪر مان مونث ٺاهي سگهجن ٿا، جيئن ته والد- والده، ملڪ- ملڪه، اعلي- عليا ۽ سنڌيءَ ۾، مثال ڳڏهڙ- ڳڏهي، گهوڙو- گهوڙي. ٻيا سماعي، جي رواج يا استعمال ۾ مذڪر يا مونث ٺهرايا ويا آهن، جيئن عربيءَ ۾ چنڊ مذڪر آهي ۽ سج مونث، يا ڪي شهر مونث آهن، جيئن مصر، مدينه وغيره. عربيءَ ۾ اسم جماعت هميشه مونث آهي. انگريزيءَ ۾ به ائين آهي. جو شهر ۽ نديون وغيره مونث آهن. حقيقي ۽ غير حقيقي ڪي قياسي ۽ غير قياسي به ٿيندا آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ جنسون نه فقط اسمن سان ٿيون لڳن ۽ انهن تي اثر ٿيون ڏيکارين، پر ضميرن، صفتن، ظرفن، فعلن ۽ حرفن تي به. تنهنڪري ٻين ٻولين کان سنڌيءَ ۾ زياده مشڪلات پيدا ٿيون ڪن، خاص ٻين ملڪن جي ماڻهن لاءِ، جي سنڌي سکڻ گهرن ٿا. جنسن جو سڃاڻپ اسمن جي پڇاڙين تي منحصر آهي ۽ انهن جو به سنسڪرت يا پراڪرت ٻولين سان واسطو رهي ٿو. ڌارين ۽ ٻارن لاءِ جنس معلوم ڪرڻ جو سولو رستو آهي ڪا صفت لڳائي ڏسن، جي صفت مذڪر صورت ۾ ايندي ته اهو اسم مذڪر آهي، جي مؤنث ته مؤنث. ساهوارن جي جنس سڃاڻڻ ته آسان آهي، پر جي نر آهن، سي مذڪر آهن ۽ جي ماديون آهن، سي مونث آهن. انهن کان سواءِ، ٻين اسمن مان جن جي پڇاڙيءَ ۾ "او" آهي، سي هميشه مذڪر آهن، ۽ جن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" آهي سي هميشه مونث آهن، جيئن ته، گهوڙو، ڪٺولو، اٺو، ڀڄونو ۽ ٻلا، هڃا، ڀڃا، سٽيا. مگر "ا" پڇاڙيءَ وارا ڪي ٿورا مذڪر به آهن، جيئن ته راجا، ديوتا، آتما، لالا، ماليخوليا، ڪرتا، مُلا يا مُلان.

انهن کان سواءِ ٻين پڇاڙين وارا ڪي مذڪر آهن، ۽ ڪي مونث. ياد رکڻ گهرجي ته سڀني پڇاڙيءَ ۾ نُون غني جو آواز به شمار ۾ اچي ٿو، ۽ ساڳيئي قاعدي هيٺ اچي ٿو.

"آ"، "اِ" ۽ "اِي" پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري مونث آهن، جيئن ته ڪمند، ڪِلَ، ڪَلَ، مڪ، نِڪَ، دِلِ، چيتِ، مَتِ، راتِ، ٻاتِ، ٻيتي، سٽي، ٻٽلوي، کهٽي، مٺوري.

"ا" پڇاڙيءَ وارا ڪي مذڪر به آهن، جيئن ته راءِ، سيٺ، قيصر، حضر، ڪيهر.

"اِي" پڇاڙيءَ وارا به ڪي مذڪر آهن، جيئن ته موتي، ٻاٽي، پکي، پاڪي ۽ سٺورج مڪي (اگرچ پاڪي مونث به ٿيندو آهي).

"آ"، "او" يا "اُون" پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري مذڪر آهن، پر ٿورا مونث به آهن، جيئن ته سچ، جنڊ، ٽنب، سَٽ، سون، ڪدو، ماڻهو، لنڊون، چمون، وڇون، تنبڙو. مونث جا مثال هي آهن: وَٽ، ڪَٽ، ٽڪ، ٽَنڊ، ڪَس، ٽيج، ڪِرَ، ورهه، وٽ، نيم، آبرو، جڳون، لٽون، ڍون، چٺون، رڙون رون، وهلو (يعني ٽنهن)، آهه، ڪشون.

سنسڪرت مان نڪتل: ڪٿين مذڪر ۽ مونث وارن مثالن مان ڪي ٿورا آهن جي سنسڪرت ۽ پراڪرت اصل وارن لفظن جي جنس جي برخلاف آهن، ٻيا ته ٻيا اڪثر موافق آهن. مخالف جنس جا مثال هي آهن: ٽيج سنڌيءَ ۾ مونث آهي، ۽ سنسڪرت ۾ تيَن مذڪر آهي. چمڙ سنڌيءَ ۾ مونث آهي، ۽ سنسڪرت ۾ چرم مذڪر آهي. ڏات سنڌيءَ ۾ مونث آهي، ۽ سنسڪرت ۾ مذڪر. ڏڏ سنڌيءَ ۾ مونث آهي، ۽ سنسڪرت ۾ دَدرُ مذڪر آهي. سڳنڌ سنڌيءَ ۾ مونث آهي، ۽ سنسڪرت ۾ مذڪر. سينڌ ۽ هينڌ به سنسڪرت ۾ مذڪر آهن، ۽ ٻيا هيٺيان سنڌي مونث اسم به مذڪر آهن: ڪارڻ، ڪنڊ، ڪِرَ، نيم، ورس يا وهڻ، ورهه، يا ورڪ، هيڪ، لٽون.

وري ڪيترائي سنڌي لفظ آهن جي اردو يا هندي ۾ مخالف جنس جا آهن، جيئن ته هيٺيان سنڌي مونث اسم، اردوءَ ۾ مذڪر آهن: دل، اخبار، دعوا، دربار، معني، ماجرا، مدعا، بازار، تار، لعل، ميلڪ، زهن وغيره.

۽ هيٺيان سنڌي مذڪر اسم، اردوءَ ۾ مونث آهن: ڪتاب، تپ، اجل، اولاد، احتياج، اطلاع، جلد، شرم، عقل، صبح، موت، سوس، غزل، خير، قدر وغيره.

جنس جڙڻ جا رستا: مٿي پهرئين ڀاڱي جي باب پنجين ۾ لفظن جي پڇاڙين جي ذڪر ڪندي جنس جو ذڪر به آيو آهي. وڌيڪ هتي ٿو ڏجي. (١) "او" پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن مان مونث جوڙڻ لاءِ "او" بدلائي "اي" ٿو ڪجي، جيئن ته گهوڙو–گهوڙي، سونارو–سوناري، گولو–گولي، ٻانهو–ٻانهي، ڇوڪرو–ڇوڪري (ڇوڪر به ٿيندو آهي). پر ڪڏهن وري "اڻ" يا "اڻي" به ٿيندو آهي، جيئن ته سونارو–سونارڻ، يا سوناريائي، ماڙيچو–ماڙيچڻ يا ماڙيچاڻي، لنگهو–لنگهياڻي، جهڙو–جهڙياڻي، ملو–ملياڻي. (٢) "آ" پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن مان مونث جوڙڻ لاءِ "آ" بدلائي "ا" ٿو ڪجي ۽ ڪڏهن "اي"، "اڻ" ۽ "آڻي" يا "ٺي" به ٿئي ٿو، جيئن ته ڪڏهه–ڪڏهه، آٺ–آٺ، ٻڪر–ٻڪري، ڇوڪر–ڇوڪري (۽ ڇوڪر به). ڪنير–ڪنيرڻ يا ڪنيارڻ ۽ ڪنير به. جٽ–جٽڻ يا جٽڻي، يا جٽڻ، جٽياڻي. ٻروچ–ٻروچاڻي، فقير–فقيرياڻي، جت–جتڻ،

شينهڻ – شيهڻ، مِسر – مسرياڻي، مهتر – مهترياڻي، ڀٽُ – ڀٽڻ، ڀانڀڻ – ڀانڀڻ يا ڀانڀياڻي؛ (٣) ”او“ پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن مان مونث ساڳي صورت ۾ ٺهندا آهن، پر ڪڏهن ”اڻ“ يا ”اڻي“ ”آڻي“ به بدلجي ٺهندو آهي، جيئن ته رهاڪو – رهاڪڻ يا رهاڪڻ، هينڊُو – هندڻ يا هندواڻي؛ (٤) ”ا“ ۽ ”اي“ پڇاڙي وارن مذڪر اسمن مان ”او“ ڦيرائي ”اڻ“ يا ”آڻي“ ڪرڻ سان مونث ٺاهيندا آهن، جيئن ته سيٺ يا سيٺڻ يا سيٺاڻي، ڪوري – ڪورياڻي. ڌوٻي – ڌوٻڻ يا ڌوٻياڻي، هاٿي – هاٿڻ يا هاٿياڻي. جوڳي – جوڳڻ يا جوڳياڻي، پساري – پسارڻ يا پسارياڻي، ساٿي – ساٿياڻي، نيروني – نيروڻ يا نيرونياڻي، ۽ (٥) جيڪي مذڪر ۽ مونث اسم بيقاعدي آهن يا اصطلاحي طرح ٺهرايل آهن، سي هيٺ ڏجن ٿا، جيئن ته پيءُ – ماءُ، پٽُ – ڌيءَ، ڀاءُ – ڀيڻ، راجا – راڻي، مڙس – زال، ڏاند – ڳئون، سانُ – مينهڻ، ڏاڳهو – ڏاچي، مور – ڍيل، ابو – آما، گهوٽ – ڪنوار، سهرو – سس، نر – مادي، گهوٽو – رڍ، ميان – بيبي، ڪونڌر – وڇ، پتا – ماتا.

اهڙا ڪي بيقاعدي مذڪر اسم آهن، جي مونث مان ٺهيل ٿا ڏسجن، جيئن ته ماسيءَ مان ماسڙ، ڀڻڪيءَ مان ڀڻڪڙ ۽ رن مان رنڙ.

ڪي اسم مونث آهن ته به مذڪر ٿي ڪم ايندا آهن، جيئن ته باز، باشو، شڪرو، لغڙ ۽ جهڪڙ، چيڪ، ڪونج، سِرڻ، مينا. مونث آهن، پر مذڪر ڪري به اچين ٿيون.

## فصل ٽيون

### اسم جا عدد

عدد: اسم جا ٻه عدد آهن، هڪڙو واحد ۽ ٻيو جمع. واحد يعني هڪڙو، ۽ جمع معنيٰ گهڻا، جيئن ته گهوڙو – گهوڙا، اٽُ – اٽَ. عربيءَ ۾ ٽي عدد آهن: واحد، تثنيه ۽ جمع. تثنيه ٻن کي چون ۽ جمع ٻن کان مٿي جا تمام گهڻا وزن ۽ نمونا آهن، ۽ فارسيءَ ۾ ساهه وارن جي لاءِ پڇاڙيءَ ۾ وجهڻ لاءِ جدا نشان آهي ۽ بي جان لاءِ جدا. سنڌيءَ ۾ عدد ملائڻ سان به واحد يا جمع جي خبر پئجي ٿي سگهي. واحد سان هڪ عدد ٿو اچي، پر جمع سان هڪ کان وڌيڪ ڪوبه عدد لڳائجي ٿو، جيئن ته هڪ يا هڪڙو گهوڙو، ٻه گهوڙا، چار گهوڙا، سؤ گهوڙا. پر جي گهڻا گڏ جماعت وانگي ڪم ايندا ته پوءِ اهي واحد اسم وانگي ڪم ايندا، جيئن ته هڪ ڏهاڪو، ٻه ڏهاڪا، ٽي سؤ، چار هزار.

جمع جوڙڻ جا رستا: (١) جن مونث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اَ" آهي، تن جي جمع جوڙڻ لاءِ "اَ" مٽائي "اُون" ٺو ڪجي، جيئن تہ زال – زالون، ڪَٽَ – ڪٽئُون، رِڍَ – رِڍُون، ٻانهَن – ٻانهنُون.

(٢) جن مونث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" آهي، تن جو جمع بہ "آ" مٽائي "اُون" ڪرڻ سان ٺو ٿئي، جيئن تہ: ٻَلا – ٻَلائون، هَنجا – هَنجائون، ڏُوجا – ڏُوجائون. پر انهيءَ پڇاڙيءَ وارا جيڪي مذڪر اسم آهن، سي جمع ۾ بہ ساڳيا ٿا رهن، جيئن تہ: راجا – راجا، لالا – لالا (اگرچ ڪڏهن ڪڏهن راجائون ۽ لالائون بہ چوندا آهن)، پتا – پتا، ڪرتا – ڪرتا.

(٣) جن مونث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اِ" آهي، تن جو جمع "اِ" مٽائي "يئُون" يا "ئُون" ڪرڻ سان ٺو جڙي، جيئن تہ: چيٽِ – چيٽيون، ڳڌهِ – ڳڌهيئُون، اکِ – اکيئُون، رات – راتيئُون، مينهن – مينهنئُون، جوءِ – جوئيون (۽ جوئر ۽ جوئرون بہ). پر مذڪر اسم "اِ" پڇاڙي وارا ساڳيا ٿا رهن، جيئن تہ سيٺِ – سيٺِ يا سيٺيون.

(٤) جن مونث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اي" آهي، تن جو جمع "اي" ڪڍي "يون" يا "اُون" گڏڻ سان ٺو جوڙجي، جيئن تہ: گهوڙي – گهوڙيون، ٻڪري – ٻڪريون، ٻيڙي – ٻيڙيون، گهٽي – گهٽيون، نهانئين – نهانئيون. پر ساڳي پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن جو جمع ساڳيو واحد جهڙو ٺو رهي، جيئن تہ: ڌوٻي – ڌوٻي، هاٿي – هاٿي، ڀائي – ڀائي. ٻيلي – ٻيلي، پرين – پرين.

(٥) جن مونث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اُ" آهي، تن جي جمع ڪرڻ لاءِ "اُ" مٽائي "اُون" ٿا ڪن، جيئن تہ وٿُ – وٿئُون، ٽَڪُ – ٽَڪئُون.

پر انهي پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن جي جمع ڪرڻ لاءِ "اُ" مٽائي "اَ" ٿا ڪن، جيئن تہ انبُ – انب، گڏهُ – گڏهَ، اٽُ – اٽَ، ٻَڪُ – ٻَڪَ. پر ڪي مونث اسم جمع ۾ "اُون" بہ ۽ "ئَر" بہ وٺن ٿا، جيئن تہ ماءُ – مائون ۽ مائر، ڀيڻ – ڀيڻون ۽ ڀيڻر، ننهڻ – ننهڻون ۽ ننهر، ڌيءُ – ڌيون ۽ ڌيئر. ڪي مذڪر بہ "ئَر" پڇاڙيءَ وارا آهن، جيئن تہ پيءُ – پيءُ ۽ پيئر.

(٦) جن مذڪر يا مونث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اَو" يا "اُون" آهي، تن جو جمع بہ ساڳيو واحد جهڙو ٺو رهي، جيئن تہ وڇون – وڇون، ڳئون – ڳئون، ماڻهو – ماڻهو، مرُون – مرُون، ڪدو – ڪدو، وهُو – وهُو.

(ڇ) جن مذڪر اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "او" آهي، تن جو جمع "او" بدلائي "آ" ڪرڻ سان ٿو ٿئي، جيئن ته گهوڙو - گهوڙا، گولو - گولا، ٻلو - ٻلا، واڍو - واڍا.

ياد رکڻ گهرجي ته اهي سڀ قاعدا نه فقط اسمن سان پر صفتن سان به لڳن ٿا. جو صفتون به اسمن وانگي جنس ۽ عدد ۾ ڦرن ٿيون، جيئن ته چڱو - چڱي، چڱو - چڱا، چڱي - چڱيون، هڪڙو - هڪڙي، هڪڙو - هڪڙا، هڪڙي - هڪڙيون.

ڪي متفرقه اسم هميشه جمع جي صورت ۾ رهندا آهن ۽ واحد نه ونندا آهن، جيئن ته جناخون، الوليون، ڪرتوتَ، چتا، لاٽون، چيڀهَ، ڇيهڙون، پيٺون، ڇيهورِيون، ڪامڻَ، آڏيرَ. ڪي وري واحد ۾ صفت جي معنيٰ ٿا ڏين ۽ جمع ۾ اسم جي، جيئن ته اباڻو - اباڻا، ناناڻو - ناناڻا، ڏاڏاڻو - ڏاڏاڻا، کهوٽيتو - کهوٽيتا، ڪنڌاريتو - ڪنڌاريتا، ساهرو - ساهرا، پيڪو - پيڪا.

سنڌيءَ ۾ گهڻا عربي جمع آهن جي ڪم ايندا آهن، جيئن ته علماءَ، اوليا، انبيا، اوقات. گهڻا عربي جمع سنڌيءَ ۾ واحد وانگي ڪم ايندا آهن، جيئن ته ملائڪ، حور، اولياءَ، انبيا، اسباب، احوال.

جيئن جنسن جي نسبت ۾ چيو ويو هو، تيئن عددن جي نسبت ۾ به معلوم هجي ته سنڌي جمع جون پڇاڙيون سنسڪرت ۽ پراڪرت وارين پڇاڙين سان ڪٿي موافق آهن، ڪٿي مخالف، ۽ ڪٿي ڦريل. مثلاً، سنڌيءَ ۾ پاٽ - پاٽن، پيٽ - پيٽن، پراڪرت ۾ به پاٽنا ۽ پٽرا آهن. سنڌيءَ ۾ 'آ' پڇاڙي پراڪرت واري 'او' جي برابر آهي، يا انهيءَ سان نڪتل آهي. واٽ - واٽ، پراڪرت ۾ واٽيون آهي. مرهٽي ۽ گجراتي اڪثر پراڪرت سان موافق آهن. جوڙو جو جمع جوڙونو، ٻيڻو جو جمع ٻيڻونو. هنديءَ ۾ 'اين' ۽ 'يان' نشانيون ڪم اچن ٿيون، جيئن ته عورت - عورتين چوڙي - چوڙيان، جي سنڌيءَ جي 'ون' ۽ 'يون' سان موافق آهن.

## فصل چوٿون

### اسم جون حالتون

فاعل ۽ مفعول: ڪنهن به جملي ۾ اسم جو جيڪو لاڳاپو ٻين لفظن سان آهي، تنهن جي علحدي صورت يا ڦيرگهير کي حالت ٿا چون. جملي ۾ هڪڙو اسم ۽ هڪڙو فعل ضرور هوندو، تڏهن ڪو مطلب سمجهه ۾ ايندو. فعل آهي ڪم

جو ڪرڻ يا هئڻ، جيئن مٿي ڇيو ويو آهي. اسم، جو ڪنهن جملي ۾ اچي ٿو، سو يا آنهيءَ ڪم جو ڪندڙ هوندو، يعني انهيءَ فعل جو فاعل هوندو، يا انهيءَ تي اهو ڪم ٿيو هوندو، يعني انهي فعل جو مفعول هوندو، جيئن احمد وڃي ٿو. هتي 'احمد وڃي ٿو' فعل جو ڪندڙ يا فاعل آهي. احمد عمَر کي ماري ٿو، هتي 'احمد ماري ٿو' فعل جو فاعل آهي، پر اهو مارڻ جو ڪم عمر تي ٿئي ٿو، تنهنڪري عمر مفعول آهي. هن بابت مفصل بيان فعل جي باب ۾ ۽ علم نحو ۾ بہ ايندو مگر هتي فقط فاعل ۽ مفعول لفظ سمجهائڻا هئا، جـو حالتن بيان ڪرڻ ۾ انهيءَ جو ضرور هو.

حالتون ؛ هاڻي اسم جون پنج حالتون آهن، جي ضمير سان بہ لاڳو آهن، ڇالاءِ جو ضمير اسم جي بجاءِ ايندو آهي، جيئن مٿي ڇيو ويو آهي. (١) حالت فاعلي، جا جملي ۾ فعل جي فـاعل جي حالت آهي. (٢) حالت مفعولي، جا جملي ۾ فعل جي مفعول جي حالت آهي، جيئن مٿي ڏنل مثال مان ظاهر آهي. (٣) حالت جري، جـا جملي ۾ انهيءَ اسم جي حالت آهي، جنهن جي پٺيان ڪو حرف جر اچي ٿو، ۽ جو انهيءَ جو ٻئي ڪنهن لفظ سان لاڳاپو ڏيکاري ٿو، جيئن تہ احمد ڪرسيءَ تي ويٺو. هتي اسم 'ڪرسيءَ' جي پٺيان 'تي' حرف جر آيـو آهي، جـو احمد ۽ ڪرسيءَ جـو لاڳاپـو ڏيکاري ٿـو. (٤) حالت اضافت، جا جملي ۾ انهيءَ اسم جي حالت آهي، جنهن جي پٺيان، حرف 'جو' اچي ٿو ۽ جو انهيءَ جي ٻئي ڪنهن لفظ سـان نسبت يا ڪنهن ٻئي لفظ جـي ملڪيت ڏيـکاري ٿـو، جيئن تـہ هـي احمد جـو ڪتاب آهي. هـتي اسـم احـمـد جـي پٺيان حـرف 'جـو' آيـو آهـي ۽ آهو احمد ۽ ڪتاب جو لاڳاپو ٿو ڏيکاري، يعني تہ اهو ڪتاب احمد جي ملڪيت آهي. انهيءَ ڪري ڪتاب کي "مضاف" ٿا چون. ۽ احمد کـي "مضاف اليہ" ۽ "جو" کـي "حرف اضافت" ٿا چون. 'جو' حرف جي بدران سندو، يا وارو يا اهڙو ڪو لفظ بہ اچي سگهي ٿو، جيئن حالت جري ۾ تي کان سواءِ ٻيو ڪو بہ حرف جر اچي سگهي ٿو. اڪثر ڀهراڙيءَ ۾ يا شعر ۾ يا ڀاڪن ۾ "جـي" جي بدران سندو ايندو آهي، جيئن تہ ڳالهين سنديون ڳالهيون؛ ٽڪي سندا سوٽ؛ هيرئي سندي هير ٽنڪ ٻڪي نہ رهي؛ آءٌ تہ پرين جو تہ جوڙ، پرين مٿي سندو موڙ. (٥) حالت ندا، جا انهيءَ اسم جي حالت آهي، جنهن کي سڏ ڪجي ٿو، مطلب جنهن سان ظاهر يا لڪل حرف ندا جو اچي ٿو، اي، اڙي، يا وغيره - جيئن تہ اي احمد، يا خدا، عمَر او ري آءُ، يعني اي عمَر.

ڦيرو : ڪنهن اسم يا ضمير کي الهن سڀني حالتن ۾ واحد توڙي جمع، مذڪر توڙي مونث جي صورتن ۾ ڦيرائي آڻڻ کي ڦيرو چوندا آهن؛ ڦيري ۾ اسم جـي

اصلي صورت حالت فاعليءَ ۾ قائم ٿي رهي، پر حالت مفعولي، جري ۽ اضافت، تنهي ۾ ڦريل صورت ساڳي ٿي رهي، فقط جدا جدا حرف جر ڪم ٿا اچن، تنهنڪري انهن کي عام صورت سڏي ٿو سگهجي. حالت ندا ۾ به "اي" حرف ندا سان ساڳي ڦريل صورت به اچي ٿي.

ڦيري ۾ اسم جي پڇاڙيءَ واري اکر جي حرڪت آ يا آ، اِي، آ يا آو ۽ او ٿئي ٿي ۽ اهي حرڪتون ڦيري ۾ جنس ۽ عدد ۾ بدلجن ٿيون.

## مثال ڦيرن جا

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| (١) | | |
| حالت فاعلي | زالَ | زالون |
| عام صورت | زالَ کي، جو، کان | زالن کي، جو کان |
| حالت ندا | اي زال | اي زالون |
| (٢) | | |
| حالت فاعلي | بلا | بلائون |
| عام صورت | بلا کي، جو، کان | بلائن کي، جو، کان |
| حالت ندا | اي بلا | اي بلائون |
| (٣) | | |
| حالت فاعلي | سِرَڻَ | سرڻيون |
| عام صورت | سرڻ کي، جو، کان | سرڻين کي، جو، کان |
| حالت ندا | اي سرڻ | اي سرڻيون |
| (٤) | | |
| حالت فاعلي | ٻلي | ٻليئون |
| عام صورت | ٻليءَ کي، جو، کان | ٻليئن کي، جو، کان |
| حالت ندا | اي ٻلي | اي ٻليئون |
| (٥) | | |
| حالت فاعلي | وٽُ | وٽون |
| عام صورت | وٽُ کي، جو، کان | وٽن کي، جو، کان |
| حالت ندا | اي وٽُ | اي وٽون |

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| (٦) | | |
| حالت فاعلي | ماڻهو | ماڻهو |
| عام صورت | ماڻهوءَ کي، جو، کان | ماڻهن کي، جو، کان |
| حالت ندا | اي ماڻهو | اي ماڻهو |
| (٧) | | |
| حالت فاعلي | گهوڙو | گهوڙا |
| عام صورت | گهوڙي کي، جو، کان | گهوڙن کي، جو، کان |
| حالت ندا | اي گهوڙا | اي گهوڙؤ |
| (٨) | | |
| حالت فاعلي | هاٿي | هاٿي |
| عام صورت | هاٿيءَ کي، جو، کان | هاٿين کي، جو، کان |
| حالت ندا | اي هاٿي | اي هاٿيؤ |
| (٩) | | |
| حالت فاعلي | مڇرُ | مڇر |
| عام صورت | مڇرَ کي، جو، کان | مڇرن کي، جو، کان |
| حرف ندا | اي مڇر | اي مڇرؤ |
| (١٠) | | |
| حالت فاعلي | راجا | راجا |
| عام صورت | راجا کي، جو، کان | راجائن کي، جو، کان |
| حرف ندا | اي راجا | اي راجائو |

حالتن جا نشان: حالتن ۾ جهڪي حرف ڪم اچن ٿا، سي ڪٿان نه ڪٿان آيل آهن، خصوصاً حالت مفعوليءَ ۾ مفعول جي پٺيان اڪثر 'کي' ڪجهه رهندو آهي، جيئن ته ڪتي ڪهڙو ڀلو ماريو. اهو حرف 'ڪي' سنسڪرت ۾ ڪرتي آهي، جنهن کي بگيڙي 'کي' ڪيو ائن ۽ جو هنديءَ ۾ 'ڪو' ٿيو آهي. ڪرتي کي پهرين ڪيتي ۽ ڪيت ڪيائون، ۽ پوءِ ڪو ۽ پوءِ کهه ۽ پوءِ کي. سرائڪي ٻوليءَ ۾ 'ڪتي' ڪم ايندو آهي ۽ معني، لاءِ يا واسطي اٿس. حالت اضافت ۾ 'جو' حرف اضافت ٿو اچي، سو سنسڪرت ۾ 'سي' آهي ۽ پراڪرت ۾ 'مي' اهو

حرف اضافت سنسڪرت جي صفت جي نشان 'ڪ' مان ورتل آهي، جو هنديءَ ۾ مرهٽيءَ ۾ "ڪا" ٿيو آهي. حقيقت ڪري اهو حرف اضافت جو، صفت آهي ۽ ٻيو حرف، ۽ ٻين صفتن وانگي جنس ۽ عدد وٺي ٿو، جيئن ته ڪُتي جو پُڇ، ڪُتي جي ٽنگ، ڪُتن جا پُڇ، ڪُتن جون ٽنگون. "جو" جي بدران شعر ۾ "سندو" ڪم ايندو آهي، جو ٻئي "جو" وانگي ڦرندو آهي. اهو سنسڪرت سَنتَ يا سَن مان آهي. حالت جريءَ ۾ جو حرف جر "ڪان" ايندو آهي، سو ڪڏهن ڪڏهن فقط "آن" پڇاڙي ٿي به ڪم ايندو آهي، جيئن ته گهران، يعني گهر ڪان يا مان جمع ۾ گهرنيان. ڏران، زبانان، ميرٿان ٻيا به مثال آهن. ڪڏهن ڪان جي بدران ڪٿون ڪم ايندو آهي ۽ انهيءَ جي بدران وري "آون" نشان پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندو آهي. ڪڏهن وري ڪَنا ڪم آئيندا آهن. حالت ندا ۾ ڪڏهن "اي" يا "اڙي" سان گڏ اسم جي پڇيان "آ" به ايندو آهي، جيئن ته اي ڪنا، اي منگتا، ڪيڇيا، سيڻئا، ماڻهئا، فقط اي ۽ آو پڇاڙيءَ وارن اسمن ۾ حالت فاعلي واري صورت قائم رهي ٿي.

مٿين اسمن جي ڦيرن مان معلوم ٿيندو ته آ، آ ۽ ا پڇاڙيءَ اسمن جي ڦيري ۾ عام صورت واحد ۾ حالت فاعليءَ جهڙي ٿي رهي، فقط جمع ۾، فاعليءَ ۾ "ئون" ۽ مفعوليءَ ۾ "ئَن" يا "يَن" ٿو ٿئي. "اي" پڇاڙيءَ وارن اسمن ۾ عام صورت واحد ۾ "ايءَ" ۽ جمع ۾ "يَن" ٿو ٿئي. "آ" پڇاڙيءَ وارن مونث اسمن ۾ عام صورت واحد ۾ حالت فاعلي جهڙي آهي، فقط جمع ۾ "آن" ٿي ٿئي، ٻه مذڪر اسمن ۾ عام صورت "آ" مان بدلجي "آ" ٿي ٿئي. "آو" يا "آون" پڇاڙيءَ وارن اسمن ۾ عام صورت واحد ۾ "آوءَ" يا "آونءَ"، ۽ جمع ۾ "آن" ٿي ٿئي. "او" پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن ۾ عام صورت واحد ۾ "او" بدلجي "اي" ٿي ٿئي، ۽ جمع ۾ "آن".

# ڊاب ڏيهون

## اسم ضمير جو بيان

ضمير ستن قسمن جا آهن: (١) ضمير خالص، (٢) ضمير اشارو، (٣) ضمير مشترڪ، (٤) ضمير استفهام، (٥) ضمير موصول، (٦) ضمير جواب موصول ۽ (٧) ضمير مبهم.

---

## فصل پهريون

### ضمير خالص

ضمير خالص ٽي آهن: متڪلم، حاضر ۽ غائب. مُتَڪَلم يعني ڳالهائيندڙ، حاضر يا مخاطب، جنهن سان ڪي ڳالهائجي، ۽ غائب جنهن جي بابت ڪي ڳالهائجي. اهي ڏيئي ئي ضمير آهن ۽ فقط انسان سان لاڳو آهن، تنهنڪري انهن کي ضمير خالص ٿا چون. آهي مٿين ٽن قسمن جي ماڻهن جي بدران ڪم ايندا آهن ۽ اسمن وانگي، جنس، عدد ۽ حالت وٺندا آهن، ۽ ڦرندا آهن.

ضمير متڪلم جو ڦيرو:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| حالت فاعلي | آءٌ يا مان | اسين |
| حالت مفعولي | مون کي يا مان کي | اسان کي |
| حالت اضافت | منهنجو | اسان جو |
| حالت جري | مون کان يا مان کان | اسان کان |

### ضمير حاضر جو ڦيرو

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| حالت فاعلي | تون | توهين يا اوهين |
| حالت مفعولي | توکي | توهان کي يا اوهان کي |
| حالت اضافت | تنهنجو | توهان جو يا اوهان جو |
| حالت جري | توکان | توهان کان يا اوهان کان |

### ضمير غائب جو ڦيرو

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| حالت فاعلي | هُو (مونث هُوءَ) | هُو يا هو |
| حالت مفعولي | هُن کي | هنن کي |
| حالت اضافت | هن جو | هنن جو |
| حالت جري | هُن کان | هنن کان |

انهن جو اصل: ضمير خالص اصل سنسڪرت ۽ پراڪرت مان گهڻي قدر موافق آهن، ۽ انهن تان ورتل آهن. سنڌي آءٌ، سنسڪرت ۽ پراڪرت آهَں يا آ هَمّن مان آهي، جو ڀهرين ڦري هَمّون ٿيو ۽ پوءِ آهُون ٿيو. سنسڪرت ۾ حالت معفولي ”مان“ آهي، جو پوءِ مين ٿيو، جيئن هنديءَ ۾ آهي ۽ هم جمع ۾. انهي مان سنڌي مُون ۽ مان ٿيو. اضافت ۾ مَون ڦري منهنجو ٿو ٿئي، سو پراڪرت ۾ مَهَہ آهي ۽ سنسڪرت ۾ مَمَ. آن جو جمع اسين، سنسڪرت اسمُ مان ۽ پراڪرت آمهي مان نڪتل آهي، جو هندي ۾ هَمَ آهي. عام صورت ’اسان کي‘ سنسڪرت آسماڪَن مان آهي ۽ پراڪرت آمهاڻَ آهي.

ساڳيءَ طرح تُون سنسڪرت تُونَ ۽ پراڪرت تُمّ تان ورتل آهي. عام صورت تو پراڪرت ۾ تَئَ آهي، ۽ اضافت تُمهن، پراڪرت تُنهَن آهي. جمع توهين پراڪرت تُمَهي ۽ توهان پراڪرت ۾ تُمَهاڻ. هندي تُو، تُم، تُهين، ۽ تمهارا آهي. فارسيءَ ۾ تو يا ت ۽ شما آهي، پراڪرت ۾ عام صورت تُهَہ ۽ تُجهہ آهي ۽ هنديءَ ۾ ٻہ تجهي ڪم اچي ٿو. ساڳيءَ طرح غائب جو هو، سنسڪرت جي اشاري هَہ يا اِهہ مان ورتل ٿو ڏسجي، ۽ ضمير غائب ضمير اشاري ويجهي يا ڏور کي نزديڪ آهي، جيئن هيٺ معلوم ٿيندو.

ضمير منفصل ۽ متصل: جڏهن ضمير ڌار ڪم ايندا آهن، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، تڏهن انهن کي ضمير منفصل چوندا آهن، پر اهي ساڳيا ضمير ٻين اسمن، فعلن يا حرفن سان گڏ به ايندا آهن ۽ انهي وقت گهڻو ڪجهي ننڍا نشان ٿي پوندا آهن، ۽ پڇاڙيءَ جي نشانن وانگي ڪم ٿا اچن. اهي هي آهن: متڪلم واحد لاءِ مِ ۽ جمع لاءِ سِ ۽ سُون ۽ ئُون آهي، حاضر ۾ واحد لاءِ ۽ جمع لاءِ وَ ۽ غائب ۾ واحد لاءِ سِ ۽ آئين، ۽ جمع لاءِ نِ يا آئون. مثال: (اسم سان گڏ)- پٽُمِ يعني منهنجو پٽُ، پٽُئين، يعني تنهنجو پٽُ، پٽُسِ يعني هن جو پٽُ، جمع متڪلم اڪثر ڪم نہ ايندو آهي پٽُوَ يعني اوهان جا پٽُ، پٽَنِ يعني هنن جا پٽَ. (حرف سان) سندسُ يعني هُن سندو يا هن جو. وَٽِمِ يعني مون وٽ، وٽيئن يعني تو وٽ ڪانئس يعني هن کان. (فعل سان) آيُسِ يعني آءُ آيس، آياسين يعني اسين آياسين، آئين يعني تون آئين، آيُوَ يعني اوهين آيو. ڪيمِ يعني مون ڪيو، ڪيوسين يعني اسان ڪيو، ڪيئي يعني تو ڪيو، ڪيوَ يعني اوهان ڪيو. ڪيائين يعني هُن ڪيو، ڪيائون يعني هن ڪيو.

ڪڏهن ٻہ ٻہ ضمير گڏجي به ايندا آهن، جيئن تہ ماريومانس يعني مون هن کي ماريو. ماريئينِ يعني تو هنن کي ماريو وغيره.

اصل بنياد جي لحاظ تي ضمير متصل جي نشانن مان متڪلم وارو مِ پراڪرت جي مي جهڙو آهي. ۽ فارسيءَ ۾ به م آهي. حاضر لاءِ سنسڪرت ۾ "تي" آهي جو فارسيءَ ۾ ت آهي، ۽ غائب ۾ پراڪرت لاءِ سي، ۽ سنسڪرت ۾ آسي آهي جو فارسيءَ ۾ ش آهي. جمع ۾ متڪلم لاءِ پراڪرت ۾ اسهو آهي، جو هنديءَ ۾ ۽ فارسيءَ ۾ ما آهي حاضر لاءِ جمع ۾، سنسڪرت ۽ پراڪرت ۾ وو آهي جو هنديءَ ۾ وي آهي، ۽ غائب لاءِ جمع ۾ پراڪرت ۾ ايهن آهي يا ٿاڻ.

## فصل ٻيو

### ضمير اشارو، ضمير مشترڪ ۽ استفهام

ضمير اشارو اهو آهي، جو ڪنهن اسم ڏي اشارو ٿو ڪري. پوءِ جي اهو اسم ويجهو آهي تہ انهن کي ضمير اشارو قريب ٿا چون، ۽ جي پري آهي تہ انهن کي ضمير اشارو بعيد ٿا چون، يعني اشارو ويجهو ۽ اشارو ڏور.

ڀھرئين جو مثال آھي ۽ ھيءَ، مونث ھيءَ، جمع ٻنھي جو ھي ۽ ٻئي جو، ھُو مونث ھُوءَ، جمع ٻنھي جو ھُو، جيئن تہ ھي منھنجو پٽ آھي، ھُو تنھنجو گھوڙو آھي، ھي منھنجا گھوڙا آھن، ھو تنھنجي گھوڙي آھي.

ضمير خالص موجب ضمير اشاري جو بہ جنسن عددن، ۽ حالتن ۾ ڦيرو ٿئي ٿو. عام صورت واري حالت ۾ واحد ۽ جمع لاءِ ھيءَ، ھِنَ ۽ ھِنن ٿئي ٿو ۽ ھُن، ھُن ۽ ھُنن.

زياده زور يا تاڪيد ڏيکارڻ لاءِ اِھو، مونث اِھا ۽ جمع اِھي ڪم اچن ٿا. ۽ آھو، مونث آھا ۽ جمع آھي ۽ حالتن ۾ عام صورت واحد ۾ انھي ۽ جمع ۾ انھن ٿئي ٿو. اِجھو آجھو بہ اشاري وانگي ڪم ايندا آھن ۽ ساڳيءَ طرح ڦرندا آھن.

اصل بنياد جي نظر تي ھي پراڪرت ۾ ايَن آھي، ۽ عام صورت آسيَ اٿس جنھن مان ھندي اُس نڪتو آھي. اھو سنسڪرت ۾ ھَم يا اِعَم آھي. اِجھو سنسڪرت ۾ سَن آھي. ھُو يا آو پراڪرت ۾ ھي آھي.

اِھو ۽ اجھو وانگي، ھيترو ۽ ھوترو، ھيڏو ۽ ھوڏو، ھھڙو ۽ ھُھڙو بہ اشارا آھن، جي قد يا انداز يا شڪل بتائين ٿا، ۽ اڪثر ضميري صفت شمار ڪيا ويندا آھن.

ضمير مشترڪ اھو ضمير آھي، جو جملي ۾ فاعل جي بدران ڪم اچي ٿو، ۽ انھيءَ جي جند جي نسبت ۾ ڪي ڏيکاري ٿو، ۽ انھيءَ سان شريڪ رھي ٿو، جيئن تہ مٿون پنھنجي پٽ کي ولايت موڪليو آھي. ھتي پنھنجي ضمير مشترڪ آھي ۽ مٿون سان شريڪ آھي ۽ انھيءَ جي بدران ٿو اچي. تنھنڪري پاڻ يا خود ضمير مشترڪ جا لفظي نشان آھن. خود فارسي لفظ آھي، سو ڦرندو ڪونہ، مگر پاڻ مذڪر مونث ۾ ھڪجھڙو آھي، ۽ واحد جمع ۾ بہ ھڪ جھڙو آھي، مگر حالت اضافت ۾ پنھنجو ۽ پنھنجن ٿو ٿئي. ڪي پاڻ جي بدران پِنڊُ بہ چوندا آھن، خصوصاً لاڙ ۽ ڪڇ ۾. لفظ پاڻ سنسڪرت آتما مان نڪتل آھي ۽ پراڪرت ۾ آپا ٿو ٿئي، جنھن مان ھنديءَ ۾ آپ ٿيو آھي، ۽ اضافت آپنا، جو پراڪرت ۾ آپڻاڻ آھي. تنھنڪري پاڻ جي معني بہ سنسڪرت جي آتما جھڙي آھي، يعني رُوح يا جيئن فارسيءَ ۾ چوندا آھن تہ بذات خود. پِنڊُ لفظ جي معني آھي جِسم يا بدن، ۽ اضافت ۾ آھو 'پنڊ جو' ٿو ٿئي.

ضمير استفھام اھو ضمير آھي، جو سوال پڇڻ يا پڇا ڪرڻ ۾ ڪم اچي ٿو. اھڙا پُڇا يا سوال جا لفظ سنڌيءَ ۾ ڪير، ڪھڙو ۽ ڇا آھن. لاڙ ۾ ڪيھو ۽

ڪڇاڙو ٻه چوندا آهن. ڪير ماڻهوءَ سان لڳندو آهي ۽ ڇا بي جان شيءِ سان، ۽ ڪهڙو ٻنهي سان، جيئن ته هو ڪهڙو ماڻهو آهي، هيءَ ڪهڙي شيءِ آهي، هئو ڪير آهي، هي ڇا آهي؟ تون ڪُڇاڙي لاءِ آيو آهين؟ ڪهڙو ۽ ڪڇاڙو، مونث ۾ ڪهڙي ۽ ڪُڇاڙِي ٿو ٿئي ۽ جمع ۾ ڪهڙا ۽ ڪڇاڙا ٿو ٿئي ۽ ساڳيءَ طرح واحد لاءِ ڪڇاڙي ۽ جمع ڪڇاڙن ٿو ٿئي.

ڪيرُ مذڪر آهي ۽ سندس مونث ڪيرِ آهي ۽ عام صورت واحد لاءِ ڪنهن ۽ جمع لاءِ ڪِن آهي.

ڇا مذڪر ۽ مونث، واحد ۽ جمع ۽ سڀني حالتن ۾ هڪجهڙو ٿو رهي. مثال: ڪير اندر آيو؟ ڪنهن سان ٿو ڳالهائين؟ توکي ڇا کپي؟ اوهان سان ڪهڙي هيءَ ڪم ڪيو؟

ڇو ٻه سوال جو لفظ آهي، پر معنيٰ اٿس ڇالاءِ. ڪيڏي ۽ ڪيڏانهن ٻه سوال جا لفظ آهن، ۽ معنيٰ اٿن ڪهڙي پاسي ڏي يا ڏانهن. ڪي ڪاڏي ٻه چوندا آهن. ڇو جي بدران لاءِ ۾ ڪوهَ ٻه چوندا آهن. ڪيئن ٻه سوال جو لفظ آهي، يعني ڪهڙي طرح ۽ ڪٿ پيا ڪٿي ٻه، يعني ڪهڙي هنڌ ڪيترو هنڌ ڪيترو يعني ڪهڙو انداز. هيتري، هيڏي وغيره وانگي، هي ٻه ضميري صفت وانگي شمار ڪبا آهن.

اصل بنياد جي نظر تي ڪير سنسڪرت ۾ ڪيَاسَ آهي ۽ پراڪرت ۾ ڪيرِسَ. پر عام صورت ڪنهن ۽ ڪِن، سنسڪرت جي ڪنِ ۽ ڪَسي مان آهي، جي پراڪرت ۾ ڪَس يا ڪَهه ٿيا ٿين. هنديءَ ۾ ڪَون آهي ۽ عام صورت ڪِس ۽ ڪِن آهي. ڇا سنسڪرت ۾ ڪِم آهي. ڪيترو سنسڪرت ۾ ڪيپت ۽ پراڪرت ۾ ڪيِ آهي.

## فصل ڏيون

### ضمير موصول، جواب موصول ۽ مبهم

ضمير موصول اهو ضمير آهي، جو ڪنهن اسم جي بدران جملي ۾ اچي ٿو، ۽ انهيءَ کي ڪنهن ٻئي جملي سان ڳنڍي ٿو، يا ٻنهي جو وصل ڪري ٿو. وصل جي معنيٰ ڳنڍڻ يا ملائڻ آهي.

ضمير جواب موصول اهو ضمير آهي، جو ضمير موصول جي جواب ۾ آهي ۽ جنهن ٻئي جملي سان ضمير موصول کي ڳنڍي ٿو، تنهن ۾ هن جي بدران اچي ٿو. ضمير موصول "جو" آهي ۽ ان جو جواب "سو" آهي، جو، ضمير جواب موصول ٻه

آهي. مثال: جو ڪتاب مون توکي ڏنو هو، سو مون اڄ احمد وٽ ڏٺو. هي اهو گهوڙو آهي، "جو" مون احمد کان ورتو هو.

جو ۽ سو، مونث ۾ جا ۽ سا ٿين ٿا ۽ انهن جو جمع جي ۽ سي آهي ۽ حالتن ۾ انهن جي عام صورت واحد لاءِ مذڪر توڙي مونث ۾ جنهن ۽ تنهن آهي، ۽ جمع ۾ جن ۽ تن. ڪڏهن ڪڏهن جو جي بدران جيڪو، ۽ جا جي بدران جيڪا ايندو آهي، ۽ انهن جي عام صورت واحد ۾ جنهن ڪنهن آهي، ۽ جمع ۾ جن ڪن. ڪڏهن ڪڏهن جو جي بدران جيڪو، ڪوبه ڪم ايندو آهي، ۽ اهو زياده زوردار ۽ گهڻن سان لاڳو ٿو ٿئي ۽ ڪڏهن ھوئين 'ڪو' جي پويان 'به' وجهندا آهن، جيئن ته جيڪو به. اهڙي هنڌ هر ضمير مبهم جهڙو ٿيو پوي ۽ برابر ٿئي ٿو ڪو، جو، ڪا، جا، ڪنهن، جنهن جي.

اصل بنياد جي نظر تي، جو سنسڪرت ۾ يو ۽ پراڪرت ۾ جو آهي ۽ ان جي عام صورت پراڪرت ۾ يَسَ آهي. جا جَهَہ جي برابر آهي. هنديءَ ۾ جو ۽ جِس ۽ جمع ۾ جِن. پراڪرت ۾ جمع جي عام صورت جاڻ آهي، ۽ سنسڪرت ۾ ياس.

ساڳيءَ سنسڪرت طرح سو سنسڪرت ۾ سَن ۽ پراڪرت ۾ سو آهي، ۽ عام صورت تنهن، سنسڪرت ۾ تَسيَ ۽ پراڪرت ۾ تَسَ آهي. جمع ۾ تن، سنسڪرت توڙي پراڪرت ۾ تي آهي ۽ عام صورت پراڪرت ۾ جاڻ جي جواب ۾ تاڻ آهي.

ضمير مبهم اهو ضمير آهي، جو شڪ وجهي ۽ پَڪَ ڏئي نه سگهي ته اهو ڪهڙي اسم جي بدران ٿو اچي. اهو آهي ڪو، جنهن جو مونث آهي ڪا ۽ عام صورت واحد ۾ ڪنهن ۽ جمع ۾ ڪن آهي. مثال: ڪنهن ته ضرور هن کي ماريو هوندو، ڪا زال هتي آئل ٿي ڏسجي، ڪن جي راءِ آهي ته ائين ڪرڻ بيقاعدي آهي.

ڪڏهن ڪو جي بدران ڪوئي به ايندو آهي، ڪي به ڪم ايندو آهي، ۽ شيءِ سان لاڳو ٿيندو آهي، جيئن ته ڪي ته مون کي ڏي. جيڪو ۽ جيڪي به مبهم وانگي ڪم اچن ٿا، جيئن مٿي چيو ويو آهي. ڪو جي عام صورت ڪنهن شڪل ۾، ضمير استفهام ڪير جي عام صورت ڪنهن جهڙي آهي. سنسڪرت ۾ به ڪِدِّپِ ضمير استفهام جهڙو آهي، واحد ۾ توڙي جمع ۾ توڙي عام صورت ۾.

# باب چوٿون

## اسم صفت جو بيان

مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته اسم صفت ڪنهن اسم جي خاصيت يا صفت يا قسم يا انداز ٿو ڏيکاري، ۽ انهيءَ سان ٿو لڳي. اسم وانگي صفت به جنس، عدد ۽ حالت ۾ ڦري ٿي، ۽ انهيءَ وانگي جدا جدا پڇاڙيون اٿس. جيئن ته: چڱو مڙس، چڱي زال، چڱا مڙس، چڱيون زالون، چڱن مڙس کي، چڱين زالن کي، چڱن مڙسن کي، چڱين زالن کي. پڇاڙين جي ڦير گهير به صفتن ۾ بلڪل اسمن جي پڇاڙين جي ڦير گهير جهڙي آهي. مثلاً: اَو پڇاڙيءَ وارا مذڪر اسم واحد ۽ جمع ۾، توڙي مذڪر ۽ مونث ۾ هڪجهڙا آهن، جيئن ته ڪدوُ. تيئن صفت ۾ به آهي، جيئن ته لاڏوُ اُٺُ، لاڏوُ اُٺَ، لاڏوُ اُٺِ، لاڏوُ اُٺڻيون. مگر اها ڦيرگهير فقط نج سنڌي لفظن سان لاڳو آهي، جيڪي عربي يا فارسيءَ مان آيل صفتن جا لفظ آهن، سي ڪين ٿا ڦرن، اُهي هميشه هڪجهڙا آهن، جيئن ته: غريب ڇوڪرُ، غريب ڇوڪري، غريب ڇوڪرَ، غريب ڇوڪريون، غريب ڇوڪر کي، غريب ڇوڪرن کي. ٻيا مثال اهڙن صفتن جا آهن: نيڪ، بد، خوش، درست، پشيمان ۽ هلاڪ وغيره. اهڙن صفتن کي ڇڏي اچ سنڌي صفتن جي نسبت ۾ معلوم ٿيندو ته جي پڇاڙيءَ ۾ اُ، آ، اِ، اي، اَ، اَو آهن، سي جنس ۽ عدد ۽ حالت ۾ نئيون ٿيرن، ليڪن او پڇاڙيءَ واري صفت هرطرح اسم وانگي ڦري ٿي. او ڪان سواءِ ٻين پڇاڙين وارين صفتن جا مثال هي آهن: ڏارَ، داتا، سچِيٽِ، ڏکيي، نيچُ، سهڻو.

صفت جا درجا: صفت جا ٽي درجا آهن: صفت خالص، صفت تفضيل، ۽ صفت مبالغه.

صفت خالص، آها صفت آهي، جنهن جو ٻئي ڪنهن سان مقابلو ڪرڻ ۾ نٿو اچي، جيئن مٿي مثال ڏنا ويا آهن.

صفت تفضيل: آهو درجو آهي، جنهن ۾ فقط هڪڙي ٻئي سان مقابلو ٿو ٿئي، ۽ انهيءَ ٻئي جي پٺيان حرف جر کان يا کنا، يا مان يا مون، يا منجهان ڪم اچي ٿو، جيئن ته هي ماڻهو هُن کان چڱو آهي، هنن ٻن مان هي چڱو آهي. فارسيءَ ۾ تفضيل جي نشاني تر آهي. ۽ ڪڏهن اهڙيون فارسي صفتون به ڪم اينديون آهن،

جيئن ته هي هُن کان بهتر آهي. بهتر ۾ انهيءَ وانگي ڪم اچي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن عربي تفضيل به ڪم ايندو آهي، جيئن ته اعليٰ، ادنيٰ ۽ افضل.

صفت مبالغہ: اهو درجو آهي جنهن ۾ هڪڙي کان وڌيڪ اسمن سان مقابلو ڪرڻ ۾ ٿو اچي، جيئن ته هي ڇوڪر سڀني کان چڱو آهي، سڀني سان هي ڇوڪر هشيار آهي. ڪڏهن ڪڏهن لفظ گهڻو يا زور مبالغہ لاءِ ڪم ايندو، جيئن تفضيل لاءِ واڌُ ويا زياده ڪم آڻيندا آهن. مثلاً، هي هشياريءَ ۾ هُن کان واڌو آهي، هِن ۾ احمد زياده هشيار آهي، احمد گهڻو هشيار آهي، هي زور مناسب ڳالهہ آهي. ساڳيءَ طرح واڌو يا گهٽي جي بدران گهٽ يا ٿورو به مقابلي لاءِ ڪم اچي سگهي ٿو. فارسي مبالغہ، جنهن جي نشاني ترجي بدران ترين آهي، سو سنڌيءَ ۾ اڪثر ڪم ڪو اچي، جيئن ته بهترين ۽ بدترين.

متفرقہ صورتون: صفتون اسمن سان گڏ اچي ڪري اسمن وانگي ڦرن ٿيون، جيئن مٺي ڇيو ويو آهي. مگر ڪڏهن ڪڏهن صفتون ڌار به اينديون آهن ۽ اسمن جي بجاءِ ڪم اينديون آهن. انهيءَ وقت ته بلڪل اسمن وانگي ڦرنديون آهن. جيئن ته ڏاهن جو چوڻ آهي ته هميشه سچ ڳالهائجي، چڱن سان چڱايون هر ڪو ٿي ڪري، پر مٺڌن سان ڪو ٿورو ڪندو. ساڳيءَ طرح، فارسي صفتون جي اسمن سان گڏ ٿيون ڦرن، سي به ڌار ڪم اچڻ ڪري ڦرن ٿيون، جيئن ته غريبن تي ڪهل ڪرڻ گهرجي، داناٿن کي نادانن کان زياده عزت ملڻ گهرجي.

ڪي صفتون ضميرن وانگي ڪم اينديون آهن، ۽ ڪي ته مبهم ٿينديون آهن، يعني ڪنهن خاص ماڻهوءَ جي صفت نہ ڏيکارينديون آهن، پرشڪ ڏيکارينديون آهن جيئن تہ فلاڻو، پرائو، ڌاريون، ساڳيو، سڀ، سمورو، مڙئي، ٿورو، ٻيو وغيره.

ڪڏهن عدد به صفتن وانگي ڪم ايندا آهن، جيئن ته ٻہ ماڻهو، پنج گهوڙا، ڏهہ ڪتاب، ٻهريون ڇوڪر، چوٿون گهوڙو.

سنسڪرت ۾ فارسيءَ وانگي مقابلي جي درجن لاءِ صفتي نشانيون يا حرف ڪم ايندا آهن، پر سنڌيءَ ۾ آهي اصل ڪم نہ ايندا آهن.

# باب پنجون

## اسم ظرف جو بيان

مٿي ڏيکاريو ويو آهي، ته ظرف اهو لفظ آهي، جو فعل يا صفت يا ٻئي ظرف سان ٿو لڳي، ۽ وقت يا هنڌ يا دستور يا اندار يا انڪار ٿو ڏيکاري.

جڏهن ظرف وقت ٿو ڏيکاري، تڏهن انهيءَ کي ظرف زمان ٿا چون، جيئن ته اڄ، سڀاڻي، هاڻي، پوءِ، هميشه ۽ جڏهن هنڌ ٿو ڏيکاري، تڏهن انهيءَ کي ظرف مڪان ٿا چون، جيئن ته هيٺي، هتي، هيٺ، مٿي، اندر، ٻاهر، اڳيان، پٺيان. ۽ جڏهن اهو دستور، يا انداز ڏيکاري ٿو، تڏهن انهيءَ کي ظرف تميز ٿا چون، جيئن ته آهستي، ٿورو ٿورو، هرو ڀرو، ڏاڍو، جهٽ، جيئن، ڪيئن، هيئن. جڏهن ناڪار ٿو ڏيکاري، تڏهن انهيءَ کي ظرف انڪاري يا نفي چوندا آهن، جيئن ته نه، متان، ڪين، مَ.

ظرف زمان ۽ مڪان ۽ تميز اڪثر فعل سان لڳندا آهن، پر تميز صفت ۽ ظرف سان به ايندو آهي، جيئن ته ڏاڍو چڱو، نهايت قابل.

سنڌيءَ ۾ ظرف اسمن ۽ صفتن ۽ ضميرن ۽ فعلن مان جڙندا آهن. هيٺيان ظرف اسمن مان نڪتل آهن - ڏهاڙي، تاريڪ يعني تاريخ، روز، تمام، حڪمان، دليان يا دليون. اڳيان، پٺيان. صفتن مان هي نڪتل آهن - ڏاڍيان، چڱو يا چڱي طرح، ڏيري ڏيري. فعلن مان هي آهن - وري، موٽي، ڄاڻي ٻجهي، ڄاڻي واڻي. ڪي ظرف ٻن لفظن مان مرڪب آهن، جيئن ته هيستائين، اڄ تائين، اڄ سڀاڻي، جڏهن تڏهن، جڏهانڪر، تڏهانڪران، ڪڏهانڪر، مهيني مهيني، روز روز، ڀيري ڀيري، هري هري. ڪي ٻاهري ٺهيل آهن، جيئن ته مَس، مسين، يا مَس مَس، نيٺ آپيڪ، جاڻي، اڃا، سدا، اوچتو، هوريان، اچانڪ، امالڪ، بنهه، بلڪ، جيڪس، ڪٿي، نيٺ، نيچ، هيڪاري، بَس، جي.

ڪڏهن صفت به ظرف وانگي ڪم اچي ٿي، جيئن ته هو چڱو يا صاف ٿو ڳالهائي، هي ڪتاب سو کهو رکب، هتو سئون ٿو هلي.

ڪي ظرف عربي ۽ فارسي لفظ آهن، ۽ سانگيءَ صورت ۾ ڪم ايندا آهن، جيئن ته البته، بلڪل، شايد، مفت، اتفاقاً، مثلاً، ايضاً، ارادتاً.

# باب ڇهون

## اسم عدد جو بيان

اسم عدد ڳاڻيٽي جي لفظن کي چوندا آهن. آهي ٽن قسمن جا آهن: هڪڙا شماري، جي ڳڻپ جي ڪم ايندا آهن، جيئن ته هڪ، ٻه، ٽي، چار وغيره ۽ ٻيا قطاري، جي ڳڻپ ۾ هر هڪ جي جاءِ ڏيکارين ٿا، جيئن ته پهريون، ٻيون، ٽيون، چوٿون. جيتوڻيڪ عدد اسم ۾ شمار ڪيا ويا آهن، جيئن صفت ۾ شمار ڪيل آهي، تڏهن به اهي صفت وانگي ڪم ڏين ٿا، جي شمار يا انداز يا جاءِ ڏيکارين ٿا، جيئن ته ٻه ماڻهو، ٻنج ماڻهو، پهريون ڇوڪر، ڏهون ڇوڪر.

شماري عددن ۾ ڏهن کان مٿي وارن ڏهاڪن ۾، نئون ڏيکارڻ لاءِ اوڻ ڪم ايندو آهي، جيئن ته اوڻيهه يا اوڻويهه، اوڻٽيهه، اوڻيتاليهه ۽ پوءِ ڏهاڪي جو پهريون اکر به ڦري ٿو، جيئن ته ويهه کي ايهه، چاليهه کي تاليهه، پنجاهه کي ونجاهه، سٺ کي هٺ، ستر کي هتر، هڪ کي هڪڙو يا هيڪ يا هڪڙو به چوندا آهن، ۽ کي آنءُ مٿيڻ يا ٻين ڪاڌي جي شين ڳڻپ ۽ شمار ڪرڻ ۾ برڪت وجهڻ لاءِ هڪڙي جي بدران، يا ٻهرئين جي بدران، برڪت چوندا آهن. ڇهن کي ڇه ۽ کي ڇهه چوندا آهن. ٻارهن کي ڪي ڪارنهن يا اڪارنهن به چوندا آهن، جيئن هنديءَ ۾ گياره چوندا آهن. اوڻيهه ۽ ايڪيهه کي اوڻويهه ۽ ايڪويهه به چوندا آهن.

سؤ کان مٿي ڳڻڻ لاءِ هڪ سؤ هڪ، هڪ سؤ ٻه، هڪ سؤ ٽي، انهيءَ طرح ڳڻيندا آهن، ۽ ڪي ايڪو سؤ يا ايڪوترو سؤ، ٻڙو سؤ يا ٻڙوترو سؤ؛ ٽڙو سؤ يا ٽڙوترو سؤ، چوڙو سؤ يا چوڙوترو سؤ، پنجو سؤ يا پنجوترو سؤ وغيره چوندا آهن. ٻن سون کان مٿي وري ايڪا ٻه سؤ، ٻڙا ٻه سؤ، ٽڙا ٻه سؤ وغيره. هزار کي سهس به چون. سؤ هزارن کي لک چون، سؤ لکن کي ڪروڙ چون ۽ ڪروڙ کي ڪوڙ به چوندا آهن. سؤ ڪروڙن کي ارب چون، سؤ اربن کي ڪرب، سؤ ڪربن کي نيل، ۽ سؤ نيلن کي پدم. ڏهن کي گڏ جملو ڪري، ڏهو يا ڌهو چون. ويهن کي جملو ڪري ڪوڙي چون. ٻارهن کي انگريزي نالو ڏئي درجن چون، ۽ سؤ ورهين کي صدي چون، جو فارسي صد مان آهي.

صفت وانگي ٽنهي قسمن جا عدد: جنس، عدد ۽ حالت وٺندا آهن، جيئن ته هڪڙو، مونث هڪڙي، عام صورت واحد لاءِ هڪڙي، جمع لاءِ هڪڙن. ٻين ۾ جنس ۽ عدد جو تفاوت ڪونهي، مگر عام صورت ٻن، ٽن، چئن وغيره ٿئي ٿي، جيئن ته چئن ماڻهن کي، پنجن کي، ڏهن کي.

زور ڏيکارڻ لاءِ يا سڀني کي گڏي ڏيکارڻ لاءِ عدد جي پڇاڙيءَ ’ئي‘ وجھندا آهن، جيئن ته چارئي، پنجئي، ڏهئي وغيره. ۽ عام صورت ۾ ٻنهي، ٽنهي، چئني، ڏهني وغيره ڏيندا آهن. ٻئي اسم سان صفت وانگي ڪم اچڻ مهل جنس ۾ عددن جي صورت قائم رهندي آهي، جيئن ته چار ماڻهون، چار گھوڙا، ست زالون، ست ڇوڪرا يا ٻين روپيي، ٽين پئسي، ڇهن آني وغيره.

سؤ کان مٿي مجمل طرح گھڻن ڏيکارڻ لاءِ ’اين‘ گڏيندا آهن، جيئن ته سوين ماڻهو، هزارين گھوڙا، لکين آدمي، سهسين جانور.

انگن ڏيکارڻ لاءِ مجمل طرح ايڪو، ٻڪو، ٽِڪو، چؤڪو، پنجڪو، ڇڪو، ستو، اٺو، نائو، ڏهو، ويهو، ٽيهو وغيره. ڏهي کي ڏهاڪو به چوندا آهن. سؤ کي سيڪڙو به چوندا آهن.

انڪل يا تخمينن ڏيکارڻ لاءِ ڏهاڪو، ويهارو، ٽيهارو، چاليهارو، پنجاهي، سائيڪو ڪم آڻيندا آهن، ۽ ڪڏهن انهن جي پڇاڙيءَ کن به آڻيندا آهن ۽ ڪڏهن چوڪڙي، پنجڙي، ڇڪڙي وغيره به چوندا آهن.

ڪڙي کان گھٽ جي لاءِ اڌ، چوٿو يا چوٿ يا چوٿائي، پاءُ، ٽيھائي، سوائي، ڏيڍ، ساڍ ڪم ايندا آهن، جي اسمن وانگي ڳالھائبا آهن. ۽ اڌ يا اڌو، پَئولو، مَنو، سَوا يا سَوايو، اڍائي، صفت وانگي ڪم ايندا آهن.

ساڳيءَ شيءِ جي گھڻن ڀيرن اچڻ يا گھٽڻ شين ڏيکارڻ لاءِ هيڪر يا هيڪار، ٻيهر يا ٻيهار، ٽيهر يا ٽهار وغيره ۾ هيڪوڻ، ٻيڻ، ٽيڻ يا هيڪوٽو. ٻيٽو، ٽيٽو، چؤٽو، پنجوٽو، ڏهوٽو وغيره چوندا آهن.

عدد قطاريءَ جي ڏيکارڻ لاءِ پهرئين کان پوءِ عدد شماريءَ جي پڇاڙيءَ او يا اون آڻيندا آهن، جيئن ته ٻيو، ٽيون، چوٿون، پنجون، ڏهون، ويهون وغيره، انهن جو مونث آهي پهرين، ٻي، ٽين، چوٿين، پنجين، ڏهين، ويهين وغيره.

عددن جو اصل: سنڌي ڳاڻيٽي جا لفظ، يا عدد شماري توڙي قطاري، سڀ

پراڪرت جي معرفت سنسڪرت مان ورتل آهن. هڪ، سنسڪرت ايڪ ۽ پراڪرت ايڪ مان نڪتل آهي. هندي به ايڪ آهي. ٻه، سنسڪرت ۾ دوِ ۽ پراڪرت ۾ دو. هندي ۾ دو آهي ۽ فارسيءَ ۾ دُو، جنهن جي آواز دُ آهي. سنڌيءَ ۾ سنسڪرت جو دوِ بدلجي ٻو ٿيو آهي، جو پوءِ ٻه ٿيو. سرائڪي يا پنجابي ٻوليءَ ۾ ڏون چوندا آهن، جو پراڪرت جي دونِ مان آيل آهي. ٽي، سنسڪرت ترِ مان آهي، پراڪرت ۾ تِرڻ آهي، جنهن مان هندي تين نڪتو آهي. چار، فارسي چهار، سنسڪرت چتُر ۽ پراڪرت چَهار مان آيو آهي. پنج، سنسڪرت پَنچَون، پراڪرت پنچ مان آهي. فارسي پنج ۽ هندي پانچ آهي. ڇه، سنسڪرت شَش ۽ پراڪرت ڇه آهي، فارسي شش ۽ هندي ڇي. ست، سنسڪرت سَپتن، پراڪرت ستَ، هندي سات،

پنجابي ستّ. اٺَ، سنسڪرت اشٽن، پراڪرت اٺّ، فارسي هشت، هندي آٺ. نَو، سنسڪرت نوَن، پراڪرت ٹَنَ، فارسي نُهه، هندي نَو. ڏهه، سنسڪرت دَشَن، پراڪرت دَسَ، هندي دَس، فارسي دَه. يارهن، پراڪرت ايئار هَ، سنسڪرت ايڪادَشَن. ٻارهن، پراڪرت وارَهَ، سنسڪرت دوادَشَن. تيرهن، پراڪرت تيرَهَ، سنسڪرت تريودَشَن. چوڏهن، پراڪرت چَئُدَهَ، سنسڪرت چتُردَشَن، هندي چودهان. پندرهن، پراڪرت پنّرهه، سنسڪرت پنچ دشين. سورهن پراڪرت سولهَ، سنسڪرت شودَشَن، هندي سولهه. سترهن، پراڪرت سَتَرهَ، سنسڪرت سپت دَشَن. ارڙهن، پراڪرت اَٺرهَ، سنسڪرت اَشٽادَشن، هندي اٺارهه. اوڻيهه، سنسڪرت اَنو ِنشَت يعني ويهن کان هڪ گهٽ، هندي اُنيس. ويهه، سنسڪرت وِنشَتِ، پراڪرت وِسَءِ، فارسي بيست. ٽيهه، پراڪرت تيسا، سنسڪرت ترِنشَتِ. انهيءَ کان پوءِ سنسڪرت وارو شَتِ ڦري پراڪرت ۾ سد ٿو ٿئي. چاليهه، سنسڪرت چتوارنشَت، پراڪرت چتّارسا. پنجاهه، سنسڪرت پنچاشت، پراڪرت پڃاسا. سٺ، سنسڪرت شَشٽِ. سَٺِ، سنسڪرت سپتَتِ. آسي، سنسڪرت اَشيتِ. نوي، سنسڪرت نَوَتِ. سَوَ، سنسڪرت شَتَ، پراڪرت سَئَ، فارسي صد.

ايڪو ترو سوَ ۾ ترو سنسڪرت اتر مان آهي، جنهن جي معنيٰ آهي مٿي، يعني سوَ کان هڪڙو مٿي سَهس، سنسڪرت سَهَسر، پراڪرت سَهَس. هزار فارسيءَ مان آهي. لکُ، سنسڪرت لَکش، هندي لاک. ڪروڙ يا ڪوڙ، سنسڪرت ڪوٽِ. اَربُ، سنسڪرت اَربُدَ. ڪَربُ، سنسڪرت ڪرب. نيل، سنسڪرت نيل. پَدَمُ سنسڪرت پدم.

پهريون، سنسڪرت پرٿَمَ، پراڪرت پٺَمَ. ٻيو ۽ ٻيجو، پراڪرت ٻيئَ، سنسڪرت وِدِّيءَ، پراڪرت ڏيج. ٽيون، پراڪرت تِيئَ. چوٿون، پراڪرت چئُٿَ. تنهن کان پوءِ عدد جي پٺيان سنسڪرت واري پڇاڙي "تَمَ" ڦيرائي "اون" ڪري سنڌيءَ ۾ ڪم آندي اٿن، جا فارسيءَ ۾ "اُم" ٿي ٿئي، جيئن ته چهارم، پنجم. هندي ۽ مرهٽيءَ ۾ "وان" ٿي ٿئي، جيئن ته پانچوان، ۽ گجراتيءَ ۾ "مو"، جيئن ته پانچمو. سنڌي ۾ جو لفظ "ڪَن" ڪم ٿو اچي، جيئن ته ڏهاڪو ڪن، ويهارو ڪن، سو به سنسڪرت "ڪَنڊُ" مان آهي. هيڪار، ٻيهار وغيره ۾ جو "آر" ٿو اچي ۽ "وار" يا "وارو" جي معنيٰ ٿو ڏئي، سو به سنسڪرت ۾ وار آهه، جو فارسيءَ ۽ هنديءَ ۾ "بار" يا "باره" آهي، جيئن يڪ بار، دو بار يا دوباره، سه باره. چوٿ يا چوٿائي، سنسڪرت ۾ چتر ٿانشَ آهي، ۽ ٽيهائي، تر تيانشَ، پاءُ، سنسڪرت پادَ آهي. پوڻو، سنسڪرت پادونَ آهي. اڌُ، سنسڪرت اَردَ آهي. سوا ۽ سوائي ۽ سوايو، سنسڪرت سَپادَ آهي. ساڍ ۽ ساڍا، سنسڪرت ساردَ آهي. ڏيڍ، سنسڪرت ترِ اَردَ آهي، يعني ٽي اڌ. اڍائي، سنسڪرت اَردَ دوِيَ يعني ٻه ۽ اڌ.

# باب ستون

## فعل جو بيان

### فصل پهريون

#### فعل جا قسم

مٿي چيل آهي ته فعل اهو لفظ آهي، جنهن مان ڪنهن ڪم جي ڪرڻ يا ٻئي ماڻهو يا شيءِ تي ٿيڻ يا هئڻ جي معنيٰ نڪري. مٿي اِئين به چيل آهي ته: اهڙي ڪنهن ڪم ڪندڙ کي فاعل ٿا چون ۽ جنهن تي ڪو ڪم ٿئي تنهن کي مفعول ٿا چون. هاڻي جو ڪم ڪنهن ٻئي تي لڳو نٿي تنهن کي 'فعل لازمي' چون ٿا. لازمي لفظ جي معنيٰ آهي، چنبڙندڙ يعني جو ڪم فقط فاعل يا ڪم ڪندڙ سان چنبڙيل ٿو رهي ۽ لنگهي ڪنهن ٻئي تائين اثر نٿو ڪري، جيئن ته احمد هلي ٿو، پکي آڏامن ٿا، هي ڇوڪر روئي ٿو ۽ اِتي هلڻ، اڏامڻ، روئڻ فعل لازمي آهن. پر جڏهن اهو ڪم ڪنهن ٻئي تي ٿئي ٿو انهيءَ جو اثر ڪنهن ٻئي تائين وڃي ٿو، جنهن کي مفعول ٿا چون، تڏهن انهيءَ کي 'متعدي' چون ٿا، جو متعدي لفظ جي معنيٰ آهي لنگهي ٻئي تائين ويندڙ، پر جڏهن فعل ڪو ڪم نه ڏيکاري، فقط ڪنهن ماڻهوءَ يا شيءِ جو هئڻ يا ٿيڻ ڏيکاري، تڏهن اهو اگرچ مٿين معنيٰ موجب لازمي آهي، جو رڳو فاعل سان چنبڙيل ٿو رهي، تڏهن به سواءِ ڪنهن ٻئي فعل جي گڏجڻ سان انهيءَ مان پوري معنيٰ نٿي نڪري. گهڻو ڪري انهيءَ جا ڀاڱا ٻين فعلن سان گڏ ايندا آهن ۽ وقت يا ٻين ڳالهين ڏيکارڻ ۾ مدد ڪندا آهن. تنهنڪري اهڙن فعلن کي "معاون" چون ٿا. معاون لفظ جي معنيٰ آهي مدد ڪندڙ. مثلاً آهي، هو، ٿيو فعل معاون آهن — هُو ماڻهو آهي، هي ڇوڪر هو، هي ڳالهه ٿي. انهن جملن مان پاڻهي صاف معنيٰ نٿي نڪري، جيسين ڪو ٻيو لفظ انهن ۾ فعل سان گڏ ڪم ايندو، جيئن ته هُو ماڻهو حڪيم آهي. هي ڇوڪر هشيار هو، هيءَ ڳالهه سچي ٿي، آءٌ لکندو آهيان، هُو ويو هو، ڪم پيو ٿئي. انهن جملن جي فعلن ۾ آهيان، هو، ٿئي، هئڻ يا ٿيڻ فعل جا ڀاڱا آهن جي ٻين فعلن سان گڏ اچي، معنيٰ ڏيڻ يا سمجهائڻ ۾ مدد ڪن ٿا.

مٿين بيان مان معلوم ٿيو ته فعل ٽن قسمن جا آهن: فعل لازمي، فعل متعدي، ۽ فعل معاون. هي به معلوم ٿيو ته هڪڙي معنيٰ سان فعل معاون به لازميءَ جو هڪڙو قسم آهي. فعل متعديءَ جو ٻيو ئي هڪڙو قسم آهي، جنهن کي ”متعدي بالواسطه“ ٿا چون يعني جو ڪنهن ٻئي جي واسطي يا وسيلي سان يا انهن جي هٿان اثر ٻئي تائين پهچائي ٿو، جيئن ته بادشاهه قيديءَ کي مارايو يا کٽايو. يعني پاڻ نه ماراياڻين يا ڪٽائين جو فعل ٿئي ها، پر ڪنهن ٻئي هٿان ماراياڻين يا کهاراياڻين، تنهنڪري آهو فعل متعدي بالواسطه ٿيو. انهي فعل جي مصدر ۾ نشاني آهي آئڻ يا آرائڻ.

فاعل ۽ مفعول جي نظر تي فعل متعدي معروف به ٿي سگهي ٿو ۽ مجهول به، جن جي معنيٰ آهي سڃاتل ۽ اڻ سڃاتل. مثلاً، احمد محمد کي ماريو. اتي مارڻ فعل جو فاعل سڃاتل آهي ۽ معلوم آهي ته احمد آهي. پر محمد مارجي ويو. اتي خبر نٿي پوي ته محمد جو ماريندڙ ڪير آهي، تنهنڪري پهريون فعل ”متعدي معروف“ آهي ۽ ٻيو ”مجهول“. مجهول جي نشاني مصدر ۾ ’جڻ‘ آهي، جا فعل جي امر جي پڇاڻ آنجڻ ٿي، جيئن ته مارڻ، مار، مارجڻ، مارائجڻ.

## فصل ٻيو

### اسم مصدر ۽ امر

مٿي اسم جي وصف ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ته آهو ڪنهن ڪم جو به نالو آهي، جيئن پڙهڻ، لکڻ، ۽ اسم جي قسمن ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ته ڪم ڏيکارڻ واري اسم کي ”اسم مصدر“ چون ٿا. انهي جي نشاني آهي ’اڻ‘. مثلاً، پڙهڻ چڱو ڪم آهي. انهيءَ جملي ۾ پڙهڻ، آهي فعل جو فاعل آهي، ۽ اسم وانگي ڪم آيو آهي. هٿو چوڪر ترڻ سکيو آهي. اتي ترڻ مصدر آهي ۽ سکيو آهي فعل جو مفعول آهي ۽ اسم وانگي ڪم آيو آهي. انهيءَ ڪري مصدر فعل لازميءَ جي به ٿئي ٿي ۽ متعديءَ جي به. متعدي مصدر مفعول به وٺي سگهي ٿي، جيئن ته بابو هوا کائڻ ويو آهي، اتي کائڻ مصدر فعل متعديءَ جي آهي ۽ انهيءَ جو مفعول آهي هوا.

مصدر لفظ جي عربيءَ ۾ معنيٰ آهي نڪرڻ يا ظاهر ٿيڻ جي جاءِ يا شيءِ. سو هن ڪري جو انهيءَ مان فعلن جون علحده علحده صورتون نڪرن ٿيون، جيئن هيٺ پاڻهي معلوم ٿيندو. مصدر جي پڇاڙي، جا ”اڻ“ آهي، تنهن ۾ ”ڻ“ جي مٿان

پيشُ آهي، تنهنڪري اسم جي قانون موجب اهو مذڪر اسم آهي، ۽ مذڪر وانگي ڳالهائڻ ۾ اچي ٿو ۽ ڦري گهري به ائين ٿو. جيئن ته سچ ڳالهائڻُ چڱو آهي، سچ ڳالهائڻ مان فائدو آهي، جتي عام صورت ۾ ”ڻ“ تي زير ٿي اچي.

انهيءَ مصدر جي نشاني ”ڻ“ ڪڍڻ سان اَمرُ ٿو پيدا ٿئي. امر جي معنيٰ آهي حُڪم. مثلاً، اچڻ مان اچُ، وڃڻ مان وڃُ، ڪرڻ مان ڪر ۽ مارڻ مان مار. اَمر جي پڇاڙيءَ واري اکر تي يا مصدر جي نشانيءَ جي اڳين اکر تي جيڪا جدا جدا حرڪت ٿي اچي، انهيءَ جا ڪي قانون مُقرر آهن.

فعل لازمي جي مصدر جي نشاني ”اَڻ“ آهي يعني ڻ جي اڳين اکر جي مٿان زبر آهي، ۽ انهيءَ جي اَمر جي پڇاڙي ”اُ“ ٿي ٿي، جيئن ته هَلَڻُ ـ هَلُ، وَرَڻُ ـ وَرُ، ڀَوَڻُ ـ ڀَوُ، نَوَڻُ ـ نَوُ، اچڻ ـ اچُ، ۽ وڃڻ ـ وڃ.

فعل متعدي جي مصدر جي پڇاڙي ”اَڻُ“ به آهي ۽ ”اِڻ“ به آهي ۽ انهيءَ مان جو امر نڪري ٿو، تنهن جي پڇاڙيءَ ۾ اِ ٿو اچي، جيئن ته جهلَڻ ـ جهلِ، ڦَرَڻُ ـ ڦرِ، ڳالهائڻُ ـ ڳالهاءِ، ڏوئِڻُ ـ ڏوءِ، ڀڃَڻُ ـ ڀڃِ. پر ڪڏهن مصدر جي نشانيءَ جي اڳيان ”او“ اچڻ ڪري، اَمرُ فقط ”ڻ“ ڪڍڻ سان ٿو جڙي، جيئن ته ڏوئِڻ ـ ڏو، رُئِڻ ـ رو. ۽ ڪن جي امر جي پڇاڙي اُ به ٿي اچي، جيئن ته ٻڌڻ ـ ٻڌُ، لڪڻ ـ لڪُ، چمڻ ـ چمُ، ڏسڻ ـ ڏسُ، سبڻ ـ سبُ، ڪڍڻ ـ ڪڍُ وغيره.

فعل متعدي باالواسطہ جي مصدر ۾ فقط ”ڻ“ ڪڍي ٿي ڇڏجي، جيئن ته مارائِڻ ـ ماراءِ، ڪهائِڻ ـ ڪهاءِ، ڪهارائڻ ـ ڪهاراءِ. حقيقت ڪري متعديءَ مان متعدي بالواسطہ جي ٺهڻ جو رستو آهي متعدي جي امر جي پٺيان يا مصدر جي ڻ جي بدران آئڻ يا آرائڻ وجهڻ، جيئن ته مارڻ ـ مار ـ مارائڻ، ڪائڻ ـ ڪارائڻ ـ ڪاراائڻ، ڦيرڻ ـ ڦيرائڻ ـ ڦيرارائڻ، مٺڻ ـ موائڻ ـ سوارائڻ. ڪي لازميءَ مان متعدي فعل به ٿين ٿا، پر اهي بيقاعدي آهن، جيئن ته ٻرڻ مان ٻارڻ، پڙهڻ مان پاڙهڻ ۽ پڙهائڻ، وسرڻ مان وسارڻ، ڦِرڻ مان ڦيرڻ ۽ ڦيرائڻ، ٻڏڻ مان ٻوڙڻ، مُڙڻ مان موڙڻ، سِڙڻ مان سوڙڻ، هِرڻ مان هيرڻ ۽ هيرائڻ، ڏِسڻ مان ڏيکارڻ، پِيئڻ مان پيارڻ، ڏُڪڻ مان ڏُڪارڻ، وڃڻ مان وڃائڻ.

ڪڏهن فعل لازمي ۽ فعل متعدي ساڳي معنيٰ ڏيکارڻ وارا جدا جدا صورتون وٺن ٿا، جن ته لازميءَ مان متعدي فعل بيقاعدي طرح جڙي ٿو ـ مثلاً اَجهامڻ ـ اَجهائڻ، اَڏامڻ ـ اَڏائِڻ، ٻَجهڻ ـ ٻَڌڻ، ڦاٽڻ ـ ڦاڙڻ، ڇڄڻ ـ ڇڻڻ، چيڄڻ ـ چِڻڻ، ڏُرڻ ـ ڏُهڻ، ڪامڻ ـ ڪائڻ، وِسامڻ ـ وِسائڻ.

مٿي جنهن امر جو ذڪر ڪيو ويو آهي، سو ضمير حاضر واحد کي حڪم ڏين لاءِ آهي، پر جمع جي لاءِ يا گهڻن ماڻهن کي حڪم ڏين لاءِ واحد جي پڇاڙيءَ ۾ 'او' گڏجي ٿو، جيئن ته اچُ-اچو، وڃُ-وڃو، ڏي-ڏيو، جهَلِ-جهَليو، پڙهه-پڙهو.

وقت جي نظر تي هن امر کي امر حالي چوندا آهن، پر ٻي به صورت امر جي آهي، جنهن مان تاڪيد يا ايندڙ وقت يا دير سان ڪم ڪرڻ جو حڪم معلوم ٿو ٿئي ۽ اها آهي اِج يا اِيج گڏڻ سان، جيئن ته آچِج، وَڃِج، ڪج يا اچيج، وڃيج، ڪريج ۽ جمع اچجو، وڃجو ۽ اچيجا، وڃيجا، ڪريجا، يعني هڪدم يا هينئر جو هينئر نه، پر پوئيرو، يا ٻئي وقت، يا ياد ڪري تاڪيد سان ائين ڪَج. ڪڏهن فعل جي پڇاڙيءَ ۾ واحد حاضر واري 'آئين' ڪم آڻيندا آهن، جيئن ته اچجئين يا اچجانءِ، وڃجئين يا وڃجانءِ. اهڙي امر کي 'امر استقبالي' يا 'امر مدامي' يا 'دِيرينو امر' چئي ٿو سگهجي.

جو حُڪم جهلڻ يا منع ڪرڻ جي لاءِ هوندو آهي، تنهن کي نَهي چوڻ ٿا ۽ انهيءَ لاءِ امر جي اڳيان 'نه' يا 'مَ' وجهندا آهن، جيئن ته نه ڪر، مَ وڃ يا مضارع جي اڳيان متان وجهجي ٿو، جيئن ته متان وڃين، متان ڪرين. اهي انڪاري لفظ، ظرف انڪاري به آهن، جيئن مٿي چيو ويو آهي.

## فصل ڏيهون

### اسم مشتق

جيئن ته مصدر اسم آهي، پر معنيٰ فعل جي ٿو ڏئي ۽ منجهانئس ٻيا فعل ٺا نڪرن، تيئن 'اسم مشتق' به اهڙن ڪين اسمن کي چئبو آهي، جي مصدر مان نڪرن ٿا يا جڙن ٿا. اهي آهن: اسم فاعل، اسم مفعول ۽ اسم حاليه.

اسم فاعل: اسم فاعل ڪم ڪندڙ کي چون ٿا، جيئن مٿي به آيو آهي. اهو به مصدر مان نڪري ٿو ۽ امر جي پڇاڙيان 'اندڙ' يا 'ايندڙ' گڏڻ سان ٺهي ٿو. امر جي پڇاڙي 'اَ' آهي ته 'اندڙ' ۽ جي 'اِ' آهي ته 'ايندڙ' گڏين ٿا، جيئن ته لکڻ-لکَ-لکندڙ، هلڻ-هلُ-هلندڙ، مارڻ-مارِ-ماريندڙ، گهولڻ-گهولِ-گهوليندڙ. ڪي بيقاعدي به آهن، جيئن ته وڃڻ-وڃ-ويندڙ، اچڻ-اچُ-ايندڙ.

ڏسڻ ۾ ايندو ته اسم فاعل معنيٰ ۾ صفت وانگي به ڪم اچي ٿو، جيئن ته هتي جي هوا وڻندڙ آهي، ڪِرندڙ تارا ڪڏهن ڪڏهن زمين تان ايندا آهن ۽ هٿَڻ ڪِنڌ پچندڙ آهي. سنڌيءَ ۾ ڪي اهڙا به لفظ يا لفظن جا ڀاڱا يا نشان آهن، جي ٻين اسمن يا صفتن يا فعلن ڪڏهن سان جڙن ٿا ۽ صفت جي معنيٰ ڏين ٿا ۽ اسم فاعل جهڙا آهن، جيئن ته آپاڻ مان آپاڻهار، هلڻ سان هلڻهار، ڏاتار، مارڻ وارو وغيره. اهڙن اسمن کي 'اسم فاعل ترڪيبي' چوندا آهن ۽ انهن جو ذڪر مٿي پنجين باب جي ٻئي فصل ۾ آيو آهي. اهڙي قسم جا ٻيا به لفظ آهن، جن جي پڇاڙيءَ ۾ 'ٽو' آهي، يا جي مصدر جي پٺيان 'و' ڪڏهن سان جڙن ٿا، ۽ صفت جي به ۽ فعل جي به معنيٰ ڏين ٿا، جيئن ته چرڪڻو، مرڪڻو، ۽ ڪٿي آئيندي جي ارادي جي معنيٰ ٿي نڪري، جيئن مون کي سڀاڻي ڪراچيءَ وڃڻو آهي، تو کي هيءَ ڪم ڪرڻو آهي يا نه؟ ڪي ماڻهو هن کي ”اسم استقبال“ ٿا سڏين. صفت وانگي اهڙا اسم جنس ۽ عدد ۾ ڦرن به ٿا، جيئن ته ڪِلندڙ ماڻهو، ڪِلندڙ زال، ڪِلندڙ مڙس، ڪِلندڙيون زالئون. هڪو وڃڻو آهي، هوءَ وڃڻي آهي، هڪو وڃڻا آهن، هڪو وڃڻيون آهن.

اهڙي ساڳئي قسم جا لفظ، جي مصدر مان نڪتل آهن ۽ اسم جي يا فعل جي معنيٰ ٿا ڏيکارين، تن کي ”حاصل بالمصدر“ به چوندا آهن، ۽ انهيءَ جون جدا جدا صورتون ۽ پڇاڙيون ٿيون ٿين، جيئن ته ڪرڻ – ڪرڻي، پرڻ – پرڻي، گهمڻ – گهوم وغيره. جي اسم ذات ٿي شمار ۾ ٿا اچن ۽ انهن جو ذڪر به پنجين باب جي ٻئي فصل ۾ آيو آهي.

اسم مفعول: مٿي چيو ويو آهي ته جنهن اسم تي فعل متعدي جو ڪم يا اثر ٿو ٿئي، تنهن کي مفعول ٿا چون. اهو به اسم آهي جو فاعل وانگي فعل مان نڪتل آهي، ۽ امر جي پٺيان ”آل“ يا ”يَل“ ۽ ”او“ يا ”يو“ وجهڻ سان جڙي ٿو، جيئن ته مارڻ – مار – ماريل يا ماريو، لکڻ – لکڻ – لکيل يا لکيو، نيڻ – نيِ – نيل يا نيو. گهڻا اسم مفعول امر وانگي بيقاعدي جڙيل به آهن، جيئن ته اپائڻ – اپائل يا آپاميل يا آپاتو، پڄڻ ۽ پچڻ مان پڳل ۽ پڳو، بيهڻ مان بيٺل ۽ بيٺو، پرچڻ مان پرتل ۽ پرتو، پيهڻ مان پيٺل ۽ پيتو، ڏاهڻ مان ڏاڌل ۽ ڏاڌو وغيره.

اسم مفعول به فاعل وانگي صفت ٿي به اسم سان ڪم ايندو آهي، جيئن ته پڳل سپاهي جنگ ڪرڻ جو لائق ناهي، مٿو ماڻهو جيئري مان ڪيئن برابر ٿي سگهندو، مٿو مٿي جي آچار آهي، ۽ لکيو ٽرڻ جو ناهي.

اسم حاليه: اسم حاليه به انهن اسمن مان هڪڙو آهي، جي مصدر مان نڪرن ٿا، ۽ آهر فعل جي به ۽ صفت جي به معنيٰ ظاهر ڪري ٿو. آهو ڏيکاري ٿو ته

هڪڙي ڪم هلندي يا جاري رهندي ٻيو ڪم ٿئي ٿو. اهو به اسم جي پٺيان "آندو" يا "ايندو" وجهڻ سان ٺهي ٿو. گهڻا باقاعدي جڙن ٿا ۽ ٿورا بيقاعدي ٿا جڙن. مثال: آءٌ سپاهي تو وٽان ٿيندو ويندس. هُو ماڻهو ڪتاب پڙهندي ٻُڌِي سگهي ٿو. لکڻ – لکت – لکندو، گهمڻ – گهمُ – گهمندو، مارڻُ – مار – ماريندو، اچڻ – اچُ – ايندو، وڃڻ – وڃُ – ويندو، ۽ ڪرڻ – ڪر – ڪندو.

جيئن اسم حاليه ۾ هڪڙي ڪم ڪندي ٻئي ڪم ڪرڻ جي معنيٰ ٿي نڪري ۽ اڪثر آهي ڪم هلندڙ يا ايندڙ وقت سان، يعني حال ۽ مستقبل سان لاڳو ٿيندا آهن، تيئن گذريل وقت يا ماضي، ٻن ڪمن جي ٿيڻ واري هڪڙي فعل جي صورت آهي، جنهن کي "فعل معطوفي" ٿا چون، يعني موٽيل يا ٿيل ڪم، جيئن ته هُو ماني کائي هيڏي آيو، هُو هيءُ ملڪ فتح ڪري پٺتي موٽيو، هوءَ منهن ڍڪيو هليو ٿي وڃي. پر جڏهن اهڙا فعل اڪثر گذريل وقت سان ٿا لڳن، تڏهن انهن کي زمان ماضي جي هڪڙي صورت شمار ڪجي ٿي، ۽ انهن کي "ماضي معطوفي" ڪري سڏيندا آهن. انهيءَ جو بيان ماضين ۾ ايندو.

اهڙا مشتق اسم، جي اسم ٿي فعل يا صفت جو ڪم ڏين ٿا، يا فعل ٿي اسم ۽ صفت جو ڪم ڏين ٿا، تن کي سنسڪرت ۾ ڪردنت چون ٿا. "اسم حاليه" کي 'ورتما ڪردنت' ٿا چون، 'اسم مفعول' کي 'ڀوت ڪردنت' ۽ 'اسم فاعل ترڪيبي' يا 'اسم استقبال' کي 'ڀوشيه ڪردنت'، ۽ فعل يا 'ماضي معطوفيءَ' کي 'پُورڻ ڪردنت'.

# باب اٺون

## فصل پهريون — زمانن جا قسم

### فعل جا زمان

زمان لفظ جي معني آهي وقت، ۽ فعل جا زمان ڏيکارين ٿا ته ڪو به فعل ڪهڙو وقت ٿو ڏيکاري، يعني ڪو به ڪم ڪڏهن ٿيو يا ٿئي ٿو يا ٿيڻو آهي، يعني گذريل وقت ۾، يا هلندڙ وقت ۾، يا ايندڙ وقت ۾. انهيءَ ڪري فعل جا ٽي زمان آهن: هڪڙو "زمان حال"، ٻيو "زمان ماضي" ۽ ٽيون "زمان مستقبل". زمان حال هلندڙ وقت ٿو ڏيکاري، جيئن ته آءٌ خط لکان ٿو، ڇوڪر گهر وڃي ٿو. زمان ماضي گذريل وقت ٿو ڏيکاري، جيئن ته مون خط لکيو، ڇوڪرو گهر ويو. زمان مستقبل ايندڙ وقت ٿو ڏيکاري، جيئن ته آءٌ خط لکندس، ڇوڪر گهر ويندو.

زمان حال جا قسم: وري زمان حال جا ٽي قسم آهن: هڪڙو "زمان حال مطلق"، ٻيو "زمان حال مدامي" ۽ ٽيون "زمان حال متشڪي". زمان حال مطلق يا خاص، فقط هلندڙ وقت ٿو ڏيکاري، يعني اهو ڪم هينئر پيو ٿئي، يا ٿيو هلي، جيئن آءٌ خط لکان ٿو، ڇوڪر گهر وڃي ٿو، يعني آءٌ هينئر لکان ٿو ۽ هو هينئر وڃي ٿو. "حال مدامي" گذريل ۽ هلندڙ وقت گڏي ٿو ڏيکاري، يعني ته ڪو ڪم گذرئي وقت کان وٺي جاري ٿيو آهي ۽ اڃا هلندو اچي ۽ پيو ٿئي، يا هميشه ٿيندو آهي، جيئن ته هُو ڇوڪر مڪتب ۾ پڙهندو آهي، يعني گذريل وقت کان وٺي پڙهندو اچي ۽ پڙهي پيو. ڪي انهيءَ کي "حال استمراري" به چون ٿا، ۽ جو ڪم هميشه پيو ٿيندو آهي، تنهن کي "حال مدامي" چون ٿا. "حال مُتشڪي" به هلندڙ وقت ٿو ڏيکاري، مگر پڪَ نه هوندي آهي ته اهو ڪم هلي ٿو يا نه. يعني شڪ ڏيکاريندو آهي، جيئن ته ڇوڪر مڪتب ۾ پڙهندو هوندو.

زمان ماضي جا قسم: زمان ماضي گذريل وقت ڏيکاري ٿو. مگر گذريل وقت به هلندڙ وقت کان يا گهڻو پري ۽ اڳي ٿو ٿئي يا ويجهو ٿو ٿئي، يا گهڻي وقت کان ڪو ڪم ٿي بس ٿيو، يا ڪجهه تائين پئي ٿيو. انهيءَ نظر تي "زمان ماضي" جا ڇهه قسم آهن: "ماضي مطلق"، "ماضي قريب"، "ماضي بعيد"، "ماضي استمراري"، "ماضي مدامي"، "ماضي متشڪي"، ۽ "ماضي شرطيه".

"ماضي مطلق يا خاص" ماضي فقط مبهم گذريل وقت ۾ ڪم پورو ٿيل ڏيکاري ٿو، پر اها خبر نٿو ڏئي ته ڪو ڪم تازو ٿيو يا گهڻو اڳي پورو ٿي چڪو، جيئن ته هو پڙهيو، يا هُو ويو.

"ماضي قريب" ڏيکاري ٿو ته اهو ڪم تازو يا ويجهڙائي ۾ ٿيو آهي، جيئن ته هُو پڙهيو آهي، يا هو ويو آهي. قريب لفظ جي معنيٰ به ويجهو آهي.

"ماضي بعيد" ڏيکاري ٿو ته اهو ڪم ڪجهه وقت اڳي ٿي چڪو هو، جو بعيد لفظ جي معنيٰ آهي پَري، جيئن ته هو پڙهيو هو، هو ويو هو.

"ماضي استمراري" ڏيکاري ٿو ته اهو ڪم گذريل وقت ۾ جاري هو ۽ پئي هليو، جيئن ته هُن پڙهيو ٿي، هُو پئي ويو.

"ماضي مدامي" ڏيکاري ٿو ته اهو ڪم گذريل وقت ۾ هميشه جاري هو، ۽ پيو ٿيندو هو، جيئن ته هو پڙهندو هو، هو ويندو هو. مدامي لفظ جي معنيٰ آهي هميشه ٿيندڙ.

"ماضي متشڪي" ڏيکاري ٿو ته اهو ڪم گذريل وقت ۾ ٿيو يا نه، تنهن جي پڪ ناهي، شڪ آهي. ۽ متشڪي لفظ جي معنيٰ به آهي شڪ وارو، جيئن ته هُو پڙهيو هوندو، هو ويو هوندو.

"ماضي شرطيه" ڏيکاري ٿو ته اهو ڪم گذريل وقت ۾ ڪنهن شرط پوري ٿيڻ تي ٿئي ها، جو شرطيه جي معنيٰ شرط وارو، جيئن ته هو پڙهي ها، هو وڃي ها.

عربي صرف نحو موجب 'ماضي معطوفي' به ماضين ۾ آڻيندا آهن، جو ڏيکاري ٿو ته گذريل وقت ۾ ڪنهن ماڻهوءَ هڪڙو ڪم ڪري پوءِ ٻيو ڪم ڪيو، يعني اهو ماضي ٻن گذريلن ڪمن کي ڳنڍي ٿو، جو معطوفي لفظ جي معنيٰ آهي ڳنڍيل يا موڙيل، جيئن ته هُو پڙهي هوڏي ويو، آءٌ هن جو ڪم لاهي گهر آيس.

انهيءَ کان سواءِ 'ماضي مُتَمَنِّي' ۽ 'ماضي امڪاني' به ماضين ۾ داخل ڪيا اٿن. ماضي متمني خواهش ٿو ڏيکاري جو گذريل وقت سان لاڳو آهي. اهو صورت ۾ شرطيه جهڙو آهي، مگر لفظ 'چڱو' گڏيندا آهن، جيئن ته هي ڪم ٿئي ها ته چڱو هو. مگر انهيءَ ڪم جو ٿيڻ ڪنهن شرط تي منحصر نه آهي، جيئن ماضي شرطيه ۾ آهي. ۽ 'ماضي امڪاني' ڏيکاري ٿو ته انهي ڪم جي ٿيڻ جو امڪان هو ۽ ٿيي ٿي سگهيو، ۽ تنهنڪري لفظ سگهڻ جو انهيءَ ۾ ڪم ايندو آهي، جيئن ته هُو پڙهي ٿي سگهيو، هُو وڃي ٿي سگهيو، ٻي طرح انهن جي صورت ماضي استمراري جهڙي آهي. پر اهو سگهڻ ڪنهن به ٻئي زمان سان لڳي ٿو سگهي.

زمان مستقبل جا قسم: زمان مستقبل ايندڙ وقت ٿو ڏيکاري، پر اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ هڪ دفعي ٿيڻو آهي يا گهڻي وقت تائين پيو ٿيندو، تنهن لاءِ زمان مستقبل جا ٻه قسم آهن: هڪڙو 'مستقبل مطلق' يا خاص ۽ ٻيو 'مستقبل استمراري'. مستقبل خاص فقط آئيندو وقت مجمل طرح ٿو ڏيکاري، جيئن ته هُو پڙهندو، هو ويندو، پر "مستقبل استمراري" اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪجهه تائين جاري رهندو يا هلندو، جيئن ته هُو پيو پڙهندو.

زمان مضارع: مٿي ٽي زمان ڏنا ويا آهن – حال يعني هلندڙ وقت، ماضي يعني گذريل وقت، ۽ مستقبل يعني ايندڙ وقت. پر پيو هڪڙو زمان آهي جو حال به ٿو ڏيکاري ۽ مستقبل به. يعني ڪم جو ڪرڻو آهي سو هلندڙ وقت سان به لاڳو ٿي سگهي ٿو، ۽ ايندڙ وقت سان. ٻنهي ساڻ شامل آهي. انهي کي 'زمان مضارع' چون ٿا، جو مضارع لفظ جي معنيٰ آهي، ٻن جو پاڻ ۾ پاڻيوار ٿي رهڻ، جيئن ته آءٌ وڃان، چوڪر پڙهي، دل ٿي چوي ته هي ڪم ڪريان. انهيءَ ساں ڪم جو ڪرڻ هلندڙ وقت حال ۾ به سمجهي ٿو سگهجي، ۽ ايندڙ وقت يعني مستقبل ۾ به، ٻئي انهيءَ ۾ شامل آهن.

حال يا ماضي استمراري يا مدامي يا معطوفي وانگي مضارع به مدامي يا معطوفي ٿي سگهي ٿو، جيئن ته هُو پڙهندو اچي، آءٌ هي ڪم ڪندو وڃان.

## فصل ٻيو

### زمانن جوڙڻ جا رستا

مٿي چيو ويو آهي ته فعل جي پهرين صورت آهي مصدر، جا هڪڙيءَ ڪاڻ وانگي آهي، جنهن مان جدا جدا فعل جون صورتون نڪرن ٿيون، ۽ هي به ڏيکاريو ويو آهي، ته مصدر جي نشاني "ڻ" ڪيڻ سان، ڪين حرڪتن ڦيرائڻ سان آمُر ٿو جڙي، جيئن ته لکڻ – لکُ، وَڃڻ – وڃُ، مارَڻ – مار، امر جي پڇاڙيءَ "او" يا "يو" گڏڻ سان اسم مفعول ٿو ٺهي، جيئن ته مارڻ – مار – ماريو، لکڻ – لکُ – لکيو. اها مفعول جي صورت بلڪل ماضي مطلق جهڙي آهي امر جي پڇاڙيان "اندو" يا "ايندو" گڏڻ سان اسم حاليه ٿو جڙي، جيئن ته پڙهه – پڙهندو، مار – ماريندو، جو مستقبل واحد غائب جهڙو آهي. هاڻي ڏسڻ ۾ ايندو ته فعل جا جيڪي به زمان آهن ۽ جن جو مٿين فعل ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، سي سڀ پهرين امر مان ٿا نڪرن–

هن طرح تہ پهرين امر مان مضارع ٺهي ٿو جُڙي. انهيءَ لاءِ جي امر جي پڇاڙيءَ ۾ ”ا“ آهي تہ ”آن“ ۽ جي ”اِ“ آهي تہ ”يان“ ٿو گڏجي. اها مذڪر واحد متڪلم جي صورت آهي، پر ٻين ضميرن ۽ عددن ۽ جنسن ۾ جدا جدا نشانيون يا پڇاڙيون آهن، جي هيٺ فعل جي ڦيرن مان معلوم ٿينديون. مضارع جا مثال ـ پڙهڻ مان امر پڙه، ۽ پڙهہ مان مضارع پڙهان. مارڻ مان امر مارِ ۽ مارِ مان مضارع ماريان.

مضارع مان وري هيٺيان زمان نڪرن يا جُڙن ٿا: (١) زمان حال مضارع جي اڳيان يا پٺيان 'ٿو' گڏڻ سان، جيئن تہ پڙهان ـ پڙهان ٿو، يا ٿو پڙهان، مار ـ ماريان ٿو، يا ٿو ماريان. ۽ پيو وجهڻ سان حال استمراري ٿو ٿئي، جيئن تہ پڙهان پيو، پيو ماريان. (٢) مضارع جي پٺيان 'ها' وجهڻ سان، ماضي شرطيہ ٿو ٿئي، جيئن تہ پڙهان ها، وڃي ها، مارين ها.

اسم حاليہ مان وري هيٺيان زمان ٿا جڙن: (١) مستقبل، جو واحد غائب ۾ بلڪل اسم حاليہ جهڙو آهي، ٻين ضميرن ۽ جنسن ۽ عددن ۾ نشان يا پڇاڙيون ڦرن ٿيون، جي هيٺ ڦيرن مان معلوم ٿينديون. مثال پڙهندو، ماريندو. (٢) انهي ۾ 'پيو' گڏڻ سان مستقبل استمراري ٿو ٿئي، جيئن تہ پڙهندو پيو، پيو ماريندو. (٣) انهيءَ ۾ 'آهي' گڏڻ سان حال مدامي ٿو ٿئي، جيئن تہ پڙهندو آهي، ماريندو آهي. (٤) ماضي مدامي، 'هو' گڏڻ سان، جيئن تہ پڙهندو هو، ماريندو هو. (٥) حال متشڪي 'هوندو' گڏڻ سان، جيئن تہ پڙهندو هوندو، ماريندو هوندو.

اسم مفعول مان جي زمان نڪرن ٿا، سي هي آهن: (١) ماضي مطلق تہ اسم مفعول جهڙو آهي، جيئن تہ پڙهيو، ماريو. (٢) ماضي قريب ”آهي“ گڏڻ سان ٿو جڙي، جيئن تہ پڙهيو آهي، ماريو آهي. (٣) ماضي بعيد ”هو“ گڏڻ سان، جيئن تہ پڙهيو هو، ماريو هو. (٤) ماضي متشڪي ”هوندو“ گڏڻ سان، جيئن تہ پڙهيو هوندو، ماريو هوندو. (٥) ماضي استمراري اڳيان يا پٺيان ”پي“ يا ”ٿي“ گڏڻ سان، جيئن تہ پڙهيو ٿي يا پڙهيو پي، ماريو ٿي يا ماريو پي، يا ٿي ماريو، يا پي پڙهيو.

مٿيان نشان يا مثال، ضمير واحد، غائب مذڪر جا آهن، ٻين ضميرن، جنسن ۽ عددن جي ڦيرگهير جي خبر هيٺ فعل جي ڦيرن مان پوندي. معلوم هجي تہ مٿي جيڪي نشان آهن ۽ ”هو“ ۽ ”هوندو“ زمانن ٺاهڻ ۾ ڪم اچن ٿا، سي ”هئڻ“ فعل جو زمان حال ۽ زمان ماضي ۽ زمان مستقبل، مذڪر، واحد يا غائب جي صيغي جا آهن، جي زمانن ٺاهڻ ۾ ٻين فعلن کي مدد ڪن ٿا تنهنڪري هئڻ فعل کي فعل معاون چوندا آهن، جيئن مٿي بہ چيو ويو آهي. هيٺ فعل معاون جي ڦيري سان، انهن ٽنهي زمانن جا ٻيا صيغا، يعني ضميرن، جنسن ۽ عددن جي ڦيرگهير جي خبر انهن فعلن جي ڦيري مان پوندي.

# فصل ڏهون

## زمانن جا گردان يا ڦيرا

### (١) فعل معاون جو گردان - مصدر هئڻ

زمان حال (مذڪر ۽ مؤنث)

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| ضمير متڪلم | آءٌ آهيان | اسين آهيون |
| ضمير حاضر | تون آهين | توهين آهيو |
| ضمير غائب | هُو آهي | هُو آهن |

زمان ماضي مطلق

مذڪر

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ هوس | اسين هئاسين |
| حاضر | تون هئين | توهين هئو |
| غائب | هُو هو | هُو هئا |

مونث

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ هيس | اسين هيونسين |
| حاضر | تون هئينءَ | توهين هيون |
| غائب | هوءَ هئي | هُو هيون |

زمان مستقبل

مذڪر

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ هوندس | اسين هونداسين |
| حاضر | تون هُوندين | توهين هوندؤ |
| غائب | هُو هُوندو | هُو هوندا |

مونث

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ هوندي‌س | اسين هونديونسين |
| حاضر | تون هوندينءَ | توهين هونديون |
| غائب | هوءَ هوندي | هنّو هونديون |

زمان مضارع
مذڪر ۽ مونث لاءِ

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ آهيان يا هجان | اسين هئون يا هجون |
| حاضر | تون هوئين يا هجين | توهين هوئو يا هجو |
| غائب | هو هوءِ يا هجي | هو هوئن يا هجن |

(٢) فعل متعدي جو گردان ــ مصدر لکڻ
زمان مضارع
مذڪر ۽ مونث لاءِ

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکان | اسين لکون |
| حاضر | تون لکين | توهين لکو |
| غائب | هو لکي | هو لکن |

زمان حال

مذڪر

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکان ٿو | اسين لکون ٿا |
| حاضر | تون لکين ٿو | توهين لکو ٿا |
| غائب | هو لکي ٿو | هو لکن ٿا |

مونث

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکان ٿي | اسين لکون ٿيون |
| حاضر | تون لکين ٿي | توهين لکو ٿيون |
| غائب | هوءَ لکي ٿي | هو لکن ٿيون |

زمان حال استمراريءَ ۾، "ٿو" جي بدران "پيو" ۽ "پيا" ۽ "ٿي" جي بدران "پئي" ۽ "پيون" وجهو.

زمان ماضي شرطيه ۾، مذڪر ۽ مونث لاءِ مضارع جي پٺيان "ها" وجهو.

زمان مستقبل

مذڪر

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکندس | اسين لکنداسين |
| حاضر | تون لکندين | توهين لکندؤ |
| غائب | هو لکندو | هو لکندا |

مونث

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکنديس | اسين لکنديونسين |
| حاضر | تون لکندينءَ | توهين لکنديون |
| غائب | هوءَ لکندي | هو لکنديون |

مستقبل استمراريءَ لاءِ مذڪر واسطي "پيو" ۽ "پيا" وجهو ۽ مونث واسطي "پئي" ۽ "پيون".

زمان حال مدامي

مذڪر

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکندو آهيان | اسين لکندا آهيون |
| حاضر | تون لکندو آهين | توهين لکندا آهيو |
| غائب | هو لکندو آهي | هو لکندا آهن |

مونث

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکندي آهيان | اسين لکنديون آهيون |
| حاضر | تون لکندي آهين | توهين لکنديون آهيو |
| غائب | هوءَ لکندي آهي | هو لکنديون آهن |

## زمان ماضي مدامي

### مذڪر

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکندو هوس | اسين لکندا هئاسين |
| حاضر | تون لکندو هوئين | توهين لکندا هئُو |
| غائب | هو لکندو هو | هو لکندا هئا |

### مونث

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکندي هُيَس | اسين لکنديون هيونسين |
| حاضر | تون لکندي هئينءَ | توهين لکنديون هيون |
| غائب | هوءَ لکندي هئي | هُو لکنديون هيون |

## زمان حال متشڪي

### مذڪر

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکندو هوندس | اسين لکندا هونداسين |
| حاضر | تون لکندو هوندين | توهين لکندا هوندؤ |
| غائب | هو لکندو هوندو | هو لکندا هوندا |

### مونث

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ لکندي هونديس | اسين لکنديون هونديونسين |
| حاضر | تون لکندي هوندينءَ | توهين لکنديون هونديون |
| غائب | هوءَ لکندي هوندي | هو لکنديون هونديون |

## (٣) فعل لازميءَ جو گردان - مصدر ٽِڪڻ

مذڪر

| | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| متڪلم | آءٌ ٽِڪيُس | اسين ٽِڪياسين |
| حاضر | تون ٽِڪئين | توهين ٽِڪيوَ |
| غائب | هو ٽِڪيو | هو ٽِڪيا |

| | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| متڪلم | آءٌ ٽِڪيس | اسين ٽِڪيونسون |
| حاضر | تون ٽِڪينءَ | توهين ٽِڪيون |
| غائب | هوءَ ٽِڪي | هُو ٽِڪيون |

### زمان ماضي قريب

مذڪر

| | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| متڪلم | آءٌ ٽِڪيو آهيان | اسين ٽِڪيا آهيون |
| حاضر | تون ٽِڪيو آهين | توهين ٽِڪيا آهيو |
| غائب | هو ٽِڪيو آهي | هو ٽِڪيا آهن |

مونث

| | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| متڪلم | آءٌ ٽِڪي آهيان | اسين ٽِڪيون آهيون |
| حاضر | تون ٽِڪي آهين | اوهين ٽِڪيون آهيو |
| غائب | هوءَ ٽِڪي آهي | هُو ٽِڪيون آهن |

### زمان ماضي بعيد

مذڪر

| | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| متڪلم | آءٌ ٽِڪيو هوس | اسين ٽِڪيا هئاسين |
| حاضر | تون ٽِڪيو هوئين | توهين ٽِڪيا هئوَ |
| غائب | هو ٽِڪيو هو | هو ٽِڪيا هئا |

مونث

| | جمع | واحد |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ نڪي هيس | اسين نڪيون هيونسين |
| حاضر | تون نڪي هوئينءُ | توهين نڪيون هيون |
| غائب | هو نڪي هئي | هو نڪيون هيون |

زمان ماضي متشڪي

مذڪر

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ نڪيو هوندس | اسين نڪيا هونداسين |
| حاضر | تون نڪيو هوندين | توهين نڪيا هوندؤ |
| غائب | هو نڪيو هوندو | هو نڪيا هوندا |

مونث

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | آءٌ نڪي هوندي‌س | اسين نڪيون هونديونسين |
| حاضر | تون نڪي هوندينءُ | توهين نڪيون هونديون |
| غائب | هوءَ نڪي هوندي | هو نڪيون هونديون |

فعل متعديءَ ۾ ماضيءَ جي سڀني زمانن ۾ واحد توڙي جمع ۾ صورت ساڳي آهي، جيئن مون لکيو، اسان لکيو، تو لکيو آهي، توهان لکيو آهي، هن لکيو هوندو ۽ هنن لکيو هوندو.

اشارو- حقيقت ڪري عربيءَ ۾ صَرفُ چوندا آهن. اسم يا فعل جي گردانن يا ڦيرن کي، يعني سڀني صورتن يا حالتن، يا صيغن ۾ آڻي ڏيکارڻ. هوءَ هرهڪ صورت جي هڪ نموني يا مثال ڏئي وجهڻ کي صَرفُ صغير يعني ننڍو صرف يا ڦيرو چوندا آهن، ۽ هرهڪ زمان يا صورت کي جنسن، عددن ۽ ضميرن ۾ مفصل طرح آڻي کي صَرف ڪبير يعني وڏو صَرف يا ڦيرو چوندا آهن. هن فصل ۾ مٿي جيڪي ڦيرا ڏنا ويا آهن، تن کي صرف ڪبير ٿو چئجي. صَرف صغير جو مثال هي آهي: پڙهڻ مصدر مان، آمر پڙهه، مضارع پڙهان، حال پڙهان ٿو، حال مدامي پڙهندو آهيان، حال متشڪي پڙهندو هوندس، مستقبل يا اسم حاليه پڙهندو، اسم فاعل پڙهندڙ،

اسم مفعول يا ماضي مطلق پڙهيو، ماضي قريب پڙهيو آهيان، ماضي بعيد پڙهيو هوس، ماضي استمراري پڙهيس ٿي، ماضي متشڪي پڙهيو هوندس ۽ ماضي معطوفي پڙهي. فعل متعدي بالواسطه ۽ فعل مجهول جا گردان به مٿين طرح ٿيندا.

## فصل چوٿون

### فعلن جا ڪي ٻيا خاص قسم

مٿي چيو ويو آهي ته فعل متعدي معروف به ٿيندو آهي ۽ مجهول به، جيئن ته مارڻ ۽ مارجڻ. جنهن ۾ "جڻ" مجهول جي نشاني آهي. پر ڪن حالتن ۾ فعل لازمي به مجهول جهڙي صورت وٺي ٿو، جنهنڪري انهيءَ جو ڪو خاص فاعل ڪونهي. عام طرح ڪوبه فاعل ٿي سگهي ٿو، جيئن ته سياري ۾ ڏڪجي ٿو، ڊوڙڻ سان پگهرجي ٿو، يعني ماڻهو ڏڪي ٿو، ماڻهو پگهرجي ٿو. اهڙن فعلن کي بي فاعل فعل چون ٿا. سنسڪرت ۾ انهن جو نالو "اڪرترڪ" آهي. اهڙن فعلن جا اڪثر ماضي وارا يا اسم مفعول مان جڙيل زمان ڪين ٿا ٿين، ٻيا ٿين ٿا. حال جو مثال مٿي آيل آهي ۽ مستقبل جو هيءُ آهي: ڊوڙبو ته پگهر نڪرندو، هوڏي ڪڏهن هلبو. مضارع جو: اهڙو ڪم ڇو ڪجي، جو پشيمان ٿجي. حال استمراري: پيو ڊوڙبو، پيو ڊوڙجي. حال مدامي: ڊوڙبو آهي. حال متشڪي: ڊوڙبو هوندو. ماضي شرطيه: ڊوڙجي ها.

عربي صرف نحو موجب فعل مُثبت به آهن ۽ منفي به آهن، يعني هڪڙا اثبات ٿا ڏيکارين يا اهنڪار ٿا ڪن، ۽ ٻيا نفي ٿا ڏيکارين يا انڪار ٿا ڪن. يعني جن ۾ "نه" ڪم ٿو اچي، جيئن ته هُو وڃي ٿو، هُو نٿو وڃي. جيئن امر يا حڪم جي منع يا "نه" ڪرڻ جي حڪم کي نَهي چوندا آهن، جيئن نه ڪر، مَ ڪر. پر مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته اهي نهڪار جا لفظ ظرف وانگي شمار ڪجن ٿا.

وري فعل مفرد به ٿين ٿا ۽ مرڪب به، يعني ڇڙها ۽ گڏيل. گڏيل يا مرڪب فعل ٻن قسمن جا آهن، هڪڙا ٻن فعلن مان، جيئن ته هلندو رهيو، ويو هليو، لڪڻ لڳو، ڪري سگهيو، وڃي پيو، لوڙهي ڇڏيائين، مري ويو، ٻيا اسمن ۽ فعل مان ٿا جڙن، ۽ فعل متعديءَ جي حالت ۾ اڪثر آهي اسم انهن جا مفعول آهن، جيئن ته نيپ ڏيڻ = نپڻ، جهٽ هڻڻ = جهٽڻ، دل لائڻ، دل هڻڻ، نظر ڪرڻ، زور آزمائڻ. ڪي اهڙا فعل رکو ڪنهن ٻئي اسم جي پٺيان مصدر جي نشاني وجهڻ فعل بنبا آهن، پوءِ آهي اسم نج سنڌي هجن يا فارسي، جيئن ته ڏک مان ڏکوئڻ ۽ ڏکوئجڻ، ايذاءُ مان ايذائڻ ۽ ايذائجڻ، طهور مان طهورڻ ۽ طهورجڻ ۽ طهورائڻ. رنج مان رنجائڻ.

## فصل پنجون

### فعلن جون ڪي خاص صورتون

صُدور يا طرز: عربي صرف نحو موجب فعلن جون ڪي خاص صورتون يا حالتون آهن، جن کي صُدور يا طرز چوندا آهن ۽ انهن مان فعلن جي حالت جملن ۾ ظاهر ٿئي ٿي. انگريزيءَ ۾ به اهڙيون صورتون ڪم اينديون آهن، جن کي ”مُوڊ“ چوندا آهن. آهي صُدور يا صورتون پنج آهن - (١) صورت بياني، جا فعل جي رواجي صورت آهي ۽ ڪنهن ڳالهه جو بيان آهي، جيئن ته هُن ڪتاب لکيو، هو آيو. (٢) صورت مصدري، جنهن ۾ فعل مصدر جي صورت ۾ ڪم ايندو آهي، جيئن ته سچ ڳالهائڻ چڱي عادت آهي. (٣) صورت امري، جنهن ۾ ڪي ڪرڻ لاءِ چئجي يا حڪم ڏجي، يا منت ڪجي، جيئن ته پڙهَ علم پڙهه. (٤) صورت اختياري يا امڪاني، جنهن ۾ ڪم ڪندڙ ڪو ڪم ڪري سگهي يا انهيءَ جي ڪرڻ جو هن کي اختيار هجي، جيئن ته هو هي ڪم ڪري ٿو سگهي. (٥) صورت شرطي، جنهن ۾ ڪو شرط هجي يا ڪو ڪم ڪنهن شرط تي منحصر هجي، جيئن ته جي هيئن ٿيو ته پوءِ اهو ڪم ٿيندو.

پر هنن صورتن جو واسطو جملن سان ٿو رهي، تنهنڪري انهن جو بيان نحو ۾ ايندو. صرف ۾ هنن جو ذڪر اڳيئي اچي ويو آهي، جيئن ته مصدر ۽ امر، ۽ ماضي شرطيه ۽ ماضي امڪاني بابت جيڪي چيل آهي سو پڙهي ڏسجي.

نسبتون يا پريوگ: مٿي چيو ويو آهي ته جملن ۾ سڀڪنهن فعل جو فاعل هوندو، ۽ جي فعل متعدي هوندو ته مفعول به هوندس، هاڻي فاعل ۽ مفعول جي هڪبئي سان يا انهن جي فعل سان جملي ۾ جيڪا نسبت ٿي رهي، تنهن کي مناسب ٿا چون. اهي نسبتون گهڻن قسمن جون ٿيون ٿين، پر جڏهن ته اهي جملن سان واسطو ٿيون رکن، تڏهن عربي صرف نحو ۾ داخل آهن. پر جڏهن رواج موجب آهي صرف ۾ به پڙهائيندا آهن، تڏهن هتي انهن جو ٿورو بيان ڏجي ٿو. انهيءَ مناسبت کي سنسڪرت ۾ ”پريوگ“ چون ٿا. اهڙيون نسبتون يا پريوگ ٽي آهن - (١) جڏهن ڪو فعل، ضمير، جنس ۽ عدد ۾ فاعل موجب ڦرندو آهي، تڏهن انهيءَ کي نسبت فاعلي يا ڪرتري پريوگ چوندا آهن، جيئن ته ڇوڪرُ ڊوڙي ٿو، ڇوڪر ڊوڙن ٿا، ڇوڪري ڊوڙي ٿي، ڇوڪريون ڊوڙن ٿيون، آءٌ ڊوڙان ٿو، اسين ڊوڙون ٿا هُو مارجي ٿو، هُو مارجن ٿا، هُوءَ مارجي ٿي وغيره. اهو پريوگ فقط فعل لازمي ۽ فعل متعدي مجهول سان لاڳو ٿو ٿئي. (٢) جڏهن ڪو فعل ضمير، جنس ۽ عدد ۾ مفعول موجب ڦرندو آهي، تڏهن انهيءَ کي نسبت مفعولي يا ڪرمڻي

پريوگ چوندا آهن. اهو پريوگ خاص فعل متعدي معروف سان لڳندو آهي، نه لازمي ۽ مجهول سان ۽ مفعول مان جڙيل زمانن ۾، نه ٻين ۾، جيئن ته چوڪر ڪتابَ لکيو، چوڪريءَ ڪتابُ لکيو، ڇوڪر ڪتابڙي لکي، ڇوڪرن ڪتابڙي لکي، ڇوڪر ڪتاب لکيا، ڇوڪرن ڪتابڙيون لکيون. سون ڪتاب لکيو ۽ اوهان ڪتابڙيون لکيون.

پر مفعول کان سواءِ ٻيءَ طرح جڙيل زمانن ۾، يعني مضارع ۽ اسم حاليه مان جڙيلن زمانن ۾ فعل متعدي معروف ۾ فعل فاعل موجب ٿو ڦري نه مفعول موجب جيئن مٿي چيو ويو آهي ته ڇوڪرُ ڪتاب لکي ٿو، ڇوڪري ڪتابُ لکي ٿي، ڇوڪرَ ڪتابُ لکندا، ڇوڪريون ڪتابُ لکنديون وغيره- جو ڪرتري پريوگ ٿيو، نه ڪرمڻي. (٣) جڏهن فعل نڪي فاعل موجب ڦري، نڪي مفعول موجب تنهن کي نسبت علحدي يا ”ڀاوي پريوگ“ ٿا چون، ۽ اهو اڪثر فعل متعدي معروف سان مفعول مان جڙيلن زمانن ۾ لاڳو آهي. جڏهن جملي ۾ مفعول جي پٺيان ”کي“ ظاهر اچي ٿو، جيئن ته شڪاريءَ هرڻ کي ماريو، شڪارين هرڻ کي ماريو، مون هرڻيءَ کي ماريو، اسان هرڻين کي ماريو، مڙس هرڻ کي ماريو، زال هرڻ کي ماريو، ۽ زالن هرڻ کي ماريو.

## فصل ڇهون

### فعل جي زمانن جو سنسڪرت مان اصل

فعل متعدي بالواسطه ۾ ”آئِ“ يا آرائِ“ جو نشان، سنسڪرت ۾ ”آءِ“ يا ”آوي“ آهي. آرائِ ۾ ”ر“ سنسڪرت جي ”ل“ مان بگڙيل آهي، جو ڪڏهن ڪڏهن سنسڪرت ۾ به وڌائيندا آهن.

فعل مجهول ۾ ”جِ“ جو نشان سنسڪرت جي ”ي“ مان آهي، جو بدلجي پهرين ”اِي“ ٿيو ۽ پوءِ ”اِج“. سنڌيءَ وانگي ٻين ٻولين ۾ مجهول لاءِ ڪو به نشان ڪونهي. ٻيا فعل وجهي اها معني ڪڍن ٿا، جيئن ته هئو مارجي ويو، هنديءَ ۾ وه مارا گيا. آءٌ مارجان ٿو، مين مارا جاتا هئون.

امر جي پٺيان جو ”اِج“ نشان اچي ٿو، جيئن ته ڪج يا ڪجئين، سو پراڪرت جي ”اِج“ مان آيل آهي. هنديءَ ۾ ”اِيو“ آهي، جيئن ته ڪريو، جائيو يا جائيئي. امر جي پڇاڙي، جا پراڪرت ۾ ”اُ“ آهي، سا سنڌيءَ ۾ ”اُ“ يا ”اِ“ ٿي ٿئي.

اسم مفعول جو نشان "يو" سنسڪرت جي "تَوا" ۽ "يا" مان آهي، جو پراڪرت ۾ "تَوون" يا "اون" يا پڇاڙيءَ "اِ" مان آهي.

مضارع جو نشان غائب جمع جو "آن" سنسڪرت جي "آتِ" ۽ "آنتِ" مان آهي، ۽ فارسيءَ ۾ "اند" آهي. ۽ متڪلم جو نشان "آن"، سنسڪرت "آمِ" ۽ پراڪرت "آمو" مان آهي، جو فارسيءَ ۾ "آم" ۽ جمع ۾ "ايم" آهي.

ماضين جو پڇاڙيون يا نشان ٻه سنسڪرت ۽ پراڪرت تان ورتل آهن، جيئن ته متڪلم واحد جو نشان "آس"، سنسڪرت جي "آسم" ۽ پراڪرت جي "آسْهيم" مان آهي ۽ جمع ۾ سنسڪرت جو "سْماهِ" ۽ پراڪرت "آمهو" بدلائي "سين" ۽ "سُون" ڪيو ويو. ۽ حاضر ۾ سنسڪرت ۽ پراڪرت جو "آسِ" نشان سنڌيءَ ۾ "آهه" يا "ئي" ڪيو ويو.

مستقبل جو نشان سنڌيءَ ۾ ٻيءَ طرح سان ٺـو لهي، سنسڪرت ۽ پراڪرت سان ڪاٻه موافقت نٿو رکي.

زمان حال جو نشان "تو"، سنسڪرت "سْتَ" مان آهي، جنهن جي معني آهي بيهي. آءُ ڏسان ٿو = آءُ بيهي ڏسان ٿو.

فعل مان معاون جو امر "هو" جو هئڻ مان آهي، سو سنسڪرت "ڀڦو" مان آهي، جو پراڪرت ۾ "آڇِڇِيه" ۽ فارسيءَ ۾ "بُو" آهي، جنهن جي ٻي صورت "باش" آهي.

# باب نائون

## حرف جو بيان

حرف سنڌيءَ ۾ ٽن قسمن جا آهن- حرف جر، حرف جملو ۽ حرف ندا، هرهڪ جو بيان هيٺ ڏجي ٿو.

### فصل پهريون

#### حرف جر

مٿي پهرئين باب ۾ ٻڌايو ويو آهي ته حرف جر اهو لفظ آهي، جو اسم يا ضمير ضمير سان گڏ اچي ٿو ۽ انهيءَ جو ڪنهن ٻئي اسم يا ضمير سان واسطو يا نسبت ڏيکاري ٿو.

جرّ لفظ جي معني آهي ڇڪڻ، ۽ اهو لفظ ڪڙي اسم يا ضمير کي ڇڪي ٻئي سان وڃي ٿو لڳائي. سنڌيءَ ۾ اهو اسم يا ضمير جي پٺيان ايندو پر شعر ۾ ڪڏهن اڳيان به ايندو آهي، جيئن ته ۾ تي، کي، کان، هيٺ ۽ مان. حقيقت ڪري سنڌيءَ ۾ حرف جر گهڻو ڪري اصل ظرف آهن، يعني اسم يا صفتون آهن، جي ظرف وانگي ڪم آهون آهن ۽ انهيءَ ڪري حرف ”جي“ به ساڻ وٺنديون آهن، جيئن ته منهنجي لاءِ، سواءِ هن جي. گهڻا حرف جر سنسڪرت ۽ پراڪرت مان ورتل آهن، جيئن ته پٽر-سنسڪرت پتر، تائين- سنسڪرت سٿاني، تي- آتَ، جيئن- يتّا، ري- لرتي، سارُو- سارَس ۽ پراڪرات ساردو، سان- سَمِ، سڱود و يا سڱين- سائيرم، ڪيڻ- ڪرڻَ، کي- ڪرتي، منجهه يا ۾- مَڌيِ، لاڪُون- لاڳَ، وَٽ- وَدِ، ڪري- ڪرَتي، وکهي- وِ ڪهَنَ.

انهن کان سواءِ هي به حرف جر آهن- سندو، توڻي، تان، سان، ڏانهن، ڏَنهون، ڪنا، کَر، وٽان، ٻنان، ٻگر، ۽ لاءِ.

جيڪي حرف جر ”جي“ وٺن ٿا سي هي آهن- لاءِ، اَبتڙ، آڏو اڳي، اڳيان، اندر، اندران، اوڏو، اوڏڙو، ڏاران، ڏاري، ٻاهران، ٻاهر، بدر، بدران، پاران، پٺاندر، پٺيان، پَرپٺ، پچاڻا، پوءِ، چوڌاري، چوُگرد، سامهون، سانگي، عوض، ڪارڻ، لڳ، مٿي، مٿان، منجهارا، وانگر، مهندان، وانگي يا وانگيان، وچ، وکهي، ويجهو، هيٺ، هيٺان، پاسي، جان.

کهڻا حرف جر فارسي ۽ عربي زبان مان ورتل آهن، ۽ آهي اسمن جي اڳيان يا پٺيان ڪم ايندا آهن. آهي هي آهن: بہ، با، بي، سواءِ، واسطي، موجب، مقابل، مثال، عيوض، روبرو، خاطر، سير، بغير، بلڪل، بالفعل، باقاعده، بيقاعده وغيره.

ڪي سنڌي حرف جر "جو" جي بدران "کان" بہ ولندا آهن، ۽ ڪي "مان" بہ، جيئن تہ مون کان سواءِ، هن کان پوءِ، هئن کان اڳي، هن کان ڌار. ڪي حرف جر اسمن سان گڏ صفت وانگي جنس ۽ عدد ۾ بہ ڦرندا آهن، جيئن تہ منهنجو ڪتاب، منهنجي ڪتابڙي، منهنجا ڪتاب، مون سندو، مون سندي، مون سندا، سڱوڏو ۽ سامهڻو، ويجهو، آڏو، اوڏڙو. اهي سڀ اهڙي قسم جا آهن. کهڻا حرف جر ضمير متصل سان گڏ ايندا آهن، جيئن تہ سندمِ، سندس، کانئس، کائنس، منجهس، مٿانس، کئس، آتين، کيس، لاڪس وغيره. کان ۽ مان حرف جي بدران ڪڏهن فقط "ان" اسم جي پٺيان آئيندا آهن، جيئن تہ گهران، دران، يعني گهر کان، در مان. مثال حرف جر شعرن ۾ هيٺ ضميمي ۾ ڏبا.

ڪڏهن حرف جر لِڪل رهندا آهن، خاص شعر ۾، جيئن تہ:

محب منهنجي هنج کسي وچ مَ مگٿا.
چارڻ چنگ کلهي ڪري هليو هٿائين.
شاهس تنهن ستار جنهن ڪولي ڏنم ڪپڙا.
هڪ سير ڏني سهسين سر بچن.

## فصل ٻيو

### حرف جملو

مٿي ٻهرئين باب ۾ حرف جملي لاءِ چيو ويو آهي تہ اهو هڪڙو لفظ آهي، جو ٻين ٻن لفظن يا جملن، يا انهن جي ڀاڱن کي ڳنڍي ٿو، يا ڌار ڪري ٿو. حقيقت ڪري جملي لفظ جي معني آهي ڳنڍڻ يا گڏڻ، تنهنڪري ڌار ڪرڻ وارا لفظ جملي جا حرف سڏڻ نہ گهرجن. انهن کي فارسي ۽ عربيءَ ۾ "حرف استثنا" چون ٿا. پر جڏهن سنڌيءَ ۾ سواءِ هنن ٻن جي ٻيا حرف ڪينهن، تڏهن لاچار انهي کي اهو نالو ٿو ڏجي، يا ڪڏهن حرف جر بہ چئي ٿو سگهجي. پر ڪنهن بہ طرح انهن ٻنهي قسمن جا لفظ ٻن لفظن يا جملن جو واسطو ڏيکارين ٿا. ڌار ڪرڻ وارا لفظ هي آهن: يا، مگر، پر ۽ ڳنڍڻ وارا آهن: ۽، تہ، ٻئي، بہ، تہ بہ، تڏهن بہ، جيتوڻي، جي، توڻي يا توڙي، نہ تہ، اڻلندو، اڻلو، هٿان، چالاءِ تہ، هن ڪري جو،

سو، ڪو تہ، جيلانهن، متان، مچڻ يا مچڻ، جيڪر، جيڪس، جيڪڏهن، ڪسي (جيئن تہ چاڪي يعني چا لاءِ). ڪي فارسي يا عربي حرف جملا بہ ڪم ايندا آهن، جيئن تہ: مگر، بغير، ليڪن، بلڪ، الا، اگرچہ، چہ، ڪنجا، تا، حتي. فارسي ۽ عربيءَ ۾ گهڻا لفظ آهن، جن جا نالا جدا جدا آهن، پر سنڌيءَ ۾ آهي سڀ حرف جملا شمار آهن، جيئن هيٺ معلوم ٿيندو:
حرف جملي جا مثال شعرن ۾ هيٺ ضميمي ۾ ڏبا.

## فصل ٽيون

### حرف ندا

حرف ندا جي وصف مٿي هيءَ ڏنل آهي: آهو لفظ، جو الڳ اچي ٿو ۽ عجب يا افسوس، يا ڏک يا خوشي، يا ڪا بي دل جي حالت ڏيکاري ٿو، يا سڏ ڪرڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. ندا لفظ جي معني عربيءَ ۾ سڏ آهي، تنهنڪري فقط سڏ ڪرڻ وارا لفظ سچا پچا حرف ندا آهن، جيئن تہ: اي، اڙي، او، ۽ عربي ۽ فارسيءَ ۾ آي، يا آيا. پيا جيڪي سنڌي لفظ حرف ندا هيٺ اچن ٿا، تن لاءِ عربي ۽ فارسيءَ ۾ جدا نالا آهن، آهي هي آهن: هاءِ هيءَ، هئي هئي، شال يا ٿل، مار، واه، ڀلي، کهوڙا، هائو، ها، آنهن نہ، ڀلا، جيئي، سرَ، ورَ، ڀوڏ، ڦوٽ، چيت، عشق يا عاشق، شابس يا شاباس، الو الو، مانَ يا سَن، الهم توهار، ڦٽ، ٿُو، ڇي، هيٽ، آها، ڀرڀر، ووءِ، هوءِ، نچاٽا، انهيءَ جي تہ، ڀل يا ڀلي.
گهڻا حرف ندا عربي، فارسي آهن، جيئن تہ: هاءِ، واءِ يا آي، آيا، هيهات، حيف، بلي، خير، والله اعلم، شاباس، انشاءالله، بسم الله، الحمد لله، سبحان الله، عجب، خبردار، واويلا، ويل. حرف ندا لاءِ سنڌيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اسم جي پڇاڙي الف بہ آڻيندا آهن، جيئن فارسيءَ ۾ آهي. مثلاً: خدايا، ڪنجا، وچيجا.
حرف ندا جا مثال شعرن ۾ هيٺ ضميمي ۾ ڏبا.

## فصل چوٿون

### حرفن بابت وڌيڪ احوال

جيئن مٿي اشارو ڏنو ويو، تيئن سنڌيءَ ۾ فقط مٿيان ٽي حرف آهن: حرف جر، حرف جملو ۽ حرف ندا ۽ انهن سان بہ گهڻا ظرف يا صفت يا اسم وانگي ڪم ايندا آهن ۽ حقيقت ڪري هو آهن بہ آهي، جي حرف وانگي شمار ڪجن ٿا. پر انهن

مان گهڻا آهن، جن لاءِ عربي ۽ فارسي صرف نحو موجب ٻيا نالا ڏنل آهن، جي انهن جي ڏيکاريل معنيٰ موجب آهن. هنن جو ذڪر علم نحو سان تعلق ٿو رکي ۽ آتي ڪيو ويندو. هتي فقط مثال لاءِ ڪي ڏجن ٿا. جيئن مٿي چيو ويو ته سواءِ، ڌارا، مگر وغيره، جي حرف جر آهن، تن کي عربيءَ ۾ "حرف استثنا" ٿا چون. هاءِ، واءِ وغيره کي "حرف افسوس" ٿا چون، واه، شاباس وغيره کي "حرف تعجب يا حرف تحسين"، جي، جيڪڏهن، اگر وغيره کي "حرف شرط"، جو، سندو کي "حرف اضافت"، ۽ کي "حرف عطف"، ته "حرف علت"، ڇا، ڇو، کي "حرف استفهام"، نه، مَ کي "حرف انڪاري يا حرف نفي"، جيئن، وانگي، مثل وغيره کي "حرف تشبيهه"، شال يا شل، مر، ڀلي کي "حرف تمنا" ڇاڪاڻ ته، سو، ڪونه وغيره کي "حرف تعطيل" ۽ خبردار، چيت وغيره کي "حرف تنبيه".

اهڙيءَ طرح ڪيترائي ٻيا لفظ آهن، جي دل جي جدا جدا حالت يا جدا جدا معنيٰ ٿا ڏيکارين، جن جا جدا جدا نالا آهن، ۽ جن جو ذڪر نحو ۾ ايندو.

# باب ڏهون

## گرامر يا صرف نحو بابت ڪي ٻيون متفرقه ڳالهيون

### فصل پهريون

### بيهڪ جون نشانيون

سنڌيءَ ۾ اڳي بيهڪ جون نشانيون اصل ڪين هونديون هيون، ڇوته عربيءَ جي نموني تي فقط جملي جي پوري ٿيڻ تي O يا + جي نشاني ڪم آڻيندا هئا. ٿورن ڏينهن کان انگريزي گرامر ۽ لکيل ٻوليءَ جي نموني تي ڪي نشان ٺهرايا اٿن.

عربيءَ ۾، خصوصاً قرآن ۾ اهڙا گهڻا نشان ڪم اچن ٿا، جن کي 'علامات القرآن' چون ٿا. انهن مان مکيه هي آهن — O يا ھ، جا جملي يا آيت جي پوري ٿيڻ تي اچي ٿي ۽ انهي کي 'وقف' سڏين ٿا. انهيءَ جا ٻه قسم آهن: ٿوري بيهڪ لاءِ ط ڪم آڻيندا آهن، ۽ جتي بيهڻ اختياري آهي اتي ج ڪم ۾ آڻيندا آهن، يعني بيهڻ جائز آهي. لا نشاني تڏهن ڪم آڻيندا آهن، جڏهن انهيءَ هنڌ اصل نه بيهجي، متان معنيٰ غلط يا گناهه جهڙي ٿئي، جو عربي ۾ لا لفظ جي معنيٰ آهي نه. ڪٿي صه نشان ڏيندا آهن ته گڏيندي پڙهجي، جا نشاني وصل مان نڪتل آهي. انهيءَ طرح گهڻائي ٻيا نشان آهن.

سنڌي ۾ جي هاڻي انگريزي نموني تي نشان ٺهرايا ويا آهن سي هي آهن:

(.) هيءَ نشاني جملي جي پوري ٿيڻ تي ڏيندا آهن، جيئن انگريزيءَ ۾ به آهي، ۽ انهيءَ کي پورو دم چوندا آهن، جتي جملي جي وچ ۾ ٿورو بيهڻو پوندو آهي، ته متان گڏي پڙهڻ سان معنيٰ ۾ مونجهارو ٿئي يا غلط عبارت پڙهجي وڃي، اُتي (،) هيءَ نشاني ڏيندا آهن، جا شڪل ۾ انگريزي نشان جي اُبتڙ آهي، جا (,) هيئن آهي ۽ اهو انهيءَ لاءِ ڪيو ويو ته متان اهو نشان واو اکر شمار ۾ اچي. انهي کي 'ٿورو دم'، يا ساهي چوندا آهن. جڏهن گڏيل جملن ۾، ننڍا جملا هوندا آهن يا الهن جا ڌار معنيٰ وارا ڀاڱا هوندا آهن، تڏهن انهن لاءِ هي نشان (؛) ڪم آڻيندا آهن، جو انگريزي نشان (;) تان ورتل آهي، انهيءَ کي 'اڌ دم' سڏيندا آهن. جڏهن جملي پوري ٿيڻ تي ڪي وڏيڪ چوڻو هوندو آهي يا زياده

پيان يا چٽائي لاءِ ڪي مثال ڏيڻا ٿيندا آهن، تڏهن هي نشان ڏيندا آهن ( : ) يا (:-) يا (-) جو پڻ انگريزيءَ موافق آهي. انهي ڪي فقط (ڏٽ) سڏين ٿا جيئن پوري دم ۽ اڌ دم ڪان فرق معلوم ٿئي. سوال جي نشاني جا جملي جي پڇاڙي ۾ ايندي آهي، سا هي آهي (؟) جا شڪل ۾ انگريزي نشان (?) جي ابتڙ آهي. عجب يا سڏ واري جملي جي پٺيان، يعني جنهن ۾ ڪو حرف ندا ڪم آيل هوندو آهي، انهي لاءِ (!) هي نشان ڪم آڻيندا آهن، جو پڻ انگريزيءَ موجب آهي. زياده تعجب ڏيکارڻ لاءِ اهڙا ٻه يا زياده نشان ٻه ڏيندا آهن، جيئن ته (!!!) جيڪي وات جا لفظ جنسي ڏيڻا ٿيندا آهن، تن جي پهرئين لفظ جي مٿان مٿين ۾ هي نشاني (“) ڏيندا آهن، ۽ پڇاڙيءَ ۾ پوئين لفظ جي پٺيان (”) هي نشاني ڏيندا آهن، اهي ٻه انگريزي نموني موجب آهن انهن کي ”واڪ جا نشان“ چوندا آهن. ڪٿي وري جملي جي وچ ۾ ڪو ڌار ٽڪر، ڪا معنيٰ يا ٻي ڳالهه پوئين لفظ بابت ڌار ٻڌائڻي هوندي آهي ته انها ٻن ڏنگين ليڪن ۾ ڏيندا آهن، هن طرح ( ).

معلوم هجي ته هي نشان لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ نهايت ضروري آهن، انهن جي نه هئڻ ڪري پوري معنيٰ سمجهه ۾ نه ايندي، بلڪ غلط معنيٰ به نڪري سگهي ٿي، خصوصاً ”پوري دم“ ۽ ”اڌ دم“ ۽ ”ٿوري دم“ جي تمام گهڻي سنڀال ڪرڻ گهرجي، ۽ ضروري لکڻ گهرجن. شعر ۾ ته انهن نشانن جو هئڻ بلڪل ضروري آهي، پر نثر ۾ به ضروري آهن. انهي بابت هي ٿوريون فهمائشيون وڌيڪ ڏجن ٿيون: (١) جملي ۾ جڏهن گهڻا لفظ ساڳئي قسم جا گڏ اچن، تڏهن هڪ-هڪ پٺيان ٿوري دم جو نشان ڏجي، جيئن ته ڪتو، ٻلو ۽ ٻيا چوپيرا جانور. بابر، همايون، اڪبر ۽ ٻيا مغل بادشاهه. همايون، اڪبر جو پيءُ، ڏاڍو تان ڪرڻ، ڪري مري ويو. (٢) جتي موصول ۽ جواب موصول ڪم اچن ٿا اتي به ٿورو دم ضروري آهي، جيئن ته ڪتاب، جو مون توکي ڏنو هو، سو تو وڃائي ڇڏيو. (٣) جتي وڏي جملي ۾ ننڍا جملا يا ٽڪرا هجن، يا ساڳئي فاعل جا گهڻا فعل هجن يا ماضي معطوفي ڪم آيل هجي، اتي به ٿورو دم ڏيڻ گهرجي، جيئن ته آءٌ هن جي ملاقات ڪري، بازار مان گهربل شيون وٺي، گهر پهچائي، پوءِ سٽيشن تي ويس. (٤) موصول ۽ جواب موصول وانگي جي ٻيا لفظ ڪم اچن ٿا، جيئن ته جڏهن تڏهن، جيڪڏهن، ته، جيستائين، تيستائين، چاڪاڻ، تنهنڪري وغيره، يا جڏهن، سواءِ يا اهڙو ڪو حرف جر اچي جو ڪي لفظ ڳنڍي نه پر ڌار ڪري، ته اهو به ٿوري بيهڪ يا دم جو نشان ڏيڻ پوءِ لکجي، جيئن ته جڏهن هو آيو، تڏهن آءٌ ويٺس. سڀ ماڻهو مون وٽ آيا، سواءِ هن جي. (٥) جڏهن ڪو حرف ندا جملي ۾ ڪم اچي ته اتي به انهي جي پٺيان ٿورو دم ڏجي، جيئن ته افسوس، هي ڪهڙو نه واقعو ٿي پيو. (٦) تمام وڏن جملن ۾ ننڍا جملا، جي ڌار بيهي سگهن، پر سب

پاڻ ۾ گڏجي هلن، آتي ٿوري دم جي بدران اڌ دم جو نشان ڏجي، جيئن تہ فلاڻو ماڻهو چالاڪ آهي، پر حد کان وڌيڪ سخي آهي، ۽ حد کان گهٽ.

## فصل ٽيون

### مرڪب لفظ

سنڌيءَ ۾ ڪيترائي لفظ آهن، جي ٻن يا وڌيڪ لفظن مان جڙيل آهن، جن مان ڪي ساڳيا ٻہ ٻيرا ٿا اچن، ڪي هڪجهڙا ۽ موافق آهن ۽ ڪي مخالف آهن، ڪن ۾ ساڳئي قسم يا قافيي يا وزن جو لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي ڪابہ معني ڪانهي، فقط استعمال ۽ اصطلاح ۾ ڪم ايندا آهن. ڪن ۾ جدا جدا فعل جا موافق يا مخالف زمان ڪم آيل آهن، ڪي اسم ۽ فعل گڏ، ڪي اسم ۽ صفت گڏ، ڪي عربي ۽ فارسي ۽ سنڌي گڏ. اهڙن لفظن بابت مٿي بہ اشارو ڏنل آهي (ڏسو باب پنجون- فصل ٽيون). ۽ انهن جو گهڻو واسطو علم نحو سان آهي، آتي انهن جو ذڪر ڪبو، هتي فقط ڪي مثال ڏجن ٿا:

(١) ناچگو، نيردئي، نيپٽو، ليڏلڪو، بي لڇو، ڪنهاڳ، ڪمينو، آوتڙ، سڦلو، سهوجهو، اڻوجهو، آمٺهہ، گهٽگهٽرو، پاڻ پترو، مٺڪا ميلو، پرلوڪ، پرمارٿ، پنجسالو، رت وڙنو، ٿورَ ويرمو، پرمتڙيو، لاثاني، بلاشڪ ۽ بلاناغي.

(٢) پلاپل، دم دم، دمبدم، سراسر يا سربسر، ويرا وير، ماراماري، مٿي مائٽي، سينڌ سڙمو، چگو ڀلو، سٽ سٽ، گهٽ وڌ، جهڙي تهڙي، ليکو چوکو، ڏي وٺ، ڪينو چينو، جٺٽ ڦٽ، اچ وڃ، خريد فروخت، آمدرفت، ڏيتي ليتي، چيڙچاڙ، ڦيرڦار، ڪپڙو لٽو، نوڪر چاڪر، جن ڀوت، هاچل، شڪ شبهو، ڏوڙ ڇاٿي، ڦڙمار، ظاهر ظهور، ڪيل ڪنولي، عهد قرار، نيست نابود، امن امان، رسم راهہ، خوف خطرو، خواري خرابي، ڀارڇا، شڪل شباهت، واس ڏوپ، هٺل بکيڙو، دڙڪو داب، تازو توانو، ذرو پرزو، گوڙ گوڙيڙو، عجيب غريب، خير سلامتي، صحيح سلامت، خوش خورم، ڪم ڪار، مال متاع، ڏک سور، صلاح مصلحت، نالو ناموس، چرچو گهڙو، ڦڙالٽ.

(٣) بک شڪ، پسو پنجڙ، چيلم ڦلم، چوڪر ٻاڪر، گهر تڙ، فلاڻو ٽيرو، سچ مچ، ٻاجي ٻٽي، تڙي ترڪاري، لڃ لابڙ، چور چڪار، ڀن ڀولو، ڪڪ ٻڪ، ڪٽولو ٻٽولو، ڏنو مٺو، دوا درمل، تيوڻ تڙو، اوگهہ سوگهہ، غير ڏير، ڏڙ ڏيڙ، نسي نيمي، تنئون نوٽ، جهڙي تهڙي، طعنو تنڪو، ماڻهو چيٽو،

سنڌو سيڙهو، چيٽي چهاٽي، خط پت، پاڙو پنبو، گاهه پٽو، وهڪ وانو، تماڪ تڙو، ڳالهه ٻولهه، لنگهو لورو، ڏيڙ ڏس، ڪتر پتر، دلاسو دڙو، شيءِ شڪل، ڪار گند.

ڪي فعل ٻه ٻي معنيٰ ڪم ايندا آهن، جيئن ته ڏسڻ وائسڻ، چٽڻ ڦٽڻ، ڦيرڻ گهيرڻ، پڙهڻ ڪڙهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ.

## فصل ٽيون

### اصطلاحي فعلن جون مصدرون

ڪي اصطلاحي مصدرون هيٺ ڏجن ٿيون، جن جي معنيٰ خاص مقرر آهي. اهي سنڌي ٻوليءَ ۾ بيشمار آهن:

(١) اک جو اٿڻ، اک جو نه ٻڏڻ، اک پچڻ، اک يا نظر هڻڻ، اک وجهڻ، اک جو ڦرڻ، اک ڦرڙائڻ، اک ڏيکارڻ، اک ڪيڻ، اکڇنپ ۾ ڪي ڪرڻ، اک پائڻ، اک کولڻ، اک لڳڻ، اک کڻڻ، اک ميري ٿيڻ، اک ۾ رکڻ، اک وچڙائڻ، اک هيٺ ڪرڻ، اک ٻوٽڻ، اک جاءِ ڪرڻ، اک جو ڏوُ هڻڻ، اک جو رتُ ڇڏڻ، اک ڦاڙڻ، اک ڏرا ڏيڻ.

(٢) پير جهلڻ، پير ڏيڻ، پير ڄمڻ، پير وجهڻ يا پائڻ، پير تي ڪهاڙو هڻڻ، پير تي پٿورو رهڻ، پير تيرڪڻ، پير ترڻ، پير پيٽڻ، پير ڏکيرڻ، پير کڻڻ، پير کٽڻ، پير موڙڻ، پير سان لاهي مٿي ۾ هڻڻ، پير ڪيڻ، پير سدوا ٿيڻ، پير رکڻ جي جاءِ نه لهڻ.

(٣) مٿو پوڻ، مٿي تي پوڻ، مٿي تڪڻ، مٿي پچڻ، مٿي پيت سان لڳڻ، مٿي اونداهي هڻڻ، مٿي پنهنجي ۾ موچڙو ٻه پنهنجو هڻڻ، مٿي تي چڙهڻ، مٿي ڏرڻ، مٿي ڏي نهارڻ، مٿي ڏيکارڻ، مٿي ڏيڻ، مٿي ڪرڻ، مٿو ڪوڙو ڪرڻ، مٿو ڪنڊو ڪرڻ، مٿو اڇو ڪرڻ، مٿي تي هٿ گهمائڻ، مٿي تي لينڪهو ڪيڻ، مٿو ڪارو ڪرڻ، مٿي ڪٽي وڃڻ، مٿي لڳڻ، مٿي ڪرڻ، مٿي جو لهڻ، مٿي جو ٻئو ڇڏي وڃڻ، مٿو مٿو پٽڻ، مٿو ستڻ، مٿو موڙڻ، مٿهان پوڻ، مٿي ۾ هڻڻ.

انهيءَ طرح بيشمار اصطلاحي مصدرون آهن، جن جي خاص معنيٰ آهي ۽ ٻولي چڱي طرح ڄاڻڻ کان سواءِ انهن جو سمجهڻ ٻه نهايت مشڪل آهي.

# فصل چوٿون

## ترڪيب

جملي ۾ جيڪي لفظ اچن ٿا تن مان هرهڪ ڪهڙي قسم جو آهي ۽ انهيءَ جو نالو ڇا آهي؟ ۽ انهيءَ سان جيڪي ڳالهيون لاڳو اهن، تن جي صورت ڏيکارڻ ۽ جملي ۾ جنهن بہ لفظ سان انهيءَ جو واسطو آهي سو ڏيکارڻ، انهيءَ کي صرف ۾ ترڪيب چوندا آهن. مثلاً، اسم جي نسبت سندس قسم، سندس جنس، سندس عدد، ۽ سندس حالت ڏيکارڻ. فعل جي نسبت ۾ سندس زمان، سندس فاعل يا مفعول ۽ انهن جو ضمير، جنس ۽ عدد ڏيکارڻ. ۽ حرف جي نسبت انهيءَ جو قسم ۽ ڇا سان لاڳو ٿو ٿئي، يا ڇا ڏو ڏيکاري، سو ڏيکارڻ. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(١) مون هي ڪپڙو ٻصرمل جي ڇاپ تان ڳڌو.

مون ـ ضمير متڪلم، جنس مذڪر يا مونث، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل فعل ڳڌو جو.

هي ـ اسم اشارو ويجهو، لڳي ٿو ڪپڙي سان.

ڪپڙو ـ اسم عام، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت مفعولي، مفعول فعل ڳڌو جو.

ٻصرمل ـ اسم خاص، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت اضافت، ملڪيت ڏيکاري ٿو ڇاپ جي.

جي ـ حرف جر يا حرف اضافت، لڳي ٿو ٻصرمل سان (يا مضاف اليہ، جنهن جو مضاف آهي ڇاپ).

ڇاپ ـ اسم عام، جنس مونث، عدد واحد، حالت جري، سبيان تان حرف جر جي.

تان ـ حرف جر، لڳي ٿو ڇاپ سان.

ڳڌو ـ فعل متعدي، معروف بيقاعدي، پريوڳ ڪرمڻي، زمان ماضي مطلق، جنس مذڪر، عدد واحد ضمير متڪلم، سندس فاعل آهي مون ۽ مفعول آهي ڪپڙو.

(٢) اڄ عيد جو ڏينهن آهي.

اڄ ـ ظرف زمان.

عيد ـ اسم عام، جنس مونث، عدد واحد، حالت اضافت، مضاف اليہ جنهن جو مضاف آهي ڏينهن.

جو ـ حرف جر يا حرف اضافت لڳي ٿو عيد سان.

ڏينهن ـ اسم عام، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل فعل آهي جو.

آهي ـ فعل لازمي اٿورو، بيقاعدي، ڪرتري پريوگ، زمان حال، جنس مذڪر، عدد واحد، ضمير غائب، سندس فاعل آهي ڏينهن.

عام اشارو: ياد ڪرڻ گهرجي تہ جدا جدا ڳالهائڻ جي لفظن جي ترڪيب ۾ هيٺيون ڳالهيون ضروري آهن:

اسم- اسم عام يا خاص يا ڪو ٻيو، جنس مذڪر يا مونث، عدد واحد يا جمع، حالت فاعلي يا بي فاعل فعل فلاڻي جو، اضافت ۾ مضاف آهي تہ سندس مضاف اليہ ڪهڙو، جري ۾ سببان ڪنهن حرف جر جي، جو ڏيکارجي.

ضمير جي ترڪيب بہ اسم وانگي قسم، جنس، عدد، حالت.

صفت- درجو، سندس موصوف ڪهڙو آهي، يا لڳي ٿو فلاڻي اسم سان. (ضميري صفت بہ هن ۾ آئي).

فعل- فعل جو قسم معروف يا مجهول باقاعدي يا بيقاعدي، پورو يا اڻپورو، پريوگ، زمان، جنس.

عدد، ضمير (فاعل وارا)- سندس فاعل ۽ متعدي جي حالت ۾ مفعول فلاڻو.

ظرف- ظرف جو قسم، ڪهڙي فعل سان ٿو لڳي، يا ظرف تميز لڳي ٿو فلاڻي صفت سان.

حرف- حرف جر لڳي ٿو فلاڻي اسم سان. حرف جملو ڳنڍي ٿو يا ڌار ڪري ٿو فلاڻن اسمن کي. حرف ندا لڳي ٿو فلاڻي اسم سان، يا عجب وغيره ڏيکاري ٿو.

# ضميمہ الف

## جدا جدا بابن مان سوال ۽ ڪتابي مثال مشقن لاءِ

# پهريون ڀاڱو

### باب پهريون

گرامر کي عربيءَ ۾ ڇا ٿا چون ۽ سنسڪرت ۾ ڇا؟ گرامر جي وصف ٻڌايو. گرامر جي علم ۽ گرامر جي هنر ۾ فرق ڏيکاريو. ٻوليءَ جي مدعا ڪهڙي آهي؟ گرامر جي حقيقت ڪهڙي آهي ۽ ان جا اصول ڪهڙا آهن؟ گرامر جي تقسيم ڪهڙي آهي؟ ٻوليءَ ۾ لفظ ڪهڙن ڪهڙن قسمن جا ٿا ٿين؟

### باب ٻيو

سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ٻڌايو؟ ٻولي ڪهڙن رستن سان وڌي ۽ سڌري ٿي؟ زباني ۽ ڪتابي علم جو ڪهڙو فرق آهي ۽ هرهڪ تي ڇا جو اثر ٿو ٿئي؟ سنڌي ٻوليءَ جا عناصر يا جُزا ڪهڙا آهن ۽ آهي ڪيئن ۽ ڪڏهن منجهس داخل ٿيا؟ سنڌي ٻوليءَ جو شجرو ٻُڌايو؟ سنڌي ۾ جي ٻيون ٻوليون گڏيل آهن، تن جا ڪي لفظ مثال طور ڏيو. سنڌ ۾ ڪتابي علم ڪڏهن ۽ ڪيئن پيو؟ شعر يا نظم ۽ نثر ڪيئن پيا ۽ اڳي ڪهڙي نموني جا هئا، ۽ پوءِ ڪهڙي نموني جا ٿيا، ٻنهي جو مقابلو ڪريو ۽ مثال ڏيو.

### باب ٽيون

سنڌي ٻوليءَ جو سنسڪرت سان ڪهڙو واسطو آهي؟ سنسڪرت مان جهڪي ٻيون ٻوليون نڪتل آهن، تن سان سنڌيءَ جو مقابلو ڪريو. سنڌيءَ جي حرف علت ۽ اعرابن جو سنسڪرت ۽ پراڪرت جي اعرابن سان مقابلو ڪريو، ۽ هرهڪ جا ڪي مثال ڏيو؟ صحيح حرفن وارن لفظن جا ڪي مثال ڏيو، جي سنسڪرت مان نڪتل هجن. هم سان گڏيل ۽ ن سان گڏيل آوازن وارن لفظن جا ڪي مثال ڏيو.

جي سنسڪرت ۽ پراڪرت مان نڪتل هجن. سنڌي مرڪب يا ٻِٽن لفظن جا ڪي مثال ڏيو، جي سنسڪرت ۽ پراڪرت مان نڪتل هجن. انهن مان ٻ، ھ، ۽ ن سان گڏيل لفظن جا مثال ڏيو.

## باب چوٿون

سنڌي حرف تهجي ڪيترا ۽ ڪهڙا آهن؟ عربي الف-بي ۽ سنڌي الف-بي اکرن ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ۽ انهن مان ڪهڙا نج سنڌي اکر آهن ۽ ڪهڙا نج فارسي ۽ ڪهڙا عربي. انهن مان نڙيءَ مان نڪرڻ وارا ڪهڙا آهن، تارونءَ وارا ڪهڙا، زبان جي پاسي وارا ڪهڙا، ڏندن وارا ڪهڙا، ۽ چپن وارا ڪهڙا؟ آردوءَ جي حرفن ۽ سنڌيءَ جي حرفن جو مقابلو ڪريو، ۽ انهن جو تفاوت ڏيکاريو. سنڌي الف-بي جا جدا جدا اکر سنسڪرت ۽ پراڪرت جي ڪهڙن اکرن سان موافق آهن يا انهن مان نڪتل آهن. عربي، فارسي لفظ، جي سنڌيءَ ۾ آيل آهن، سي ڪهڙي صورت ۾ آيل آهن ۽ انهن جا اکر ڪيئن ڦرن ٿا؟ عربي الف-بي جي اکرن جو عبراني اکرن سان مقابلو ڪريو، انهن اکرن جو انگن ۾ ڪهڙو مُلهه آهي؟ سنڌي اکرن مان ڪهڙا حرف علت آهن ۽ ڪهڙا حرف صحيح؟ اعرابن جو حرف علتن سان ڪهڙو واسطو آهي؟ سنڌي اعرابن ۽ سنسڪرت اعرابن جو پاڻ ۾ ڪيترقدر واسطو آهي؟

## باب پنجون

سنڌيءَ ۾ لفظن جون ڪهڙيون ڪهڙيون ٻِهاڙيون آهن؟ انهن جو سنسڪرت ۽ پراڪرت وارن لفظن جي ٻهاڙين سان مقابلو ڪريو. سنسڪرت ۽ پراڪرت مان نڪتل لفظ ڪهڙن رستن سان ٿا جڙن، هرهڪ جا ڪي مثال ڏيو. حاصل بالمصدر ۽ اسم ذات ڪيئن ٿا ٺهن؟ اسم فاعل ترڪيبي ڇاکي ٿا چون، انهن جا ڪي مثال ڏيو. هڪڙن اسمن مان ٻيا اسم ڪيئن ٿا جڙن، مثال ڏيو. اسمن مان صفتون ڪيئن ٿيون جڙن، انهيءَ جا مثال ڏيو. اسم صغير سنڌيءَ ۾ ڪيئن ٿا جڙن، مثال ڏيو. مرڪب لفظ ڇاکي ٿا چون، ڪي مثال ڏيو، جي انڪاري حرفن گڏڻ سان جڙيا هجن. اهڙا مثال ڏيو، جن ۾ ڪي سنسڪرت نشان ملايل هجن. اهڙا ڪي مثال ڏيو، جي ٻئي اسم يا صفت ملائڻ سان جڙيا هجن. عدد سان گڏيل ڪي مرڪب لفظ ٻڌايو. اهڙا ڪي لفظ ٻڌايو، جي عربي ۽ فارسي لفظن ملائڻ سان جڙيا هجن.

## ٻاگي ڀاڱن جون مشقون ۽ مثال

(١) هيٺين عبارت ۾ ڏيکاريو تہ ڪهڙا لفظ سنسڪرت يا پراڪرت مان نڪتل آهن ۽ ڪهڙا عربي ۽ فارسيءَ مان، ۽ انهن جا اصل ڪهڙا اهن، ۽ انهن لفظن مان ڪهڙا ٻيا سنڌي لفظ نڪتل آهن ۽ جيڪي سنسڪرت اصل جا آهين، تن جا رواجي عربي فارسي مقابل ڇئو:

اهي حالتون ڏسي، هُن جي دل لوڏو ڪاڏو ۽ دنيا، جا سمجهيائين ٿي تہ هيڏي رلج ۽ مصيبت جو گهر آهي، تنهن تان دل ڪٽي ٿيس. هڪ لڳا وري هڪ ساڌو ڏٺائين، جو بلڪل غريب ۽ مسڪين ڏسڻ ۾ ٿي آيو، ۽ وڏي اوستا جي ڪري، جيتوڻيڪ سرير نربل هوس تہ بہ سندس منهن مان سانت ۽ سرهائي پئي بکي، معلوم ٿيس تہ هن ساڌوءَ دنيا جا حرص هٽوٽس، لڪ لاڳاپا ڦٽا ڪيا آهن ۽ اندر جي جوت پاتي ائس، جنهنڪري هن جو مَنُ سانت ۾ آهي. هينئر هن کي خيال آيو تہ اهڙو رستو ڳولهي ڪڍجي، جنهن مان دنيا جو ڏک دور ٿئي، ۽ سچو ۽ دائمي سُک حاصل ٿئي.

(٢) مٿين عبارت ۾ جيڪي اسم ۽ فعل آهن، تن مان اسم ذات ۽ صفت بنايو ۽ مثال ڏيو ۽ جيڪي اسم ذات ۽ صفت آهن، تن مان ٻيا اسم ۽ فعل بنايو.

(٣) هيٺين سنڌي لفظن جو اصل يا بنياد ڳڌايو ۽ ڇئو تہ اهي ڪهڙيءَ ٻوليءَ جا آهن:

آڌرنڪ، اوڳارڻ، پارهن، انڌلٺ، آڱوٺو، ٻَڌياهو، وڇاٽو، وار، وڇائڻ، ولوڙڻ، ٻروسو، ٻؤنر، ٺڪ، واڳڻ، وهاڻو، واپار، پالڻ، نيچ، پاڙيسري، تاجي، ڳامو، ڏيهٽ، ترار، سُور، ساهيلي، سيڏو، ڪنبڻ، ڪنبيڙو، ڪپاهہ، ڪڏهن، ڪوڏر، ڪٺاڙو، گورو. مُڇ، ڦوهارو، جيناور، ٺؤنر، پيدل، ٻڙڇ، پنڪي، جافران، چنبو، چهبڪ، چهڪ، داٽو، ڏنبورو، ڏرمل، حمام دستو، دِبلو، روچي، صابڻ، شرنائي، شيشدر ۽ ڪاشيڪ.

(٤) هيٺين مصدرن مان اسم ذات ڳڌايو:

مرهڻ، گهنجڻ يا گهٽڻ، لهڻ، ٻڌڻ، ڏيکارڻ، هلڻ، گهٽهڻ، سرڻ، چوڻ، ونڊڻ، ڪپڻ، وڻڻ، ڏيڻ، ڇڏڻ، وڃڻ، پيڻ ۽ ٻُڌڪڻ.

(٥) هيٺين مصدرن مان اسم فاعل، ترڪيبي بنايو:

پيڻ، پڙهڻ، رهڻ، سهڻ، پيڻ، لکڻ، ڦُرڻ ۽ ڏيڻ.

(٦) هيٺين اسمن مان صفت ٺاهيو:

ڏرم، شرم، ڇپر، ڇانيو، وڇ، مينهن، سيرو، ٻڪر، لڪر، هٺ، ڇانوَ، ڏيو، چوٽي، جٽو، جهاتي، جهٽپ، ٻري، وارو، سڌ، پير، واٽيو، هاري، کهوٽ، هاٿي، چنو، ڏيئو، وس، ڇپر، پاٽي، ٻاڪ ۽ ڏند.

(٧) هيٺين اسمن مان اسم صغير ٺاهيو:

ٻاهه، چام، کهٽ، هنيون، ٻولٽو، ڳالهه، منڊي، در، ميچ، ڏٿلهو ۽ هٽ.

(٨) هيٺين اسمن ۾ انڪاري حرف يا نشان وجهي، صفتون ٺاهيو:

ڪم، ڪٽ، چارو، ڪٽڻ، حق، ڇڳو، ٻاڪ، ڏيا، ڏرم، پت ۽ هٽ.

(٩) هيٺين لفظن مان ابجد جي حساب موجب سال ڪڍايو:

خوشدل مرحوم، زوال خورشيد، اد خثلي جنتيي، گل محمد خان ناطق مڪران، قلندر شهباز سيوهاڻي جي وفات: 'رحمت'، مخدوم نوح هالائيءَ جي وفات: 'فيض حق'، مير بجار خان جي وفات: 'حاجي شهيد خنجر'، ماتم مومن خان، شاعر شيرين.

(١٠) هيٺين مرڪب فعلن مان اصطلاح موجب کهڙي خاصيت ٿي نڪري:

ماري وجهڻ، وٺي ڇڏڻ، ڇني ڏيڻ، پيو رهڻ، ڪاٺي وٺڻ، ڪاٺي رهڻ، ڪرڻ لڳڻ، ڪٿلي پوڻ ۽ وٺي وڃڻ.

(١١) هيٺين شعر جي مصراعن ۾ مرڪب فعل ۽ ان جي خاصيت ڏيکاريو:

سڱونهن جي صلاح وٺ ته وير لنگهي وڃين.
لڙيو پون لطيف ڪي ڳوڙها مٿي ڳل.
ساڻداري سمنڊ جي نهوڙي نيا.
آئي پاڻ اڙاءِ، ڪٽي ڪوري وچ ۾.
وڪر سو وهاءِ، جو پئي پراڻو نه ٿئي.
اوجاڳو اکين کي جاڳٽي نه ڏيئي.
چارڻ چنگ ڪلهي ڪري رسي رهيو رات.
پڙهيو پڙهيجاڻ، سبق انهيءَ سڱور جو.
سوئي سو حرف، پڙهيو ٿو پڙهان.
وڃڻون وسڻ آئيون، سارنگ چڙهيو سيج.

# پاڱو ٻيو - سوال

## باب پهريون

(١) عربي ۽ فارسي صرف نحو موجب ڳالهائڻ جا لفظ ڪيترا ۽ ڪهڙا آهن؟ هر هڪ جي وصف ڇؤ ۽ مثال ڏيو.

(٢) اسم جا ڪهڙا قسم آهن؟ هر هڪ جي وصف ۽ ان جا مثال ڏيو. ڳالهائڻ جي لفظن جي انگريزي گرامر موجب ڪهڙي تقسيم آهي؟ حرف جا ڪهڙا قسم آهن، تن جا مثال ڏيو. اسم خاص جا ڪهڙا قسم آهن؟ هر هڪ جي سمجهاڻي ۽ مثال ڏيو. اسم عام جا ڪهڙا قسم آهن؟ هر هڪ جي وصف ٻڌايو، ۽ مثال ڏيو. هاڻوڪي تقسيم موجب اسم ڪهڙن قسمن جا آهن؟ آهي مثالن سان سمجهايو. اسم ڪي قسم ڪان سواءِ ٻيو ڇا ٿو لڳي؟ سنڌيءَ ۾ اسم جون ڪهڙيون جنسون آهن. حقيقي، غير حقيقي، لفظن ۽ سماعي جنسن جي معني سمجهايو ۽ مثال ڏيو.

(٣) اسمن جون جنسون انهن جي جدا جدا پڇاڙين تي ڪيئن منحصر رهن ٿيون؟ هر هڪ جي پڇاڙيءَ جي جنس ٻڌايو ۽ مثال ڏيو. سنڌي جنسن جي پڇاڙين جو سنسڪرت ۽ پراڪرت جي جنس جي پڇاڙين سان مقابلو ڪريو. جنسن جڙڻ جا رستا سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪهڙا آهن؟ هر هڪ جا مثال ڏيو. بيقاعدي مذڪر ۽ مونث اسمن جا ڪي مثال ڏيو. ڪهڙا مذڪر اسم مونث مان ٺهن ٿا.

(٤) اسم جا گهڻا عدد آهن ۽ ڪهڙا؟ هر هڪ جا مثال ڏيو. سنڌيءَ ۾ واحد مان جمع جوڙڻ جا ڪهڙا رستا آهن، هر هڪ جي سمجهاڻي ۽ مثال ڏيو. ڪهڙي ڳالهه ۾ اسم ٻه صفت جهڙا آهن. ڪهڙا اسم هميشه جمع جي صورت ۾ آهن. سنڌيءَ ۾ عددن جون پڇاڙيون سنسڪرت ۽ پراڪرت سان ڪيتريقدر موافق آهن.

(٥) فاعل ۽ مفعول جو اسم جي حالت سان ڪهڙو واسطو آهي؟ اسم جون گهڻيون حالتون آهن ۽ ڪهڙيون؟ انهن جي سڃاڻ جون نشانيون ڪهڙيون آهن؟ اسم جو ڦيرو ڇا کي ٿا چون؟ هيٺين اسمن جا ڦيرا ٻڌايو:

ڪهوڙي، مَس، لاٺون، هاٿي، قلم، راجا.

(٦) ضمير گهڻن قسمن جا آهن؟ هر هڪ جي وصف ڇؤ. ضمير خالص ڪهڙا آهن؟ هر هڪ جو ڦيرو ٻڌايو. ضميرن جو اصل سنسڪرت ۽ پراڪرت مان ڪيئن

نڪتو آهي. ضمير مفصل ۽ متصل ڇا کي ٿا چون؟ هرهڪ جا ٽنهي ضميرن ۾ مثال ڏيو: اسمن سان جدا، حرفن سان جدا ۽ فعلن مان جدا. اهڙا ڪي ضمير متصل جا مثال ڏيو، جن ۾ ٻي ضمير هجن.

(٧) ضمير اشارو ڪيترن قسمن جو آهي؟ هرهڪ جا مثال ڏيو. ضمير اشاري سان جنس، عدد ۽ حالت لڳائي ڏيکاريو. ضمير اشاري جو سنسڪرت سان ڪيترو قدر واسطو آهي؟ ضميري صفت ڇا کي ٿو چئجي؟ ضمير مشترڪ جي سمجهاڻي ۽ مثال ڏيو. ضمير استفهام جا مثال ڏيو، ۽ انهيءَ جو ڦيرو ڪري ڏيکاريو. ضمير استفهام جو سنسڪرت سان ڪيترو قدر واسطو آهي.

(٨) ضمير موصول ۽ جواب موصول ڇا کي ٿا چون؟ انهن جا مثال ڏيو، ۽ ڦيرو پڌايو. ضمير مبهم جي سمجهاڻي ۽ مثال ڏيو. انهن ٽنهي ضميرن جو سنسڪرت سان ڪيترو قدر واسطو آهي؟

(٩) اسم صفت ڇا کي ٿا چون ۽ انهيءَ جي اسم سان ڪهڙي مشابهت آهي. صفت جا ڪيترا درجا آهن؟ مثال ڏيو. اهڙا مثال ڏيو جن ۾ صفتون اسمن وانگي ڪم آيون هجن ۽ ٻيا اهڙا، جن ۾ آهي ضميرن وانگي ڪم آيون هجن. اهڙا ڪي مثال ڏيو، جن ۾ عدد به صفت وانگي ڪم اچن.

(١٠) اسم ظرف جي وصف پڌايو ۽ آهي ڪيترن قسمن جا آهن. هرهڪ جا مثال ڏيو. سنڌيءَ ۾ ظرف ڇا مان جڙندا آهن؟ اهڙا مثال ڏيو، جن ۾ صفت به ظرف وانگي ڪم آئي هجي. عربي ۽ فارسي مان آيل ظرفن جا ڪي مثال ڏيو.

(١١) اسم عدد ڇا کي ٿا چون، آهي ڪيترن قسمن جا آهن؟ مثال ڏيو. انهن جي اسم صفت سان ڪهڙي مشابهت آهي؟ هڪڙي ڪان گهٽ حصن ڏيکارڻ لاءِ سنڌيءَ ۾ ڪهڙا لفظ ڪم ٿا اچن؟ عددن جو اصل سنسڪرت مان ڪيئن ٿو نڪري، انهيءَ جو مفصل بيان ڪريو.

(١٢) فعل جا ڪيترا قسم آهن، هرهڪ جو نالو ۽ وصف ۽ مثال ڏيو. فعل معروف ۽ فعل مجهول جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي، مثال ڏيو. آهي ڪهڙي قسم جا لفظ آهن، جي اسم جو به ڪم ڏين ٿا ۽ فعل جو به ڪم ڏين ٿا؟ مصدر جي وصف ۽ معنيٰ ڏيو. مصدر مان پهرين صورت ڪهڙي نڪري ٿي ۽ ڪيئن ٿي نڪري. امر حاضر ڪيئن ٿو جڙي؟ فعل متعدي بالواسطه ڪيئن ٿو جڙي؟ اهڙا مثال ڏيو، جن ۾ فعل لازميءَ مان متعدي ٿو ٿئي. امر حاضر جون جدا جدا صورتون ۽ انهن جا مثال ڏيو. امر ۽ نهي جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي، ۽ نهي ۽ نفي ۾ ڪيترو تفاوت آهي. اسم مشتق ڇا کي ٿا چون؟ ڪهڙا اسم فعل جي معنيٰ وارا آنهيءَ مان نڪرن ٿا. اسم فاعل جي جڙڻ جا ڪهڙا رستا آهن، مثال ڏيو. اسم استقبال ڇا کي

ٿا چون؟ اسم مفعول ڪهڙن رستن مان ٺهي ٿو جڙي؟ اسم فاعل ۽ اسم مفعول صفت وانگي ڪم آڻي ڏيکاريو. اسم حاليه ڪيئن ٿو جڙي ۽ ڇا ٿو ڏيکاري؟ مثال ڏيو. اسم حاليه ۾ ڪهڙا زمان شامل ٿي سگهن ٿا؟ فعل يا ماضي معطوفي ۾ ڪهڙا زمان شامل ٿي سگهن ٿا؟ اسم مشتق کي سنسڪرت ۾ ڪهڙي نالي سان ٿا سڏين؟

(١٣) فعل جا زمان ڇا کي ٿا چون، ۽ اهي گهڻا آهن؟ انهن جا نالا ۽ مثال ڏيو. زمان حال جا گهڻا قسم آهن ۽ اهي ڪهڙا آهن، مثال ڏيو. زمان ماضيءَ جا گهڻا قسم آهن؟ سڀني جا نالا ۽ مثال ڏيو. ماضي متمني ۽ ماضي امڪاني جا مثال ڏيو. زمان مستقبل جا گهڻا ۽ ڪهڙا قسم آهن، مثال ڏيو. زمان مضارع ۾ ڪهڙا زمان شامل آهن، مثال ڏيو. مضارع مدامي يا معطوفيءَ جا ڪي مثال ڏيو. امر حاضر ۽ مضارع ڪيئن ٿا جڙن؟ مضارع مان ڪهڙا زمان ٿا جڙن، مثال ڏيو. اسم حاليه مان ڪهڙا زمان ٿا جڙن، مثال ڏيو. اسم مفعول مان ڪهڙا زمان ٿا جڙن؟ مثال ڏيو. فعل جو گردان ڇا آهي؟ فعل معاون جي زمان حال، ماضي ۽ مستقبل جا گردان ڏيو. مصدر لکڻ، جيئن پڙهڻ ۽ ڀاڙهڻ ۽ مارجڻ جا علحده زمان لکي وڃو ۽ پوءِ هرهڪ جو گردان ڏيو. صرف جي اصلوڪي معنيٰ ڪهڙي آهي؟ فعل معروف ۽ مجهول ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ معروف مان مجهول ڪين ٺهي ٿو جڙي؟ مُثبت ۽ منفي فعل ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ مفرد ۽ مرڪب فعل جا مثال ڏيو. فعلن جا صُدور يا طرز ڪيترا آهن ۽ ڪهڙا آهن، مثال ڏيو. فعلن جا ڪيترا پريوگ آهن، انهن جي سمجهاڻي ۽ مثال ڏيو. سنڌي ۾ فعل جي زمانن جو ڪيتريقدر سنسڪرت ۽ پراڪرت مان واسطو آهي؟

(١٤) حرف جر جي وصف ۽ مثال ڏيو. ڪهڙن حرف جرن سان حرف 'جي' ڪم ٿو اچي، مثال ڏيئي ٻڌايو. فارسيءَ مان آيلن ڪن حرف جرن جا مثال ڏيو. حرف جر اسمن ۽ ضميرن سان گڏ ڪم آڻي ڏيکاريو. حرف جملي جي وصف ۽ مثال ڏيو، ۽ جدا جدا قسمن جا حرف جملا ٻڌايو. عربي ۽ فارسيءَ مان آيل ڪي حرف جملا ٻڌايو. عربي ۽ فارسيءَ مان آيل ڪي حرف جملا ٻڌايو. حرف ندا جي وصف ۽ مثال ڏيو. عربي ۽ فارسيءَ مان آيل ڪي حرف ندا جا مثال ڏيو ۽ انهن کان سواءِ عربي ۽ فارسي صرف نحو جا ڪهڙا حرف ڪم اچن ٿا؟ انهن جا ڪي مثال ڏيو.

(١٥) سنڌيءَ ۾ ٻيهڪ جون نشانيون ڪهڙيون آهن، ۽ اهي ڪهڙي هنڌ ڪم ٿيون اچن. عربيءَ ۾ ٻيهڪ جون ڪهڙيون نشانيون آهن.

(١٦) سنڌيءَ ۾ مرڪب يا ٻٽا يا گڏيل لفظ ڪهڙن قسمن جا آهن، هرهڪ جا ڪي مثال ڏيو. هيٺين اصطلاحي فعلن جون معنائون ڏيو:

ٻير ٿيڻ، مُنهن ڪوڙو ڪرڻ، مُنهن پوڻ، اکيون ميري ڪرڻ

# ڀاڱو ٻيو

# مثال ۽ مشقون

(۱) پنجن ماڻهن جا نالا ٻڌايو. پنجن جانورن جا نالا ٻڌايو. پنجن پکين جا نالا ٻڌايو. پنجن وڻن جا نالا ٻڌايو. پنج مائٽيءَ وارا نالا ٻڌايو. پنجن زالن جا نالا ٻڌايو. پنجن ڪاسبين جا نالا ٻڌايو. پنجن شهرن جا نالا ڏيو. پنجن واهن جا نالا ڏيو.

هيٺين جملن ۾ اسم ڪهڙا آهن، فعل ڪهڙا آهن ۽ حرف ڪهڙا آهن: ڪتي ڪي ڏسي ٻلو آئي پڳو. آهو وڃي ڀاڙيءَ ۾ پيو. مون هن کي وڻي رسيءَ سان ٻڌو.

هيٺين جملن ۾ خاصيتن جا نالا ڏيو: ڪپهه اڇي آهي. هي نوڪر ايماندار آهي. سستيءَ جو نتيجو خراب آهي. سچ جي ڳالهائڻ کي شفق سڏيندا آهن. ساوڻ ۾ ساوڪ گهڻي ٿيندي آهي.

هيٺين جملن ۾ ڪمن جا نالا ٻڌايو: هن ڇوڪر کي راند ڪرڻ سان ڏاڍي دل آهي. گهڻي کائڻ ڪري پيٽ ۾ سور ٿيندو آهي. ترڻ سکيو ته ٻڏڻ کان بچيو. پڙهڻ لکڻ جو شوق ٻارن لاءِ چڱو آهي. ڊوڙڻ ڀڄڻ ٻارن لاءِ چڱي ورزش آهي.

هيٺين اسمن سان ڪي اهڙا فعل لڳايو، جن مان خبر پوي ته انهن اسمن تي ڪو ڪم ٿيو آهي: هرڻ، ڪرسيون، ٻاهه، مهرباني، ڪير.

هيٺين اسمن سان ڪي اهڙا فعل لڳايو جن مان خبر پوي ته هنن ڪو ڪم ڪيو آهي: لوهار، ٻکهڙ، چور، چتون، نانگ.

هيٺين اسمن سان ڪي اهڙا فعل وجهو، جن مان هنن جي معنيٰ نڪري: رڍون، خبر، سچائي، احمد، ڇوڪر.

هيٺين جملن ۾ اسمن جي بدران ضمير ڪم آڻيو: ماستر صفر کي گهٽو ئي ماريو، پر صفر حرڪت کان نه رهيو. هڪڙو ماڻهو طالب نالي هو، طالب ڏاڍو هوشيار هو، طالب کي چڱي نوڪري ملي وئي. هڪڙو شينهن شينهن جي شڪار ڳولڻ لاءِ جهنگ ۾ ويو ۽ هڪڙو هرڻ ڏسي هرڻ کي جهٽ هٽي ماري کائي ڇڏيائين.

هيٺين جملن ۾ ضمير چونڊيو: جو ماڻهو هتان لنگهيو ٿي سو منهنجو سؤٽ هو، اهو منهنجي پيءُ وٽ ويو ۽ انهيءَ کي چيائين ته آءٌ تنهنجي پٽ کان هنج رهيا لهڻان.

هيٺين جملن ۾ صفتون ۽ ضمير ۽ ظرف ڏيکاريو: هُو چڱو ماڻهو آهي، آهستي ڳالهائيندو آهي. آءٌ هُنَ کي گهڻو مانُ ڏيندو آهيان، جو نيڪ ماڻهو سڀڪنهن کي وڻندا آهن. سپاڻي آءٌ آهو توکي ڏيکاريندس. توکي ب، اهو ضرور وڻندو. چوکر هڪدم راند تي هليا ويا. هينئر وقت ڪونہ اٿم، سڀاڻي آءٌ توکي سبق چڱيءَ طرح پڙهائيندس. هن ماڻهوءَ ۾ تمام ٿورو عقل آهي. هُو پورو پڙهيل ناهي. اهڙو تڪڙو هلڻ چڱو ناهي.

هيٺين جملن ۾ حرف جر، حرف جملو ۽ حرف ندا ڏيکاريو: اي ادا، آءٌ ۽ احمد تو وٽ باغ ۾ اچون ها، پر ٻئي پاسي ڏي وڃڻو پيو، نہ تہ جيڪر اچون ها.

(۲) هيٺين اسمن ۽ صفتن ۽ فعلن مان اسم ذات ٺاهيو: زميندار، ڏنگ، دوست، طبيب، بادشاهہ، لسو، سهانگو، ڪُهرو، ڪارو، چيڙائڻ، تَرڻ، وڙهڻ.

هيٺين مذڪر ۽ مونث اسمن سان ڪا صفت لڳائي ڏيکاريو: ڪاغذ، وقت، ڏينهن، ڪتو، لڪڻ، دري، ايمانداري، انب، ڊاڪ، ٻڪري، بسترو.

هيٺين اسمن جون جنسون ٻڌايو: ڪَـلَ، مَـٽ، ڪيلا، دَيا، ٻيٽي، ٻالي، ڪير، سڦٽ، ٽنڪ، ڪَـٽ، ڪَـس ڳِـرَ، لڏون، ميڻيو، چاڪڻون.

هيٺين مصراعن ۾ جنس جو لاڳاپو اسمن ۽ فعلن ۽ صفتن جي نسبت ڏيکاريو:

آڏَرِ نيـڏرِ آيـري آسـٿونهـي آهـيـان،
مرٺا اڳي جي مٺا، سي مري ٿين نہ مات.
هوندا سـي حيات، جيئڻان اڳـي جـي جيئا،
پسو لـج لطيف چئي، ڪيڏي ڪـي ڪـکن.
جي پسي منهن ميهار، تہ سِکهيائي سڄي ٿئي.
سنڌي سـڪ پرين، لـوڪ ڏڻـي نـہ لهي.

هيٺين مذڪر اسمن جا مونث ۽ مونث اسمن جا مذڪر ٻڌايو: خرچائو، رهاڪو، يتمَ، ڌورِ ٌ، ڳاهڻ، چٽي، ٻانهي.

اهڙا اسم ٻڌايو جي مذڪر آهن پر مونث ٿي ڪم اچن، ۽ مونث آهن تہ مذڪر ٿي ڪم اچن.

(۳) اهڙا ڪي اسم ٻڌايو جي اصل جمع آهن، پر واحد ٿي ڪم ايندا آهن، ۽ ٻيا جي اصل واحد آهن، پر جمع ٿي ڪم ايندا آهن؟

هيٺين اسمن مان جي واحد آهن، تن جا جمع چئو ۽ جي جمع آهن تن جا واحد چئو: نوڪرياڻي، جيپ، چڪون، آپدا، سيفيون، ٻـرُون، وَهڻو، ٻلا، ٻيلي، پتعِ، ٽيڪون، نهر، پيڙ، چيهون، لاٺئون، لِـگ، ڏيو، وڇڙون، چوٽا، نهائين.

(٤) هيٺين جملن ۾ اسمن جون جدا جدا حالتون ٻڌايو: ڇوڪر ڏاڍو ڪوڙ ٿا ڪن. هن سال آن مهانگو ٿي ويو آهي. ٻورچيءَ ماني رڌي آهي. ڪُڪڙ ڏماڙي آنو لاهي، ايڪيهه ڏينهن انهن تي آرو ڪندي آهي. درزيءَ منهنجا ڪپڙا سڀي تيار ڪيا آهن. مون هن کي ڪتاب ڏنو. منهنجو ڀاءُ ۾ هڪڙو ڪم آهي. هيءَ جاڏيءَ ۾ ڪتو ڏڏ آهي. توکي تپ گهڻ ٿيو آهي. هن ڇوڪر کي ڪٿي ڏاڙهي وڌو. تو وارو ڪتاب مون ڪان ويو هليو، ڳالهين سنڌيون ڳالهيون، ڌڪي سندا موٽ. هيءَ هيري جي مُنڍي ڪنهن جي آهي. الاهي خير ڪجانءِ. گهر ڏٺي ڪيڏي ويو آهي. پيريان سندي پار جي ميڙئي ميڻائي. مُحب منهنجي هنج، ڪسي وچ ۾ سگتاه متان و هو ماڙهئا ننگر جي آڌار. مرڻان موران، ڪٺان واٺي ٻي ۾ پٺل. ميندا ڏٺي نه مارئي محلين مارئان ڏار. ۾ چن شال پهنوار، ڏوليا مارُو سوٺسين. ڀهچانچ ڀنهونءَ کي هيءَ پيادي پانڌي. ڪُلهنيان ڪوريئن، عاشق عبداللطيف چئي. حال منهنجو هوڙو پسو ٿا پرياهه. ڪنا "انار حاسية" هاڻ پچائج هيءَ. رائين وري روه گوندر لڳا گولئين. سرتيون ساهه سندوم ٿيو حوالي هوت جيءَ. ڪاڪيان وچ ۾ ڪڏهين رالا تو نه رهاءِ. آيل آن نه وسهان هنجون جي هارين. متيون مونٿ سنڌيون ڪاڪون ڪين ڏيوم.

هيٺين جملن ۾ جهڪي ضمير هجن تن جا نالا ڏيو: پنهنجي وڏڻي جو نڪو وِيچ نه طبيب. تنهنجو ڇا ٿو وڃي جو پين جي ڪمن ۾ هٿ ٿو وجهين. هي ڇوڪر آهو آهي، جنهن بابت مون توسان ذڪر ڪيو هو. جيڪي پاڻ کي مدد ڪندا آهن، تن کي خدا بہ مدد ڪندو آهي. ڪي ماڻهو اهڙا ٿيندا آهن، جو جنهن وٽ وڃن، تنهن وٽ ٻين جي گلا ڪن.

هيٺين مصراعن ۾ ضمير ڏيکاريو ۽ انهن جا نالا ۽ انهن جا عدد، جنسون ۽ حالتون ٻڌايو:

مُونهان ٿي اڪي هوند گهيڙ و سپ گهرّا ڪٿي،
سَنئُم ساهيڙين جا طعنا تو هي لاءِ.
تو هي سندو ميهڻو پنلي ڪري لڌوم.
طاقت توهان ڏار، ساريان ڪانهه سريسر ۾.
ڇين ڇڏينديس ڪيڪي دوست اوهان جو در،
پڦرڻ پنهونءَ پڻت ۾ ايءَ سعادت سنديام.
هنڌ هسن نه هولدو هنان پسوءِ عالم ۾،
عاشق عبداللطيف چئي انهي پته پيا.
اجهي ٿا اچن، ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي،
هڻوءَ جا پاڻ پير ۾ تنهن جٽيءَ نا جيهي.

آن در سيئي اکيا، جن وڃايو وجود،
هي ڇنڊ آئوني جو هٿ پسي پرينءَ کي.
ويندا سي ايمان سين ڪلمو جنين وات،
ڪتيم جنهن ڪاڻ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.
سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله،
سو پرين، سو پساه، سو ويري، سو واهرو.
جڏهن سٽيون جي ٻٽر ٻير ڏکيا ڪري،
تڏهن تنين کي، سات سٽيئي ڇڏيو.
ڪير آهين، ڪٿان هلئين ڪنڊاڙو نالوءَ،
ڪير هنا، ڪيڏانهن ويا، ڪهڙي هنا ذات.
سنڌ ڙيا سري جون ڪوهه ٻچارون ڪن،
ڪنڍاڙي کي تو، ڪيو هيئن پنهنجو حال؟
ڪم نه ايندئي ڪو ٻيو، پنهنجي ٻوڪيءَ ريءَ،
ڪيئي ڪيئي ماڙهئين پيئي ڪل ڪاٺي.
ڪو ڪو وڃڻ ڪلال جو پيتي سو پيون،
ڪا جا ڳالهه ڳري پيچل پڌائي سون.
پاڻهئي سڄاڻي پاڻ، پاڻ ڪتر پاڻ لهي،
پنهنجو آهين پاڻ، آڏو عجيبن کي.
پٽر ڀيچ پيڌ پانهنجو منجهس مٿهن پايو،
عمر سڀ عبث وقت وڃايم پانهنجا.
مائين جو سوڳند، ساڄن سٽيان ڇگو.
مانوڻ گهڙي سيڪا، هيءَ سرهي سياري.
اڄان ويل سيڪنهين وڃان واجهائي،
جيئڻ ناهي جڳ ۾ ڏينهن ٽڙيئي ڏون.
جاڄڪ تو مٿاءِ ميلڪ ميڙيئي گهوريان.

مٿين مصراعن ۾ ضمير متصل ڏيکاريو ۽ آهي ضمير مفصل ۾ لکو.

هيٺين جملن ۾ ضمير متصل مفصل ضميرن ۾ ڏيکاريو، ٻڌو اٿئي يا نه. ڪالهه ٻالچ. ڇا ڇيو اٿئين جو مارينم ٿوه ڪالهه شهر ۾ ڏٺو هوماس.

هيٺين مصراعن ۾ ضمير متصل ڏيکاري سمجهايو:

جهول نه جهلي سهٽي سا تترسٽپ سنڌياس،
جنهين اهڙي جائي عاجزان سا مرڪي ماس.

پَسين جي پيهاس، تہ ڪي عشق آتشين.
جتي نظر ناٿ جي آئي اوتارانِ،
اهي آهي چاٽانِ، لِڪا پٽن لوڪ ۾.
ڏٺم ڪَرمَ ڏارِ، پاڙو تن پريَن ڪان.
چوڏهينءَ ماهہ چنڊ جيئن پڙ ۾ پاڳڙياس.
جيڪا چمارانِ سا منجهہ گُونڊر گُذري.
سوئي سائيهہ منهنجو، ساجَن جيت سندوم.
راجَ پرتو رب ڪي سڏو متارا! سندوءِ.
جنت سندين جڳوءِ، فائقَ هليا فردوس ڏي.
ايڪ قصر، درلِڪ، سهسين ڪٽيس ڳڙ ڪيوڻ.
جان جان سائي ساهہ تان تان پارج پنهونءَ سان.
سو سيوئي حالُ منجهائين معلوم ٿئي.

(٦) هيٺين مصراعن ۾ صفتون ڏيکاريو انهن جا درجا ڇئو:

مِٺائيان مِٺو گهڻو ڪڙو ناهي ڪلام.
سو سِسنِيان اگرو سندو دوسان دم.
ساهہ رڳنٿون اوڏڙو، واحد جو وصال.
دوس مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.
جي پائين پرينءَ مڙان تہ ڏوهيان ڳڻ پانءِ.

هيٺين مصراعن ماڻ اسم، ضمير ۽ عدد ڏيکاريو، ۽ جيڪي صفت واليءَ ڪم آيل هجن سي ڏيکاريو:

وسارج مَ ويڻ، جوين ۾ تي ڏينهڙا.
ڏهن ويريڻ وچ ۾، آهو آهي انسان.
پهريون ويري واٽ ٿيو، جنهن لٽيا پنهونءَ جا پير.
سوين آهن سنسار ۾، پيا پڻ داتا دَل.
جي هنئي هوت هزار، تہ ۾ پاڙج ڪوم پنهونءَ سان.
ايڪ قصر، درلِڪ، سهسين ڪٽس ڳڙ ڪيون.
پلنگ، پٽرائيون، پالڪيون، نوَ لِک ناٿي ليلَ.
هڪڙا پائر، پيا پائڻيا، تيان جاني يار.
ڪارهين ڏينهن ڪرم، وريو ويراڳين جو.
سهسين شڪرانا، ڪوڙين پال ڪريم جا.

هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي صفتون لڳايو:

هي ڪپ ڏاڍو — آهي. هي نيري رنگ جو — آهي. ٻوڙهي ماڻهوءَ جي ڏاڙهي — ٿيندي آهي. ڏنگي رستي کان — رستو چڱو آهي. ماڪي — ٿي ٿئي پر ڪئنين — ٿي ٿئي. اٺ گهوڙي کان قد ۾ — آهي.

(۷) هيٺين جملن ۾ ظرف ڳولي ڪيو، ۽ ٻڌايو ته اهي ڪهڙن قسمن جا آهن، ڇا ٿا ڏيکارين ۽ ڇا سان لاڳو ٿين ٿا؛

تمام گهڻو خرچ به نه ڪجي ۽ ڏاڍو ڪنجوس به نه ٿجي، وچرن رستو وٺڻ نهايت عمدو ڪم آهي. هر ڪو ڪنهن کي صلاح ڏيڻ ضرور ناهي، مگر جي ڪو پڇي ته صاف چئي ڏجي. هر سال کان هيل وڌيڪ مينهن پيو آهي.

جو مٿنهين مومل جي پوئي، موٽي تنهين سس ٿئي.
جيڪس ويس وري آءُ سنان معشوقن.
پاڻهو هيندئي پڌرا ڪلن ڪنڌهار.
ميٺن ساجهر لڏيو، تون هاري! ننڍارين اڄ.
لايو لام الف سين خوب لکن خطَ.
جي پند پارياڻون ته سيکهائي سکها ٿيا.
اڳڪون لڳن ڪوسيون ڏاڍا تپن ڏينهن.
چوڌاري چڙا، پٿرن بيلاين جا.
اکيون اکين سامهيون، ڏينهن سجو ٿي رات.
مون کي نه مونڻاءِ آءُ اڳاهين آهيان.
اندر آديسين کي ڏريانئي ڏٺي.
مهند ٿيندو مصطفيٰ، پٺيءَ لوڪ لڏ پندو.
پيڙا پري ويٺي اڇن سان عجيب جي.
ڪالهوڪر ڪاڏي ويو سندو جوڳين جوش.
آتان اولي آئيو، خبر ايءَ ڪري.
جتن ان جاڪون سڙتئون مون سگهڻ ٿيو،
ڪري ڪوهيارو ويو تن چني تاڪون،
آءُ پڻ تڏهانڪون، اڌ ڏکوئي آهيان.
ڏک نه سارين ڏيل ۾، وڻهراوير وهيسَن.

(۸) هيٺين فعلن مان فعلِ مجهول ۽ متعدي بالواسطه ٺاهيو:

ڪٽڻ، لکڻ، پچائڻ، ڏيڻ، وڄائڻ، پڙهڻ، ڏسڻ، پالڻ، ٺارڻ، ڳالهائڻ، چائڻ ۽ وٺڻ.

هيٺين جملن ۾ فعل مجهول ڦيرائي معروف ڪري ڪم آڻيو، ۽ معروف ڦيرائي مجهول ڪري ڪم آڻيو:

انگريزن جي جنگ ۾ ٻه هزار جرمن مارجي ويا. خوشيءَ کان ڇوڪرا ٽپا ڏيندا ٻاهر نڪتا. اسين ڪوٺيءَ تي
جهنڊيون ڪوڙجي ويون ۽ مٺايون ورهائجي ويون. بازيگر پنج گولا آچلايا ۽ آهي
وري جهٽيائين. جيل ۾ نوان قيدي بند ڪيا ائن. هو ماڻهو ڏاڍو هوشيار ليکجي ٿو.

هيٺين مصدرن مان امر ۽ ماضي ٻڌايو:
پچڻ، اچڻ، لهڻ، ڪائڻ، چمڻ، ڦاڙڻ، ڌوئڻ، ليٽڻ، ڪڙهڻ، ڏسڻ، ڳنهڻ،
ڳهڻ، ٻهچڻ ۽ کسڻ.

هيٺين جملن ۾ ٻڌايو ته فعل ڪهڙي قسم جا آهن ۽ زمان ڪهڙا آهن:
پلا ٻڌاءِ، ته ڪيئن توکي ڏؤ ٿئي. توکي جيڪا شيءِ کپي سا تون کڻج،
پر پنهنجي پاڻ کي ڏج. هاڻي وڃي درياءَ ۾ وهنجو. احمد شهر گهمندو ڦرندو گهر
آيو. شرم جو ماريو هو اهڙو ڪنڌي جهڙي پيت. ڌوتل ڪپڙا ٽپ ۾ ڪري پيا.
لکيو لوح قلم جو هرڪو ٿو لوڙي. آءٌ سياڻي ڪراچيءَ ويٺو آهيان. ائين چئي
رپيا ڦٽا ڪري، گهوڙو موٽي گهر وٺي آيو. ماڪوڙيون اچيو ڪنڊ ڪايو چٽ ڪريو
وڃن ٿيون. ڪم ڪندڙ نوڪر پنهنجي ڌڻيءَ کي هميشه وڻندو آهي. جي ٻاهر
پچيو ته سچ چوند وسانس. نمازي ماڻهو هميشه سج اڀرڻ کان اڳي اٿندا آهن. هو
ڇوڪر محنت گهٽي پيو ڪري پر تڏهن به جي هئو انعام نه کڻندو ته سندس
ڪهڙو ڏوهه چئبو. انهي مندر ۾ رات ڏينهن ڏيو پيو ٻرندو هو. جڏهن سج چنڊ
تي پاڇو پوي، تڏهن ڪارانجن. هڪڙو ڏڳو جهنگ ۾ پئي چريو. چار ڏينهن
وهنجڻ چڏيو اٿئي، ته تنهنجي بت مان ٻاس پيئي اچي.

هيٺين مصراعن ۾ مرڪب فعلن جا مفرد شعر ڏيکاريو ۽ ساڻن جيڪي ضمير
متصل ڪم آيا آهن، سي سمجهايو:

سونهن جي صلاح وٺ ته وڙ لنگهي وڃين.
لڙيو پون لطيف کي ڳوڙها مٿي ڳل.
سانداري سمنڊ جي نهوڙي نيا.
آئي پاڻ اڙاءِ، ڪنهي ڪوري وچ ۾.
وڪر سو وهاءِ، جو پئي پراڻو نه ٿئي.
اوجاڳيا اکين کي جاتڻ نه ڏيئي.
چارڻ چنگ ڪلهي ڪري رمي رهيو رات.
تنهن سين ڪري پريتڙي نڀائي نبي.
پڙهيو پڙهيجاءِ، سبق انهي سُور جو.
سوئي سو حرف، پڙهيوئي ٿو پڙهان.
ويندو رهندو ورجي منجهان مصر شام،
وڃون وسڻ آئيون، سارنگ چڙهيو سيج،
جي پورو ٿئيم پساهڙو، ته به نجو مڙهه ملير ڏي.

جي هٿئين هو تن لڪ، ته به ڀاڙج ڪوم پنهونءَ سان،
مرتين ساڻ سمن آهيم اتي مينهڙي.
ڳجهي اٿم ڳالهڙي، اوري آهه تان اوريان،
جي اٿي سڏ پسڻ جي ته ڪڻ م پير پري.
ايءَ سٽيندي ڳالهڙي، چريو ٿينڙس چيت،
اديون عبداللطيف چئي، سيڻ لهندم سار.
حقيو هيج هشيار، ڪيون ڪيونديئي اوچتي،
تازي ڏيوس تڪڙو جوهر پائي زين.
ٻانهپڻ ٿي ٻهوٽيون، ته ڪيتا ڪينئي ڪيچ جا.

(٩) هيٺين جملن ۾ حرف ڳولي ڪڍو ۽ ٻڌايو ته اهي جو نالو ڪهڙو آهي:
شل چڱا ماڻهو سدائين خوش رهن. مار، هي طوفان ڪٿان آيو. هو ڇوي تو ته منهنجو نالو فقيرو آهي. اڙي ڇوڪرا! تو هي ڪهڙو نه خراب ڪم ڪيو آهي. ٽن ڪوهه ۾ پاڻيءَ تمام اونهو آهي. پاڻيءَ جي مٿان ڪا شيءِ پئي تري. هاءِ گهوڙا مي چا ٿي پيو. حرف ضرور يا جر يا جملو يا ندا هوندو. واه، جو چڱو مڙس تو ڏسجين. جيتوڻيڪ هو پيئي پائر آهن، ته به انهن کان بهتر ماڻهو ڪونهي. مون وٽ مهمان آيا آهن.

هيٺين جملن ۾ خالي جاين تي مناسب حرف ڪم آڻيو:
جي سبق ياد نه ڪندين — مار ڪائيندين. دولت چڱي آهي — علم انهيءَ کان بهتر آهي. ٻنهي مان هڪڙو ميوو ڪڻ، انب — صوف. جيتوڻيڪ مون سمجهايس — هو نه رهيو. گهوڙو، گڏهه — تڪو ٿو هلي.

هيٺين مصراعن مان حرف ڪڍو ۽ انهن جا نالا ڄڻو ۽ ڏيکاريو ته ڇا سان ٿا لڳن:

ڪيڙيون ڪنٺهار جيئن وڃون آتر واءِ،
ڪرهو منهن مليير ڏي رُئي آيي چوءِ.
پاڻ پچن ميوا، ري واهپ ري واڙ،
ور پنهونءَ سين پلڪ، ڪٿهي ٻارهن ماهه پين سان.
ساڙيءَ لڳم سيهٽو سپ چماندر سيئن،
ڳنهي آيس ڳالهڙي، ڳجهي تو ڳري.
سٿوري پانيان سيج، ديکڻ ٻاجهون دوس جي،
سوڍي بکر سرتيون هڏ نه ساهه سري.
پر — گهران پاسو ڪري، پيچ پريان ڪي پاڻ،
سوئي توئي ساڻ، جنهن لاءِ جفائون ڪرين.
لوچين چو نه لطيف چئي، هاري! لاءِ هوتن،

مرڻا اڳي جي مرڻ، سي مري ٿين نہ مات.
وڃي منهن ڪيهو، وڃان وطن ساموهون،
جي مران تا مانُ لهان، جي موٽان تہ ڪرميهہ.
توڙي چڪن چاڪ، تہ بہ آهہ نہ سلن، عام کي.
دل ۾ ڏجي هٽڪ کي توڙي سو سڪن،
سا مجلس ٿي مٽ، جي حاصل هوئي هزار جو.
توڙي ڪنڌي ڪن نہ تہ ساڻن وڃن سير ۾،
ايءُ دوسن جو دستور، جيئن ڇيناڻ ڇنن ڪينڪي.
تيلان ڏٺيءَ ڏُٺا، جيلان ويا وحدت ڳڌ جي،
ٻانئي ويهہ مرَ پلنگ تي ڳچيءَ سير ڳانو.
جن کي عشق الله جو، مر ٻيا سي مرڪن،
تُندي مٿانهين ڪُٺاءِ، ٻوڏ چونئي جيءُ چؤ.
ڪنڌيءَ اچي سپرين سانَ ٻر ٻر ڪن،
حيف منهنجي حال کي جان اُڇي آءُ بيڪار.
ووءِ ووءِ ڪندي وتُ، مٽان ووءِ وسارئين،
هَٿي هَٿي ڪيو هٿڙا ڪاميو ڪنيائين،
هيهات هيهات، "ليماتو عدون" سڄي ٿي اوطاق.

(١٠) هيٺين جملن ۾ بيهڪ جون نشانيون ڏيو:

خدا تعاليٰ اسان کي اکيون ڏسڻ لاءِ ڪن ٻڌڻ لاءِ وات کائڻ لاءِ ڏنو آهي هي کهڙو نہ چڱو ڪتاب آهي. اهڙو تو ڪڏهن ڏٺو شل خدا سلامت رکئي هي ڏڪي جو ٻير آهي يا مينهن جو ڳئونءَ جو ٻچو ٻري ويندو آهي تہ ڳئون ٻئي رنيندي آهي هو دليا ۾ ضرور سکيو گذاريندو ڇا لاءِ جو هو چڱيءَ نيت وارو آهي. ڪفايت يا صرفي جو مطلب آهي ٻورو ٻنو خرچ ڪرڻ، انهيءَ حد کان زياده خرچ ڪرڻ واري کي اسراف وارو يا گهڻ-خرچو يا هٿ-ڦاڙ چوندا آهن ۽ انهيءَ کان گهٽ خرچ ڪرڻ واري کي ڪنجوس يا ڇمڇوس يا بخيل چوندا آهن.

(١١) هيٺين سنڌي اصطلاحن جي معني ڏيو:

هو آپ ۾ تراريون ٿو هڻي. اڄ مسلمان سرڪاري نوڪرين ۾ اٽين آهن، جيئن اٽي ۾ لوڻ. هو رات ڏينهن اچو الله ڳاڙهو رسول ڪيو ويٺا آهن. تون پڙهي ڪهڙا اڪ ڪارا ڪندين. هڪڙي اک کلنديئي ٻي رُنديئي، ٻانهي منهنجو ڪم ڪندين. هو اٺکهڙيو ڪاٺ آهي. تون ڪهڙي باغ جي مُوري آهين. هو هاٿي ٻہ-ٻہ هٿ مٿي ٿو اڏامي. هن سڀ ٻئسا پتنگ پڳڙو ڪري ڇڏيا. تون تو مون کي ڪٺليون پڙهائين. اٺين ڪرڻ تہ رڳو پير سان لاهي منهن ۾ هڻڻ آهي. هن جا چوڏهن ئي طبق روشن ٿي ويا. هو ڪلهي تي هٿ ۽ ڏهل تي ڏونڪو هڻيو

ڀڳو آهي. هو آسمان مان تارا ٽو لاهي. هن جو ڏينگو ٿي ڏيري آهي. هن جي چوڪري وچي شيئهن ڪلهن جڙهي. تون مون ڪي ڪپڙن مان ڇو ٽو ڪڍين. ڪٿي گهٽ ڪاسو ٿي پيو. تون ڇو ڪوپ ڪيڍي وڏو آهين. ميم ۾ ڇو ٽو ڳالهائين.

(٢) هيٺين جملن جي ترڪيب ڪريو:

تو هن ڪي مزي مزي جون ڳالهيون ٻڌائي خوش ڪيو. هو گهران جو نڪتو، سو سڌو ويو پنهنجي دوست جي گهر. انڊڙ سهيني ۾ هو پرچٽا آهن. هو آهستي آهستي ويو رڙهندو.

سڪ ائين نہ سَڌَ، جيئن لڪيو لياڪا پائيين،
ايءَ پڻ ڪوڙي سَڌَ، جيئن ڪليو ڪاهو سهين.
هر هر هڱوڙائي، وڃڻ در دوستن جي،
لائيندڙ ٿي لطيف چئي، سوران سرهائي،
ڳجهو ڳالهائي، پرتِ وڃي پاڻ ۾.

(٣) هيٺيان غلط لفظ صحيح ڪريو، جي اڪثر هندو اخبارن ۽ پين عام رواجي ڪتابن مان ڪڍيا ويا آهن:

ٻارو، ڳڙڪائڻ، تاري وڃائڻ، پوڙهيو، پرلاءِ، پڙدو، وڙ ۾ وجهڻ، ٻي ورو ماٺهو، ڦڦڙ، پرنجڻ، ٻہ-مار، لير ڀي، مضبوط، وسوت، ايضنا، وصيعت، استيفا، مظمون، صفيد، موسوم، نزارا، تمنا، غلاضت، جُرئيت، نقط، چيني، ڪسرت، حيبت، خطنو، طوطاري، ضابطو، لذيذ، مراست، شوقت، جافر، موردين، محضوض، طرقي، صحي، سادر، سعيد (سيد)، مسق، عبدالواحب، غلام رزا، قرف، آج، مصتفا، اصد علي، ملڪلموت، محمد شفي، خوشامند، حاشم، طعبعلي، عبدل رحمان، حميت، عبدل مجيد، حرامي، خير آفيت، ظلفقار علي، فاعدو ۽ قائدو.

(١٤) هيٺين لفظن جا ضد ڇئو:

ريت، سوت، سائٽو، سترُ، شادي، سگهو، سکيو، تارُو، سٽائو، اشراف، شريف، چڱست، تڪڙو، لڄاڙو، ٻندرو، آلو، پراڻو، سهاڳڻ، سياڳو، ڏور، سرهو، آباد، پريشان، سدا تورو، ٻي چيو، ننگائتو، ناراض، رنج، سهنجو، سرلو، سڪٺو، سجاڳ، سپوت، وڙائتو، ڪمهلو، اجاڻ، ٻيوفا، ٻي حيا، ٻي ادب، نيڪنامي، نيڪي، ڀلو، تندرست، ڪچو، سونهو، ليڏر ۽ ولهو.

(١٥) هيٺين لفظن جي اصلي معنيٰ ڪهڙي آهي ۽ پوءِ ڦيري اصطلاح ۽ رواج ۾ ڪهڙي ٿي آهي:

انجام، اوزار، سلامت، حور، هلاڪ، رنج، خاڪ، پڪڙڪو، تابع، سواد، حيات، برابر، اولياءُ، هشيار، اشراف، غصو، طبيعت، مقام، شمعدان، فنا، ياد، اسباب، قياس، تڪرار، پوشيدو، خراب، خرابي، البت، نفر، حرف، اوسان، سبب، خفو، غريب، حضور، حيف، جناب، خدمت، فرش، مشق، گستاخ، معصوم، تعلق ۽ ڪوني.

# ديباچو

هيٺين درجن ۾ پڙهائڻ لاءِ سنڌي گرامر، يعني صرف نحو يا وياڪرڻ اڳيئي لکيل آهي، پر اسڪولن جي مٿين درجن لاءِ، توڙي ڪاليجن جي شاگردن ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ زياده اڀياس ڪرڻ لاءِ وڏو گرامر ڪونه هو ۽ انهيءَ جي گهڻي گهرج هئي. تنهن کان سواءِ، هيٺين درجن واري گرامر ۾ فقط صرف آهي، پر نحو ۽ اشتقاق فقط نالي جو آهي. گرامر جي ٻين مٿانهن ۽ مشڪل ڀاڱن جو ته اصلي ذڪر ئي ڪونهي. تنهنڪري ڪن دوستن جي چوڻ تي، مون هي وڏو گرامر يا صرف نحو جو ڪتاب لکيو آهي. هن ڪتاب جي پڙهڻ لاءِ سمجهڻ گهرجي ته پڙهندڙن ننڍو گرامر اڳيئي پڙهيو آهي، تنهنڪري ٻارن کي سمجهائڻ لاءِ پهرين مثال ڏيئي، پوءِ گرامر جي وصفن ۽ قاعدن جو ٻڌائڻ جو رستو ڇڏي ڏنو ويو آهي.

هيءَ ڪتاب ٽن ننڍن ڪتابن ۾ ورهايو ويو آهي: پهرئين ڪتاب ۾ علم اِملا، يعني حرفن جو علم ۽ اشتقاق يعني لفظن جي بنياد جو علم ۽ علم صرف يعني لفظن جي تقسيم ۽ ڦيرڻ جو علم ڏنو ويو آهي. ٻئي ڪتاب ۾ علم نحو، يعني جملن جو علم ڏنو ويو آهي؛ ۽ ٽئي ڪتاب ۾ علم عروض ۽ علم قافيي، يعني شعر جي وزن ۽ قافيي جو بيان، پنهنجن ٺاهيلن مثالن سميت ڏنو ويو آهي ۽ علم بديع يعني لفظن ۽ معنوي صنعتون، جي عبارت آرائيءَ ۽ فصاحت ۽ بلاغت ۾ ڪم اچن ٿيون، تن جو بيان پنهنجن ٺاهيلن مثالن سميت ڏنو ويو آهي.

جڏهن سنڌي ٻولي اصلي سنسڪرت ۽ پراڪرت مان نڪتل آهي ۽ عربي ۽ فارسي لفظ منجهس گهڻا آهن، تڏهن انهيءَ جو سمورو تاريخي احوال ۽ انهن ٻولين سان واسطو، علم صرف ۾ ڏيکاريو ويو آهي. ۽ علم صرف جي ترتيب، عربي ۽ فارسي صرف نحو موجب، ۽ هاڻوڪي انگريزي رواجي دستور موجب ڏنو ويو آهي، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ هرهڪ باب جي مضمون بابت سوال وڌا ويا آهن، ۽ مشقون ۽ مثال به ڏنا ويا آهن. اميد آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي زياده تعليم ۽ تحصيل لاءِ هيءَ ڪتاب گهڻو ڪمائتو ٿيندو.

قليچ بيگ

فيبروري، ١٩٢١ع
حيدرآباد

# باب پهريون

## علم بديع جي بيان ۾

"علم بديع" يا "علم بدايع" اهو علم آهي، جنهن جي قانون تي هلڻ ڪري ماڻهو فصيح ۽ بليغ ٿي سگهي ٿو ۽ هن کي ڪلام جون سڀ ترڪيبون ۽ صنعتون معلوم ٿيون ٿين، جنهنڪري هو سهڻو، پڪو ۽ عمدو ڪلام، عمدن لفظن ۽ عمديءَ عبارت ۾، ڳالهائي ۽ لکي سگهي ٿو.

ڪلام کي ٻن قسمن ۾ تقسيم ڪيو اٿن: هڪڙو نثر، ۽ ٻيو نظم. نثر واري ڪلام کي 'منثور' چوندا آهن، ۽ نظم واري کي 'منظوم'. نظم اهو آهي، جنهن کي 'شعر' به سڏيندا آهن: 'نثر' لفظ جي معني آهي پکيڙڻ، ۽ 'نظم' جي معني آهي پوئڻ - جيئن موتي ٻهري پکڙيل هوندا آهن ۽ ڌاڳي ۾ پوتيا آهن. لفظن کي موتين سان مشابه ڪيو اٿن. نظم يا شعر کي موزون ڪلام چوندا آهن، يعني وزن وارو، ۽ نثر کي ناموزون.

### فصل پهريون

#### نثر جي بيان ۾

نثر جا ٽي قسم آهن: هڪڙو "مرجز"، ٻيو "مسجع"، ۽ ٽيون "عاري".

(١) مرجز، يعني رجز يا وزن وارو نثر اهو آهي، جنهن ۾ فقرا فقرا ڪري آيل هجن. انهن مان ٻه فقرا جي ڪڏ اچن ٿا، سي موافق ۽ مقابل ۽ هم وزن هجن، مگر هم قافيي نه هجن. مرجز نثر ۽ نظم يا شعر ۾ اهو تفاوت آهي ته شعر ۾ وزن ۽ قافيو ٻيئي آهن، مگر نثر ۾ وزن آهي پر قافيو ڪونهي. مثال: سواءِ ذڪر قادر ڪارساز جي وقت وڃائڻ، ۽ سواءِ شغل خالق ڪردگار جي حياتي گذارڻ، نسورو نقصان آهي.

(٢) مسجع، يعني سجع وارو. 'سجع' چون ڪبوتر يا قمريءَ جي ٻوليءَ کي. اصطلاحي معني موجب مسجع نثر اهو آهي، جنهن جي فقرن جي پڇاڙيءَ جا لفظ هڪجهڙا هجن، يعني جنهن کي قافيو هجي، پر وزن جو ضرور ڪونهي. انهيءَ کي 'مقفي' به چون، يعني قافييدار.

سجع جا وري ٽي قسم آهن.

هڪڙو "**سجع متوازي**"، جنهن ۾ قافيي جي لفظن جو شمار هڪجيترو هجي، ۽ پڇاڙيءَ جا اکر هڪجهڙا هجن- جيئن 'مهجور' ۽ 'مجبور'. انهن ٻنهي لفظن ۾ پنج پنج اکر آهن، ۽ ٻنهي جي پڇاڙيءَ ۾ 'ر' جو اکر آهي. **مثال:** آءٌ پنهنجي دوست کان مهجور آهيان، ۽ انهيءَ جي فراق تي مجبور آهيان.

ٻيو "**سجع مطرف**"، جنهن ۾ ٻنهي لفظن جو پڇاڙيءَ وارو اکر هڪڙو ئي هجي، مگر اکرن جو تعداد مختلف يا گهٽ وڌ هجي. جيئن: شخص باوقار ۽ نيڪ اطوار.

**ٽيون** "**سجع متوازن**"، جنهن ۾ ٻنهي لفظن جو وزن به هڪجهڙو نه هجي، ملحده هجي- جيئن لفظ 'فقير' ۽ 'جليس'.

جي اهڙا ٻه ٻه لفظ هرهڪ فقري ۾ ڪم آڻجن، جن مان هڪڙي فقري جو پهريون لفظ ٻئي فقري جي ٻئي لفظ سان، هم وزن ۽ هم قافيه هجي، ته انهيءَ نثر کي '**مرصع**'، يعني موتين سان جڙيل، چوندا آهن. مثال: هو عجيب حقائق ۾ گويا آهي ۽ غريب دقائق ۾ جويا آهي.

(٣) **عاري**، يعني اُگهاڙو، اهو نثر آهي، جنهن جا فقرا نه مرجز هجن نه مسجع- يعني جن ۾ نه **وزن** هجي، نه قافيو- جو رواجي عبارت جو نثر ٿيو.

مٿيان نثر جا قسم '**لفظي**' آهن، يعني لفظن جي نظر تي، مگر معنيٰ جي نظر تي، يعني 'معنوي' قسم جا ٻه نثر آهن: هڪڙو '**سليس**'، ٻيو '**دقيق**'. سليس يعني آسان اهو نثر آهي، جنهن جي معنيٰ سهوليت سان سمجهه ۾ اچي ۽ دقيق اهو آهي، جنهن جي معنيٰ آسانيءَ سان سمجهه ۾ نه اچي، تڪليف سان معلوم ٿئي.

انهن مان وري هرهڪ جا ٻه قسم آهن: هڪڙو '**سادو**' ٻيو '**رنگين**'.ساديءَ عبارت وارو نثر اهو آهي، جنهن ۾ مضمون يا مطلب ڪنهن به صنعت يا تشبيهات يا مناسبات کان سواءِ ادا ڪيو وڃي ۽ رنگين عبارت وارو نثر اهو آهي جنهن ۾ مناسب لفظ ڪم اچن. مثلاً، جي بهار جو ذڪر هجي، ته شروع کان وٺي پڇاڙيءَ تائين انهيءَ سان لاڳو لفظ يا مناسبات ڪم اچن، يا جي عام جو بيان هجي، ته انهيءَ سان لاڳو يا مناسب لفظ ڪم اچن.

مشق لاءِ نثر جي قسمن جا مثال

هو نابڪار چاڻي پڇهي هن جو طلبگار ٿيو ۽ زر ۽ زور سان هن کي هٿ آڻڻ ۾ ڪامڪار ٿيو، پر سکهو ئي پوءِ اچي منجهانئس بيزار ٿيو، ۽ آخر هن کي ناحق ماري وجهڻ جو گنهگار ٿيو. منهنجو هڪڙو سنگتي رازدار آهي، جنهن جو قالو نثار آهي، اهو انڪار بلڪل باطل آهي، جو ماڻهن کي قتل ڪري ٿو، سو قاتل آهي. مون پنهنجي دل هن کي ڏئي ڇڏي آهي ۽ هاڻ اسان کي شادي ڪرڻ

جي اميد وڏي آهي. جي منهنجي ڳالهه نه مڃيندين، ته ضرور پاڻ کي نقصان پهچائيندين - يا دل افروز جي ٻانهن، يا پنهنجي موت جي ڏانهن!

*　　*　　*　　*

**بادشاهه:** اي وزير، نيڪ تدبير، ملڪ جو ڪهڙو حال آهي؟ منهنجي رعيت ظلم ۽ ڏک کان فارغ البال آهي، يا سندن دل تي ڪو فڪر ۽ ملال آهي؟

**وزير:** حضور جي اقبال سان ۽ غلام جي سنڀال سان، ملڪ سڄو آباد آهي ۽ رعيت ساري دلشاد آهي، ننڍي وڏي جي دل غم ۽ فڪر کان آزاد آهي.

**ظريف:** وزير کي ته رڳي خوشامد آهي، نه ته ملڪ ڏنگي فساد فسان برباد آهي. سرڪار جي عمر دراز هوئي، ۽ بخت سدائين ساز هوئي: هن تخت شهر ۾ ڏاڍو فساد آهي، وزيرن ۽ اميرن ۾ بغض ۽ عناد آهي، نه داد آهي، نه فرياد آهي! جيڪو وزير صاحب جو ارشاد آهي، سو نسورو غلط ۽ بي بنياد آهي.

*　　*　　*　　*

**گلنار:** واه صاحب، واه! هيتري بيحيائي ۽ بيشرمي، اهڙي گستاخي ۽ گرمي! ماڻهو پري ويهي ڳالهائي، ڪهن زور ڪري پاڪر پائي!

**گلزار:** اي حور، اهو منهنجو قصور! جي مون توکي پاڪر پاتو، ته ڪهڙو لقب لاتو؟ ڪٿي تون مون کان اهو ويو وٺ ۽ پاڪر پاءِ، ته تنهنجي دل ٺڪي برجاءِ.

**گلنار:** واه، تمام هشيار آهين، ڏاڍو خبردار آهين!

**گلزار:** پياري، منهنجو گناهه معاف ڪر، پنهنجو سينو صاف ڪر. آءٌ بيوس ۽ توائي آهيان، دل و جان سان تو تان فدائي آهيان.

**گلنار:** تون فدائي ناهين، ڪو ديوانو يا سودائي آهين.

**گلزار:** سچ، تو منهنجو مرض برابر سڃاتو آهي، پر اهو مرض مون کي توئي لاتو آهي. انهيءَ منهنجو سودا جو علاج بس تون ڪر، پنهنجي بيمار تي شفا جا هٿ ته تون ڌر.

**گلنار:** نه آءٌ ڊاڪٽرياڻي آهيان، نه بيمارن جي مون وٽ سنڀال آهي. جي انهيءَ ديوانگيءَ جي دوا ٿي گهرجئي، ته اڇها چرين جي اسپتال آهي.

## نثر مقفيٰ جو مثال

### آخوند لطف الله جي ”گل خندان“ مان

جنهن جي مٿي تي ترار چمڪو ڏنو، اُن جي سيرانديءَ قضا ويهي رنو. ٻهر ڪن ۾ نوح جي طوفان جو پاڻي رت مان مٿجي ويو، دشمن جو لشڪر ڀڄي ويو، ۽ شهپال جو سر ڪٽجي ويو. لاشن جو ڍير لڳو، باقي لشڪر آئي ڀڳو. جو ڀڳو سو ڇٽو، جو رهيو سو ڪٽو. پوءِ ته غازي صف مان ڇٽي پيا، ۽ اُلٽ تي ٽٽي پيا. جيئن ماريائون ۽ ڪٽيائون، تيئن ساڙيائون ۽ لٽيائون...“

”.... سڄڻي چيو ته شاهزادا، ڪاڻ پيڻ کان الڪار ڪرڻ نادانيءَ آهي، ماڻهوءَ جي ڪاڏي تي زندگاني آهي، جي حياتي باقي ته سڀ آساني آهي، نااميدي ڪم شيطاني آهي.“

**عاري يا رواجي نثر** جي نسبت ۾ معلوم هجي ته ميرن جي صاحبيءَ ۽ انگريز سرڪار جي حڪومت جي شروعات ۾ جڏهن نثر جا ڪتاب لکجڻ لڳا، تڏهن نثر اهڙي ٻوليءَ ۾ لکيو هو، جو هندن توڙي مسلمانن وٽ هڪجهڙو، بلڪ جيڪي ڪتاب هندو لکندا هئا، سي به اهڙا هوندا هئا جو مسلمانن کي انهن جي پڙهڻ ۾ ڪو اعتراض ڪونه هوندو هو.

ٿورن ورهين کان هندو ماڻهو گهڻا سنسڪرت جا لفظ ڪم آڻڻ لڳا آهن، جنهنڪري مسلمانن کي انهن جي پڙهڻ ۾ گهڻي مشڪلات ٿئي ٿي. تعليمي ڪتاب جي هندن جا لکيل هئا، تن کي وري سڌارڻ جي لاءِ وقت بوقت ڪميٽيون مقرر ٿيون آهن.

انهن جدا جدا نثرن جا نمونا مقابلي لاءِ هيٺ ڏجن ٿا.

١. ”تاريخ معصومي“ مان، لکيل ننديرام جو (سن ١٨٦١ع).

”هن ڳالهه ۾ مفسو نه آهي ته جاني بيگ، ٺٽي ۾ وڃي، مورچي ڪري. خانخانان چيو ته جيڪڏهن ڪوٽ ۾ ٽپي پونداسين، ته هڪڙو هيءُ ته ڊگا چڱا ماڻهو مارجي ويندا، ٻيو هيءُ ته هنن جا ٻار ٻچا اُنهن جي هٿ ۾ پوندا ۽ اها هنن جي اڻاڃائي ٿيندي. اسين پرچاءُ ڪريون ٿا ۽ پاڻ وانگي پنجهزاري بادشاهه جي ٻيلهپ ۾ پهچائي ڏينداسون ۽ سچ انهن جي ڏاهپ سهي (صحيح) هئي، ۽ جاني بيگ جي وڪيلن اچي ٻول ڪيو ۽ ماڻهو سيوهڻ ڏي موڪليائون ته ڪوٽ کي ڇورو ڏيئن ۽ پاڻ ٺٽي ڏانهن سنبريو ۽ خانخانان، پاڻيءَ جي چاڙهي جا ڏينهن سن جي ڳوٺ ۾ گذاري، سياري جي آرنڀ ۾ ٺٽي ڏانهن سنبريو.“

٢. ديوان ڪيولرام جي ”سوکڙي“ مان.

”نئڙت ڪم بزرگن جو آهي، ۽ هٺ ڪم شيطان جو آهي. نئڙت وڏي فائدي وارو ڪم آهي ۽ هٺ وڏي ڇيهي وارو ۽ پڻ هڪڙي ڪامل جو فرمودو آهي ته نئڙت وارو ماڻهو خدا کي وڻي، دولتمند کي وڻي، مگر شيطان کي نه وڻي ۽ هٺيلو ماڻهو خدا کي نه وڻي، درويشن کي نه وڻي، دولتمندن کي نه وڻي، پر شيطان کي وڻي. هڪ سياڻي چيو آهي ته آن کي رحمت آهي، جو نياز ڪري، پر نه آڻ سرنديءَ سان. هڪڙي حڪيم جو لطيفو آهي ته آڇا ڄانور، گهڻو گيهه مصالحو وجهي، پلاءُ رڌي، منجهس لوڻ نه وجهي، ته پلاءُ ڦڪو ٿي پوي، ۽ جي گهرج کان واڌو لوڻ وجهي، ته کارو. تنهن وانگي، جنهن ماڻهوءَ کي دولت ۽ سونهن هوئي ۽ نئڙت نه هوئي، سو الوڻي پلاءُ وانگي ڦڪو، ۽ جي هٺيلو هوئي ته لوڻ واري پلاءُ وانگي کارو يعني بيسوادي.“

٣. ديوان ڪوڙي مل جي ”پڪو پهه“ مان.

”بيعلم ماڻهو، علم واري ماڻهوءَ کي، معمولي ڪمن ڌاران ٻي ڪجهه مدد ڏيئي ٿو سگهي. هو هن جي منصوبن ۽ رٿن ۾ هن جي ڀرپائي ڪري ڪين سگهندو، باقي البت جيئن ڪو هن کي هدايت يا ڪو هٿ ڏس ڪندو ويندو، تنهن والگر ڪجهه پيو ڪندو. هو گهڻو ڪري اها ڳالهه به وساري ٿا ڇڏين ته اسان جيڪا چترائي ۽ تيزفهمي حاصل ڪئي آهي، سا سڀ علم جي وسيلي سان- جيئن ته جيڪر ڪو شخص ڪنهن جو روزينو مقرر ڪري ته هڪ ٻن ڏينهن تائين ان جو احسان ياد ڪري ۽ ڪيترن ڏينهن جي گذرڻ کان پوءِ اهو احسان ان جي دل مان ميٽجي ٿو وڃي، ۽ هو ڏيهاڙيءَ جي روزيني کي پنهنجو حق ڪري ٿو ڄاڻي. انهيءَ پر، پڙهيل آدمي پنهنجي راءِ، تدبير ۽ قياس کي پنهنجي اصلي طبيعت سان لاڳو ڪري ٿو.“

٤. ساڳيو مصنف، ديوان ڪوڙو مل، ڪجهه ورهيه پوءِ هن طرح جي عبارت سان لکڻ لڳو:

”سنديءَ اوستا ۾ هن ڪويءَ جي چيت جو لاڙو ڌرم جي پاسي گهڻو هو، انهيءَ ڪري هو وديا-اڀياس ڪرڻ ۽ ساڌ-سنگت جو رس چکڻ لڳو. پر پنهنجي گروءَ جي سنگت ڪندي هن ۾ ويراڳ اچي ويو، تنهنڪري پنهنجي استريءَ سميت انبرتسر هليو ويو. گروءَ کي به سنڌس سنگت مان

گيان پراپت ٿيو هو. جڏهن هن سرير ڇڏيو، تڏهن هن جي ڏاڍي ورڌ اوستا هئي. مقدس چالائي کي پنجئيهه ورهيه ڪن ٿيندا."

٥. ديوان کانچند جي "سرسوتي" مان.

"وويڪ ۽ ويچار- ٻئي ڀيريان ساڌن آهن، منش جي سڌاري لاءِ. جي ماڻهو پاڻ ته پنهنجي کيپ چڱيءَ پر پوري ڪريان، ته وويڪ ۽ ويچار هلائي. ڪنهن جي هاجي ڪري، ته خيال ڪري ته مون ڇا ڪيو ۽ جيستائين انهيءَ هاجي جو پورو پڇتاءُ نه ڪري تيستائين سک نه سمجهي؛ سچو من جو سک تڏهن ٿيندو، حياتي سڦلي تڏهن ٿيندي. اُتي لاءِ سانگاهي هلجي، ۽ ايشور ڪان، پرارٿنا ۽ آراڌنا دوارا، ٻنل پني، دل کي ڪومل ۽ صفا ڪري."

## فصل ٻيو

(تشبيهات ۽ مناسبات)

اڪثر فارسي ڪتابن ۾ هيٺين قسمن جا تشبيهات ۽ مناسبات ڪم ايندا آهن. جي نثر توڙي نظم ۾ عام آهن. جڏهن ته هاڻوڪو سنڌي نثر ۽ نظم فارسي نثر ۽ نظم جي نموني تي ۽ انهن ساڳين قاعدن تي ٻڌل آهي، تڏهن تشبيهات ۽ مناسبات ڄاڻڻ ڪري رنگين مضمون سمجهڻ ۾ يا لکڻ ۾ گهڻي مدد ملندي.

### تشبيهات

تشبيه قد جي. سرو، صنوبر، شمشاد، سرو آزاد، سرو سهي، سرو ناز، طوبيٰ، شاخ طوبيٰ، شاخ گل، قامت جا قيامت، نخل يا کجي، تير.

تشبيه وارن جي. رات، اڌ رات، ڪاري يا اونداهي رات، ظلمات، هندو، مشڪ، عنبر، دام، دار يا سُوري، شام، ڪکر.

تشبيه زلفن جي. سنبل، ريحان، ڪمند، زنجير، نانگ، سُوري، مشڪ، شام، رات، عمر دراز، حبش، ڇهڪ، وچون، عنبر، رسو، لام، ميم، نون، چوگان، صليب، ڪارو ڪکر، ڪنڊي، دام، هندو، ڪافر، خطا، ختن، تاتار، چين ۽ ڪاڪل.

تشبيه منهن جي. چنڊ، سج، شمع، چراغ يا ڏيئو، ڪعبو، مصحف، گل، شعلو، مشعل، طور، طور جو تجلو، لالو، ارغوان، صبح، باغ، گلشن، گلزار، چمن، بهشت ۽ باغ ارم.

تشبيه خال يا تِر جي. هندو، شيدِي - ٻچا، مشڪدانُ، داڻا، هرمرو، نقطو، وليون، حجر اسوَد ۽ سونُ جو ٻج.

تشبيه پيشانيءَ جي. آئينو يا آرسي، چانديءَ جي پيٽي، لوح محفوظ، چنڊ، هلال، ٻدر، سج، زهره، مشتري ۽ سهيل.

تشبيه چيلهه جي. وارُ، ميم، نقطو، ۽ ڪي ڪين.

تشبيه ڀرن جي. هلال يا نئون چنڊ، محراب، ڪمان، انڊلٺ، ترار، ذوالفقار، خنجر، ڪمند جو حلقو، طاق، ڪُنجي، عيد جو چنڊ ۽ نون.

تشبيه اکين جي. بادام، نرگس، نِرڪ، هندو، زهره، بابل، هاروت، سامري، ساحر يا جادوگر، جام، پيالو، ڪٽورو، هرڻ، غزال، صاد، عين ۽ بيمار.

تشبيه پنبڻين جي. خنجر، تيغ، ترار، ڀالو يا نيزو، تير، ڪنڊو، سئي، ٻاز جو چنبو، ڪانُ ڦر، ڏنگ، نيش ۽ نشتر.

تشبيه نڪ جي. الف، غنچو يا مکڙي - گل جي، يا ياسمين جي.

تشبيه چپن جي. گل يا پنڙي، آبِ حيات، خرما يا کجور، پستا، ڪوثر، مسيحا، ماکي، مصري، قند، نبات، لعل، ياقوت، عقيق، مرجان، باهه، ڏاڙهون، شفق ۽ سهيل.

تشبيه خط يا ڪاڏيءَ جي ريهه جي. بنفشو، هندو، ريحان، زمرد، خطِ ريحان، خطِ غبار، ساوڪ، ماڪوڙيون، چنڊ جو هالو، زنگبار، حبش، عنبر، مشڪ، مشڪين جدول ۽ عنبرين يا زنگاري جدول.

تشبيه وات جي. غنچو يا مکڙي، پستا، مُنڊي، جوهر، فرد، نقطهء موهوم، صفر يا ٻُڙي، عدم، سيپ، قطرو، موتين جي دٻلي، مرجان جي دٻلي، ياقوت جي دٻلي، ميم، ماڪوڙيءَ جي اک، مصريءَ جو ڪُوزو، نمڪدان.

تشبيه ڏندن جي. موتي، گوهر، دُر، ڪڻا، الماس يا هيرا، تارا، ڏاڙهونءَ جا داڻا، ڪتيون، موتين جي سَرَ يا گهنڊ ۽ ياسمين يا نسترن جي مُکڙي.

تشبيه کِل يا مرڪ جي. وڄ، صبحِ نمڪين، اڌ ڦُڙيل مکڙي ۽ چمڪاٽ.

تشبيه ڪاڏيءَ جي. صوف، شفتالو، چانديءَ جي گلي، ٻيهي، بهشت جو صوف، سمرقندي صوف، زنخ جو کڏو، 'ه' جو حلقو، غبغب، پاڻيءَ جو ڪڻُ ۽ طوق.

تشبيه ٻانهن ۽ هٿ جي. چاندي، مرجان جو چنبو، شفق ۽ 'الله' جو لفظ.

تشبيه ننڍهن جي. نئون چنڊ يا هلال.

تشبيه سخا جي. دريا، سمنڊ، ڪڪر، مينهن، چشمو ۽ آبِ حيات.

تشبيه خوش خُلقيءَ جي. خوشبوء، مشڪ، ڪافور، هير، بهار جو واءُ ۽ عطر.

تشبيه ڪاوڙ جي. وڄ، باهه، دوزخ، جهولو، افعي، قيامت، خزان جو واءُ ۽ طوفان.

مناسبات

حسن جا مناسبات. بيوفائي، خود بيني، خودنمائي، ناز، غمزو، انداز، خونريزي، سنگدلي، چالاڪي، خوبي، جلوو، محبوبي، شوخ چشمي، وعدي خلافي، زود رنجي، تلخ گوئي، تند خوئي، شوخي، گارگند، دلبري، دلربائي، بي مهري، خونخواري، دل آزاري، جانفزائي، ستمگاري، جفاڪاري، فتنه انگيزي، فريب، ٺڳي، بهانا جوئي وغيره.

عشق جا مناسبات. آه، فرياد، دانهن، بيخوابي، بيتابي، زاري نيزاري، ضعف، اڻ سکهائي، جان نثاري، جانفشاني، خود سري، آوارگي، خانه بدوشي، جنون، بيخودي، مستي، روڄ راڙو، اڪيلائي، بي اختياري، دل جو تپڻ، ديوانگي، بيگانگي، بيچارگي، سرگشتگي، پريشاني ۽ حيراني.

فقر جا مناسبات. صبر، توڪل، تحمل، همت، مراقبو، مشاهدو، مجاهدو، معاملو، محاسبو، مجادلو، عبادت، ارادت، قناعت، رياضت، خاڪساري، پرهيزگاري، ترڪ دنيا، بيپرواهي، شريعت، طريقت، حقيقت، گوشي نشيني، خلوت، معرفت، تجريد، تفريد، دم، قدم فڪر، ذڪر، محنت، مشقت، عصمت، حق پرستي، خدا شناسي، سچائي، رضا، تسليم، علم اليقين، عين اليقين، حق اليقين وغيره.

حڪومت جا مناسبات. وڏائي، جاه و جلال، دولت، اقبال، حشمت، سخاوت، عدالت، شجاعت، شفقت، مهرباني، عزم و جزم، شان و شوڪت، فتح و نصرت، رعيت پروري، رعايت، ڪرم گستري، فيض رساني، بردباري، تجمل، لشڪر ڪشي، ملڪ داري، سرفرازي، وغيره.

علم جا مناسبات. ڪتاب، ورق، صفحو، شيرازو، نوشت خواند، قلم، ڪاڪ، ڪاغذ، لوح يا تختي، نسخو، جلد، خط، ادب، اخلاق، منطق، حڪمت، معقول،

منقول، اسرار، رموز، اصطلاح، صرف نحو، تاريخ، سير، قصص، تفسير، حديث، ڪلام، مباحثو، مناظرو، قواعد، تذڪرو، اصول، فقه، فرائض، نثر، نظم، بيان، معاني، هندسه، اقليدس، جبر مقابله وغيره.

باغ ۽ بهار جا مناسبات. وڻ، ميوا، باد صبا، هير، گل، مکڙي، گلاب، نرگس، ياسمين، بنفشو، سروُ، شمشاد، قمري، بلبل، جهچهو، ڪُوڪُو، وهندڙ پاڻي، ساک، حوض، نهر، لالو، چمن، سبزه، خوشبو، پستا، ترنج، ليمو، ٻج، ڪکڙو، ساوڪ، نباتات، ڪَکو، ميينهن، گوڙ، وڄ، واءُ، قطرو، ڳڙو، ڪڻن، وهڪرو وغيره.

انهيءَ طرح، ٻين مضمونن بابت علحدا علحدا مناسبات آهن.

## فصل ٽيون

### نظم جي بيان ۾

نظم جا ڏهه قسم آهن: **قصيدو، غزل، تشبيب، مثنوي، رباعي، قطعو، فرد، ترجيع بند، مسمط، ۽ مستزاد.**

(١) قصيدو. لفظي معني قصد ڪرڻ، يا مغز غليظ ۽ اصطلاحي معني موجب ڳچ جيترا موزون بيت، جن مان پهرئين بيت جون ٻئي مصراعون هم قافيه هجن، ۽ ٻين بيتن جي فقط پوئينءَ مصراع ۾ ساڳيو قافيو هجي. قصيدي ۾ تمام ٿورا ته به ٻارهن کان مٿي بيت هجن، ۽ گهٽي کان گهٽا سو-سوا بيت هجن. اڪثر، شروع ۾ شاعر تمهيد يا ديباچي وانگي مضمون آڻي، ۽ پوءِ جنهن جي تعريف ڪرڻي هجي انهيءَ جو نالو ۽ صفتون آڻي يا ٻيو مضمون آڻي، ۽ پڇاڙيءَ ۾ انهيءَ جي حق ۾ دعا گهري. قصيدي جو مضمون علحدو علحدو ٿي سگهي ٿو- خدا جي تعريف، حضرت جن جي نعت يا منقبت، ڪنهن بادشاهه يا امير جي تعريف، يا ڪنهن جي هجوَ يا شڪايت، يا نصيحت يا ڪو ٻيو مضمون. قصيدو، مضمون جي نظر تي، مدحيه يا هجويه يا دعائيه يا عشقيه يا بهاريه يا فخريه يا حاليه وغيره سڏبو آهي. شاعر جو نالو يا تخلص ضرور ناهي ته پڇاڙيءَ واري بيت ۾ هجي پر ڪٿي به وچ ۾ اچي، پڇاڙيءَ کان اڳي. قديم مشهور شاعرن جا قصيدا مشهور آهن، انهن جي پيروي ڪرڻ گهرجي. ٻين شاعرن جي پيروي، قصيدي ۾ ضروري ناهي. مثال طور ڪجهه قصيدا ڏجن ٿا.

قصيدو، پردي جي تعريف ۾

عقل تي پردو پيو تن جي، جي چائن ڪين ٿا،
جي رهن پردي جي پردي ۾ لڪل ٿا فائدا.

زال جي لءِ آهي پردو هڪ وڏي نعمت عجيب،
ٿي سلامت ۽ بچيل سا، آن ۾، ڪان ظلم ۽ جفا.

جيسين پردي ۾ رهي، باپرده سڏجي، پاڪ پڻ،
نڪتي پردي مان جڏهن، بيپرده ٿئي ۽ بيحيا.

نازڪ آهي اصل ڪان بيشڪ بدن ۾ نازنين،
پر زياده نازڪ آهي عزت آن جي آن ڪنا.

مانَ سان موتي رهيو پردي ۾ سالم سپ اندر،
نڪتو پاهر، ٿڦڪ ٿيس، بازر ۾ ڪاڏائين ڏڪا.

لعل ۽ هيرو سچو سارو هو پنهنجيءَ کاڻ ۾،
نڪتا ٻئي پاهر جڏهن، چلجي ۽ پرزا ٿي پيا.

خاڪ جي پردي ۾ جيئري ٿي رهي هڪ هنڌ باهه،
جڏهن لٿس پردو، آڏامي ٿي فنا وئي منجهه هوا.

وات جي پردي ۾ آهي زيب زينت ڏند ڪي،
نڪتو پاهر، ويو آچلجي، جيئن آچلجن پيا هڏا.

مانُ منبر جو ڏسو مسجد آندر محراب وٽ،
نہ تہ پهر آهي سرون سو، پيا ٺڪرَ تختي سندا.

قدر وارو ٿو رهي کهڙو نہ گلشن ۾ گلاب،
ويو پهر، تڏهن آب نڪتس باهر تي ٿيو فنا.

دپليءَ ۽ صندوق ۾ پيا قيمتي دُرَ ۽ گڻهر،
پيا پهر پتر ۽ لڪر، ڳڻتي نہ ڪنهن کي تن جي ڪا.

عورت آهي ”زال“، آن جي معني آوکهڙ آهي پڻ،
هر طرح عورت جو ستر ۽ پردو واجب دائما.

گوشہ گيري ۽ قناعت زال جي تهذيب آهي،
ساڳي ايءَ تهذيب ۽ عادت رکن ٿا اوليا.

ڪم ٻُري ڪان پوءِ توبہ مرد جي ٿئي ٿي قبول،
زال جي عزت وڃي جا، موٽي توبہ سان نہ سا.

زال پردي ۾ ڇڪيل آهي پر جي حرص کان،
پڻ ڇڪيل ايذا کان بدڪارن جي آهي بيشڪا.

بند ٿ جائن ڪين پردو بيبيون پرده نشين،
بلڪ ٿي بيپردگي تن لاءِ تڪليف ۽ بلا.

گهر اندر موجود تن کي هڪڙو عالم پنهنجو آهه،
جيئن رهن راڻيون ٿيون پنهنجي ملڪ ۾ فرمانروا.

سک کنهن جو سک رهي دل جي خوشيءَ تي منحصر،
۽ خوشي دل جي رهي ٿي منحصر عادت مٿا.

زال جي عادت جي ٿي گهر ۾ گذارڻ جي پڪي،
رهندي خوش پردي ۾، ٻاهر رنج نت رهندي آها.

زال ڪمزور ۽ ضعيف الخلقت آهي اصل کان،
ٻاهريون پورهيو ۽ محنت ان جي لاءِ ٿيو ناروا.

آن کي پيدا ڪيو خدا گهر تڙ سندي ڪم ڪار لاءِ،
نسل جاري ڪن، جئن سي ٻار پالي ڪن وڏا،

پردي جو ٿيو ذڪر پڻ توريت ۽ انجيل ۾،
بقرقعو واجب هو ڪليسا ۾ اصل پردي بجا.

پردو آهي هر طرح اسلام ۾ واجب ضرور،
حڪم قرآن ۽ حديثن ۾ انهيءَ لاءِ ڪيترا.

زالون مستورات ٿيون جي مومنات ۽ محصنات،
تن کي جنت جي بشارت پڻ ڏني آهي خدا.

پردي جي نوري گهٽي هئي رسم هر مذهب ۾ اڳ،
پارسي، هندو ۽ چيني ۽ جاپاني ۽ ٻيا.

هن زماني ۾ اچي رولو پيو هر قوم ۾،
سڀ خيال ۽ فعل ۾ آزادگي گهولڻ لڳا.

پر جي ڏسندو، فطرتي قانون ٿيو پردو اصل،
چاهي فطرت، خود خدا پردي اندر گهاري سدا.

ستر، پردو، پوش، نت قدرت کي پڻ آهي پسند،
ماءُ جو ٿيو پيٽ پردو ٻار جي لاءِ، اي ادا.

ٿيو اکين جو نُور قدرت سان ستن پردن اندر،
ڪَنَ جا پردا شل نه ڦاٽن، نه تر، نه تن جي ڪا دوا.

مغز ۽ ڇاتيءَ جي پيا صندوق ۾ دل ۽ دماغ،
سڀ رئيس اعضا خدا پردن اندر ڪيا جسم جا.

ٻلهڙُ ۽ ٻَرُ ٿيو ستر پردو، لءِ پکيءَ جانور،
ٻج ۽ گل ۽ ڦر، نباتي، پردي ۾ ٿيا جا بجا.

پڻ جماداتي جواهر، نيلم ۽ هيرو ۽ لعل،
موتي پڻ مهراڻ جا پردي جي اندر سڀ لڪا.

ڏس وري اربع عناصر سڀ ٿيا پردي ۾ اڪل،
ٻهه ۾ ٿي باهه، پاڻي منجهه مٽيءَ ۽ منجهه هوا.

قيمتي گنج ۽ خزانا سڀ لڪا پردي اندر،
غيب سڀ پردي اندر ٿيو، ڇا حياتي موت ڇا.

لفظ ۾ معني، ۽ معنيٰ ۾ رهي مطلب لڪل،
شمع پڻ فانوس جي پردي ۾، پردي ۾ هُما.

هر طرف پردو ۽ ستر آهي نظر ۾ ۽ حجاب،
هوئي نه ماڻهن ۾ ۽ زالن ۾، ته پوءِ وا حسرتا.

حق جو نائب ماڻهو ٿيو، اشرف سو مخلوقات ۾،
ٿيو جي بيپردي، ته آدم شرمندو ٿيو ۽ حوا.

هر طرح دنيا ۾ رک پردي جي حد قائم، "قليچ"،
اعتدال افضل، ۽ بد افراط ۽ تفريط ٿيا.

## قصيدو عشقيه "ديوان فاضل" مان

سڻ، سڄڻ کي ڏج سنڀاري سربسر سائي سلام،
ور وسيلا واڳ واري سربسر سائي سلام.

ريءَ ڏسڻ راتيون ڏکن ۾ ٿي گذاريان ڏينهڙا،
محب، مهجوري ٿي ماري، سربسر سائي سلام.

ننڊ نيڻن کان وئي، آرام تن کي ڪيو ترڪ،
ٿي گهنگر گولي گذاري، سربسر سائي سلام.

يار تنهنجي يادگري روز شب ٿي روح کي،
ٿي ڪٺي صد بار ماري، سربسر سائي سلام.

هوت هيڻيءَ سان ڪرڻ هيڏي نہ ڪُهري هئي اوهان،
دل ڏسان دلبر ڏتاري، سربسر ساڻي سلام.

وقت جنهن ۾ ٿيو وڇوڙو، ويو وڃي واڳون وصال،
نت نمائي ٿي نهاري، سربسر ساڻي سلام.

محب! مون مسڪين کي ويٺڙين وسيلا هٿ ڇڏي،
ورُه ۾ ورنهن وهاري، سربسر ساڻي سلام.

ملڪ ۾ مشهور ٿي هئي هوت هيڏي حرص سان،
تنهن چاڙهي نٿي لطاري، سربسر ساڻي سلام.

دربدر ديدار لاءِ دلڙي نمائي ٿي رهي،
پرت سان پلپل پڪاري، سربسر ساڻي سلام.

سٽ مقابل محب تنهنجي سور ڪونهي ملڪ ۾،
ڪا گهڙي جنهن ساڻ گهاري، سربسر ساڻي سلام.

جا هُتي حيران هئي پر ٿي سگهي ساري سدا،
ڪيئن وڃين سا وسر وساري، سربسر ساڻي سلام.

وَرَ وسارڻ ناهي لازم، جا پنهنجي پانهي وڃي،
ٿي پڌر پورهيت پڪاري، سربسر ساڻي سلام.

خط لکڻ جي وقت نيڻن رت نمائيءَ جي رنو،
چئي، مڃون هيڪار هاري، سربسر ساڻي سلام.

دل جدائيءَ ۾ جيارا سفت جا ميري ٿئي،
سا اچي ڪر تون آجاري، سربسر ساڻي سلام.

جو ويو هٿ سان هلي هٿ هو حبيبن جو وصال،
شال سو ڏاتر ڏياري، سربسر ساڻي سلام.

دربدر دمدم نهاري ۽ ڪري ٿي 'هوت هوت'،
ان طرح طالب تنواري، سربسر ساڻي سلام.

ٿي ڪٿي قربان سا قالوا بليٰ جي قول سان،
منجهه الستي ڏس اشاري، سربسر ساڻي سلام.

ٿي سگهي ساري سدائين ڳل ڳرانيءَ لاءِ ڳري،
تنهن سندو تپ تار تاري، سربسر ساڻي سلام.

عيب ڏيک ان جا، اچي احوال پڌ اتفاق سان،
جان مٿي پانهي پهاري، سربسر ساڻي سلام.

عرض آڳي ڪـي ڪري ڪر هر ڪنيو هٿڙا ٻڌي،
آڻ پرڏيهيءَ پـياري، سربسر سائـي سلام.

مرتبي آهنجي نـه مـاپـن سوڪڙيون تحفا سيئي،
جي ڏيان ڪي آڪ قطاري، سربسر سائي سـلام.

چا ڏيان، ڏوريان نهاريان، چا مٿجان محبوب ڏي،
پرينءَ سان جو قول پاري، سربسر سائي سـلام.

ڀر مٿڪم ڪو قدر تن مان، ڪج ڪرم سين سو قبول،
پـال پـاپـان تـي پـلاري، سربسر سائي سلام.

مرڪي آهـن جـي اسان سؤ سـلام آن ڏي ڏنا،
سي لـکيم هن خط ڪناري، سربسر سائي سـلام.

فڪر "فاضل شاهم" تسان لاهين لياقت لطف سان،
ڪر صفا سيڌ سنواري، سربسر سـائـي سـلام.

قصيدو هجويه، "ديوان فاضل" مان

(جنهن ۾ وقت جي شاعرن جا نالا آهن.)

سڏائـي سـخـن جـي خيانت صفائي،
سخن ڪـو سڃاڻڻ ڪـڏائـي ڪڃائي.

انـدر شعر جـي مرد مضبوط 'محڪم'،
الـهـيءَ ڪـي عيان تـي الائـي سٽائي.

تشابه نـہ تـن وٽ سندي سخن آهـت،
سخن تـي جنهين صاف همت هـلائـي.

مٿي دين 'محڪم'، سنگت ساڻ سالم،
الهن ڪـي نـہ آهـي عداوت الـائـي.

ھـون ڀـن اهـي مـيـڏ مردود مفسد،
ڀڳـن جـي رڪـي پيلهه پـر پـر پيائي.

فضيلت سـوا ڪير 'فـاضـل' ٿئي تـو،
ادا عـاريـت عـلـم جـي سـچ اجائي.

۽ 'خورشيد' خو آدمي ڪو ٿئي هڏ،
نہ 'علوي' صفت اي لهي سـج سمائي.

نڪي طفل ري 'لطف' لهندو لياقت،
تڪبر ڪري ترت 'تائب' توائي.

وندن جي نہ رنگين ڪلمو ڪلامي،
آهي جا سچائن ڪتچائي ڦڪائي.

مصنف سٺيادار 'محمود' منصب،
سندن حق باطل انهن سڌ سڃيائي.

بيي لسٽ لٽيءَ مان اٿي ٿين شاعر،
سندي شاعرن سٽ سڃاڻن نہ مائي.

ڪري عقل الصاف مربوط محڪم،
بنان برهم جي پاڙ پختي اناڻي.

جڏهن ياد ڪئي يار ياري قديمي،
محبت تڏهن ڏوم دل تي مچائي.

لهي ڪير ڪل ڪوڙ غافل انهيءَ تي،
اسان يار سان آهي جا آشنائي.

قديمي قرابت ڪيم قرب اصلي،
نئي سر نئون، جلد وڙتڙي جدائي.

'ميان محڪم الدين' مشفق مڪرم،
اوهان ختم آهي صداقت سچائي.

انسر يار 'آلحق' اخلاص آن ذي،
نہ رهبي رعايت نہ راسخ رمائي.

'اذا وعد' وارو پڙهي قول پاڻهي،
وفا ڪر وري يار وعدي وفائي.

منجهان دين "فاضل" مزو ماڻ محڪم،
انئي صدق ري سڀ بلاشڪ برائي.

(٢) غزل. لفظي معني موجب، 'زالن جو ذڪر ڪرڻ' ۽ اصطلاحي معني موجب اهو شعر، جنهن ۾ پنجن ڪان وٺي ٻارهن تائين بيت هجن، جي قصيدي والگي هجن - يعني هموزن ۽ هم قافيہ -، ۽ پڇاڙيءَ واري بيت ۾ شاعر جو نالو يا تخلص اچي ٿو. غزل ۾ مضمون اڪثر عشق ۽ حسن، وصال ۽ فراق جو هوندو آهي، ڪڏهن تصوف ۽ پند ڳالهين تي بہ ٿي سگهي ٿو. پهرين جي بيت کي 'مطلع'، انهيءَ کان پٺي کي 'حسن مطلع'، ۽ پڇاڙيءَ جي بيت کي 'مقطع' چئبو. غزل ۾ جيڪو

عمدو بيت هوندو آهي، تنهن کي 'شاهه بيت' چوندا آهن. الف-بي وار غزلن جي ڪتاب کي 'ديوان' چوندا آهن. فارسي ۾ ڪيترا مشهور ديوان آهن. سنڌيءَ ۾ ٿورن ورهين کان غزل لکجن ۾ اچن ٿا، ۽ ديوان به لکيل آهن. مثال لاءِ هڪ غزل ڏجي ٿو.

*

رنج سان ويو رسي دلدار، خدا خير ڪري!
درد ۾ دل ٿي گرفتار، خدا خير ڪري!

دلبريءَ سان تہ ڏنئين ڪونہ دلاسو دل کي،
ويو غمن ۾ گڏي غمخوار، خدا خير ڪري!

لک ڪيم آزيون ايازيون نہ مڃيئين منت ڪا،
ڪيئين اصل وصل کان انڪار، خدا خير ڪري!

جنهن کي سمجهيم ٿي سڄڻ، هاءِ، ٿري ٿيو بدخواهہ،
دوست ٿيو دشمن، خونخوار، خدا خير ڪري!

ڏوهہ ڪنهن کي ڏجي ناحق، آهي قسمت جو قصور،
ٿيو دلارام دل آزار، خدا خير ڪري!

دور دنيا جو عجب آيو، ٿي محبت معدوم،
شور شر نڪري ٿيو نروار، خدا خير ڪري!

ڀيڪسيءَ کئون آهي حيران پريشان "قليچ"،
سڀ ويس چارا، ٿئو لاچار، خدا خير ڪري!

*

("ديوان گل" مان)

آهي ننڊ نڌوري ۽ آرس آياڳ،
سمهڻ سور سارو، آٿي يار جاڳ.

چوري تند طنبور جي ڪر طالب،
ريجهي راڳ ڏيندو، لنگها! توکي لاڳ.

جنهن کي سڪ ڪيو سيني ۾ سوز سل،
صدا تنهنجي سُر ٿيو، روئڻ تنهن جو راڳ.

وڇوڙي جي دل ۾ لڳي جنهن ڇٽري،
ورہ ۾ وصل جي وهو ڏي وهاڳ.

ڀوي ڀوءِ ڪامڻ ڀڃڻ جي ڀَهر،
توٽي ڪو ٻچي ٿو اندر دل ۾ داڳ.
جاڳي جو سُتو، دل ڏيئي ربَّ کي،
ٻلي سو سمجهي، ”گل“ سُتون جنهن سڀاڳ.

*

(”دَيوان قاضل“ مان)

منجهه اندر ٿي آڳ آئي، ڀَهر نڪري ڪين ڀاڦ،
جوش ۾ ٿي جان ڦاٿي، ڀَهر نڪري ڪين ڀاڦ.

درد ۾ دل دردمندن جي جلي، منجهه جوش جند،
چڙ وڏي چيري چڙاڻي، ٻهر نڪري ڪين ڀاڦ.

هانوَ هڏ چم ساڻ اڳرا، سڀ سجهايا مغز ماهه،
عشق جي آتش آساڻي، ٻهر نڪري ڪين ڀاڦ.

دمبدم، غم ۽ الم جي ساهه تي هر صبح شام،
باهه ٻڙڪن کي ٻساڻي، ٻهر نڪري ڪين ڀاڦ.

فڪر، ”فاضل شاهه“، اندر ٿا آيا-ن آڳ گهاٽ،
ڏڙ ڏرياڻون قلب ڪاڻي، ٻهر نڪري ڪين ڀاڦ.

*

(”ديوان سانگيءَ“ مان)

اسين عقل کان آهيون عاري، عزيزو!
اسان کي ٻرت آهي بيساري، عزيزو!

زياده آهي قيمتي ڪيميا کان،
اسان جي اها خاڪساري، عزيزو!

اسان جهڙا مسڪين جنهن کيا مقرب،
ڏسو عشق جي بردباري عزيزو!

رهيا دهر ۾ فند، فتنا ۽ بازي،
وڃان گهالهه وٺي وره واري، عزيزو!

اسان ڀاڻ ڪنهن سان نه ڪئي ڪا مروت،
اسان سان ڪندو ڪير ياري، عزيزو!

سياهيءَ مان وارن ۾ آئي سفيدي،
۽ گذري وئي گلعذاري، عزيزو!

عجب هو آهو پنهنجي جوانيءَ جو عالم،
نه هئي جنهن ۾ ڪا انتظاري، عزيزو!

تون "عبدالحسين" چؤ تہ الحمدلله،
ٻرين سان اسان پرت پاري، عزيزو!

*

("ديوان بلبل" مان)

سهڻا! ضرور توکي سينگار جو نہ آهي،
ري زلف، دام دل لئہ ٻيءَ تار جو نہ آهي.

جي قتل لاءِ ڪنهن جي تون ٿو ڪشين ڪمر کي،
ابرو اٿئي، تہ مانگو تلوار جو نہ آهي.

انڪايون اکڙيون آن ۾، ٻر جي ڪو محض مقصد،
مژگن جي مورچي کي ٻڪار جو نہ آهي.

هن نازنين جي قد سان همسر نہ سروَ ٿيندو،
جو ڪاٺ آلکهڙيو ڪنهن ڪم ڪار جو نہ آهي.

"بلبل" تون هاڻ بس ڪر باريڪ بات هن کان،
اڄ قدر ڪوئي ڪنهن وٽ اشعار جو نہ آهي.

*

("ديوان قاسم" مان)

دنيا مان مَ رک يار ڪڏهن،
جو ڪنهن ساڻ آن پت نہ پاري ڪڏهن.

ٿئين غرق جي غم سندي بحر ۾،
ڪنديئہ ڪين هوءَ غمگساري ڪڏهن.

طلب آن سندي محض تاوان آهہ،
مَ ڪر لاءِ تنهن تات تاري ڪڏهن.

دنيا ڪوڙ، جا ڪوڙ سان گڏ ٿئي،
نہ ڪنهن عارفن ري وساري ڪڏهن.

ڪري غير جي ترڪ "قاسم" طلب،
ڪجي ڪاڻ طاعت تياري ڪڏهن.

(٣) تشبيب. لفظي معنيٰ موجب، 'شباب يا جوانيءَ جو ذڪر'، اصطلاحي معنيٰ موجب قصيدي جي مهڙ جا بيت، جي تمهيد وانگر اينداآهن، ۽ جن ۾ مضمون جون صفتون مجمل طرح آڻيون آهن. انهيءَ ڪان سواءِ ٻين مضمونن تي به تشبيب هوندا آهن. غزل ۽ تشبيب ۾ ٿورو تفاوت آهي. مثلاً:

جنهن کي عشق جو تير ڪاري لڳي،
جيئن تنهن کي هن جڳ ۾ ڀاري لڳي.

نه ايندو ڪڏهن تنهن جي دل کي قرار،
جنهن کي يار جانيءَ سان ياري لڳي.

محبت مرڻ تائين سو ڪيئن ڇڏي،
جنهن کي عشق جي بيقراري لڳي.

محبّن کي نت آرزو وصل جي،
ملاقات پيارن جي پياري لڳي.

ڪلي جي ڪڏهن تن سان ڳالهائي يار،
رقيبن جي دل ۾ ڪٽاري لڳي.

(٤) مثنوي. "تثنيه" مان نڪتو آهي-يعني 'جوڙو' يا 'ٻه'. اهو شعر، جو هڪڙي وزن تي ٺهيو ٿو، ۽ هرهڪ بيت جون ٻه مصراعون هم قافيي آهن، قصيدي يا غزل وانگي، سڀني بيتن جو هڪڙو عام قافيو ناهي. مثنويءَ کي 'مزدوج' به چوندا آهن. فارسيءَ ۾ وڏن وڏن شاعرن جو مثنويون آهن. سنڌيءَ ۾ به ٿوريون آهن، جيئن 'بوستان' ۽ 'زليخا' جا ترجما. هيٺ مثال لاءِ اسين مشهور 'مثنوي مولوي جلال الدين روميءَ' جو ڪو ڀاڱو ترجمو ڪري ڏيون ٿا.

ٺئن جڏهن درياهه ۾ پئي، بحر ٿئي،
سچ اڳيان ڪوڙ به سچ جهڙي ٿي ٿئي.

جڏهن پوي داڻو پٽيءَ ۾، ٿئي ٻٽي،
آدمي پنجي، اصل جا هئي مٽي.

ماني جڏهن ڪاچي تي ماڻهوءَ ۾ پئي،
هئي مقل اڳ، پوءِ وهي جيئري ٿئي.

باهه جڏهن ميڻ ۽ ڪاٺي تي چڙهي،
سڀجي ڪارنهن مان ٿئي ان ۾ ٿو لڙهي.

پسجي جڏهن پهڻ سرهڻو ٿو ٿئي،
تڏهن اکين ۾ روشنائي ٿو ڪري.

تيئن پلو سو مرد، جو پاڻئون وهو،
۽ مري جيئري سان سو شامل ٿيو.

واه سو جيئرو، جو مئڙدي سان وهي،
ڏئي حياتي پنهنجي، مئڙدو ٿي پوي.

روح تنهنجو جڻ هڪي پڄري ۾ آهه،
قيد سان تنهن کي چڻ جي رمز لاهه.

روح جي آهن چئل پڄري منجهان،
انبيا ۽ اوليا ٿيا اصل ڪان.

سي چڻ جو توکي رستو ايءَ ڏسين،
جي مرين بيمار ٿي، چڻدين يقين.

خلق ۾ جي هوندين هت مشهور تون،
بند ۾ هوندين سدا رنجور تون.

پڻ تہ هڪڙي ڳالهہ آءٌ توکي چوان،
حق ٿئي معلوم توکي ان منجهان.

*

(مثال، ”بوستان“ مان: مصنف سيد پناهہ علي شاهہ ۽ مياں غلام محمد).

پڏو مون تہ ڪنهن هيڪڙي بادشاهہ،
ڏنو وقت سڪرات جي ٿي پساهہ.

تنهين بادشهہ کي نہ اولاد هو،
نہ پيو تخت جي ڪاڻ آساد هو.

ڏنائين گدا هيڪڙي کي تاج تخت،
گداگر ٿيو سو خداوند بخت.

گداگر جڏهن بادشاهي ڏٺي،
لڳي پوء تنهن کي فقيري مٺي.

رکيائين وڏو بادشاهي دماغ،
ڍريو ڍونڍڻ جي ڪاڻ ظاهر سو زاغ.

جڙهي فوج سان، فوجداري ڪري،
رعيت تي محصول پاري ڏري،

ٿيو زور سان ظلم ۽ زور سخت،
ڪري ظلم سان زور آباد تخت؛

ڪري جنگين سان جنگي خيال،
نہ سگھين محتاج جي ڪا سنڀال.

ڏٺو هو جنهين قوم زاري ظلم،
اُٿاريو تنهين جنگ جهيڙو خلم؛

ڪيائون تنهين سان جهيڙو جدال،
ٿيو جنگ ۾ مرد مسڪين حال.

مثل ميٺهن جي ٿي وٺا تيز تير،
ڪري جنگ ٿيو عاجزيءَ ۾ فقير؛

ڏٺائين ڪنهين نيڪ ڏي آدمي،
وڃي ڇڏو ڪري نيڪ جي خادمي:

مٿنکي ورتو هڻ دشمن زور سخت،
دعا سان، توفيق ڏي نيڪ بخت.

*

(مثال، "سڪندر نامه" سان: مصنف غلام مرتضي شاهه "مرتضائي").

بهار آيو، ٿيو باغ سرسبز، واه!
ڏسي گل کي بلبل مٿي بادشاهه.

وڇايون ٿڻن هيٺ فيروزي فرش
ٿي قمري ڪري سَرْوَ جي شاخ عرش.

ميون جا مزا واه، هردم مٺا!
گل آندي جهڪ مهڪ ڦڙيا سوتيا.

چنبيليءَ جو چهرو سونهريءَ جي لهر،
ڪري بيٺي قصدون سا رابيل قهر!

نمايان نسرين، پيو نسترن،
ڪٿهار مکڙيون ٿيون ٽهڪ گلن.

وڻن کي مليا ويس ساوا وڳا،
ولين سا وڃي ڦنگ چولون لڳا.

عجب عشق پچن سندا پيچ تاب،
گل جعفري، چهره آفتاب.

ڏسو موڙ ميندن جا شب ٻڌو شميم،
۽ ٻاٻونه، زنبق جو رتبو عظيم.
ڪيان ڪهڙي سوسن صفت صد زبان ؟
جوان جنهن ۾ هيءَ لاغ وارو بيان.

*

(مثال، ”گل خندان“ مان: مصنف آخوند لطف الله).

اڏر قاصد چتونا وڃ ٻار پرديتن،
وڇوڙين ڏي مڪو توکي وڇوڙيتن،
وڇوڙو جو پيو، پارڻ پيوسين،
جلن ۽ جوش ۾ ڪهارڻ پيوسين.
سدا توکي تو جاني! ساهه ساري،
الله شل وصل جو ڪو واهه واري.
جهازون آءَ چڙهي جنهن دم ٿيس ڏار،
پٽي ڏڪڙس مٿي تختي تنهن وار.
ڪنيم هڪ ديو تختي تان اڏائي،
منکي قابو رکيائين قيد پائي.
مئن سان گڏ نه جهرن سان جوڙو،
الا، ڪهوريو وري اهڙو وڇوڙو!
وري طوطو وڇوڙيل رب وارييو،
جنهن کي رات ڏينهن ٿي ساهه سارييو.
مڪو تنهنجي وڇوڙي جا اندر سور،
جدائيءَ ۾ آڇو پلپل پون پور.
چتون! قاصد مڪيوسين لاءِ خبر چار،
مڪو تنهنجي ملي ڪا خير اخبار.

٥. رباعي. ربع مان نڪتل آهي، يعني چار. هن شعر ۾ فقط چار مصراعون آهن يا ٻه بيت آهن، جن مان ٽن مصراع ڪان سواءِ پيون سب هم قافيي آهن: يعني چارئي، قافيه دار هونديون آهن. مگر رباعي جو وزن خاص مقرر آهي بحر هزج. آهو اڪثر هيءُ آهي: ”لاحول ولا قوت الا بالله“ يعني ”مفعول مفاعيل مفاعيل فعل“. انهيءَ مان ڦريل گهريل ٻيا ٻه وزن آهن، جي علم عروض ۾ آهن. رباعيءَ کي

"دوبيتي" ۽ "چهار مصراعي" بہ چوندا آهن، "ترانہ" بہ سڏيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن رباعيءَ ۾ شاعر، تخلص بہ آڻيندو آهي. مضمون علحدا علحدا ڪم ايندا آهن. فارسيءَ ۾ گهڻن شاعرن جون رباعيون آهن: جيئن تہ رباعيات عمر خيام، رباعيات جلال‌الدين رومي وغيره. سنڌيءَ ۾ عمر خيام جون رباعيون ۽ ٻين شاعرن جون رباعيون موزون ترجمو ڪيون آهن، جي ڊار ڪتاب "موتين جي دبليءَ" ۾ ڇپيل آهن. انهن مان ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

١- جو پاڻي حياتيءَ جو ادا! تو گهولي،
سو خضر جي پيروي سدا تو گهولي؛
ڄاڻين ٿو تہ ڪير آهي شيطان رجيم؟
انسان ڪان ٻاهر، جو خدا ٿو گهولي!

٢- هيءَ عمر، جنهن ۾ تون رهين ٿو بيتاب،
پاڻيءَ تي آهي نقش يا آهي آ حباب؛
دنيا آهي خواب، ۽ حياتي آن ۾،
گويا آهي خواب، جو ڏسين ٿو منجهہ خواب!

٣- ڏينهن رات ادا! تون جو خدا پيو گهولين،
اندر تي ڇو پاڻ ڪان جدا پيو گهولين؟
حق تو سان پيو گهالهائي سدا ۽ پيو چوي:
آءٌ تو سان لڳو، تان تون ڇا پيو گهولين؟

٤- محتاجي عجيب، بڇڙي فقيري پيري،
بيشڪ آهي وڏپڻ ۾ صغيري پيري؛
ڏاڏي ڪان پڇيم: خراب پيري يا موت؟
آن دانهن ڪري چيو تہ پيري پيري!

٥- ڪر ڏيان، مجاز سان حقيقت تون نہ ميٽ،
معراج جو وٺ مثال، ڇڏ وڏ تہ گهٽ؛
مثلاً ٿا چون تہ ويو نبي عرش مٿي،
صوفي ٿا چون تہ عرش آيو آن وٽ.

٦. قطعہ. قطعہ سان نڪتل آهي، يعني وڍيل يا ٽڪر. آهو شعر، جنهن جا بيت هم وزن ۽ هم قافيي آهن، انهيءَ ۾ غزل جيترا بيت يا انهيءَ ڪان گهٽ ٿي سگهن ٿا، مگر پهريون بيت يا مطلع ڪونہ هوندو اٿس، يعني غزل جي مطلع وڍڻ

سان قطعو ٺهندو آهي. هن ۾ به بعضي تخلص اچي ويندا آهن. فارسي ڪتاب 'مقطعات' جا گهڻا آهن، خصوصاً ابن يمين جا. سنڌيءَ ۾ فارسي ڪتابن جا قطعا ترجمو ڪري، ڪتاب "چندن هار" ۾ ڇاپايا اٿم ۽ ڪي ٻين ڪتابن ۾. مثال:

١- ٻه ڏينهن عمر جا جيڪي بچيا اٿئي باقي،
وڃي جي گوشي قناعت جي ۾ مقام ڪرين.
ڏِسيا وڃين ٻي، ۽ ٻڌ ڪين آتي زمين نڪر،
۽ سير هڪڙي جو، ٻئي جو وزير نام ڪرين.
رکي حلال جي ماني اچئي جي ان ۾ هٿ،
۽ پاسو دل جي خوشيءَ سان ڪنا حرام ڪرين.
"قليچ" ان کان ٺئي ته بهتر ڪنهن ٻئي جي اڳيان،
رکين تون سيني تي هٿ ۽ جهڪي سلام ڪرين.

٢- چرخ و زمين، زماني جو ڏيان مثل هڪ وار،
بساط جاڻ تون شطرنج جي وچاءِ ل يار!
اڇا ۽ ڪارا ٿيا ماڻهو، جو رات ڏينهن جو رنگ،
اهي ٿيا راند جا مهرا، وڏهن پيادا، سوار.
اچي ٿيا گهوڙا ۽ هاٿي ۽ آٺ اتي موجود،
نه ملڪ وزير ڪي آهي، نه بادشاهه ڪي قرار.
مين جو رخ ٿيو طمع ۾، ڏين ٿا شاهه کي شهه،
۽ ڪشت سان ڪرڻ مات، ٿي مڙن ڪي ٻچار.
قدم قدم هلي پيادا، وڃي سوار ٿين،
سنوان هلن ٿا سنوان، ۽ ڏنگا ڏنگي رفتار.
تو گهرجي صبر، تحمل، ڌيان، اڳ ڳڻتي،
سنوت، سچائي، هنر، عقل، هوش ۽ اختيار.
ڪرين عمل جي الهن تي، انهيءَ ٿي عرصي ۾،
ته ڪٽ "قليچ" فتح، نه ته بازي هار.

*

(قطعو، "گل خندان" مان)

عشق رهبر ٿيو جڏهن، آرام و راحت وڃي ڇڏي،
عشق جي آزار مون کي گوندرن ۾ ويو ڳڏي.
وات وڏڻ ٻئي وندر ۾ ڪاڻ جانب منجهه جبل،
ڏور ڏونگر ڏاڪڙا ڏورڻ پيا من جيءَ جڏي.

(ايضاً)

ڪو مستي سورهيه اچي ميدان ۾،
ڪو اچي هشيار هن ميخاني ۾!
ٿي چيو مستن عيان منجهه وجدِ حال،
آهي اسرارِ نهان پيماني ۾.
بيغرض بلڪل اهو باطل تون ڄاڻ،
جو رهي ٿو عشق جي خمخاني ۾.

(ح) فرد. يعني ڇڙهو يا مجرد، اهو ٻن مصراعن وارو شعر، جنهن ۾ هڪڙي مصراع ۾ قافيي جو ضرور ڪونهي، پر ٻيئي قافيدار به ٿي سگهن ٿيون، جنهن صورت ۾ اهي ڪي بيت جهڙي ٿو. فارسي ۾ مفردات جا ڌار ڪتاب اڪثر ٿورا آهن. سنڌيءَ ۾ اسان فارسي ڪتابن تان مفردات گڏ ڪري، ڪتاب "املهه ماڻڪ" ۾ ڇاپيا آهن. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

ٿي قناعت جنهن کي، تنهن جي هٿ ۾ مٽي سونُ ٿي؛
نفس جو پارو جو ماري، ڪيمياگر آهي سو.

........

مرد ڪامل ٿي جڏهن، پنهنجي وطن کي ٿو ڇڏي،
ٿو ٻچي ميوو جڏهن، ڏاريءَ کان پنهنجي ٿي جدا.

........

آدم کي سجدو هين نہ ڪيو، حق کي هٺ تہ ڪيو،
شيطانُ، بي نماز کان بهتر هزار بار.

........

لاهي صندل مٿي جو سور ضرور،
پر لهڻ ان جو ٿيو مٿي جو سور.

........

جيسين هستي نہ تنهنجي ٿيندي گم،
ڇاڻندين ڪين ڇا هي 'هو معڪم'.

........

'شاهه' آهي، جو تنهنجو ٿيو دربان،
ميزبان آهي تنهنجو ٿيو مهمان.

(مثال، "ديوان فاضل" مان)

'سچو' رهه نہ ڪر ڪوڙ ڪنهن سان ڪڏهن،
ڪتر ڪوڙ، سن آهي ايمان جي.

........

ڪيئي ڪوڙ جڙن، سي نياڳيا نڪار،
نيڻا نيت ناقص اندر انڌ نار.

......

لاريب رمز وارن، رونشو روا نہ آهي،
ري حب هوت هن کي هرگز هوا نہ آهي.

.......

(مثال، "گل خندان" مان)

مون مسافر مان مورڙن دل لڳائڻ نہ روا،
اڄ هتي منزل، سڀاڻي ماڳ ٻئي، منهنجو مڪان.

.......

جي طبيب آهين تہ منهنجي زخم جو ڪر ڪو علاج،
ورنہ ڇا ڪي اي مسيحا! معجزي جو دم هڻين؟

......

دم سچائيءَ جو نباهي ڪو سچو سالڪ ڏسان،
اڄ سچارا سال صحبت، لوءِ ويا لائق لڏي.

........

(مثال، "ديوان قاسم" مان)

اڄ آهي دوست ڏاران، دل دردمند منهنجي،
سچ ٿا چون سياڻا تہ بناء درد واري.

........

مون سنڌي دل درد ۾ دلگير دڙاندي ڏسي،
مان دلاسي، دلگهرٽي دلدار دلداري ڪئي.

(٨) ترجيع بند. ترجيع جي معني آهي موٽائڻ. اصطلاح موجب، هيءُ اهو شعر آهي، جنهن ۾ ڀهرين غزل وانگي ڪي هم وزن ۽ هم قافيي بيت آڻي، پوءِ هڪڙو بيت، خاص سا ڳئي وزن ۾، مگر علحدي قافيي وارو آڻجي. انهيءَ کي "بند" سڏبندا آهن. انهيءَ طرح وري ٻيو بند هجي. اهڙا گهڻائي بند ٿي سگهن ٿا. پوءِ جي هرهڪ بند جي پڇاڙيءَ وارو خاص بيت سا ڳيو وري وري اچي، تہ انهيءَ کي 'ترجيع بند' چئبو ۽ جي اهو خاص بند، ٻيو نئون نئون هوندو تہ انهيءَ کي 'ترڪيب بند' چئبو. هرهڪ بند ۾ پنجن کان گهٽ بيت نہ هئڻ گهرجن، ۽ ٻارهن کان مٿي نہ. فارسيءَ ۾، ترجيع بندن جا نہايا ڪتاب گهڻا آهن. سنڌيءَ ۾ ڪونهي. ترڪيب بند جو هڪڙو مثال اسين پنهنجو ڏيون ٿا:

دوستو! آغاز خلقت جو جي وسهو ٿا اوهين،
آهي هيءُ سنسار هڪ اسباب جو عالم يقين.
هيڏي ڪڪر، هوڏي جبل، هيڏي ذرو ۽ هوڏي سج،
سڀ ڪي وٺي اسباب جي نوڙي وڪوڙي ور هٽين؛
هونئن ته جي رب چاهي تا سببن جو ڦيرائي اثر،
پر نه آن قادر جي عادت آهي اهڙي سو رهين.
ٿئي ٿو جڏهن تڏهين، سمنڊن سان آئي ٿو جڏهن بخار،
جڏهن پوي بارش، تڏهن گلزار ٿئي روئيي زمين.
جاري ايءُ قانون ٿيو آپ تائين، ڏرتيءُ ڪان وٺي،
وات ايءُ آهي الهيءُ مختار مالڪ ڪي وٺين.
ان طرح، جي ٿا نظر ڪن قدرتي قانون تي،
پيشنگوئي ڪن ٿا سي، شڪ نهن ۾ ڀڻ آئين ڪين.
روشنائي ڏينهن جي ٿا سي جڏهن ويندي ڏسن،
شڪ شبهي کان سوا ٿا رات تڏهن ايندي ڏسن.
قدرتي قانون ان پرَ آهي جڏهن جوڙيو خدا،
تڏهن ضرورت نيٺ سڀ اسباب جي ايندي بجا.
هاڻ ڏسٿو آهي تا آن قوم جو ڇا ٿيندو حال؟
سڙڪ شاهيءُ کي ڇڏي جنهن پيچرو ورتو جدا.
پيون سڀئي قومون هلن ٿيون وقت سان في الحال بيٺ،
هيءُ ٻئي پٺئي ڪري، مَنهن پنهنجي پونين جي ٻچا.
پيا سڀئي ترندا وڃن ٿا وهڪ تي درياهه جي،
هي، درياهه اتي وهائي لاءِ پيا سارن مٿا.
پيا ٿا ڏيکارين پنهنجا پنهنجا جوهر ذاتي سڀ،
هي، ڏيکار يندا وتن جوهر وڏن جا جابجا.
پيا ٿين مفلس ته ڪن روزيءُ جي ڳولا هر طرف،
هي ٿين مفلس ته قسمت جي وتن ڪندا گلا.
زندگي جنهن قوم جي دنيا ۾ گذري اهڙي ريت،
رهندي پوءِ سا قوم دنيا ۾ ٻڌايو ڪهڙي ريت؟

(انهيءُ طرح پيا به گهڻا بند آهن. اهي ٻهريان ٻه بند به مختصر طرح لکيا ويا آهن.)

(ترجيع بند، ”ديوان فاضل“ مان)

الهه جي اکيان التظاري ڪجي،
تياري طلب تات تاري ڪجي.

شب و روز درگاهه ۾ ڏانهن جي،
ڇڏي زور اظهار زاري ڪجي.

ڪڍي غير غفلت ڪشي قلب مان.
سماچار سڀ سرت ساري ڪجي.

هم خلق سان هوئجي خوش خليق،
نه اغيار سان يارا ياري ڪجي.

رکي فڪر ”فاضل“، پلي پيت ڏي،
هلي حق تي هوشياري ڪجي.

ڪڍي غير جو غرض من مان مڪر،
مڃي وات وحدت، ڪشي پڌ ڪمر.

وجي وڙجي وات وحدت وصال،
محبت سوا ڪر نه ڪائي مقال.

رهج عشق وارن سندي ملڪ ۾،
ڏسين عشق سان تون عجب آڪ جال.

ملڻ لاءِ تون محب محبوب جي،
قسرعا قرب جا وجهه سه في الحال قال.

مڃي ديد ديدار دلبر سندي،
ڪجي ڪوڏ قربان ڪل محض سال.

مڃجهوڻ فيض هڻ فرد ”فاضل“ ولي،
چڱي رکه چتائي چڱي چست چال.

ڪڍي غير جو غرض من مان مڪر،
مڃي وات وحدت ڪشي پڌ ڪمر.

٩- مسمّط- تسمّط مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي موتي ڌاڳي ۾ پوئڻ. اصطلاحي معنيٰ موجب، هڪڙي مصراع تي ٻيون ڪچ جيتريون مصراعون هم وزن ۽ هم قافيه ڪڏ آڻڻ. پوءِ جي اهڙيون ٽي مصراعون هونديون ته انهيءَ کي ”مثلث“ چئبو ۽ جي چار هونديون ته ”مربّع“ چئبو ۽ جي پنج هونديون ته

"مخمّس"، جي ڇهه ته "مسدّس"، جي ست ته "مسبّع"، جي اٺ ته "مثمّن"، جي نوَ ته "متسعّ"، جي ڏهه ته "معشّر" فارسيءَ ۾ گهڻائي مسمّط آهن، مگر سنڌيءَ ۾ اڪثر مسدّس ڏٺا ويا آهن، سي به خاص ڪري ثابت علي شاهه جا، جي منقبت يا مرثيا آهن. مثال لاءِ اسين پنهنجا ڪي مسمّط ڏيون ٿا:

"مربّع"

آ موني سڄڻ! جو اڄ بهار آهه،
صحرا سڄو ڏس ته لاله زار آهه،
پرپور گلشن سان شاخسار آهه،
بلبل جي انهي ڪري پڪار آهه.

آ موني هلي وسايون خلوت،
۽ پاڻ اڄ ڪريون ڪا صحبت،
چاٿون هي به چار ڏينهن غنيمت،
جو عمر تي ڪونه اعتبار آهه.

آ موني، ڪريون قرار ڪو دم،
ڪي ڏينهن ڇڏيون وساري سڀ غم،
صحبت ري سڄڻ! ڪريون نه پيو ڪم،
دنيا رڳو خواب ۽ خمار آهه.

"مخمّس"

جي ابن‌الوقت آهن، تن جي لاءِ آزار ٿيو پردو،
نه جن کي لنگ ۽ ناموس، تن لاءِ عار ٿيو پردو،
تماشائي جي ميڙن جا، تني تي بار ٿيو پردو،
جتي شرم ۽ حيا ڪونهي، اتي بيڪار ٿيو پردو،
اکين ۾ تن انڌن جي جن چيڻ لاءِ خار ٿيو پردو.

لکين خوبيون ۽ نيڪيون پاڻ ۾ پردو لڪائي ٿو،
هزارين فائدا ديني ۽ دنيائي رسائي ٿو،
گناهن کان گهڻن قسمن جي مردن کي هٽائي ٿو،
بداندېشن ۽ بدڪارن کان زالن کي بچائي ٿو،
شرارت، شيطنت ٺارڻ جو ذمه دار ٿيو پردو.

("مخمّس"، ديوان فاضل مان)

سجان پرت پيغام منڌار ڏي،
سندو سڪ سدا شوق سردار ڏي،
دلارام دلبند دلدار ڏي،
سين جي سجڻ سونهن سينگار ڏي،
آجهي يار آرام آذار ڏي.

رئان روح ۾ لاءِ تو رات ڏينهن،
وسايان اکين مان مٿا محب مينهن،
کري گوڙ آيو سنڌئي سوز شينهن،
لباهيان کنهين نوع تو ساڻ نينهن،
سنڌي آن سيکهي تون سماچار ڏي.

محبّت اسان سين مٿا! چو مٽي؟
وڃي قرب ويرن وهو تو وٽي،
لنگهيل لطف لالن لکيتا لٽي،
سندو پرت پاسو سو سانول پٽي،
بلا چو منجين باز بيمار ڏي؟

("مربّع" جو مثال، ثابت علي شاهه جي مرثين مان)

آهي ڏاڍو ڏينهن قيامت جو ڪتابن ڪئي خبر،
خلق سڀ عرصات تي اٿندي ڪري هُل ۽ حشر،
ني ڪفن ڪنهن کي، نہ ڪنهن کي سترجامو سربسر،
پنهنجي پنهنجي حال هئي هئي هوندو حيران هر ڪدام.

هڪ طرف دوزخ تپي ڏيندو ڏوهارين کي عذاب،
ٻاهه جي زنجير ظالم بند هوندا بيحساب،
ڪئو ڪندي ڪافر ڪندا! "ياليتني ڪنت تراب"،
يا رسول الله! رس، اي جڳ آجها عالم امام!

جنهن ڪنهين هن جڳ ۾ ڪئي نامحرمن جي منهن نظر،
تہ اکيون نرگس جيئن نڪري سرڪئون ايندس منجهہ سقر،
جي جتي هولدي مگر جيئن جنهن گلا ۾ ڪيا گذر،
نار جي لانگن جا هولدا لاٽ حورن منهن لغام.

(مسدّس جو مثال، ثابت علي شاھ جي مرثين مان)

آخران نانـي بہ سيني لائي پنھنجو دلربا،
منّھن چمي چيو ٿي اي منھنجا روزه دارِ ڪبريا،
عمر ننڍپڻ ۾ ابا روزا معافي ڪيا خدا،
جڏهن خدا توکي وڏو ڪيو تڏھن رکج روزا ابا.
توکئون الحق ٿي ادا سڀ حق تعاليٰ جو هي دين،
هاڻ هي تڪليف توتي ناهي بابا فرض عين.

(”مسدس ابوجهي“ مان. مصنف مولوي الھ بخش)

سڀوجي وڏا وقت پنھنجا پنھنجا وڃايا،
انھيءَ خير ۾ پير پنھنجا ڄمايا،
وڏي هوش سان ڪارخانا هلايا،
وڏي عقل سان ڌاھہ ڏاڍا ڌهايا.
سڀئي مشڪلاتون ويون حل ٿينديون،
۽ آسانگيون پير پنھنجا پرينديون.

”مسدس“

ڪچري گڏيل مٽيءَ ۾ جي زر هوئي تہ هٿ ڪجي،
اشراف ڌيءَ غريب جي گھر هوئي تہ هٿ ڪجي،
آبِ حيات زهر ۾ گر هوئي تہ هٿ ڪجي،
ڪنھن بيوقوف ۾ بہ هنر هوئي تہ هٿ ڪجي،
ادنيٰ مان نقص پهچي ڪو اعليٰ جي شان کي،
دونھين مان داغ ڪين لڳي آسمان کي.
عورت ھجي نہ جڳ ۾ تہ بدحال هوئي مرد،
ري جسم جان، مالڪ ري ملڪ آهي فرد،
ريءَ حسن رنگ عشق جو آهي زدو ۽ زرد،
جيئن سج جي ٿيو بنان رهي سارو جهان سرد،
عورت جي مرد ڪي نہ هجي ها نوشت ۾،
آدم بہ بيقرار هجي ها بهشت ۾.

(گھڻا مرثيا مسدس آهن ۽ ڪي مربع بہ، ۽ گھڻا منقبت مخمس آهن.)

١- مستزاد: جڏهن شعر جي هر هڪ مصرع يا بيت کان پوءِ ٻه-ٽي لفظ زياده آڻجن، پوءِ اهو فقرو مصراع وارو قافيو رکندو هجي يا نه. قديم شاعر فقط رباعي کي مستزاد ڪندا هئا، پر پوئيان شاعر غزل به مستزاد چوندا آهن. مثالن لاءِ پنهنجن مستزادن مان ڪي نمونا ڏيون ٿا:

١- چيو ڪالهه طبيب کي وڃي مون لاچار-
آهيان بيمار.
گهٽيون ۾ رهان رات سڄي ٿو بيدار-
ڪر ڪو ويچار.
ڇهيئين نبض ڏسي منهنجي، 'اٿئي عشق جو مرض-
تو تي ٿيو فرض،
تا تڙت ڪرين، جيڪو هجي تنهنجو يار،
تنهن جو ديدار.'
٢- شرف آدم جي ۾، ڪل خلق کي انڪار نه آهه-
حق جي ٿي آن تي عطا،
آن کي پڻ آن کان هي انڪار سزاوار نه آهه-
سڀ چئون آن تي ثنا.
جن جي گهر خواهه هنر ان ۾ خدا ڪيا موجود-
ڇا ڪريان تن جو بيان،
اي پريون مون ۾ هڏهن طاقت گفتار نه آهه-
ڪيئن ڪريان وصف پلا.

(غزل، مستزاد ۽ موشح، 'ديوان فاضل' مان)

حسن هر هر هوت جو حورون ڪري حيران هٿي-
سر بسر سينگار سان.
پرينءَ جي پيرن پڻوان پامال ٿيون پريون پٽي-
جوت جي جنسار سان.
آهه احسن يار جو آواز عمدو سان اداءَ-
شهد کان شيرين تر،
تڙت طوطيءَ کان تمامي گوءِ ني گوهر ڪٽي-
گفتگو گفتار سان.

جوت جانب جي ڪيو جنسار جرهر جو جهڪو-
مانُ مرواريد جو،
چَٽُ ڇڄي پَٽَ تي پيو چِمڪو سُٺي چُنوهون ڇٽي-
ڏبڏبي ديدار سان.
بخت تن بيدار ايشڪ هوت جن جي هنجهه-
هاڪ پاڳارو پنهل،
سي وتن سرها سدائين ڏار دولت جا ڏٺي-
وڏ وڏي واپار سان.
چنگ چوري چست چاهون برهه جي بيمار کي-
صحت ڏي ساجن سڌي،
واه! ويچاري وسيلي ويج جي وائي وٺي-
تندرستي تار سان.
لال لب لالن سندا، لالا لطافت لاڏلا-
سرخ ۽ سُوڏا سنوان،
طالبن تن سان تلذذ ترت نيو توڙون ٽٽي-
عشق جي آذار سان.
حرف جي هر بيت جو پهريون پڙهين "فاضل" فقير-
طور تون توشيح جي،
هوت کان حاصل ڪرين تا قرب جي ڪامل ڪٽي-
نام جي لروار سان.

# باب ٻيو

## علم عروض جي بيان ۾

### فصل پهريون

#### عروض ۽ شعر بابت

مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته ڪلام موزون به ٿئي ۽ ناموزون به، يعني نثر به آهي ۽ نظم به. موزون جي معنيٰ وزن وارو، يعني تورڻل. تڏهن ڪلام يا ڪلمن، يعني لفظن تورڻ لاءِ ڪو ميزان يعني ساهمي گهرجي. اها ساهمي آهي علم عروض، جنهن ۾ ڏنل قاعدن جي پرک تي معلوم ڪري سگهجي، ته ڪهڙو ڪلام موزون آهي، ڪهڙو ناموزون. عروض جو نالو انهيءَ علم تي هن ڪري پيو، جو عروض عربي ۾ چوندا آهن، تنبوءَ جي سرخ کي. جهنگلي عرب انهيءَ تنبن ۾ رهندا آهن. هڪڙي ڪاٺي سرخ وانگي کوڙي، انهيءَ تي ڪلن جو ڍڪ ڏيئي گهر جوڙيندا آهن، جنهن کي بيت چوندا آهن. جڏهن تنبوءَ کي سرخ، رسا ۽ ڪلا درڪار آهن، تڏهن هن علم جا اصطلاحي لفظ به عروض (سرخ) سبب (رسو)، وتد (ڪلو) ۽ فاصله (وچوٽي) بنايا ويا آهن، جن جي معنيٰ هيٺ سمجهائبي. ڪن جو چوڻ آهي ته عروض ”مڪه معظمه“ جي نالن مان هڪڙو آهي، ۽ هن علم جو باني 'خليل ان احمد بصري يا ساماني' آهي، جنهن مڪي ۾ انهيءَ علم جا قاعدا وڌا، ۽ تبرڪ جي ڪري اهو نالو هن علم کي ڏنائين.

شعر لفظ جي عربيءَ ۾ اصل معنيٰ آهي ڄاڻڻ يا سمجهڻ. اصطلاح موجب شعر انهيءَ ڪلام کي چئجي جو وزن ۽ قافيو رکندو هجي، ۽ جنهن جا لفظ برابر ۽ مناسب هجن، ۽ جي شعر چوندڙ ڪنهن خاص ارادي ۽ قصد سان چوي. چون ٿا ته پهريون شعر جو چوڻ ۾ آيو، سو حضرت آدم سرياني ٻوليءَ ۾ چيو ۽ پنهنجي پٽ هابيل جي مارجڻ جي ماتم ۾ مرثيي وانگي چيائين. قاسم بن سلام بغداديءَ جو چوڻ آهي، ته پهريون عربي شعر يعرب بن قحطان چيو جو سام بن نوح جي اولاد مان هو، ۽ جو عربي ٻوليءَ جو بنياد وجهندڙ هو. فارسي ٻوليءَ ۾ پهريون شعر عجم جي مشهور بادشاهه بهرام گور چيو، جنهن کي شڪار ڪندي گهڻي خوشيءَ کان هيٺيون بيت اوچتو وات مان نڪري ويو.

بيت

آءٌ آهيان فيل آهو مست، آهو شير يله،
نانءُ جنهن جو آهي بهرام، لقب بوجله.

ڪن جو چوڻ آهي ته پهريون فارسي شعر حڪيم پهلوان ابوحفص سعدي جيو ۽ اهو هي هو:

بيت

ڪيئن هرڻ هي پٽي ٿو برپٽ تي،
ڪيئن وٽي ٿو تڪو ٻه هٿ نه رکي.

انهيءَ حڪيم کان پوءِ سن ٤٠٠ هجريءَ ۾ فارسي شعر جو رواج پيو، جڏهن عنصري، عسجدي ۽ فرخي پهريان پهريان مشهور شاعر ٿيا. انهيءَ کان پوءِ، سن ٥٠٠ هه ۾ خاقاني، رودڪي، فلڪي ۽ ٻيا شاعر ٿيا. اهي قديم شعر جا اُستاد هئا ۽ ٻيا پويان سڀ شاعر انهن جي پيروي ڪرڻ لڳا. سنڌي شعر ۾ ٻه پهريان مشهور شاعر شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ٿيا، جن جو ڪلام سنڌي بيتن ۾ آهي، ۽ غزلن جي بجاءِ وايون يا ڪافيون ڪم آيون. ٽالپرن جي راڄ ۾ ثابت علي شاهه پهرين فارسي وزن، بحرن ۽ قافين تي شعر چيو، ۽ انهيءَ کان پوءِ فارسي شاعرن جي نموني تي ثابت علي شاهه جي پيروي ڪري، ٻيا به شعر چوڻ لڳا. عربي ۽ فارسي شعر ۽ سنڌي شعر جي تاريخ بابت سون ڍار ڪتاب لکيا آهن، اهي پڙهڻ گهرجن. هتي مختصر طرح بيان ڏجي ٿو.

تواريخن مان معلوم ٿئي ٿو، ته سڀڪنهن ملڪ يا قوم جي شروعات جي تصنيف اڪثر شعر ۾ آهي، اهو پهرين جهنگلي ۽ زباني پئي ٿيو آهي ۽ پوءِ سڌ ونڌو ويو آهي. اڪثر انهيءَ اوائلي شعر جو مضمون بهادري يا جنگ جو بيان يا عشقي قصا يا مذهبي احوال آهي. سنڌ ۾ به ائين ٿي ٿيو. نثر کان اڳي پهرين نظم شروع ٿيو يعني شعر، پر سنڌي ٻوليءَ جي بناوت جو اثر شعر تي به پوندو ويو. سنڌي ٻولي سنسڪرت جي ڌيءَ آهي، تنهنڪري منجهس سنسڪرت جا اصل لفظ گهڻا آهن. جڏهن مسلمانن سنڌ فتح ڪئي، تڏهن پهرين عربي لفظ ۽ پوءِ فارسي لفظ منجهس پوڻ لڳا. پهرين سنڌي شعر هندي ڀاشا جي دوهرن ڀيڙو هو، ٻارهين عيسوي صديءَ ۾ هندستان ۾ عام هو ۽ اهو تيرهين صديءَ تائين هليو. پوءِ هندستان ۾ ڀاشا يا هندي بدلجي اُردو ٿي. انهيءَ وقت ڌاري سنڌي به بدلجي ٻي صورت وٺڻ لڳي. اهڙيءَ طرح، جيڪو سنڌي شعر پهرين چوڻ ۾ آيو، سو ٻين ملڪن جي شعر وانگي جنگين ۽ قصن

بابت هو، ۽ اڪثر اڻ پڙهيان ماڻهن جو ٺهيل هو ۽ اهو پتَّ يا چارڻ يا منگهار چوندا هئا، ۽ ڳائي پنندا وتندا هئا. راءِ ڏياچ، سسئي پنهون، عمر مارئي، هير رانجهو، سهڻي ميهار، مومل راڻو، ڏودو چنيسر، ليلان چنيسر ۽ ٻيا قصا انهيءَ قسم جا آهن. ساڳئي انهيءَ وقت ۾ مداحون، معجزا ۽ مولود به چوڻ ۾ ايندا هئا. پهرين سنڌيءَ ۾ ٻاشا يا هنديءَ وانگي دوهرا يا ڏوهڙا هئا، يعني ٻه مصراعون ساڳيءَ طرز ۽ قافيي تي. ابوالحسن جي سنڌي، مخدوم ضياءالدين جي سنڌي، مخدوم ابراهيم جي سنڌي، عبدالرحيم گرهوڙ واري جي سنڌي، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي سنڌي، شاهه عنايت صوفيءَ جي سنڌي، انهن سڀني قديم بزرگن جو ڪلام انهيءَ قسم جو شعر آهي، ۽ مضمون اڪثر مذهبي آهن. ٻيا جي قصا آهن تہ تصوف يا مذهبي صورت ۾. مثال لاءِ ٻه-چار دوهرا يا بيت ابوالحسن جي سنڌيءَ مان ڏجن ٿا:

بيت

جيئرن ڪي جان ڏئي، مئن ڪي مرهي،
ايڏا احسان رب ري پيو ڪير ڪري.

ات آپايا پاتشاهہ عالم گهڻا الڪ،
ڪي هلن، ڪي سرن، ڪن ڏنائين پڪ.

هاڻ سڄاڻ تون هيئڙي جي ڪنن،
تہ صحي پڇبو سڀڪو ڪارڻ پاڻ ڪمن.

(شاهہ ڪريم جي سنڌيءَ جو مثال هي آهي:)

بيت

هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ کڏجن لوڪ،
ڪڏيون ۽ ڪروتون، ايءَ پڻ سڀڙ ٿوڪ.

مٺڪ پيڙيائين پاسي، جي آپئين تہ واءِ،
جم پڌر ودڻي ڳالهڙي، تہ چڙي وجي ساءِ.

........

اهو سنڌي شعر سترهين عيسوي صديءَ تائين هليو، پوءِ ٻن مصراعن جي بدران گهڻيون مصراعون ساڳئي وقت ۾، ساڳئي قافيي تي چوڻ ۾ آيون. مثال لاءِ مخدوم عبدالصمد جي ڪتاب ”بيان العارفين“ مان ٿڪر ڏجي ٿو.

بيت

هالي هنيان پوءِ تو سو ڪري بيانا،
۽ تو فرمائي آن رسالي ۾ ڪري اعلاما:
تہ جڏهن رسالو فارسي آءِ ڪندس تماما،
تڏهن مور نہ رهندو مخفي طالبن ڪنا.

ڪڏهن وري بند بند جي پڇاڙيءَ سان گڏ مصراع وري وري آئيندا هئا، جيئن جمن چارڻ جي مداح جو هي بند:

بند

"جمن" چوي جاهل آهيان،
ڪيرتن ڪنهن ڪاهل آهيان،
تو در سندو سائل آهيان:
يا پهر پيران بادشاهہ.

(ميان سرفراز ڪلهوڙي جي مداح جو بند:)

بند

آهيان ڏڏ، غمن گڏ، سچا! سڏ سٽين تون،
پسي پاڻ، ڪرم سان، ڏکيا ڏاڻ، ڏئين مون،
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال سٽين تون.
سرفراز ڪي اداس، آهي آس، اوهان ڏهون،
رہ راس، بند خلاص، خوبي خاص، ڏئين مون!
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال سٽين تون.

اهو آهي نج سنڌي شعر جو اوائلي نمونو، جو عيسوي تيرهين صديءَ تائين هليو. ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام ظاهر ٿيو، سو مٿين دوهرن يا بيتن جي نموني جو هو، توري گهڻي ڦيرگهير سان، ۽ منجهس گهاٽ لاءِ وايون وڌيون ويون، جي پوءِ ڦري ڪافيون ٿيون. شاهہ جي بيتن ۽ واين جي مثالن ڏيڻ جو ضرور ڪونهي، سندس رسالي ۾ موجود آهن. ڪافين بابت هيٺ بہ ذڪر ڪبو.

انهيءَ نج سنڌي، اوائلي ۽ سڌريل شعر جو استاد شاهہ صاحب شمار ٿيل آهي. انهيءَ وقت، توڙي پوءِ جا ٻيا شاعر سندس پيروي ڪرڻ لڳا، ۽ اڄا تائين بہ انهيءَ

نموني جو شعر چوڻ ۾ اچي ٿو. اگرچ ٿورو سچل فقير درازن واري انهيءَ جي پيروي ڪندي، سرائڪي ٻوليءَ جا بيت به آڻي وڌا ۽ واين جي بدران ڪافيون وڌائين، ۽ سندس شاگرد به ائين ڪندا آيا، جهڙوڪ يوسف فقير ڪوڪر، گهرام جتوئي، عثمان چاڪي ۽ خير محمد جسڪاڻي. يوسف فقير توڙي روحل ۽ مراد فقير ڪنڊڙيءَ وارن ته سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ کان سواءِ هندي ٻاشا ۾ ڪلام، ٻاٽن جي صورت ۾ به چيو آهي، ڇنهنڪري گهڻا هندو سندن مريد ٿيا. روحل فقير جي اهڙي ڏوهڙي جو نمونو هي آهي:

بيت

جل پيتر اڪ آگن جلت هئي، اجواڙا بن ڏيوي،
انبرت ڏارا امين پڙت هسي، ڪوجن ورلا پيوي.
پريم پياس لڳي آرانتر، اور ڪڇو نهين ڀاوي،
ديهڙي پيتر الک ٻراجي، جو ڪوجي سو ٻاوي.

سنڌي بيتن ۾ ڪن هندو شاعرن به چڱو ڪلام چيو آهي، جيئن ته لعلو ٻڪت جو ڪامسين ڪامروپ وارو قصو ۽ سامي مينگهراج يا سندس ٻالڪي، ڀائي چئن راءِ شڪارپوريءَ جا سلوڪ.

اهو اڳوڻو نج سنڌي شعر جو عرصو ڪلهوڙن جي صاحبي ۽ ٽالپرن جي صاحبيءَ جي اڌ تائين هليو، يعني ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين. پوءِ ايران سان زياده آمدرفت هئڻ ڪري ۽ فارسي زبان زور وٺڻ ڪري، فارسي شعر جو نمونو شروع ٿيو ۽ قصيدا ۽ غزل ۽ مسدس وغيره رواج ۾ اچڻ لڳا. سنڌي شعر فارسي بحرن ۽ وزنن تي چوڻ ۾ آيو. انهيءَ وقت ڌاري سيد ثابت علي شاهه اهڙي شعر جو بنياد وڌو، مرثيا، منقبت ۽ ٻيو گهڻو شعر چيائين، جن جا مثال مٿي نظم جي باب ۾ ڏنا ويا آهن. ساڳئي وقت ۾ عشقيه يا مداحيه يا هجويه غزل ۽ قصيدا به شروع ٿيا، ۽ سنڌي الف-بي جي حرفن جي رديف ۽ قافين تي ديوان به لکجڻ لڳا. اهڙو پهرين ديوان خليفي گل محمد هالائيءَ جو آهي، جنهن کي "ديوان گل" چون ۽ جنهن ۾ اگرچ بحر فارسي آهن، ته به نج سنڌي لفظ گهڻا ڪم آيل آهن. انهيءَ جي غزلن جو نمونو مٿي غزل جي بيان ۾ ڏنل آهي. ٻين سنڌي ديوانن جا ٽانمونا به اتي ڏنل آهن، جو انهيءَ کان پوءِ ڪيترن ئي لکيا، جيئن ته "ديوان قاسم" "ديوان فاضل"، "ديوان بلبل" ۽ "ديوان سانگي" وغيره. ثابت علي شاهه جي ڪلام مان مثال ۾ مٿي مسدس هيٺ ڏنا ويا آهن، ڇا لاءِ جو مرثيا اڪثر مسدس يا مربع آهن.

ثابتعلي شاهہ جي تتبع تي به گهڻن مرثيا چيا آهن. جيئن تہ آخوند عالم ۽ ڪن ٻين پر هزهائينس مير حسن علي خان ٽالپر تمام گهڻا ۽ چڱا مرثيا چيا آهن. هاڻي اڪثر سنڌي شعر جدا جدا مضمونن تي فارسي بحرن ۾ چوڻ ۾ ٿو اچي، ۽ انهيءَ ۾ ڪي فارسي لفظي ۽ معنوي صفتون ۽ ڪم آڻي سگهجن ٿيون، جن جو بيان هيٺ ايندو. ليڪن هڪڙي صنعت سنڌي شعر جي لاءِ خاص آهي، جا فارسيءَ ۾ ڪم نٿي اچي، پر انگريزيءَ ۾ اچي ٿي، جنهن کي الٽريشن چون ٿا، يعني اڪثر ٻہ يا وڌيڪ اهڙا لفظ گڏ اچن ٿا، جن جي پهرين حرفن جو آواز ساڳيو آهي. شاهہ جي رسالي ۾ تہ اهو عام آهي پر اڪثر غزلن ۽ ٻئي قسم جي شعر ۾ بہ اهڙا لفظ اڪثر ڪم ايندا آهن، ۽ گهڻو وڻندا آهن. مثال هي آهن: (ٻنهنجا)

ڏي 'صبا سعيو' ڪري آڻي 'سنيهو' يار جو،
'من موهن' منٺار دلبر، 'دل' گهرئي'دلدار' جو.

عمر ساري 'هجر' جي 'هاڃي' ڪيو مون کي هلاڪ،
يا الاهي ڪو 'دلاسو دوست' جي 'ديدار' جو.

("ديوان فاضل" مان)

'ساز سچ ثابت سدا'، منجهہ 'آدسين آهي الب'،
'حب' جي 'حقي هوا' منجهہ آدسين آهي الب.

("رسالي" مان)

'ويهہ' م' 'وساري'، 'پچا' ڪر م' 'پنڌ' جي،
'نرسل نهاري'، 'هلنديڻ' تان 'هٺ' ڪيو.
'ڏسڻ ڏونگرين'، جو 'تن' کي 'تسلائي'،
'مار م' مون مائي'، تہ 'روئي هوت رهائيان'.

## فصل ٻيو

### شعر جا اصول، ارڪان، زحاف ۽ بحر

١. اصول: 'شعر جا اصول' جن مان شعر جا ارڪان جڙندا آهن، سي ٽي آهن: سبب، وتد ۽ فاصلہ. سبب ٻن قسمن جا آهن، هڪڙو سبب خفيف، ٻيو سبب ثقيل يعني هڪڙو هلڪو ٻيو ڳرو. 'سبب خفيف'، اهو ٻن حرفن وارو ڪلمو يا لفظ آهي، جنهن جو پهريون حرف متحرڪ ۽ ٻيو ساڪن آهي، جيئن تہ گل مل. "سبب ثقيل"، اهو ٻن حرفن وارو لفظ آهي، جنهن جا ٻئي اکر متحرڪ آهن، جيئن تہ

گل-زرد ۽ مل-سرخ، جتي گل ۽ مل، سبب ثقيل آهن. سنڌي مثال، ڪَل، ڪپ.
وري وتد به ٻن قسمن جا آهن: هڪڙو وتد مقرون يا مجموع، ۽ ٻيو وتد مفروق يعني هڪڙو ڌار ٿيل، ٻيو گڏيل. "وتد مقرون" يا "مجموع" اهو ٽن حرفن وارو ڪلمو يا لفظ آهي، جنهن جا پهريان ٻه حرف متحرڪ آهن، ۽ ٽيون ساڪن؛ جيئن ته وفا-جفا. وتد مفروق اهو ٽه حرفو لفظ آهي، جنهن جو پهريون ۽ ٽيون اکر ٻئي متحرڪ آهن ۽ وچون ساڪن آهي. جيئن ته باب-تاب.

ساڳيءَ طرح فاصله جا ٻه قسم آهن: هڪڙو فاصله صغريٰ ۽ ٻيو فاصله ڪبريٰ، يعني هڪڙو ننڍو ۽ ٻيو وڏو. "فاصله صغريٰ" اهو چئن حرفن وارو لفظ آهي، جنهن جا پهريان ٽي حرف متحرڪ آهن، ۽ چوٿون ساڪن آهي؛ جيئن ته سحري-ادبي. ۽ "فاصله ڪبريٰ" اهو پنجن حرفن وارو لفظ آهي، جنهن جا پهريان چار حرف متحرڪ آهن، ۽ پنجون ساڪن آهي، جيئن ته متحرڪ-متڪبرو.

٢. ارڪان: شعر جا ارڪان يا ٽُڪرا، جن تي شعر جا بحر ٻڌل هوندا آهن، سي مڙئي اٺ آهن. جي ڪُن اصولن مان مرڪب ٿيل يا جڙيل آهن. آهي اٺ ارڪان هي آهن: فعولن، فاعلن، مفاعيلن، مستفعلن، مفاعلتن، متفاعلن، فاعلاتن ۽ مفعولات.
انهن ارڪانن جي حرڪتن مان معلوم ٿيندو ته ڪهڙن قسمن جا سبب ۽ وتد هرهڪ ۾ ڪم آيل آهن: مثلاً فعولن مان فعو وتد مقرون آهي، ۽ لن سبب خفيف آهي. ساڳيءَ طرح فاعلن ان جي برخلاف آهي، يعني پهرين فا، سبب خفيف آهي، ۽ ٻيو علن وتد مقرون آهي. يادگيريءَ جي لاءِ اسين متحرڪ اکر جي نشاني '١' ھيءَ مقرر ڪنداسين.

متحرڪ ۽ ساڪن گڏيل حرفن جي '—' ھيءَ نشاني مقرر ڪنداسين ته فعولن جون نشانيون هي ٿينديون: '١——' ۽ فاعلن جون هي: '—١—'. اهڙيءَ طرح ٻين ارڪانن جون نشانيون به لکي سگهبيون. اهي نشانيون شعر جي تقطيع ۾ هيٺ ڪم اينديون.

بيت جي پهرينءَ مصرع جي پهرئين رڪن کي عروض چوندا آهن ۽ ٻي مصرع جي پهرئين رڪن کي 'ابتدا'، پهرين ۽ ٻي مصرع جي پوئين رڪن کي 'ضرب'، ۽ وچ وارن رڪنن کي 'حشو' سڏيندا آهن.

جيئن اصولن مان ارڪان ٺا ٺهن، تيئن وري ارڪانن مان شعر جا بحر ٺا ٺهن.
شعر جا بحر مڙيئي اوڻيهه آهن. انهن مان زياده رواج ۾ ٻارهن ٺا اچن. انهن مان ڇهه بحر 'رجز'، 'رمل'، 'ڪامل'، 'متدارڪ'، 'متقارب' ۽ 'هزج' اهڙا آهن، جن ۾ هڪڙو ئي رڪن گهڻا ڀيرا ڪم اچي ٿو يا پنج بحر 'خفيف'، 'سريع'، 'مجتث'، 'مضارع' ۽ 'منسرح' اهڙا آهن، جي ٻن رڪنن جي وري ڪم آڻڻ مان جڙن ٿا.
انهن کان سواءِ باقي اٺ، جي گهٽ رواج ۾ اچن ٿا، سي هي آهن: 'طويل'، 'مديد'، 'بسيط'، 'وافر'، 'مقتضب'، 'جديد'، 'قريب' ۽ 'مشاڪل'. انهن بحرن مان پنج يعني

طويل، مديد، بسيط، وافر ۽ ڪامل خاص عرب شاعر ڪم آڻيندا آهن ۽ فارسيءَ ۾ گهٽ ڪم نه ايندا آهن. ۽ باقي ٽي يعني جديد، قريب ۽ مشاڪل خاص فارسي شاعر ڪم آڻيندا آهن، ۽ عرب اڪثر ڪم نه آڻيندا آهن. باقي ٻارهن بحر عرب ۽ عجم جا شاعر ڪم آڻيندا آهن.

٣. زحافات: ڪن بحرن ۾، هرهڪ بيت ۾ چار ارڪان ٿيندا آهن، جنهنڪري انهن کي 'مربع' چوندا آهن. ۽ ڪن ۾ ڇهه ارڪان هوندا آهن، جنهنڪري انهن کي 'مسدس' چوندا آهن، ۽ ڪن ۾ اٺ، جنهنڪري انهن کي 'مثمن' چوندا آهن. جتي ساڳيو رڪن سڄو سارو سواءِ گهٽ وڌ جي ڪم ايندو آهي، انهيءَ کي 'سالم' سڏيندا آهن، ۽ جيڪي گهٽ وڌ ٿيندا آهن ۽ اڌورا رهندا آهن، تن کي 'غير سالم' يا 'مزاحف' يعني زحاف وارا چوندا آهن. اهي ارڪانن جا زحاف مڙني پنجٽيهه آهن، جن مان پاويهه تہ خاص عربيءَ ۾ ڪم ايندا آهن ۽ باقي تيرهن فارسيءَ ۾ ڪم ايندا آهن. آهي ڪن حرفن ڪيڻ سان ۽ ڪن حرفن گڏڻ سان جڙندا آهن. مگر انهن مان گهڻا عرب توڙي عجم جا شاعر ڪم آڻيندا آهن. اهي زحافات ۽ انهن جا نالا هي آهن:

فعولن مان عولن، جنهن جي بدران فعلن، جو 'اثلم' سڏبو آهي.

مفاعيلن مان مفا، جنهن جي بدران فعل، جو 'مجبوب' سڏبو آهي.

مفاعيلن مان فاعيلن، جنهن جي بدران مفعولن، جو 'آخرم' سڏبو آهي.

مفعولات مان مفعولا، جنهن جي بدران بہ مفعولن، جو 'مڪشوف' سڏبو آهي.

مستفعلن مان مستفعلان، جو 'مذال' سڏبو آهي.

فاعلاتن مان فاعلاتان، جو 'مسبغ' سڏبو آهي.

فاعلن مان فا، جنهن جي بدران فع، جو 'احذ' سڏبو آهي.

فعولن مان فعو، جنهن جي بدران فعل جو 'محذوف' سڏبو آهي.

فاعلن مان فعلن، جو 'مخبون' سڏبو آهي.

مستفعلن مان مستعلن، جنهن جي بدران مفتعلن، جو 'مطوي' سڏبو آهي.

مفاعيلن مان مفاعيل، جو "مقصور' سڏبو آهي.

فاعلن مان فاعل، جنهن جي بدران فعلن، جو 'مقطوع' سڏبو آهي.

فعولن مان فعول، جو 'مقبوض' سڏبو آهي.

مفاعيلن مان مفاعيل، جو 'مڪفوف' سڏبو آهي.

مفعولات مان مفعولات، جو 'موقوف' سڏبو آهي.

ڪن بحرن ۾ هڪ کان وڌيڪ زحاف ڪم ايندا آهن، ته انهن کي ٻن زحافن وارا نالا گڏي ڏنيندا آهن، جيئن ته مخبون مقطوع ۽ پر ڪن جي حالتن ۾ ٻن جي بدران هڪڙو نالو اٿن، جيئن ته آخرم ۽ مڪفوف وارن گڏيلن رڪنن کي 'اخرب'. آخرم ۽ مقبوض وارن کي 'اشتر'. مخبون ۽ مڪفوف وارن کي 'مشڪول'. موقوف ۽ مڪفوف وارن کي 'مڪسوف'، محذوف ۽ مقصور وارن کي 'اهتم'.

## فصل ٽيون

### شعر جي بحرن جي تقطيع بابت

تقطيع لفظ جي معنيٰ آهي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ آهي، شعر جي ٻاڱن کي ارڪان جي وزن تي آڻي بيهارڻ، يعني متحرڪ اکر سان مقابل متحرڪ ۽ ساڪن اکر سان مقابل ساڪن بيهاري ڏيڻ، جنهنڪري خبر پوي ته شعر ٺڪري پورو بيٺو آهي.

تقطيع جا ڪي ضروري قاعدا هيٺ ڏجن ٿا:

(١) وزن ڪرڻ ۾ حرڪتن ۽ سڪون جي شمار ۾ پوري جاءِ تي اچڻ جي ڳڻتي رکڻ کپي، نه حرفن جي. مثلاً: بلبل، طوطي، صندل — سڀ هڪ وزن جا لفظ آهن، جن جو ماڻ آهي فعلن ۽ نشان آهي '--'.

(٢) اچار يا وات مان نڪتل آواز تي نظر رکڻ کپي، نه لکيل حرفن تي. مثلاً: وڃان، ڪان، هتان ۾ نون غنه يا ساڪن جو ڇڙو آواز نٿو نڪري، سو شمار ۾ نه ايندو، ڇو ته وڃا، ڪا ۽ هتا لکين آهن. لفظ خواب، خود، خويش ۾ واو جو آواز ڪونه ٿو نڪري، سو شمار ۾ ايندو، ڇو ته خاب، خد ۽ شيش آهن.

(٣) الف مد واري ۾ الف شمار ۾ ايندو ۽ حرف شد وارو ٻه ٻه حرف شمار ۾ ايندو، جيئن ته آخر، آدم، محرم، محبت = اا خر، اا دم، محر رم، محبببت.

(٤) فارسي واري ٻي اضافت جي، جا اڪثر ڳجهي ٿي رهي، سا لکڻ ۾ ايندي، جيئن ته راه، خدا = راهي خدا.

(٥) ڪو به حرف علت يا صحيح جنهن جو آواز ڇڙو نه نڪرندو، سو شمار ۾ نه ايندو. خصوصاً جڏهن ٻه حرف صحيح ساڪن گڏ ايندا، تڏهن پوئين جو آواز شمار ۾ نه ايندو، جيئن ته گوشت = گوش، پوست = پوس، راست = راس، جان و دل = جان دل، علي الحساب = علل حساب، غيراز تو = غيرزتو، بالمقطع = بل مقطع.

هيٺ، مٿي ڏنلن بحرن جا وزن ۽ انهن جا مثال ڏجن ٿا:

| نالو بحر جو | وزن جو بحر | مثال |
| --- | --- | --- |
| ١- رجز مثمن سالم | مستفعلن مستفعلن مستفعلن مستفعلن | ڏس راند ۾ شطرنج جي پيادو وڃي ٿو ٿئي وزير، |
| نشان | -ـ-ـ، --ـ-ـ، -ـ-ـ، -ـ-ـ- | هن عشق جي شطرنج ۾ پيادو وڃي ٿو شاهه ٿئي. |
| ” مطوي مخبون | مفتعلن مفاعلن مفتعلن مفاعلن | ياد ڪري اچ يار کي ڦاڙيان لٽا ۽ سر پٽيان، |
| نشان | -ـ-ـ، -ـ-ـ، -ـ-ـ، -ـ-ـ- | دست بڪار، دل بيار، ان تي عمل تو اچ ڪريان، |
| ٢- رمل مثمن مقصور | فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلات | دل جي دانا ٿئي ته پوءِ هر ڳالهه ۾ اسرار آهه، |
| نشان | ---، --ـ-، --ـ-، -ـ- | اک جي بينا ٿئي ته پوءِ يوسف ۾ سنجهه بازار آهه. |
| ” محذوف | فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن | ” |
| نشان | ---، --ـ-، --ـ-، -ـ- | |
| ” مشکول | فعلات فاعلاتن فعلات فاعلاتن | ٿيو نصيب جنهن جو اونڌو، سو غني ۾ آهي مفلس، |
| نشان | ـ-ـ-، -ـ-ـ، ـ-ـ-، -ـ- | جو رهي پيالو ڦوٽي جو مٽي درياهه اونڌو. |
| ” مخبون مقصور | فاعلاتن فعلاتن فعلاتن فعلات | عشق جي جنگ جا شاهد ٿيا محمود اياز، |
| نشان | ---، ـ-ـ-، ـ-ـ، ـ- | ان لڙائيءَ ۾ ٿئي شاهه تي غالب ٿو غلام. |
| ” ” محذوف | فعلاتن فعلاتن فعلاتن فعلن | ري مشقت ٿي هلي ڪين فلڪ جي جانهو، |
| | | دل ٿئي پيسي اڌو، جيسين ته ملندي ماني. |
| ” مسدس مقصور | فاعلاتن فاعلاتن فاعلات | علم جنهن کان، هر دو جڳ روشن ٿو ٿئي، |
| ” ” محذوف | فاعلاتن فاعلاتن فاعلن | ڏس ته سو رهبر ٿو ٿئي، رهزن ته ٿئي. |
| مخبون مقصور | فاعلاتن فعلاتن فعلات | شاد بندو ٿئي، جو ٿئي آزاد، |
| ” محذوف | فاعلاتن فعلاتن فعلن | تنهنجو بندو ٿيان، ته ٿيان اچ شاد. |
| ٣- ڪامل مثمن سالم | متفاعلن متفاعلن متفاعلن متفاعلن | ڪريان شڪر منهنجي ٿي عيد اڄ، |
| | | جو سڄڻ سان منهنجو وصال آهه، |
| | | وباغ الم، ٿي نهال دل، ساخوشيءَ کان اڄ خوشحال آهه. |
| متدارک مثمن سالم | فاعلن فاعلن فاعلن فاعلن | عدل دنيا ۾ آهه ظلم ڪونهي ڪٿي، |
| | | جهڙي ڪرڻي هتي، تهڙي ڀرڻي هتي. |

| | | |
|---|---|---|
| " " اثلم | فعلن فعلن فعلن فعلن | ڀورهيي ڏانهن جو رکندو لاڙو، سڪ جو ڏسندو نيٺ ڏهاڙو. |
| متقارب مثمن سالم | فعولن فعولن فعولن فعولن | مزو عشق جو ڪجهه اهي ئي تا ڄاڻن، جي نت موت کي ان حياتي تا ڄاڻن. |
| " مقصور<br>" محذوف<br>" اثلم | فعولن فعولن فعولن فعولن<br>فعولن فعولن فعولن فعل<br>فعلن فعولن فعلن فعولن | ڏکوئيچ نه دل ڪنهن جي ٻر هوئي ٻچڙ؛ جو هر دل منجهان آهي داور ڏي در.<br>ڪنهن کي نه گهرجي هت ڪا وڏائي، هر حال ۾ سا آهي اجائي. |
| " مقبوض اثلم | فعول فعلن فعول فعلن<br>فعل فعولن فعل فعولن | مٽڙين ٿو سارڻ ڪان منهنجي چو تون، ڏچين ٿو چو خون منهنجي ڪان تون.<br>سو ڪير آهي هتي، ٻچي جو، گناه مون ڪان، گواه تو ڪان. |
| ٦- هزج مثمن سالم | مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن | رکان دل جي صفائي تو ڪليسا هوئي يا بتخانو، ڪريان منهن جنهن طرف زاهد اچيو اوڏانهن حرم ڪري. |
| " اخرب مڪفوف محذوف | مفعول مفاعيل مفاعيل مفعولن | نالو ٿو سدا شعر سخن سان رهي باقي، بهتر نہ خلف آهي چڱو شعر کان ڪو ٻيو. |
| " " مقصور<br>" مثمن اخرب<br>" " مقبوض | مفعول مفاعيل مفاعيل مفاعيل<br>مفعول مفاعيلن مفعول مفاعيلن<br>مفاعلن مفاعلن مفاعلن مفاعلن | وارن جي وئي ڪارنهن هشيار ٿيڻ گهرجي، ٿيو صبح اچي روشن، بيدار ٿيڻ گهرجي.<br>ٿي غم کان نڪري دل پيهي، مگر نہ نڪتو دل سان غم، نہ راحت آئي روح کي، ٿو تن سان نڪري دم ۾ دم. |
| " " اشتر | فاعلن مفاعيلن فاعلن مفاعيلن | وقت چو وڃائين ٿو، ملهہ نہ ان جو ڄاڻين ٿو، عمر کي بقا ناهي، موجون ڪيئن تون ماڻين ٿو. |
| *" اخرب مقبوض مڪفوف | مفعول مفاعلن مفاعيل فعول<br>مفعول مفاعلن مفاعيل فعل<br>يا فع يا فاع | جي ڀانئين تہ دلبر رهي راضي تو سان، تيئن چؤ تون جيئن ڪري حڪم ڪيي جيئن واتان. |

* هي بحر خاص رباعيءَ جو بحر آهي جي انهيءَ جا ٢٤ وزن آهن، جن ۾ پهاڙيءَ جو رڪن مڱي وانگر ٿري ٿو ۽ ٻيو ۽ ٽيون رڪن ڀريءَ صورت ۾ مفاعلن يا مفاعيلن يا مفاعيل يا مفعولن ٿئي ٿو، ۽ ٻيءَ صورت ۾ فاعلن يا مفاعيل يا مفعول يا مفاعيلن ٿئي ٿو، رباعيءَ جي ڪابہ مصراع انهن سان ڪهڙي بہ وزن ۾ آڻڻ جائز آهي.

| | | |
|---|---|---|
| ” اخرم اشتر<br>مکفوف | | |
| هزج مسدس مقصور<br>” محذوف | مفاعيلن مفاعيلن مفاعيل<br>مفاعيلن مفاعيلن فعولن | وجهين توڙي ڪيڏي تون ساهه ٻيشڪ،<br>سلائڪ جو ٿيو وڃ ۾ ٻهانو. |
| ”” اخرب مقبوض<br>محذوف<br>” ” ” مقصور | مفعول مفاعلن فعولن<br>مفعول مفاعلن مفاعيلن | جي ماڻ رکين ٿو پياري پنهنجي،<br>ڏي گار نه ٻئي کي، ماڻ تي تون. |
| ” ” اخرم | مفعولن مفعولن فاع | وعدا سڀ پنهنجا تون پار،<br>عادت سڀ تون عمدي ڌار. |
| ۷- خفيف مسدس<br>مخبون مقصور<br>محذوف | فاعلاتن مفاعلن فعلات<br>فاعلاتن مفاعلن فعلن | وقت پيري، شباب جون ڳالهيون،<br>اڏريون، جهڙيون ڪ خواب جون ڳالهيون. |
| ۸- سريع مسدس<br>مطوي موقوف<br>” ” مکشوف | مفتعلن مفتعلن فاعلات<br>مفتعلن مفتعلن فاعلن | عقل جنهين کي، سو تونگر ٿيو،<br>زر ڏٺي جنهن نانءُ ڪڍو، خر ٿيو. |
| ۹- مجتث مثمن<br>مخبون محذوف<br>” ” مقصور | مفاعلن فعلاتن مفاعلن فعلن<br>مفاعلن فعلاتن مفاعلن فعلات | سواءِ مڪر جي دنيا ۾ ٻي ڪهاڻي ناهه،<br>سا جاءِ ڪهڙي، جتي ڪاهه هيٺ پاڻي ناهه. |
| ۱۰- مضارع مثمن<br>اخرب مکشوف<br>محذوف<br>” ” ” مقصور | مفعول فاعلات مفاعيل فاعلن<br>مفعول فاعلات مفاعيل فاعلات | زاهد وسائي مسجد ۽ برهمڻ مڙهي،<br>پانهو انهي جو آهيان، جو دل ۾ ڳڙهي. |
| ” اخرب | مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن | ڪهڙي نه حال ۾ ڪين بيعقل کي ملي مانُ،<br>آئتو ڪرڻ جي سبتو 'نادان' آهي نادان. |
| ۱۱- منسرح مثمن<br>مطوي مکشوف<br>” ” موقوف | مفتعلن فاعلن مفتعلن فاعلن<br>مفتعلن فاعلات مفتعلن فاعلات | حسن جتي تون ڏسين، پاڻ فدا ڪر ڪٿي،<br>اک ڏسين جي، سرمو ٿيءُ، زلف ڏسين، ٿي ڦٽي. |
| ” محذوف | مفتعلن فاعلات مفتعلن فاع | عمر نه گهرجي، جي هجي بخت نه بيدار،<br>بخت نه گهرجي، جي موافق نه هجي يار. |
| ۱۲- وافر سالم | مفاعلتن مفاعلتن مفاعلتن مفاعلتن | |

باقي ٻيا بحر اڪثر فارسيءَ ۾ ڪم ۾ ايندا آهن، تنهنڪري اهي ڇڏي ٿا ڏيون. تقطيع ڪرڻ جو نمونو ۽ مثال هيٺ ڏجي ٿو، جنهن مان معلوم ٿي سگهي ٿو ته ڪو شعر وزن ۾ پورو ۽ سندس سڀ ارڪان برابر آهن.

مثال

آب حيوان جي ڇڏي جنهن طمع، سوئي خضر آهه،
نفس جي ظلمات مان جو نڪتو، اسڪندر آهو.

'تقطيع': آب حيوان (فاعلاتن)، جي ڇڏي جنهن (فاعلاتن)، طمع سوئي (فاعلاتن)، خضر آهه (فاعلاتن).

نفس جي ظل (فاعلاتن)، مات مان جو (فاعلاتن)، نڪتو اسڪن (فاعلاتن)، در اهو فاعلاتن).

نشان: آب حيوان — جي ڇڏي جنهن

-٥--      -٥--

طمع سوئي — خضر آهه

-٥--      -٥--

## فصل چوٿون

### سنڌي شعر جي وزن بابت

هاڻوڪو سنڌي شعر فارسي بحرن تي ٺهي ٿو، ۽ غزل، قصيدا وغيره انهن مان موجود آهن. انهيءَ جي تقطيع به فارسي شعر واڱي ٿي سگهي ٿي ۽ جيڪي قانون علم عروض ۽ قافيي جا فارسيءَ وارا آهن، ۽ جن جو هن ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، سي سڀ انهيءَ سان لاڳو آهن. مگر اصلوڪو نج سنڌي شعر، ٻئي قسم جو آهي، ۽ انهيءَ ڪان سواءِ قافيي جون ٻيون ڳالهيون لاڳو ٿي ڪين سگهنديون، اگرچ زور ڪري انهن جي لاءِ ڪو به وزن مقرر ڪري سگهبو. اصلوڪي سنڌي شعر جو پهريون نمونو ته هندي دوهرن يا ڏوهڙن جو آهي، جو فارسي بيت وانگي ٻن-ٻن مصرعن مان ٺهي ٿو، ۽ جن جو پڇاڙيءَ جو لفظ هم قافيي آهي. اهڙو شعر شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ۽ ٻين ڪن شاعرن جو آهي ۽ هاڻي به اهو شعر ڪڏهن ڪڏهن چوڻ ۾ ايندو آهي. انهيءَ نموني جا ڪي بيت هيٺ مثال لاءِ ڏجن ٿا:

بيت

ڪشميري هڪ جوان پڻ هو آيو گهوٽ ونسان،
شعر عجب جنهن تي چيا، ڏاڍي سوز منجهان.

شعر سندس پڻ هو مٺو، پيو مٺو وڃيو تي ساز،
ڳايئين تي پڻ چنگ تي، مٺو سندس آواز.

وڃي سو پردي پڻيان، هو ڪشنده و آڪاٿيون،
منهن موچارو هو سندس، ۽ اکيون نماڻيون.

وئندي شهزاديءَ کي هئي انهيءَ جي ٻولي،
آيس آرام آن مان، چڻ مايس تي لولي.

تنهن کان پوءِ وري ٻن کان وڌ ڪ مصراعن وارا هم قافيي بيت چوڻ ۾ آيا، جيئن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ آهن. انهيءَ جو به وزن اڪثر اهوئي ساڳيو آهي. انهيءَ نموني جا ڪي بيت به هيٺ ڏجن ٿا:

بيت

جت زوراور ذات، ساري ويا مسڪين کي،
آڏائي ويا اوچتو، آريءَ کي اڌ رات،
ننڊ ۾ نڌوريءَ کي ساري ڪيائون مات،
ووءِ ووءِ وائي وات، هوت وڃايئين هنج مان.

هوت وڃايئين هنج مان، رلي ڏري روهه،
ڀڃائي ڀنڀورءِ وٽ، سائين تنهنجو ڏوهه،
ڪيچو آءَ ڪوليان ڪيچ ڏٺين کي ڪوهه،
ڪنهن جو ڪونهي ڏوهه، امر الاهي آئيو.

جيئن فارسي بيتن مان هي بيت موافق هئا، تيئن فارسي غزلن سان وري وايون ۽ ڪافيون موافق هيون، جي پڻ وزن ۾ گهٽو ڪري بيتن جهڙيون هيون ۽ غزل وانگر شاعر جو نالو به پڇاڙيءَ ۾ ايندو هو.

غزلن وانگي اهي به ڳائڻ ۾ اينديون هيون. آهي اڃا به چوڻ ۾ ڳائڻ ۾ اينديون آهن.

انهن کان سواءِ به انهيءَ قسم جو نج سنڌي شعر، مداحن، لولين، اوسرن ۽ ٻارن جي راندين جو ٿيندو آهي، جنهن کي حقيقت ڪري شعر چئي نٿو سگهجي، مگر وزن انهيءَ جو به گهٽو ڪري اهڙو ئي آهي.

هاڻي انهيءَ مثنين شعر جو وزن فارسي ارڪان ۾ هيءَ ٿي سگهي ٿو:
مستفعلن فاعلن مستفعلن فاع
يا وري، مفتعلن متفاعلن مفتعلن مفعول
يا وري، مفاعلين فاعلن مفاعيلن فاع
يا وري، مفعولن متفاعلن مفعولن مفعول.

معلوم هجي ته اوائل جي سنڌي شعر ۾، قديم شاعرن، جيئن ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ٻين، بيت جي ڪن مصراع ۾، ڪا قرآن جي آيت يا ڪا حديث آندي آهي، جنهنڪري اها مصراع ٻين مصراعن کان گهٽو وڌي ٿي وڃي ٿي، ۽ اها لاچاريءَ جي حالت آهي. ٻيءَ طرح اهڙي ڏگهائي ۽ ڇوٽائي روا رکي نٿي سگهجي. اهڙي قديم شعر جون ٻيون به ڪي خاصيتون آهن، جي اسان شاهه صاحب جي احوال ۾ سنڌس شعر جي بيان ڪندي ڏنيون آهن. اهڙي ڏگهي مصراع واري بيت جو هڪڙو مثال هتي ڏجي ٿو. ٻيون قديم شعر جون ڪي خاصيتون، جي هاڻي شمار ۾ عيب آهن، سي هيٺ ٽئين باب جي ٽئين فصل ۾ ڏيون.

بيت

ڪونهي قادر ڪو ٻيو انهيءَ جو ڀاڳ،
"قل لن يصيبنا الا ماكتب الله لنا هو مولانا"، ايءَ معذرت ماڳ،
سهوئي سياڳ، ماروئي مساوي ڪيو.

ڪافيون يا وايون به نج سنڌي شعر آهي، جيئن سنڌي دوهرو ٻن مصراعن واري فارسي بيت يا فرد جي مقابل آهي، تيئن سنڌي لوڙائو بيت قطعي جي مقابل آهي، ۽ ڪافي يا وائي غزل جي مقابل آهي. ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ مثنوي جي موافق شعر آهي، ۽ رسالي ۾ ڪافائتي جي ترجيع بند جي موافق آهي. گهڻا سنڌي غزل آهن، جي ڪافين وانگي هڪڙي نه ٻئي سر ۾ ڳائي سگهجن ٿا. ڪافي جي لاءِ ڪو خاص بحر مقرر ناهي، اڪثر ڪافيون ٽهرين ٽن قسمن جون آهن: هڪڙيون يڪيون، ٻيون ڏيڍيون ۽ ٽيون ٽهرڪ ۾ ڪڏهن هڪ تڪ هوندي آهي، ڪڏهن ٻه ۽ ڪڏهن ٽي به. ٽهرين مصراع، ٿل يا ورائي وانگي وري وري، هرهڪ مصراع پٺيان ڳائي آهي. هر قسم جا مثال سچل فقير جي رسالي مان ملي سگهندا ۽ واين جا مثال شاهه جي رسالي مان.

# باب ڏهون

## قافيي جي بيان ۾

## فصل پهريون

### قافيي ۽ رديف بابت

جهڙيءَ طرح شعر جو وزن علم عروض تي تعلق ٿو رکي، تهڙيءَ طرح شعر جي بيهڪ علم قافيي تي تعلق ٿي رکي. انهيءَ ڪري شاعرن کي هنن ٻنهي علمن جو ڄاڻڻ ضروري آهي. ’قافيه‘ لفظ ’قفا‘ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ عربيءَ ۾ آهي، پٺيان هلڻ. اصطلاحي معنيٰ موجب ’قافيه‘ اهو لفظ آهي، جو شعر جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ۽ جنهن جي پٺيان ٻن شعرن جون پڇاڙيون لڳن. ڪي پڇاڙيءَ واري ساري لفظ کي ’قافيه‘ چوندا آهن ۽ ڪي فقط پڇاڙيءَ واري حرف کي، جو وري وري اچي. قافيي جي لاءِ ٻه شرط ضروري آهن: هڪڙو اهو ته قافيي وارو لفظ صورت ۾ يا معنيٰ ۾ مختلف ۽ علحدو هجي، ساڳيو نه هجي، يا جي ٻنهي جي صورت هڪڙي هجي ته معنيٰ ضرور ٻي هجيس، مثلاً ڀاڻ، پاڻ، ساڻ، ڪاڻ ۽ ماڻ. اهي سڀ لفظ قافيو ٿي سگهن ٿا، مگر جي لفظ ’ڀاڻ‘ ٻن معنائن سان وري وري آيو ته حرڪت ڪانهي- هڪڙو ڀاڻ ٻنيءَ جو ۽ ٻي ڀاڻ مٽيءَ جي ڦيري يا مغروري. ٻيو اهو ته، اهو لفظ مستقل ۽ قائم نه هجي، پر جي هوندو ته انهيءَ کي قافيو نه چئبو پر ’رديف‘ چئبو. مثلاً هڪڙي مصراع جي پڇاڙيءَ ۾ آهي ’ڀاڻ آيو‘، ۽ ٻيءَ ۾ آهي ’ساڻ آيو‘، ته ’آيو‘ لفظ جو وري آيو سو قافيو ناهي، رديف آهي ۽ ”ڀاڻ“ قافيي وارو لفظ آهي.

’رديف‘ لفظ جي معنيٰ عربيءَ ۾ آهي وهٽ تي پٺيان ويٺل سوار. اصطلاحي معنيٰ موجب، اهو لفظ جو قافيي جي پٺيان ٿو اچي. جنهن شعر ۾ فقط قافيو آهي، رديف ڪونهي، انهيءَ کي ’مقفي‘ ٿا چون ۽ جنهن ۾ رديف به آهي انهيءَ کي ’مردف‘ ٿا چون.

**قافيي جا حرف:** قافيي جا مڙئي نَوَ اکر ٿا ٿين، پر رواج ۾ اڪثر ست ايندا آهن. قافيي جو پويون اکر، جو ضرور وري اچي ٿو، تنهن کي 'روي' ٿا چون. جي روي کان ڇار حرف اڳ ايندا آهن، انهن جا نالا ترتيبوار هي آهن: 'ردف'، 'قيد'، 'تاسيس' ۽ 'دخيل'، ۽ جي روي کان چار حرف پوءِ ايندا آهن، تن جا نالا ترتيبوار هي آهن: 'وصل'، 'خروج' 'مزيد' ۽ 'نائره'. روي کان اڳيون اکر جي حرف علت ساڪن هوندو، يعني الف يا و يا ي ساڪن هوندو تہ انهيءَ کي 'ردف' چئبو، جيئن تہ ايمان عثمان ۾ ن روي آهي، ۽ انهيءَ کان اڳيون الف ساڪن ردف آهي. پر جي حرف علت کان سواءِ ٻيو ڪو حرف صحيح آيو تہ انهيءَ کي "قيد" چئبو، جيئن تہ درد–سرد ۾ د روي آهي، ۽ ر قيد آهي، وري روي کان اڳ ساڪن الف ۽ روي جي وچ ۾ جيڪو حرف ايندو، تنهن کي 'دخيل' چئبو ۽ انهيءَ ساڪن الف کي "تاسيس" چئبو، مثلاً باور، داور ۽ خاور ۾ ر روي آهي، و دخيل آهي، الف تاسيس آهي.

ساڳيءَ طرح روي کان پوءِ يا ان جي پٺيان جيڪي چار حرف ايندا، تن مان پهرئين کي 'وصل'، ٻئي کي 'خروج'، ٽئين کي 'مزيد' ۽ چوٿين کي 'نائره': مثلاً لڏي ويوس، چڙهي ويوس، ڪڍي ويوس. انهن ۾ ڇڏي واري ي آهي روي، ۽ انهيءَ کان اڳيون اکر ڏ آهي قيد، ۽ انهيءَ کان پويون پهريون اکر و آهي، وصل ي آهي خروج، و آهي مزيد ۽ س آهي نائره.

مٿين حرفن مان جيڪو ردف جو اکر روي سان گڏ اچي، انهيءَ کي 'ردف اصلي' چوندا آهن. ۽ روي ۽ ردف اصلي جي وچ ۾ ڪو حرف ساڪن هوندو آهي يعني دخيل، تنهن کي 'ردف زائد' چوندا آهن جيئن تہ دوست ۽ پوست ۾ ت روي ۽ س ردف زائد آهي، ۽ ردف اصلي آهي. اهو ردف قافيي جي لاءِ ضروري آهي. جي نہ آيو تہ قافيو غلط آهي – مثلا دوست سان راست قافيو ٿي نہ سگهندو، ڇا لاءِ جو ردف اصلي مختلف آهي، دوست سان ڪوفت قافيو ٿي سگهندو، ڇا لاءِ جو ردف زائد مختلف آهي. ساڳيءَ طرح تير سان ڪير هم قافيي ٿي سگهندو، اگرچ ساڳيو اکر ٻنهي ۾ آهي، مگر انهن جي حرڪت ڦريل آهي.

ساڳيءَ طرح يعني ردف وانگي قيد وارو حرف مختلف آڻڻ بہ ناجائز آهي– مثلاً تخت جو قافيو بخت يا طشت ٿي نٿو سگهي ۽ دخيل واري حرف جو موافق هئڻ ضروري ناهي، جيئن تہ حاصل جو قافيو ڪامل يا مائل ٿي سگهي ٿو. مگر وصل ۽ خروج جو قافيي ۾ وري وري اچڻ ضروري آهي. رديف مختلف ٿي ڪين سگهندو، سواءِ خاص طرح شعر ۾ اطلاع ڏيڻ جي.

قافيي جا اعراب يا حرڪتون: قافيي سان ڇهه اعراب يا حرڪتون تعلق ٿيون رکن: رويءَ کان اڳي واري ڀرئين اکر جي حرڪت کي 'توجيه' چوندا آهن، ۽ انهيءَ جو موافق يا هڪجهڙو هئڻ ضروري آهي: مثلاً دلبر ۽ صابر هم قافيي نه ٿيندا. ردف ۽ قيد کان اڳي واري حرف جي حرڪت کي 'حذو' چوندا آهن، انهيءَ جو به مختلف ٿيڻ روا ناهي. مثلاً هيند ۽ بند هم قافيي ٿي نه سگهندا تاسيس واري ساڪن حرف علت جي مٿان آيل زبر کي 'رس' چوندا آهن، ۽ دخيل واري حرف تي آيل حرڪت کي 'اشباع' چوندا آهن: روي ۽ وصل گڏ اچن ته الهن جي اڳيان آيل حرڪت کي 'مجري' چوندا آهن. الهيءَ جو اختلاف درست ناهي، اگرچ ڪي روا رکن ٿا، جيئن آهسته ۽ دسته. وصل خروج گڏ، توڙي خروج ۽ مزيد گڏ ايندا، ته انهن جي مٿان آيل حرڪت کي 'نفاذ' چوندا آهن، ۽ اهو سدائين هڪجهڙو هئڻ گهرجي.

قافيي جا قسم: قافيو ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو 'مقيد' ۽ ٻيو 'مطلق'. مقيد اهو آهي جنهن ۾ رويءَ وارو حرف ساڪن ڇڏيل نه هجي، پر جي وصل وارو حرف ساڪن ڇڏيل هوندو ته انهيءَ کي 'مطلق' چئبو. وري جي 'مقيد قافيي' ۾ قافيي جي حرفن مان ڪو به ٻيو حرف نه هوندو، ته انهيءَ کي 'مقيد مجرد' چوندا، جيئن ته سرور، دلبر، ۽ جي اهڙو ڪو ٻيو حرف هوندو، ته ان جي انهيءَ حرف سان نسبت ڪندا، جيئن ته ردف سان مقيد، يا قيد سان مقيد ۽ ساڳيءَ طرح جي روي مطلق سان وصل جو حرف گڏ هوندو، جيئن ته سروري، دلبري، ته انهيءَ کي 'مطلق مجرد' چئبو ۽ جي قافيي جي حرفن سان ٻيو ڪو هوندو، ته انهيءَ جي ان حرف سان نسبت ڪندا، جيئن ته قيد سان مطلق يا ردف سان، يا خروج سان، يا نائره سان.

ٻيءَ طرح سان به قافيي جا ٻه قسم آهن: هڪڙو 'اصلي' ٻيو 'مصنوعي يا بناوتي'. "اصلي" اهو آهي جو لفظ پاڻ قافيي هئڻ جو لائق هجي ۽ مفرد معنيٰ وارو هجي. "مصنوعي" اهو آهي جو مرڪب هجي يا ٻئي سان گڏيل. مثلاً مان، ران. شان سان ڪالهه اچي ٿو جو هو ڀريان اصلي لفظ آهن ۽ پوئين ۾ ٿي لفظ وجهه سان قافيو ٺهيو آهي.

حرڪتن ۽ سڪون جي نظر تي قافيو چئن قسمن جو آهي: پهريون 'مترادف'، جڏهن قافيي ۾ ٻه ساڪن حرف گڏ اچن، جيئن ته يار ۽ ڪار، ٻيو 'متواتر'، جڏهن هڪڙو متحرڪ حرف ٻيو ساڪن هجي، جيئن ته گردن، پرتن، ٽيون 'متدارڪ'، جڏهن پنهي لفظن ۾ رويءَ کان اڳي، متحرڪ ۽ ساڪن حرف ٻه پيرا ترتيبوار اچن، جيئن ته بصر، بتر، ۽ چوٿون 'متراب'، جڏهن رويءَ کان اڳي ٽي حرف اچن، جيئن ته سحري، بحري.

## فصل ڇهون

### قافيي جا عيب

قافيي جا چار عيب آهن، جن کان گوشو ڪرڻ کپي: هڪڙي جو نالو 'اقوا' آهي، يعني بي سرو ٿيڻ. اصطلاحي معنيٰ موجب جڏهن روي يا قيد کان مٿي يا اڳي واري حرڪت مختلف ٿئي. مثلاً دَر سان دُر قافيو ٿئي، يا مست سان مست. ٻئي جو نالو 'اڪفا' آهي، يعني ڏنگو ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ موجب جڏهن روي جو حرف اهڙي حرف سان بدلجي، جو وات سان ساڳي جاءِ تان نڪرندو هجي. مثلاً هڪڙي ۾ قاف ۽ ٻئي ۾ ڪاف يا گاف، جيئن شڪ سان سگ. ٽئين جو نالو 'استاد' آهي، جڏهن ردف جو حرف مختلف هجي. مثلاً زمان سان زمين، مڪان سان مڪين. ۽ چوٿين جو نالو 'ايطا' آهي، يعني پائمال ڪرڻ. اصطلاحي جي معنيٰ موجب جڏهن قافيو وري وري اچي. انهيءَ جا ٻه قسم آهن: هڪڙو 'جلي' ۽ ٻيو 'خفي'، يعني هڪڙو ظاهر ٻيو ڳجهو. جلي تڏهن آهي جڏهن روي هڪڙو اهڙو حرف ڪجي، جو اصل هئڻ جو لائق نه هجي، ٻئي حرف سان گڏ اچڻ جهڙو هجي؛ جيئن مصدر جي نشاني يا مضارع هجي. مثلاً مارڻ سان گڏڻ، ڪٽڻ سان ڪاٽڻ، بهتر سان بتره. 'خفي' تڏهن آهي، جڏهن قافيي جو وري وري اچڻ ظاهر نه هجي. جيئن ته آب سان گلاب ۽ شراب. اهو قافيو عيبدار آهي مگر روا رکيو ويو آهي؛ بشرطيڪ قطع يا غزل ۾ ستن بيتن کان پوءِ ايندو، ۽ قصيدي ۾ چوڏهن بيتن کان پوءِ.

## فصل ٽيون

### شعر جا عيب

شعر ۾ ڪيترا عيب ٿيندا آهن، جن کان گوشو ڪرڻ گهرجي. اهي هي آهن:

پهريون عيب 'مناقضه' يعني بيت جي ٻنهي مصراعن جي معنيٰ يا مضمون ۾ ڇڳائي ۽ گهٽتائي جو اختلاف، يعني جڏهن هڪڙي مصراع ٻيءَ جي برخلاف هجي يا گهٽ وڌندڙ ۽ موافق هجي. مثلاً شيخ سعدي هڪڙي گهوڙي جي تڪائيءَ جي تعريف ڪندي چيو آهي ته:

بيت

تڪو جيئن ٿي نئي ڊوڙي اُرپٽ مٿي،
مٿيءَ جان هٿيان واءُ رهجي پوي.

هاڻي پهرين مصراع ۾ گهوڙي کي انهيءَ نئي سان مشابه ڪيو اٿس، جا برپٽ تي ڊوڙندي وڃي. ۽ ٻيءَ مصراع ۾ وري انهيءَ کي واءُ سان مشابه ڪيو اٿس.

ٻيو عيب 'تقديم' ۽ 'تاخير'، يعني اڳي-پوءِ ڪرڻ. هي عيب لفظي به ٿي سگهي ٿو ۽ معنوي به. لفظيءَ جو مثال هي آهي، جو نظاميءَ جو چيل آهي:

بيت

هنيئين تير اهڙو ڇڪي ٻيگ زره،
جو هن جو بدن پيو ڇڄي ۽ زره.

هتي پهرين زره آڻڻ گهربي هئي ۽ پوءِ بدن، ڇالاءِ جو تير پهرين زره مان لنگهي ٿو ۽ پوءِ بدن مان. اهڙيءَ طرح بعضي ضمير، اسم ۽ فعل به اڳي-پوءِ آڻيندا آهن. معنوي تقديم ۽ تاخير جو مثال اهو آهي، ته بيت جي ٻن مصراعن جو مضمون هڪٻئي ۾ سمائجي نه اچي، يا اڳي پوءِ هجي، جهڙن بيدل جي هن بيت ۾ آهي:

بيت

ڳَور اڪ منهن ڪان ٻن جهانن جي،
جي هجي در لنگهڻ جو هن گهر ۾.

هتي پهرين مصراع ۾ ٻن جهانن ڏي نهارڻ جو ذڪر آهي، نه هڪڙي گهر مان وچون در لنگهي ٻئي گهر ۾ وڃڻ جو، جيئن ٻي مصراع ۾ آهي. ٻوئين مصراع جي مضمون جو اشارو يا نشان پهرينءَ ۾ بلڪل ڪونهي.

ٽيون عيب آهي ڪلام 'تعقيد'، يعني لفظن ۾ ڪو خلل هجڻ، جنهنڪري شاعر يا ڳالهائيندڙ جو مطلب پوريءَ طرح سمجهڻ ۾ نه اچي. هي عيب به مٿين عيب وانگي لفظي ۽ معنوي ٻئي ٿي ٿو سگهي. لفظن جو مثال شيخ علي "حزين" جو هيءُ هڪڙو بيت آهي:

بيت

رو ڪنهن جي باغ جي جو آهي، هي پاڇو ڏکهو،
ورهيه ٿيا ان حرص ۾، لوڪيان ٿو ڏنيڙانئيون اڇا.

ورهيه ٿيا ان حرص ۾، تمام خراب ٿو لڳي. چوي ها ته سندس محبت ۾ يا سندس چاهه ۾. معنوي تعقيد جو مثال جاميءَ جو هي بيت آهي.

وڃو ساڳيو نه پهرين ٻن ڏڻن مان،
ٿو ڏسجين روز چنڊ جان برج هڪ مان.

چنڊ هر روز هڪ نئين برج مان نڪرو نڪري.

چوٿون عيب 'تضمين' آهي. هن جا به ٻه قسم آهن: هڪڙي 'تضمين' اها، جنهن ۾ ٻئي ڪنهن شاعر جو شعر پنهنجي شعر ۾ آڻجي، ۽ انهيءَ جو هر وقت

اطلاع ڏجي. هيءَ هڪڙي صنعت شمار ڪيل ۽ انهيءَ جو ذڪر ضابط ۾ ڏنل آهي ۽ مثال بہ اتي ڏنل آهن. ٻيو قسم 'تضمين' جو اهو آهي جنهن ۾ هڪڙي بيت جي معني ٻئي بيت جي معنيٰ سان واسطو رکندي هجي ۽ انهيءَ جي پڙهڻ وارن برابر سمجهہ ۾ نہ اچي سگهي. انهيءَ کي 'قطع بند' بہ چوندا آهن. انهيءَ جو مثال هي ٻہ بيت آهن:

بيت

اژدها جنهن هنڌ رهي، سو هنڌ سدا ويران هوءِ،
اژدها هئي بادشه جي، ٿي عجب ٻئي قسم جي.
ملڪ جنهن ۾ سا ٿئي پيدا، هجي آباد سو،
الله جو پاڇو آهي نعمت، ان جي هستي مهر ٿي.

پنجون عيب 'توارد' آهي، جڏهن ڪنهن ٻئي شاعر جي شعر جو مضمون يا خيال يا لفظ، جنسي ٻيو شاعر پنهنجي شعر ۾ آڻي، تضمين جي رستي نہ، پر اتفاق سان آڻي وجهي، ۽ اهڙو شڪ پوي تہ 'سرقہ' يا شعر جي چوري آهي. مثلاً امير خسرو دهلويءَ جو هي بيت آهي:

بيت

تنهنجي صفت بنده نواز زندگي،
ات ٿي خدائي ۽ هتي بندگي.

۽ جاميءَ چيو آهي تہ:

بيت

ٿئي ٻن ڪمن مان ٿي فرخندگي،
خداوندي آت ٿي ۽ هت بندگي.

ساڳيءَ طرح وري جاميءَ چيو آهي تہ:

بيت

ڪٻي پاسي مان پيدا آهي ٿي زال،
سنوت ڏسبي ڪٻي مان ڪانہ في الحال.

۽ نظاميءَ چيو آهي تہ:

بيت

ٿي پيدا زال جڏهن پاسي ڪٻي مان،
سنئين ڪنهن پر نہ هلندي سا ڪنهين سان.

ڇهون عيب "عدول" آهي، جڏهن ڪو شاعر زور ڪري وزن يا قافيي جي پورائيءَ لاءِ لفظ جي اصلي صورت ڦيرائي، متحرڪ کي ساڪن يا ساڪن کي متحرڪ يا متحرڪ کي مشدد، يا ٻيءَ طرح گهٽ وڌ ڪري ٿو. اهو عيب قديم استادن جو روا رکي سگهجي ٿو، مگر هاڻوڪن شاعرن جي حالت ۾ روا رکي نٿو سگهجي، سواءِ لاچاريءَ جي حالت ۾. جي ڳالهيون فارسيءَ ۾ عيب آهن، سي سنڌيءَ شعر ۾ روا رکي سگهجن ٿيون، جو سنڌيءَ ۾ فارسي لفظن جا اُچار ڦريل آهن. مثلاً اصلي عربي يا فارسي لفظ قبُر، جبُر، ۽ صبُر آهي ۽ سنڌي شعر ۾ قبر، جبر ۽ صبر آڻي سگهجي ٿو. يا تنور کي تنوّر. ڪٿي ڪي ڪٺو ڪري آڻي ٿو سگهجي، يا قافيي جي لاءِ بيان کي بيانا ۽ فراق کي فراقا ڪري ٿو سگهجي؛ جيئن اڪثر ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ آهي. ساڳيءَ طرح سڪندر کي اسڪندر.

هن عيب جا گهڻائي قسم ٿي سگهن ٿا. ڪجهڙي قسم کي 'وصل' چون ٿا. جڏهن ڪنهن لفظ ۾ ڪجهڙو حرف زياده ڪجي ۽ انهيءَ حرف جي معني شمار ۾ نه آڻجي، رڳو وزن جي لاءِ آڻجي، جيئن ٻ، ت، ڪ. يا جيئن مٿي سڪندر کي اسڪندر ۽ رستم کي روستم. ٻيو قسم قطع آهي، جڏهن ڪنهن لفظ جو ڪو حرف وزن جي لاءِ ڪڍي ڇڏجي؛ جيئن ڪبوتر جي بدران ڪوتر.

ٽيون قسم آهي 'تخفيف'، يعني هلڪو ڪرڻ. جيئن اصل شد وارو لفظ سواءِ شد جي آڻڻ، جنهن جو مٿي اشارو ڏنو ويو آهي- تنور کي تنوّر. انهيءَ جو ضد وري چوٿون قسم 'تشديد' آهي، جڏهن وزن جي لاءِ زور ڪري شد ڏجي؛ جيئن تہ زر کي زرّ، ڪٿي ڪي ڪٺو پنجون قسم آهي 'قصور'، جڏهن الف مد واري جي بدران سواءِ مد جي آڻجي، جيئن تہ آزاد جي بدران ازاد، آرام جي بدران آرام. ڇهون قسم 'اسڪان'، جڏهن متحرڪ اکر کي ساڪن ڪري ڪم آڻجي. جيئن بهتر کي بهتر يا سفر کي سفر. ستون قسم 'تحريڪ'، جڏهن ساڪن حرف کي متحرڪ ڪجي، جيئن صبر کي صبُر، ستر کي ستر.

## فصل چوٿون

### سنڌي شعر جا ڪي مشهور عيب

هاڻي اسين شعر جيا ڪي عيب هتي ڏينداسين، جي هن زماني ۾ عام آهن، ڇالاءِ جو هاڻوڪن شعر چوندڙن کي گهڻي فارسي ۽ عربي نٿي اچي، ۽ علم عروض ۽ قافيي جي قاعدن ۽ قانونن جي پوري خبر ناهي. اگرچ انهن عيبن مان ڪي اوائلي

سنڌي شاعرن به ڪيا آهن، مگر هاڻي جڏهن فارسي بحرن، وزن ۽ قانونن تي شعر چوڻ ۾ ٿو اچي، تڏهن اهي عيب غلطيون آهن جي نه ڪرڻ گهرجن. ڪي اهڙا عيب آهن جي سنڌيءَ ۾ روا رکي سگهجن ٿا، ڇا لاءِ جو زباني شعر اڪثر آواز تي منحصر رهي ٿو، ۽ اهو آواز صحيح صورتخطيءَ ۾ بيءَ طرح ٿو لکي سگهجي. تنهنڪري بهتر آهي ته اهي لفظ آواز ۾ ۽ اچار ۾ به صحيح هئڻ گهرجن ۽ صورتخطيءَ ۾ به؛ مگر لاچاريءَ جي حالت ۾ روا به رکي سگهجي ٿو.

مثلاً (۱) قافيي ۾ ت پڇاڙيءَ وارا لفظ ط سان مقابل اچن، ز وارا ض ۽ ذ سان، ج ث وارا ص سان وغيره. (۲) نون ڪڙيءَ سٽ ۾، ته ڻ بي سٽ ۾. (۳) نعرو آواز ۾ نارو سمجهي اچن. سعيو، سايو جهڙي اچن. ۽ قافيي ۾ لايو، ڪايو وغيره اچن. طعنو، تانو جهڙي، ڪانو، آنو سان هم قافيي ڪري اچن. لعل کي لال سمجهي مال، حال، چال سان هم قافيي ڪري اچن. (۴) ل کي لهه سان، ڙ کي ڙهه سان وغيره. (۵) ر کي ڙ سان قافيي ۾ اچن. (۶) پڇاڙيءَ ۾ زور ڪري الف وجهن قافيي لاءِ، جيئن ته طبيعتا، ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ اهو عام آهي. (۷) ع کي هه سان قافيي ۾ اچن، جيئن ته لاهه ۽ آهه. (۸) ز کي ج سان هم قافيي ڪري اچن. (۹) اچن ۽ لاهڻ هم قافيي ڪري اچن. (۱۰) قافيي واري حرف جي اڳين اکر جي زير ۽ زبر هڪجهڙي نه رکن، جيئن مُڙڪي سان ڪَڙڪي اچن، غلط آهي. ڪُڙڪي اچڻ گهرجي. ڪُنهي سان ڪُنهي گهرجي، نه ڪَنهي. (۱۱) اڪثر رباعي ڪنهن به چئن مصراعن واري قطعي کي چوندا آهن، پر ائين غلط آهي، جيئن رباعي جي بيان ۾ چيو ويو آهي.

مٿيان عيب سنڌ جي قديم شاعرن جي شعر ۾ به اچن ٿا، مگر هاڻي اسين اهي ڪم آڻي نٿا سگهون. مثال لاءِ هتي ڪي شعر آڻيندا سين.

شاهه جي رسالي مان

بيت

چنڊ لکئي 'منڍ'، منجهيئي شيخ ٿين،
ڪر او نڏائي 'انڊ'، ته ملان محبوبن کي.
(هتي منڍ ۽ انڊ، هم قافيي آندا اٿس.)

*

عاشق چؤ مَ ان کي، مَڪي چؤ "معشوق"،
سمجهج سو "سلوڪ"، جو ناقصائي نگيو.

*

ڪاتي جا قرب جي، سا هڏ چيري 'چم'،
عاشقن پنهنجو 'انگ'، الله ڪارڻ ورهيو.
(هتي چم، انگ يا اگ، هم قافيي آندو اٿس، جو هيئنئر بلڪل غلط ۽ ناروا آهن.)

*

ترس طبيبن جو، ڇڏڻ ڪي ڏيپ نه 'ياد'،
جو ويڄن جي 'وات'، دارو تنهن درس ڪيا.
(هتي ياد ۽ وات، يا ڪن نسخن ۾ وساد، هم قافيي آيل آهن.)

*

سر جو سچيو سچئين، ٻنگان پري 'ٻاڻ'،
وهو وجودان نڪري، ڪڙڪو ڪري 'ڪان'،
تيا جي 'نيشان'، ته پرين سين ٻورا ٿيا،
(هتي ن ۽ ڻ گڏ آيل آهن.)

جڻسي ۾ جبار جو خفي خيمو 'ڪوڙ'،
جلي تون زبان سين، چارئي پهر 'چور'،
ٻيا در وڃي م 'وڙ'، ايءَ اصل اتائين سهجي.

انهيءَ کان سواءِ هيٺيان لفظ ٻه رسالي مان ڪڍيا ويا آهن جي قافيي ۾ گڏ آيا آهن، پر هاڻي آئي نٿا سگهجن.

صباح، لاءِ، آءُ. صلاح، راهه. صراط، وات، سات. ساهه، نگاهه. جهاز، نواز، هاج. اوطاق، فراق، چاڪ، ساءُ، ماهه. جهنگ، لنگهه. ابليس، خبيث. الله، صلاح، ارواح، ساهه. آحد، سڏ. سعيو، هلايو، آيو. ٻڌ، سڌ، مڏ. سڪ، عشق. جوڙ، ٻوڙ، سوڙهه. ماڪ، تاق، چاڪ. آهه، مباح. ٻاقي، خاڪي. آزي، بازي، راضي. آهه، لڪاءِ. وات، تات، ساعت. رت، گرت، شرط. اماڙو، وارو. عبث، مس.

"ديوان گل" مان

آهي سڀ تي 'حڪم' تنهنجو نافذ،
(هتي حُڪْمَ جي بدران حُڪُمُ آيو آهي.)
سوئي ڪري 'خلق' ۾ توئي سلام حاصل.
(هتي خَلْقَ جي بدران خَلَق آيل آهي.)

هيٺين غزلن ۾ هڪڙي مصراع ۾ هڪڙو بحر آهي، ته ٻيءَ ۾ ٻيو. هڪڙي لفظ جي گهٽ-وڌ ٿيڻ جو تفاوت ٿئي ٿو جو غلط آهي،

غزل

دنيا ۾ دين ڳولڻ، آهي عبث، عبث
(وزن: مفعول فاعلاتن، مفعول فاعلن)
ريءَ درد سور 'وقت' ريءَ ريجهه رحم رقت
(وزن: مفعول فاعلاتن، مفعول فاعلاتن)

ساري غزل ۾ بيت جون ٻهريون مصراعون هڪڙي وزن جون، ۽ پهريون مصراعون ٻئي وزن جون.

غزل

منجهه ديد تنهنجي دلبر آهي مدام حظ.
(وزن: مفعول فاعلاتن، مفعول فاعلاتن)
مجلس ۾ دوستن جي آهي حضور نعمت.
(وزن: مفعول فاعلاتن، مفعول فاعلاتن)

ساري غزل ۾ اهو عيب آهي.

غزل

آهي نند ندوري ۽ آرس اپاڳ
(وزن: فعولن، فعولن، فعولن، فعول)
جنهن کي سڪ سيني اندر سوزش ڪيو
(وزن: فعولن، فعولن، فعولن، فعولن)

پهرين مصراعون ۾ انهيءَ وزن جون آهن.

ثابت علي شاهه جي مرثين مان

بند

اڄ ڏينهن جمعي جو آهي ۽ خطبي جو 'وقت' ڏس،
سو تنهن نبيءَ جي پٽ جو، تون هي حال 'سخت' ڏس.
جهمرو تم پرزا پرزا، ۽ دل لخت 'لخت' ڏس،
تنبوءَ ۾ ڏس يتيم رئن ٿا رسول جا.

هتي سخت ۽ لخت سان وقت آندو اٿس، جو اڳوڻيل سنڌي ماڻهو 'وخت' چوندا آهن.

هيءَ هيڪڙي هنڌ به اهي ساڳيا قافيا آندا اٿس.

بند

قاسم جي حق ۾ ڪاچوُن هئي موت جي 'مبارڪ'،
سڀ چاهي ماهي ٿيا پڻ سر ڳهوري تن ڪان 'تارڪ'،
سي تاصحي سڪيا ٿيا، سڀ فڪر ڪان ٿي 'فارق' (يافارڪ)،
مون تن جي فڪر فرقت نيڻين وهايا تارا.

هتي مبارڪ ۽ تارڪ سان فارق آندو اٿس، جو عام ماڻهو 'فارغ' جي بدران فارڪ چوندا آهن.

هيٺيان لفظ به ثابت علي شاهه پنهنجي هنڌن تي ڪٺا ڪري قافيا آندا آهن، جن مان ڪُجهه هائي آئي نٿا سگهجن.

سر، انور، ڌڙ، شعاع، سماء الوداع، سداء سپ، تعب، رب، راڳ، داڳ، (داغ). ڪاهه، دالهن. رت، هت، ست. مصلحت، هٿ، ست. شروع، سوهو، ڪوبڪو. سعيو، رايو، لايو. ماريو، هاريو، آيو. ڪاهجي، ڇڏائجي. آوارا، ويچارا، مرڻ هارا، حادثي ماريا.

اڄ گهر رسول جي آهي شادي ۽ 'عشرتا' (يعني عشرت)

"ديوان فاضل" ۾ رباعيون ڪنهن به هڪ وزن جون ڏنل آهن، ۽ هنن گهرجن خاص رباعيءَ واري بحر تي. هي رباعيون نه آهن پر قطعا آهن.

# پاڱو ٻيو

## باب چوٿون

### صنايع و بدايع جي بيان ۾

ڪلام جي فصاحت ۽ بلاغت لاءِ، عبارت يا لفظن ۽ معنيٰ جي خوبي ۽ موافقت جي قانونن ڄاڻڻ جو ضرور آهي، جن جو 'علم بيان ۽ "علم بدايع" سان واسطو آهي. اهي صنايع يا صفتون ٻن قسمن جون آهن: هڪڙيون لفظي ۽ ٻيون معنوي. صنايع لفظيءَ ۾ رڳو لفظن جي ظاهري صورت ۽ خوبيءَ جي نظر ٿي رهي ۽ صنايع معنويءَ ۾ باطني خوبي يا معنيٰ جي نظر ٿي رهي.

### فصل پهريون

#### صنايع لفظن بابت

۱. صنعت ترصيع: ترصيع جي لفظي معنيٰ آهي جواهر جڙڻ ۽ اصطلاحي معنيٰ آهي عبارت يا شعر ۾ ڪي لفظ خانن خانن وانگي اَئين، جي ٽُڪن ۾ موافق هجن ۽ اهڙا هجن، جي وزن ۽ قافيي ۾ برابر هجن. اهڙيءَ عبارت يا شعر کي مرصع سڏبو آهي. انهيءَ جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

روءِ تنهنجي ۾ جلوه گر ڏيو جمال،
خوءِ تنهنجي ۾ سربسر ڏيو ڪمال.

ماهہ تون، بدر جنهن جو سارو منير،
شاهہ تون، قدر جنهن جو سارو جلال.

حال سان موت ماري تنهنجو فراق،
قال سان ليت جياري تنهنجو وصال.

منجهہ شرافت نہ تنهنجو ڪوئي نظير،
منجهہ لطافت نہ تنهنجو ڪوئي مثال.

*

مي حرام آهي، جي محفل ۾ ڪر هولدو هشيار،
ننڊ حرام آهي، جي گهر ۾ آهي ياتي بيمار.

شراب اسان کان ٿيو مست، ۽ نہ ان کان اسين،
جهان اسان کان ٿيو هست، ۽ نہ ان کان اسين.

*

من خوش هجي تہ گهر بہ جهنم هوئي يا بهشت،
تن خوش هجي تہ ڪپڙو بہ ريشم هجي يا پشم.

*

ڪهڙي دل سا، جنهن مان تو ڏي ناهي راهہ،
ڪهڙي اک سا، جنهن جي تو ڏي ناهي نگاهہ.

منهنجا قبلا! تنهنجو مُنهن، مصحف مجيد،
منهنجا ڪعبا! تنهنجو گهر، بيت الحرام.

*

خوان آهي جهان، زهر لقمو،
خواب آهي حياتي، موت تعبير.

[وزن: مفعول، مفاعلن، مفاعيل.]

(ب) ترصيع مع تجنيس: جڏهن ساڳي 'صنعت ترصيع' ۾ 'صنعت تجنيس' بہ شامل هجي، يعني همجنس يا همصورت لفظ ڪم آيل هجن. جيئن هيٺ تجنيس جي بيان مان معلوم ٿيندو. مثال:

جڏهن ٿئي ڪنهن جو يار 'سرگشتو'،
ان جو ٿئي ڪم ڪار 'برگشتو'.

(١) تجنيس: جڏهن ڪنهن عبارت يا شعر ۾ هڪ جنس يا قسم جا لفظ ڪم اچن. انهيءَ جا گهڻائي قسم آهن.

(٢) تجنيس تام: تام جي معني تمام يا ڪامل، يعني پورو. جڏهن ٻہ يا زياده لفظ اهڙا ڪم اچن جي لکڻ يا پڙهڻ ۾ بلڪل هڪجهڙا هجن، مگر معني ۾ مختلف هجن؛ جيئن شاهہ جي رسالي ۾ 'جتن' جو لفظ هيٺين بيت ۾ ڪم آيل آهي:

'جتن' ڪج 'جتن' جيو، آيا ڪي ايندا،
وٺي پنهون پاڻ سين وڃان تو ويندا،
دم نہ دميندا، سڏا ويندا سائيهہ ڏي.

پيا پنهنجا مثال هيٺ ڏجن ٿا ۽ همجنس لفظن جي هيٺان ليڪ جو نشان ڪجي ٿو:

بيماري ٿئي جي ڪنهن کي سائي،
يرقان جو مرض
سڀ شيءِ ٿئي نظر اچيس سائي،
سبز
تيئن دل ۾ جڏهن جمي ٿي ڪا ڳالهه،
هر وقت پوي ٿي ياد سائي.
اهائي

*

تنهنجي دائيءَ، وار تنهنجا، جي 'ڦٽيءَ' سان ڪيا جدا،
پانهن دائيءَ جي ڦٽيءَ کان ڏار، تڏهن کهرجي ڪرڻ.
ڪلهي

*

سائي بيحال جوش کان ٿي وئي،
زال
نه سگهي تنهن کان پاڻ ۾ سائي.
ماپي، سمائجي
چاهه سان چاهه پيي، مگر کھڙي،
شوق چاء
رنگ ۾ چاهه جي کنئين جهڙي،
پڪي

*

جاء جي گل سان نه جائي ڪنهن به گل جي جاء آهه
گل جو قسر برابري

جاءِ ۾ جي جاءِ هوئي، سرهاڻ سڀڪنهن لاءِ آهه.
ڪولي گل

*

ڪوڻ جي استر کي هڪڙيءَ استريءَ کئي استري،
زال ڌوبي جي
آستري سان وار ڪوڙڻ آيو، مڙس مستري.

*

سچوئي نوش ٿين جسي تون چڙين نيش*،
سڀن جو خويش ٿين جي تون ڇڏين خويش.
عزيز پاڻ، خود مطلبي

*

پاڻ ماڻهوءَ کي ڏئي ٿو پاڻ پڻ حيوان جيئن،
پاڻ کي پائڻ، خودمطلبي، مغروري ڦيري
پاڻ ڏس آهي ڪنو، ۽ پوک لاءِ آهي پلو.
پنيءَ جو
زبان آهي سچ جي تڙڪي، آءٌ تڙڪي نٿو چاڻان،
بولي
ڇگو هو جي زبان ان جي هجي ها وات منهنجي ۾.
جيڀ

*

هن دفعي بي طرح سان اک لڳي،
نه لڳي اک، جڏهن ڪان اک لڳي.
اک انڪي ننڊ نه آئي

*

نه تو کي ترس ڪو اي شوخ، هيءَ کهڙي ٿي ترسائي،
پارسائي رحم
ذرو ڪي ترس، تنهنجي منهن ڏسڻ لاءِ آءٌ پيو ترسان.
سڪان پوهه

*لوش ۾ ليش تجنيس زائد آهي.

*

جني سر جو خير گهرن، بيزبان رهه، منجهه صبر،
رکيئين زبان، تڏهن ٿي ٿئي، قلم جي قلم.
ڪلڪ وڍيل

*

نہ فقط لڌي اچ نہ بهرام گور.
لڌي ڪين بهرام جي پڻ ٿي گور.
قبر

*

گهرين همدم جي ڪو، هڪ دم نہ هڻ دم،
پل پساهہ
هنئي جي دم، تہ پوءِ ملندئي نہ همدم.
ٻناڪ

*

حضرت جي رزمگاهہ ڏي هڪڙو کنيو قدم،
مير مٿنهن ڀنيدي نڪرندو آن دم اسان جو دم.
لحظي ساهہ

*

رخصت جا وٺي ملي، سو شگفتہ او گل ٿيو،
گلاب جو گل
ڇيو ماڻ، هيءُ چراغ بہ اچ منهنجو گل ٿيو.
اجهاڻل

*

صاف هو خط جيسين، تيسين صاف هو خط جو جواب،
ريهہ ڏاڙهي جي چٺي
ٿو اچي خط هاڻ، شايد ان کي ٻڻ خط ٿو اچي.
چٺي ڏاڙهيءَ جي ريهہ

*

ڪين قاضيءَ جـي قضا سان، ڪڏهن قـضا ٿيندي قضا،
فتوىٰ خدا جو حڪم ٽري ويندي
قاضي قضيه خـور ٻـا! مفتي ٿـيا ٻڻ مـفـت خور.

ڏسي ايءَ قـد ۽ قامت الله جـي پياري،
قـد
مٽلي حيرت مـان قـد قامت وساري.
نماز جي تڪبير

*

مـٽي ٿـي زر ٿئي اڪسير سان قناعت جـي،
مـهين جي پٽ تي، تہ ٿـيي پٽي سو بسترو پٽ جو.
ريشم زمين

*

مـرد جهي آهـي پـردو عورت جـو،
زال
ستر عورت جـو مـرد جـي ٿـي زال.
اوگهڙ

*

جـانـور ڪـي وجهي ٿـو بـنـد ۾ دام،
ڦاهي
وجـهـي مـالهوءَ ڪـي دام ۾ ٿـو دام.
پئسو ڦاهيءَ

رباعي

هر دين ۽ ملڪ تنهنجو ٿيو ۽ هر نام،
تڏهن توکي چون ڇو نہ هري ۽ هر نام؛
جڳ رام ٿيو تنهنجو، اي رحمان رحيم،
تابع

دل ڪي اچي رام رام مان تڏهن آرام.

هندن جو خدا

(٣) تجنيس ناقص: هن ڪي 'تجنيس محرف' به چون. هيءَ صورت 'تجنيس تام' جهڙي آهي، ليڪن حرفن جي حرڪتن يعني زير، زبر، پيش يا حرف علتن ۾ مختلف آهي. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

*

ڏِين هارُئون پئي چڙي ٿو ڏَين،
قرض

دين واري ڪي چِين ۾ به نه چَين.
آرام ملڪ

*

ٻه ٽُڪر ٿي پئي ٽَڪر، منهنجي جي پئي ان تي نظر،
جبل پرزا

جي ڪري بجلي، ڪري ان ڪي مٿان پنهنجي مهر.
هت ڪريو چشمن جي چشمن ڪان اوهين جاري نديون،
حوض اکين

جنت الماويٰ جي نهرن تي گذارڻ واسطي.

*

ميڙڻ مان زر جي ٿئي تي پشيماني عاقبت،
صورت ۾ ڏس ته دِرهم، دَرهم ڪان ڪم نه آهه.
پشيمان ٿيڻ پئسو

*

دِرهم جي لاءِ لت ٿئي دَرهم اسان جو حال،
پريشان پئسي

دِرهم درم ڪان دِرهم برهم جهان ٿئي.

*

ڪٿي آهي هلڊو جنهن ۾ هوئي ميڪ،
مغز
ڏلي ڪٿ آهي ڪنهن ماڪيءَ ٻنان مَتڪ.
جيت

*

ٻہ ڏينهن اوچ ڪمينو ڪري، ڪيري ٻوءِ نيٺ،
اچ آهي آپ تي مٿي، ۽ سياٽي پيرن هيٺ.

ربـاعـي

ڪرمن ڪان آءٌ تنهنجي آهيان يا رب منجهہ شرم،
سرد آهون پريان، ۽ ڳوڙها ڳاڙيان آءٌ گرم،
گهرجي نہ ڪرڻ جيڪي، ڪيو سون سوئي،
ڏس پنهنجي ڪرم ڏي، ڪين ڏس منهنجا ڪرم.
ڪم                                        لطف

(٣) تجنيس زائد: جڏهن ٻہ لفظ هڪ جنس جا، حرفن ۽ حرڪتن ۾ هڪ جهڙا هجن، مگر هڪڙي ۾ ٻئي کان هڪ حرف زياده هجي—ملڻ ۾ يا وچ ۾ يا پڇاڙيءَ ۾!

ڪنڌ تي ڪالهہ جنهن جي آيو ڪال،
اڳئين ڏينهن              موت
اچ ونـي سالهہ، آن ٻہ ميڙيو مال.
نار جي              مايا

*

کهڙي هٿي پٽاڪ، مشلن تي،
جن مٿي ’ڪالهہ‘، آيو آهي ’ڪال.

موجود منجهہ ’وجود‘ جي، حاڪم جي جود آهہ،
واجب مواجب آهي ٻہ حاجب ڪي نت ڏيڻ.
اجورو، پگهار              دربان، نوڪر

*

”آئين اڪبري“ آهي، هڪڙو عجب ڪتاب،
قاعده
اڪبر جي وقت جو آهي، آئينو بيحجاب.
آرسي

*

تيسو عشق منجهان علم لدني مون کي حاصل،
’گردن‘ بہ جهڪائي اچي گردون منهنجي آڏو.
آسمان

*

هر ڪنهن جي همت ۾ پنهنجي قسمت آهہ،
جي ’ڪشش ڪرشش‘ جي چاڻي تو راهہ.

هن ۾ ’ڪين‘ ۽ ’ڪين‘ تجنيس تام ۽ ’گهَرَ‘ ۽ ”گهَرُ“ تجنيس ناقص آهن،
’ڪمو‘، ’ڪمنو‘، ’گهر‘، ۽ ’گهار‘ تجنيس زائد آهن.

ڪين لاءِ ڪينو رکي، ڪُرڪين نہ ٿي، ڪو ڏيان ڪر،
ڪي بہ نہ ـ وير ـ دشمني
گهَرَ ۾ ويٺو خير گهُرُ، گهَرَ تي خدا جي گهار ڏينهن.

*

ماڻهوءَ ۽ جانور ۾ آهي، دل جي اڪ جو فرق،
انعام ۽ انام ۾ ٿيو فرق، عين جو.
عربي ۾ جانور ماڻهو

*

تيغ دوسر جي قاف لسان غلطان قاف ٿيو،
آيو سو جنهن مصاف ۾، ميدان صاف ٿيو.
جنگ جو ميدان

*

بهرام کي بہ گور ۾ لرزو پئي منجهہ اندام،
سُم سان فنا ٿئي سام جي منهنجي جهلي حسام.
زهر ـ پهلوان ـ ترار

ٿئي مرد، 'مراد' گهڻ ڪري جو پنهنجي،
ڪڍ 'الف' مراد مان، تہ تون مرد ٿئين.

*

حق سان تون گذار، ڪر تون پٺيءَ سڀ ڪان گذر،
سڀ خواهشون لاهہ ڏي، دنيا سڀ ڪوڙ.

*

ارزق جي اکين آڏو تہ ڌهن آئسي سياهي،
پڻ ڪي جو ڏٺئين 'دم' ۾، 'عدم' ڏي ٿيو راهي.

*

حضرت جي رزمگاه ۾ هڪڙو رکيو 'قدم'،
سر منهن پٽيندي نکرندو ان دم اسان جو 'دم'.

*

اکين جو آب 'ماهيءَ' تائين ويو، ۽ آه وئي تا 'ماه'،
اندر سوز جا شاهد ٿيا ٿہ، 'ماه' تہ 'ماهي'.

*

جڏهن چڏين 'مقصد'، تڏهن 'مقصود' حاصل ٿو ٿئي،
زيان جڏهن گڏ تا ٿين، تڏهن سود حاصل ٿو ٿئي.

*

عاشق وفا ڪري، ڪري معشوق سرڪشي،
گهرجي ٿو 'ناز' حسن کي، ۽ عشق کي 'نياز'.

*

'ساز' عالم سان تون رک، ۽ 'سوز' تون دل جو نہ ڇڏ،
'ساز' هن 'سازش' ڪرڻ جا، ٿيا اهي ٿي 'سوز ساز'.

رباعي

تون خواب ۾ آهين، ڪانہ ٿئي پنهنجي خبر،
غفلت ۾ وڃائين مفت پيو چار پهر،
'راهي' ٿيا سيئي، يار تون آهين منجهہ 'راه'،
لحظي جي حياتيءَ تي، ڪرين ڪانہ نظر.

آءٌ گدا، گهٽ کين سمجهان، پاڻ کي سلطان کان،
هن کي 'تخت' ۽ مون کي 'تختو'، هن کي 'ڇٽ'،
مون کي 'ڇٽي'.
'خَلق' هن وٽ، 'خُلق' مون وٽ، زور هت، زاري هتي،
مون 'رعايت'، آن 'رعيت'، صلح مون، جنگ هن کئي.
منهنجو 'ڪشتو'، هن جي 'ڪشتي'، منهنجي 'تاج'، هن
جي تاج،
هن جي 'لٺ'، منهنجي 'لٺ'، هن جو پٽو، منهنجي پٽي.
مٽي ڪمر بند ليڙ، گودڙي

(خلق، تاج، لٺ، لٺ، ڪشتو ۽ ڪشتي پين قسمن جون تجنيسون آهن.)

'اشرف' المخلوق جي پرک آهي اشرافت اصل،
پرک اشراف ۽ ڪميني جي تہ آهي 'اشرفي'.

*

يارو ڏسو عجيب هي زماني جو انقلاب،
خوشدل رهن ٿا 'ناري'، ۽ 'نوري' ٿيا دلڪباب.

*

ڏي وشق تا مون کي بغل ۾ وٺي،
پوستين
يا وشاق آءٌ بغل ۾ جنهن کي وٺان.
خوبصورت غلام

(٣) تجنيس مرڪب: هن کي مرفو يعني 'رفودار' بہ چوندا آهن. هن ۾ همجنس لفظ ڪم اچن ٿا، ۽ انهن مان هڪڙو يا ٻيئي مرڪب يا ٻن لفظن مان جڙيل هجن. هن جا ٻہ قسم آهن: هڪڙو 'مقرون'، جڏهن اهي ٻہ لفظ لکڻ توڙي پڙهڻ ۾ بلڪل هڪجهڙا هجن، ۽ ٻيو 'مفروق' جڏهن اهي لکڻ ۾ هڪجهڙا نہ هجن، پر پڙهڻ ۾ هڪجهڙا هجن.

مقرون

عشق سچو رکين تو 'پروانا'،
جو جلڻ جي رکين تہ 'پروانا'.

*

ٻـو نـبـيءَ جـي نئي خدا تائين،
بوعلي چڙ، ۽ 'بوعليءَ' جي ڳول.
حڪيم

مفروق

سروقد، جـو سرو جـي سـر رکـي تـو 'آفتاب'،
آفت آهي، ٿيو اکين ۾ جڳ جي ڪان جنهن 'آفت تاب'.

*

اپ جد پنهنجو، ڪـر ابـجـد اي ادا،
ٻيءَ ۽ ڏاڏو الف ٻي يعني علم
وٺ نہ ڪا علم ۽ عمل ري ڪا ڳڙي.

*

ماڻهوءَ جـي لاءِ بـد آهي، عادت 'شراب' جي،
ٿـئـي ٿـو سرير پنهنجو وڃائي ڪنا شر آب.
شرارت ۽ عزت

(٥) تجنيس مڪرر: هن کي 'مردد' ۽ 'مزدوج' بہ چوندا آهن. هن ايت جي ٻجاڙيءَ ۾ ٻہ همجنس لفظ گڏ ايندا آهن، جن مان پهرئين لفظ جي منڍ ۾، ٻئي ہوئين کان هڪڙو يا ٻہ حرف زياده هوندا آهن، يا پهرئين لفظ جو پويون ڀاڱو وري ايندو آهي، ۽ معني پنهنجي خلاصي هولدي اٿس.

رباعي

تنهنجي تـي لـڳي دوست 'پياري ٻـاري'،
جندجان جي گهٽي مون 'وساري ساري'؛
جي ڏينهن ٻہ-ٽي مري ڏنم توکي ساهہ،
گـويـا هيءَ حياتي مون 'آڏاري ڏاري'.

*

نيت نينهن سڄڻ نـيـڻ 'ملائـي، لائـي'،
ليت ورت سڄڻ جڳ کان 'ڇپائي، پائي'؛

جيڪي ڪري سو مون ڪان ڇجي، پوءِ ڪري،
جيڪي ڪائي، مون کي 'چڪائي، ڪائي'.

*

مون جا ڪئي ان هنڌ اُهي 'مڪار' سان 'ڪار'،
مون ڪان پڇو ان ڪري هو 'بيزار' ٿي 'زار'.

*

لڄ لاهي، ڏنائين مون 'دلفگار' کي 'گـار'،
داڻي ٿـي رکيائين، چڱو ٿـيو 'انبار' جو 'بـار'.

تجنيس مطرف: جنهن ۾ ٻه همجنس لفظ هجن جي حرفن ۾ متفق هجن، سواءِ پوئين حرف جي، جو مختلف ٿو ٿئي.

'ڪلال' يار جو هوئي ته نت وٺي تو 'ڪلام'،
'گلاب' ٻه ران وجهي مون تي شل 'گلال' مدام،
ڪٿي پليت پوڻ سان 'خرار' ٿئي نـه 'خراب'،
ڦڙي پليت سان، چشمو حـلال ٿئي نـه حـرام.

*

عاشق ۽ معشوق هڪ 'دلداد' ٻيو 'دلدار' آهه،
هن کي 'آزار' آهي، هو 'آزار' کان 'آزاد' آهه.

*

ڏوهه ڪنهن کي ڏجي ناحق، آهي قسمت جو قصور،
ٿيـو 'دلارام' 'دل آزار'، خـدا خـير ڪـري.

*

انـدر تنهنجي موجود ٿيا ٻئي جهان،
'معاش' آهي تـن، ۽ 'معاد' آهي جان.

تجنيس خط: هن کي 'تصحيف' ۽ 'مشابه' به چوندا آهن. هن ۾ ٻه لفظ اهڙا ڪم ٿا اچن، جي صورت ۾ يعني لکڻ ۾ هڪجهڙا آهن، رڳو لفظن ۾ يعني پڙهڻ ۾ مختلف آهن.

رات 'تاريڪ' راهه ٿـي 'باريڪ'،
سور 'ناتين' کـي نـه هـو 'تاتين'،

’دشت‘ ۽، ’دست‘ ان جو ڪو نہ وٿي،
هن کي ’تاڙين‘ پر نٿا ’تارين‘.

*

’عيادت‘ شڪل ۾ آهي ’عبادت‘،
مگر اٿ پيرا ان کان ٿي زيادت.

*

پارسا جو ظاهري تون ’پوش‘ ڪر،
پوءِ باطن ۾ پيو مئي ’نوش‘ ڪر.

*

ڪارا ڊگها ڏلائين جڏهن زلف تنهنجا ’مشڪين‘،
دل ڏني ٿيو گرفتار، عاشق ويچارو ’مسڪين‘.

*

سائو فيروزو ٿيو جي موچارو،
مشڪ ’چين‘ ۽ ’ختن‘، جو ٿيو ڪارو.

*

رومين چيو ’رنگ‘، جي ڪا گهرج ناهه،
’زنگ‘ لاهڻ جو انسان کي فڪر آهه.

*

’سفر‘ اگرچ ’سقر‘ کان ٿيو هڪڙو نقطو گهٽ،
مگر عذاب ’سفر‘ جو، ’سقر‘ کان واڌو آهه.

*

باطن ۾ آهين ظاهر، تنهنجي عجب ٿي ’چالي‘،
عالم پريل ٿيو تو سان، ۽ جاءِ تنهنجي ’خالي‘.

*

ثواب آهي ڏسڻ، جي دل جهلين تون،
’پڇين‘ جي ڪين پوءِ، بهتر ’پڇين‘ تون.

*

موڪلائيءَ مهل محبوبن کان جي ’بوسو‘ مليو،
سچ محبن کي سفر جي لاءِ چڻ ’توشو‘ مليو.

*

چاهي اسين سڀ، دهل ڌمامن سان هلياسين،
ڏيکار تہ سا 'ناز' پري 'نار' ڪٿي آهہ.

*

هڪ ساهہ لاءِ گلا اچي ٿي آهي ساري 'خلق'،
خنجر هزار هوڏي ۽ هيڏي ٿي هڪڙي حلق.
نڙي

*

هرڪنهن جي خيال ۾ آهي هر شيءِ جدا پسند،
توکي 'خودي' پسند تہ مون کي 'خدا' پسند.

*

مون کي توکان 'خدا' 'جدا' نہ ڪري،
ٿيان توکان 'جدا'، 'خدا' نہ ڪري.

*

فلڪ ٿو سادہ لوحيءَ کان ڪري مون سان 'زبردستي'،
نٿو چالي زبردست آهيان، پنهنجي 'زبردستيءَ' ۾.

*

بچين دوزخ کان، ٿي جڀ جو نگهبان،
جو هن جڳ ۾ 'زبان' آهي وڏو 'زيان'.

تجنيس مضارع: ڪي تجنيس خط ۽ مضارع هڪ ڄاڻندا آهن، ڪي ٻنهي جي وچ ۾ هي تفاوت رکندا آهن، تہ ٻن همجنس لفظن جي منڍ يا وچ يا پڇاڙيءَ وارو حرف مختلف ٿيندو آهي، يا هڪڙي حرف علت جي بدران پيو ايندو آهي.

*

مرد ڪامل جي زماني کي نہ هو ڪرلو مون کي،
چو ٿي 'ناداليءَ' ۽ 'ناداريءَ' جو درجو ڪيئين عطا.

*

هڪڙو جنہ گلخن آهي، ٻيو 'گلشن'،
ڪورو
هڪڙو 'ڪفران' آهي، ٻيو 'غفران'.

چڱا پورهيت ۽ ڪاريگر، ٻچا ۽ ٻار جي پالين،
ٿين نشي جي عادت کان يا 'ٻيڪاري' يا 'ٻيگاري'.

*

علم 'باڪار'، سود مند آهي،
علم 'بيڪار'، پائي بند آهي.

*

سچو ٿي نوش ٿين، جي تون ڇڏين نيش،
مٺائي — ايذا رسائڻ
سين جو خويش ٿين، جي تون ڇڏين خويش.
عزيز — پاڻ
[خويش ۽ خويش 'تجنيس تام' آهي.]

*

هن 'روح' خدا جي مان ٿي خوش خلق خدا جي،
هن راح خدا جي مان 'زمين' خوش ۽ 'زمان' خوش.
راحت

*

صنعت اشتقاق: هن کي 'اقتصاب' به چوندا آهن. ڪي هن کي تجنيس جي قسم مان ڄاڻندا آهن. هن ۾ اهڙا لفظ ڪم ايندا آهن، جي هڪڙي اصل مان مشتق هوندا آهن، يا هڪڙيءَ جنس جا هجن. مثال:

قطعا

'طالب' کي 'طلب' دل جي 'مطلوب' نه ٿئي واصل،
نه ته وات جي 'طلبڻ' سان 'مطلب' نه ٿئي حاصل.

*

گهرجي ٿي 'محبن' کي نت 'حب حبيبن' جي،
'محبت' ۾ ٿيڻ گهرجي 'محبوب' ڪسي مائل.

*

لس 'فرق' آهي ڪو، 'فرقا' ٿيا جي ٻاهتر،
'فراق' يار جي، آئي وڏي منجهن 'تفريق'.

صنعت سجع: سجع واري ڪلام کي 'مسجع' چوندا آهن. سجع به ترصيع وانگي تڪن وارو ڪلام آهي، جنهن ۾ ٻه يا وڌيڪ لفظ اهڙا ڪم اچن ٿا، جي وزن ۽ حرفن جي تعداد ۾ هڪجهڙا هجن. هن جا ٽي قسم آهن:

سجع متوازي: جنهن ۾ اهي لفظ وزن، تعداد ۽ قافيي ۾ هڪجهڙا هجن:

مرد 'غازيءَ' کي گهوڙو هوئي 'تازي'،
تـا ڏسي جڳ، سندس عجب 'بازي'.

*

سجع مطرب: جنهن ۾ اهي لفظ قافيي ۾ مواق هجن، مگر وزن ۽ حرفن جي تعداد ۾ مختلف هجن.

هن جي 'رفتار' آهي عمدي، هن جي 'گفتار' آهي خوب،
ٿـيـا 'ايـار' احسان ان جا، بيشـمار ان جـا ڪـرم.

سجع متوازن: هن کي 'موازنه' به چوندا آهن. هن ۾ اهڙا لفظ اچن ٿا، جي وزن ۾ موافق آهن، پر قافيي ۾ مختلف آهن. مثال:

'سـخـي' اهڙو، جـو گـنـج ڌرتـيءَ جـا،
جنهن جي 'همٿ' جي اڳيان آهن ڪي ڪين،
'ڏاهـو' اهـڙو، جـو جڳـ جـا سـي اسرار،
جنهن جي 'دل' جـي اڳيان ٿيا ڪشف يقين.

(٥) صنعت مقلوب: هن کي 'تقليب' ۽ "تجنيس قلب" به ٿا چون. لفظي معنيٰ آبتو يا آبتو ڪرڻ، ۽ اصطلاحي معنيٰ موجب اهي لفظ، جي آبتا ۽ سبتا هڪجهڙا هجن، ۽ هڪجهڙا پڙهي سگهجن. هن جا چار قسم آهن:

مقلوب ڪل: جنهن ۾ اهڙا لفظ هجن، جي سڄا سارا سبتا ۽ هڪجهڙا هجن. مثال:

'جنگ" سان "گنج" همٿ اچي تـو ٻيش،
گهٽو

'شـيـر' سان جـو وڙهي، ٿئي تـو رﻳـش.
زخمي

*

ناهي بقا زماني ۾ اقبال کي ادا،
'اقبال' کي جو اُبتو ڪرين، ٿئي ٿو 'لابقا'.

*

پنگ کي ٿا 'سنج' عربيءَ ۾ چون،
جي ڪرين تون قلب ان کي ٿئي 'جنب'.
پليد

*

'درد دل' جي ڪان لڇان ٿو، ڪنهن کي منهنجو آهي 'درد'،
'درد' جو لفظ آهيان، جو اُبتو ۽ سبتو آهي 'درد'.

*

ڪهڙي بد حال ۾، ڪين بيعقل کي مليو مان،
اُبتو ڪرين جي سُبتو، 'نادان' آهي، 'نادان'!

مقلوب بعض: جنهن ۾ ٻه يا ٽي اهڙا لفظ هجن، جي سارا اُبتا سبتا هڪجهڙا نه هجن، پر انهن جو ڪو ڀاڱو يا انهن جا ڪي حرف هڪجهڙا هجن، يا جن ۾ اکر پنهنجون جايون بدلائين ٿا. مثال:

*

'رقيب' کي نه اچڻ ڏي 'قريب'، جو ٿيو پليد،
'عبيد' ۾ آهي لاخير، رک انهي کي 'بعيد'،
غلام

*

ڪرڻ گهرجي نه جهيڙو جنگ، سر ٿو رو رسي نقصان،
پلي ٻڪ آهي 'ترڪاريءَ' جي ڪاڻ ڪان، جا 'تڪراري'.

*

اٿپڙهيل سنڌ ۾، مرحوم کي 'محروم' سڏين،
ٿا دليون کي سي دعا، پر ٿا زبانون سي پٽين.

*

ٿئين 'علم' ۾ جي ڪامل، ڪر ڀي 'عمل' کي شامل،
'عالم' جي ٿيو نه 'عامل'، دفتر لکيو ته ڇا ٿيو.

*

ڏسو ڪيئن ڇئن حرفن مان جڙن ٿا هيترا ڪلما،
لفظ
ڪلام ۽ مالڪ، ڪامل، ڪمال، اڪمل ۽ ڪملا.
جمع اڪمل جو

*

حرفن ۾ عدل ڏارا ته 'خسرو' خروس آهه،
چوٽيءَ ۾ تخت تاج عروس ۽ خروس آهه.
(عروس ۽ خروس 'تجنيس مطرف' آهي.)

مقلوب مجنح: هن کي 'مقلوب معطف' به چوندا آهن. هي 'مقلوب ڪل' جهڙا آهن، تفاوت فقط هي آهي، ته بيت جي منڍ وارو لفظ ۽ پڇاڙيءَ وارو لفظ هڪٻئي جا مقلوب آهن. مثال:

'راڳ' کي قوت روح جو چيو ٿن،
روح پنهنجو نه راڳ ڏارا 'ڳار'.

*

'درد' دل جي ڪان لچان ٿو، ڪنهن کي منهنجو آهي 'درد'،
'درد' جو لفظ آهيان، جو اُبتو ۽ سبتو آهي 'درد'،

مقلوب مستوي: جنهن ۾ ساري مصراع يا سارو بيت اُبتو سبتو پڙهي سگهجي. هي تمام مشڪل آهي. مثال:

درس مرگ آيو ادا ويا گرم سرد،
درد ۾ ايندو جهجهو دنيا ۾ درد.

(٦) صنعت ردالعجز علي الصدر: هن کي 'مطابقه' ۽ 'مصدر' به چوندا آهن.
شعر جي اصطلاح ۾ بيت جي منڍ واري لفظ کي 'صدر' چوندا آهن ۽ پڇاڙيءَ واري لفظ کي 'عجز'، ۽ وچ واري لفظ کي 'حشو'. هن صنعت ۾، مصراع يا بيت جي منڍ وارو لفظ وري بيت جي پڇاڙيءَ ۾ اچي. هن جا ڇهه قسم آهن:

پهريون قسم: اهو، جنهن ۾ بيت جو پهريون ۽ پويون لفظ صورت ۽ معنيٰ ۾ ساڳيو هڪجهڙو هجي. مثال:

'قرار' آهي دل سان ڪسيو، منهنجي يار،
سا ڏس ان جي زلفن جان ٿي 'بيقرار'.

'خمار' آهي مون کي چڙهيو ري شراب،
جو اَنُ جون ڏٺيون اکيون پِنَر 'خمار'.

'شمار' آءٌ غمن جو وڃان ڪين ٿو،
جو ٻاهر ٿيا منهنجا غم کان 'شمار'.

*

'نڪاح' آهي دفع الفساد ۽ مباح،
نسورو فساد آهي، هائي 'نڪاح'.

*

'رباب' عشق جو اوزار آهي ۽ اسباب،
انهيءَ ڪري ٿا ڪرکي عرب سڏين 'رباب'.

*

'شمع'جو سر ٿو وڍيان، غيرت کان آءٌ هرگهڙي،
تنهنجي آڏو ٿي جلي، پرواني جان اچ رات 'شمع'.

*

ڪر مرادون ترڪ، تا ماڻين مراد،
'مدعا' ڇڏ، تا ڏسين تون 'مدعا'.

*

'شاد' بندو ٿئي، جو ٿئي آزاد،
تنهنجو بندو ٿيان، تا ٿيان آءٌ 'شاد'.

[وزن: فاعلاتن، فعلاتن، فعلات.]

*

'گوشت' بنجي ٿو رت منجهان بيشڪ،
پر ٿيو رت پليد، پاڪ ٿيو گوشت'.

[وزن: فاعلاتن، فعلاتن، فعلات.]

ٻيو قسم: اهو آهي، جنهن ۾ ٻيئي لفظ صورت ۾ هڪجهڙا آهن، پر معنيٰ ۾ مختلف آهن، جيئن 'تجنيس تام' ۾ آهي. مثال:

چارو منهنجو نہ پيو ڪو تو ڏارا،
علاج

آءٌ وڻسان، جو ڏيکارين تون چارو.
رستو

'وارو' منهنجي نصيب جو ٻہ اچي،
جڏهن اچي مون ڏي يار، سون 'وارو'.

'تارو' چمڪي نہ محب منهنجي جيئن،
آهي منهنجي اکين جو، جو 'تارو'.

'پارو' ٿيو دل جي آرسيءَ جي لاءِ،
دوست دلدار منهنجو 'مه پارو'.
چنڊ جو ٽڪر

ٽيون قسم: اهو آهي، جنهن ۾ جيڪو لفظ پهرين مصراع جي حشوءَ يا وچ ۾ اچي، سو ٿي ساڳي صورت ۽ معني سان ٻيءَ مصراع جي عجز يا پڇاڙيءَ ۾ اچي. مثال:

حسن ان جو 'جان' آهي، تن جهان،
عشق منهنجي ڪان ٿي روشن جڳ جي 'جان'.

چوٿون قسم: ٻہ ٽئين قسم جهڙو آهي، تفاوت هي آهي تہ اهي لفظ صورت ۾ هڪجهڙا آهن، مگر معنيٰ ۾ مختلف. مثال:

جڏهن وڄائين ٿو تون پنهنجو ساز، سمجهہ ان جو تون راز.
وڄائڻ جو ساز

تارون ٿيون هم قوم سڀ، ڏس پاڻ ۾ تن جو تون ساز.
موافقت

پنجون قسم: اهو آهي، جنهن ۾ بيت جو پهريون ۽ پويون لفظ ۽ ڪڏهن وچ وارو لفظ هڪڙي لفظ مان نڪتل يا مشتق هجن، ۽ اصلوڪي معني ۾ متفق هجن، مگر صورت ۾ ٿورو تفاوت هجين. مثال:

آهيان نت تنهنجو اي 'حاڪم'. آءٌ تابع،
مجهه لازم آهي، 'محڪوم' کي 'حڪم'.

چهون قسم: پنجين قسم جهڙو آهي، تفاوت هي آهي ته منجهس ٻه ٻچاڙيءَ وارا لفظ هڪڙي لفظ مان مشتق ناهن، ۽ اصل معنيٰ ۾ به مختلف آهن. مثال:

'تپدار' ٻيو تپجي، جو ان وقت ٿيئس 'تپ'،
'تپي' ۾ جڏهن پنهنجي ويو، تڏهن لڳس 'تپ'.

(٧) صفت لزوم مان يلزم: هن کي 'اعنات' به چون. هنن صنعتن ۾ لکڻ وارو پاڻ تي ڪي خاص ڳالهيون زور ڪري لازم سمجهي ۽ انهن جي آڻڻ جي پاڻ تي تڪليف هموار ڪري، اگرچ قانون موجب اهڙي بندش ضروري نه هجي، رڳو سينگار يا رنگينيءَ لاءِ ائين ڪري. مثلاً هڪڙي مصراع جي ٻچاڙيءَ وارو لفظ ٻيءَ مصراع جي منڊ ۾ آڻي، يا زور ڪري ضد لفظ آڻي يا هڪڙو خاص لفظ زور ڪري وري وري آڻي. مثال:

ڇاڻا ٿيو، تنهنجا ناز اصل ڪان مون کي 'پاڻا'،
وٺيا
'پاڻا' ڏسي خالي، پيا دل منهنجي ۾ گهاڻا،
عذاب
گهاڻا ته وري تيل ۽ کڙ، ڪن به ٿا پيدا،
پيدا نه ٿئي دل سان، ڪڏهن منهنجي ڪي 'پاڻا'.
[وزن: مفعول، مفاعيل، مفاعيل، مفاعيل]

*

سڀ آهيون 'هم سفر'، 'هم سبق'، ۽ 'هم مڪتب'،
جڳهائي 'همدم'، 'همدرد' پڻ ٿيڻ جائي.
[وزن: مفاعلن، فعلاتن، مفاعلن، فعلات]

*

'زور' تنهنجي وڏو 'زمين' ۾ 'همت'،
'عقل' تنهنجي رکيو 'فلڪ' تي 'پير'.

(٨) صنعت سياقته الاعداد: جڏهن ڪي عدد ترتيبوار يا بي ترتيب ڪم آڻجن، يا ڪي صفتون يا ڳالهيون شمار ڪرڻ ۾ اچن. مثال:

خلد آٺ، ست آسمان ۽ ڇهه طرف ٿيا، پنج حواس،
چار عنصر، ٽي مواليد ۽ ٻه جڳ، هڪڙو خدا.

*

هڪ غم، ٻه غم هجن، ڪٿي ٽي غم، يا چار غم،
ويچاري دل ڪري ڪيئن، هت ٿيا هزار غم.

رباعي

ڇهني پاسن کان هيئن، ستن تارن هو،
فلڪن نون ۽ اٺن بهشتن مان لکيو؛
چار عنصر، پنج حواس، ٽي روح گڏي،
رب تو جيهو ٻن جڳن ۾ هڪ فرد رئيو.

(٩) صنعت تنسيق الصفات: هن کي 'تيسير' به چون. هن ۾ هڪڙي شئي کي گهڻن نالن ۽ صفتن سان هڪٻئي پٺيان ڪبو آهي. مثال؛

بادشاهه جي تعريف ۾

جهانگير شاهه ۽ جهاندار فرد،
جهان بخش سرور، جهان گشت مرد؛
سو لشڪرڪش آهي ۽ لشڪر شڪن،
سو شير افگن آهي ۽ سو ڪوه ڪن.
سدا راست باز ۽ سدا راست گو،
سو خوش خلق سڀ سان، ۽ سو نيڪ خو.

گهوڙي جي تعريف ۾

ملڪ جان مٺو، فلڪ جان عالي،
جبل جان ڏاڍو ۽ وڄ جان تڪڙو؛
پڇائي واڳو، ورائي گينڊو،
ڪيرائي هاٿي ۽ چيري چيتو.

(١٠) صنعت توشيح: توشيح واري شعر يا ڪلام کي 'موشح' چوندا آهن. هن صنعت ۾ اهڙا لفظ آڻبا آهن، جن جي گڏڻ سان يا جن جي مٿهڙ جي حرفن ملائڻ سان يا ڪو نالو يا لقب يا ڪو مثل نڪري. هن جا گهڻا قسم آهن؛ عام قسم اهو آهي ته هر بيت يا مصراع جو پهريون اکر گڏڻ ڪو نالو ڪڍجي. جيئن هيٺين مثال مان محمد جو نالو ٿو نڪري.

## رباعي

م- محبوب خدا حور مصطفيٰ بيشڪ آهي،
ح- حيران بشر انهيءَ ڪان جن ۽ ملڪ آهي؛
م- مخلوق جو آدم ۽ هي آدم جو شرف،
د- درگاهه انهيءَ جي منجهه زمين ۽ فلڪ آهي.

## غزل موشح "ديوان فاضل" مان

(حاجي بهلول شاهه جي ناليءَ تي)

حال هيڏو سندم ڏسي هشيار،
مان ڪا سا سون ڪرين ستار.
آهيان جنهن عجيب جو پانهو،
سو دلاسو اچي ڏني دلدار.
جنهن سندي جان ۾ لڳي جا جڙ،
تنهن سندو ساريان سدا سينگار.
يار جي ياد شاد ياري بس،
واهه اهڙو نڪو ٻيو واپار.
ٻوءِ ٻندي ٻالي، ٻلاري جي،
مغز منهنجو ڪيو بهار بهار.
چال چوکي، چڱي چلت چهرو،
جوت جاني سندي جدا جنسار.
لال لب لاڏلي سندا لاشڪ،
عاشقن لئه عجب امل اسرار.
شادماني ڏني سڄڻ پر هي،
ليو اندر جو انهي ڪڍي آزار.
آس اهڙي رکي اسير اداس،
مان محبوب سون ملي مختيار.
هي غزل عرض لئه چيو "فاضل"،
طرز توشيح جي منجهس تڪرار.

(١١) صنعت مردف: هن کي 'ترديف' به چون. هن ۾ قافيي کان سواءِ ان کان اڳي يا پوءِ رديف به هجي. رديف واري لفظ کي 'حاجت'، چوندا آهن، ۽ مردف شعر کي تنهنڪري 'محجوب' چون. مثال:

نامرد ساهہ ڏين ٿا، مال 'حرام تي'،
آهن جي مرد، سي ٿا مرڻ، 'ننگ نام تي'.

*

لطف سون تي سندئي 'هزار آهن'،
سون تي احسان 'بيشمار آهن'،

*

دل سان تنهنجي لہ سون 'عبادت ڪئي'،
نفس جي سون سدا 'اطاعت ڪئي'.

*

نفس آهي ڪيو 'تباهہ سون ڪي'،
ڪيو شيطان 'پر گناهہ سون ڪي'.

(١٢) صنعت ذوقافيتين؛ جنهن شعر ۾ ٻہ قافيا هجن. مثال؛

سکين تون ٿو عقبيٰ دليا 'سان گنهي'،
گنهي وٺ، متان تون وڃين 'ڪان ٻنهي'.

*

رهہ تون دنيا ۾ سنڀالي، 'ڏيان ڏر'،
وقت ۾ پسو نہ پنهنجو 'زيان ڪر'.

رباعي

عالم جي ڪمن ۾ گهرجي 'خاموش ٿيڻ'،
۽ جان جي عالم ۾ ڪپي 'هوش ڏيڻ'؛
ماڻهوءَ جا هجن جيسين بجا سڀ عضوا،
گهرجي ڪري سڀ عضوا 'فراموش جيئڻ'.

*

جيسين لہ ٿئين نيست، نہ ڪن 'توکي هست'،
هي مرتبو ڪيئن ملي، جي همت 'هوئي پست'؛
جڏهن شمع جان اقرار سڙڻ جو تون ڪرين،
رشتو تڏهن روشنيءَ جو ٿئي 'منهنجي دست'.

(١٣) صنعت ذوبحرين يا تلوين؛ هن صنعت واري شعر کي ''ملون'' يا ''متلون'' ٿا چون. يعني اهو شعر، جو ٻن زياده بحرن ۾ پڙهي سگهجي. مثال؛

اصل جوهر ڪي وطن ۾ جي رهڻ ڏئي ها فلڪ،
لعل ڪهڙيءَ پر اچي هٿ ها، بدخشان ڪي ڇڏي.

[اهو شعر هيٺين بن وزنن جو آهي:

فاعلاتن، فاعلاتن، فاعلاتن، فاعلات ۽ فاعلاتن، فعلاتن، فعلاتن، فعلات.]

دوست جو غم رهي يا دشمن جو،
هن زماني ۾ ڪاهي بي غم ڪو.

[اهو شعر بن وزنن جو آهي:

فاعلاتن، مفاعلن، فعلات ۽ فاعلاتن، فعلاتن، فعلات.]

ڏجي بتخاني ۾ يا مسجد ۾،
مدعا سجدو آهي ڪٿ به ڏجي.

(١٤) صنعت منقوض: اهو شعر جنهن ۾ مصراعن جي منڍ وارو لفظ ڪڍجي ته رباعيءَ جو وزن ٺهي. مثال:

'آهيان' آءٌ بانهو گنهگار، رضا تنهنجي ڪٿي،
'رهي' دل منهنجي ٿي بيمار، شفا تنهنجي ڪٿي،
'ڪٿي' طاقت جي عيوض جڳ ڪي ڏئين تون بهشت،
'رکو' سؤدو ٿيو اهو، پوءِ عطا تنهنجي ڪٿي؟

مٿيون قطعو هن وزن تي آهي: فاعلاتن، فعلاتن، فعلاتن، فعلات. انهيءَ جي مصراعن جي منڍ وارا لفظ ڪڍبا ته پوءِ سڀ مصراعون هيٺين وزن ۾ پڙهبيون، مفعول، مفاعيل، مفاعيل، فعل جو رباعي جو بحر آهي.

(١٥) صنعت محذوف: اهو شعر جنهن جي پڇاڙيءَ واري لفظ ڪڍي ڇڏڻ سان هڪڙو بحر ٻئي بحر ۾ ٿي پوي، جو رباعي جو بحر هجي. مثال:

جنهن وقت ڪنهين جو تون ڏسين عيب هنر 'ڪو'،
پنهنجو جي هٿ‌جي عيب هنر آڻ نظر 'سبو'.

ٻئي ڪنهن جو نه ڏس عيب، فقط پنهنجو ئي ڏس 'تون'،
سڀني کان اهو ڏسجي هنر بهتر 'ٿو'.

مٿين قطعي جو بحر آهي: مفعول، مفاعيل، مفاعيل، مفاعيلن. انهيءَ مان پڇاڙيءَ وارا لفظ ڪڍبا ته پوءِ هي بحر ٿيندو: مفعول، مفاعيل، مفاعيل، فعل، جو بحر رباعي جو آهي.

(١٩) صنعت تصحيف: هن صنعت واري شعر کي 'مصحف' چوندا آهن. هن ۾ اهي لفظ ڪم ايندا آهن جي ظاهري صورت يا لکڻ ۾ هڪجهڙا هوندا آهن، مگر حرڪت يا زير زبر ڦيرائڻ سان الفاظ جي معني ڦري ويندي آهي ۽ تعريف مان گلا ٿي پوندي آهي. هڪڙي صورت ۾ هو 'تجنيس خط' آهي:

'استري' پنهنجي ڏي سون کي ڏوهي،
هڪ ڪري ان سان تو کي ڏيان موٽي.

*

جڏهن ميخاني ۾ هر اهل نامعقول آهه،
مدرسي مسجد ۾ تنها پڻ فاعل ۽ مفعول آهه.

*

انسان ۽ عالم ۾ ٿيئي اهڙو جو دشمن ٿي پئي،
روز شب زاري ۽ بيزاري ڪري خوار ۽ خراب.

(٢٠) صنعت تضمين: جڏهن شاعر ٻئي ڪنهن شاعر جو شعر پنهنجي شعر ۾ آڻي ان جو اطلاع ڏئي، يا اهو اهڙو مشهور هجي، جو ائين ڪونه چوي ته چوري ڪئي آهي. مثال:

قطعو

صراحيءَ کي هڪ رات عيش ۾ چيو،
ته محفل جو سينگار آهين تون دوست،
سرفراز آهين جو پيالي اڳيان،
ڪرين سجدا، پنهنجي گسائين تون پوست.
صراحيءَ چيو جو پڇاڙ ڪيم ٿي،
'تواضع ز گردن فرازان نکوست'.

*

ڳهڻي ڪئي تنهن اوهان ماڻي، جڏهن غفلت اچي جاڳيو،
'وڃيس ويتوا وهي'، چيو شاهه ڳهڙي سان بيداري.
اندر سينگاريو، ٻاهر کي ڇڏي ڏيو، جيئن چوي 'سعدي'،
'سچو درويش تـي، توهي هجي سر تنهنجي تاتاري'.
چيو ٻئي هنڌ اٿس پڻ ظاهر ۽ باطن جي خوبيءَ لاءِ،
'اچي ڪم اسپ لاغر جنگ ۾، نا گاؤ پرواري'.

حاجت بڪلاهِ ترڪي داشتن نيست،
درويش صفت باش، ڪلاهِ ترڪي دار.
اسپ لاغر ميان بڪار آيد، روز ميدان نہ گاو پرواري.

(١٨) صنعت منقوط: جنهن ۾ اهڙا لفظ ڪم اچن، جن جا سڀ حرف نقطي وارا هجن. مثال:

چڱيءَ ٽپ پڙين، ڇڻيءَ ٽپ ڇڻين،
ٽپ ٽنيءَ جي ٽي ٽپي ڏنجهين ڏڻين.

(١٩) صنعت غيرمنقوط: هن کي 'مهمل' يا 'عاطل' يا 'مجرد' به چون. انهيءَ ۾ اهڙا لفظ ڪم اچن ٿا، جن جي حرفن مان ڪنهن تي به نقطو ڪونہ هجي.

رباعي

(عمادالملڪ جي تعريف ۾)

عالم ۾ ڪمال عالم ۽ عامل آهي،
۽ حلم ۾ هر طرح اهو حامل آهي،
حاڪم اهو اصل راهم ۽ عادل آهي،
هر علم ۾ گوهر ۽ سدا ڪامل آهي.

غزل بي نقطو "ديوانِ فاضل" مان

دلاور دلا رام دلدار لاءِ،
سدا سڪ ۾ رهي، آس رهي، رهي رساءِ.
نہ ڪر حرص، هوا، مٺهو ٿي مرهو،
طمع ڪڍ ۾ طامع، گدا گهڙ ڪساءِ.
سڪر مال مسالڪ هم حال رهه،
اڪر عطر وارو عمل ڪر الاءِ.
گدا سر سدا ڪر ڪرم ڪامگار،
سگهو واهه ڪو وصل وارو وراءِ.
مڪمل اهو مهملو ڪهه ڪلام،
اڪر مهملا هر طرح لڪ هلاءِ.
اها رسم "فاضل" مدام آهي ماهر،
سدا ڪار حامد هو ٿي ماه ماهه.

(٢٣) صنعت خيفا؛ لفظي معنيٰ هڪڙي اک جو ڪارو ۽ ٻيءَ جو اڇو هئڻ؛ ۽ اصطلاح ۾، اهو ڪلام جنهن ۾ هڪڙو لفظ نقطن وارن اکرن مان جڙيل هجي ۽ ٻيو خالي اکرن مان. مثال؛

حلم بخشش اصل ٿي الله جي،
علم زينت دائما جڳ لاءِ ٿي.

(٢٤) صنعت متصل؛ هن کي 'وُصل' به چون. انهيءَ ۾ اهڙن اکرن وارا لفظ ڪم اچن ٿا، جي پاڻ ۾ گڏي لکي ٿا سگهجن. مثال:

سمجهه تہ منجهہ جڳ جي غمن عشق سخت،
سک لہ سمهي، جنهن جي پٺي ٿئي لہ بخت.

~~سمجهہتہمنجهہجڳجيغمنعشقسخت~~
~~سکلہسمهيجنهنجيپٺيٿئيلہبخت~~

(٢٥) صنعت منفصل: هن کي 'مقطع' به چون. هن ۾ اهڙن اکرن وارا لفظ ڪم اچن ٿا، جي هميشه ڌار ڌار لکبا آهن ۽ گڏي لکي نہ سگهجن. مثال؛

زور زر آزار ري اوزار آهہ،
زور زر ڌرڙو وڏو آڌار آهہ.

(٢٦) صنعت حذف: جڏهن ڪو هڪڙو خاص اکر خصوصاً ڪو حرف علت حذف ڪري ڇڏجي ۽ اصل ڪم نہ آڻجي. مثال؛

(١) هن بيت ۾ 'واو' جو اکر ڪونهي:

رسم سهڻي ٿي سخين جي، ڪين هرگز فخر ڪن
ٿا سخا ڪن سي ڪکر جان، شرم ڪان پاڻي ٿين.

(٢) هن بيت ۾ 'الف' حذف ڪيو ويو آهي.

هو جڏهن عربن جي وچ ۾ چؤطرف جهيڙو جنگ،
ليلي ۽ مجنونءَ جي وچ ۾، صلح تڏهن هو تنگ.

(٣) هن بيت ۾ 'ي' حذف آهي؛

علم سان روشن رهن هر دوجهان،
ڏس تہ سو رهبر اهہ ۽ رهزن بہ ٿي.

(٢٧) صنعت واصل الشفتين: جنهن ۾ اهڙا اکر ڪم آيل آهن، جن جي پڙهڻ سان چپ چپن سان ٿا لڳن. مثال؛

## رباعي

ٻپور ۽ هشا ٻــ پــالا، ٻنهي ۽ ٻيو،
ٻــپ ٻنهي جا هٿا ڄڻا، مٿي سنجهه ڦٽو،
ٻــوڙا ٻــئي، ڦٽوٽ ٻئي، ٻـــ ٻيرا ٻيلا،
ٻــپ ٻڻ ٻر وانــگي، وات ٻنهي جــو ٻيو.

(۲۸) صنعت واسع لشفتين: جنهن ۾ اهڙا اکر هڪرآيل هجن، جن جي پڙهڻ سان چپ ڇپن سان نه لڳن. مثال:

لــه تــشي ڇــو هــتــان ڳــڏو تنهنجو،
ڪهڙو گهر آهي جــو نــه گهر تنهنجو،

*

توکي آزار رسي جڳ کان، ته ناهي ڪو عار،
ڪر تون ڪوشش ته رسي توکان نه جڳ کي آزار.

*

'آرني' ۽ 'لــن تــراني' ٿــيــو لــاز ۽ نياز،
عاشق سچي جــي لاءِ ٿــيــا هــي الاهي راز.

(۲۹) صنعت مدوره اهو شعر، جو چوگول لکي سگهجي، يا جنهن ٻاهي کان انهيءَ کي شروع ڪجي انهيءَ کان پڙهي سگهجي، يا جنهن جا لفظ هڪڙي ساڳئي حرف سان شروع ٿين ۽ گول لکي سگهجن. هي ٻارن جي راند يا مشغوليءَ لاءِ آهي. مثال:

ماڻهو سون کي محب سدام مڃين
منهنجي محبت مڃي مڪان مڪين

اهو هيئن لکي تو سکهجي،



*

رات ساري ڪنهن سجڻ جي هر گهڙيءَ هئي مون کي سار،
راس ڪم منهنجو ٿيو، ٿيو منهنجو جڏهن حال زار،
راز پنهنجو ان سليو مون کي، ٿي منهنجي دل بهار،
راهه حق جي سو ولي، جنهن کي محبت تن ۾ يار.

اهو هيئن لکي ٿو سگهجي:

ساري ڪنهن سجڻ جي هر گهڙيءَ هئي مون کي س

ڪم منهنجو ٿيو، ٿيو منهنجو جڏهن حال ز

(۲۰) صنعت مربع: اهو شعر، جو چورس جي چئني پاسن کان، يعني ڊگهائي يا ويڪرائي کان هڪجهڙو پڙهي سگهجي. مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| الاهي | ڪرم ڪر | اسان تي | ڪريما |
| ڪرم ڪر | اسان تي | سدائين | حليما |
| اسان تي | سدائين | رحم ڪر | رحيما |
| ڪريما | حليما | رحيما | ڪريما |
| [وزن: فعولن، فعولن، فعولن، فعولن] | | | |
| دلبر جي | دردن ۾ | آهيان نيت | بيمار آءٌ |
| دردن ۾ | آهيان نيت | بيمار آءٌ | بيدار آءٌ |
| آهيان نيت | بيمار آءٌ | بيدار آءٌ | بي يار آءٌ |
| بيمار آءٌ | بيدار آءٌ | بي يار آءٌ | غمخوار آءٌ |
| [وزن: مفعولن، مفعولن، مفعولن، مفعولن] | | | |

(٧١) صنعت مڪرر: جڏهن ساڳيو لفظ ٻہ ٻہ وڌيڪ ڀيرا وري وري اچي.

مثال:

نيڪي ڪري جيڪو، تنهن کي ملي نيت جزا جزا،
جيڪو بدي ڪري، سو ڏسي نيت سزا سزا.

*

هنئين ڪيڪين، ڀڻ کي ڪين ٿيندين، هاڻ ٿي ڪيڪين،
لہ جي ڪيڪين ٿيندين، آهين تون ڪيڪين کان ابتر.

*

ساٿيا ڪري نہ مار سچن تون ذري ذري،
پياسان نہ ڪر مون کي تون پيارا ٻري ٻري.
[سارو غزل آهي]
ترڪ لذت جي جي تون لذت ولين،
نفس جي لذت کي لذت ڪيئن سڏين.

*

ڇڏ تون مطلب تہ پورو ٿئي مطلب،
ٿئي تو مطلب بہ پردو مطلب جو.

*

گهٽو ٿي آهي ڪتي يار جي ۽ مون ۾ فرق،
هو يار جو ڪتو، آءٌ ان ڪتي جو آهيان ڪتو.

*

مينهن ٿو آءٌ قطرو قطرو وسايان اکين منجهان،
توبه سان خطرو خطرو ڇڏي منهنجي جان تن؛
هن قطري قطري قطري سان ڌوپن ٿا سڀ گناهہ،
هن خطري خطري خطري سان، ٿا ڌوهہ گڏ ٿين.

گڏ ڪر تون ڏٿو داڻو، تيون ڪن جيئن ڪ ڪيوليون،
گڏ ڪر ڦڙو ڦڙو ڪري تون، جيئن مکيون تيون ڪن.
هو داڻو داڻو داڻو، سڙي گڏ ٿين خرار،
هي ٿي ڦڙو ڦڙو ڦڙو، ماکيءَ جا مٽ ٿين.

رباعي

جي تنهنجي عبادت بہ مقيم آهي مقيم،
جي تنهنجو گناهہ پڻ عظيم آهي عظيم؛
جي تنهنجي سزا اڻا جحيم آهي جحيم،
اميد نہ ڇڏ خدا ڪريم آهي ڪريم.

رباعي

جڏهن ٿي اِءُ ٽڪس، يار کي کولي کولي،
ان لاءِ ڇڏيم ڇپر ٿي، ڇولي ڇولي؛
هاتف چيو هو تہ تو ۾ ڀولي ڀولي،
تو کي وڏو ڇو پقلائي پولي پولي.

رباعي

ڪيئن ٿي سگهي عبد کان عبادت تنهنجي،
فضل ۽ ڪرم ۽ عطا ٿي عبادت تنهنجي؛
صحرا صحرا گناهہ ٿيا منهنجا اگرچ،
دريا دريا مگر ٿي رحمت تنهنجي.

مثنوي

زبان مان رسي انسان کي نفعو ۽ ضرر،
زبان مان ئي اميد ۽ زبان مان ئي خطر.
زبان مان ئي ٿيئي افتخار آدم جو،
زبان مان ئي ٿئي انتظار عالم جو.
زبان مان ئي ٿئي انسان نيڪ بخت مدام،
زبان مان ئي ٿئي سو خوار ۽ بدنام.

**صنعت عڪس:** هن کي 'تبديل' به ٿا چون. هن ۾ اهڙا لفظ ڪم ٿا اچن، جي هڪڙي مصراع ۾ اڳيان ۽ پٺيان، ٻي ۾ وري اهي ابتا يا اڳي-پوءِ ٿي اچن ٿا. مثال:

سهڻو ٿئي جيئن، جهڙو تيئن سهڻو،
ڪونهي ڪو پيو، پيو ڪو ڪونهي.
[وزن: مفعول، فعلن، مفاعلن، فاع]
ڀوليو سون گهٽو، گهٽو سون ڀوليو،
ڏسجي نه ڪٿي، ڪٿي نه ڏسجي.
*
شراب آب بجا پيي بهار جي منڊ ۾،
جو هو حرام حلال آهي، هي حلال حرام.
*
ڪريان زماني جي ظلمن جا ڪهڙا ڪهڙا بيان،
زبان وار ٿي منهنجي، ۽ وار منهنجي زبان.
*
دل ڏاريان، هميشه غم جي همدم جا آهي،
غم ڏاريان، هميشه دل جو جو ٿيو همدم.

(٣٣) **صنعت متنافر:** جنهن ۾ اهڙا لفظ هجن، جن جي پڙهڻ ۽ اچارڻ يا وري ٻڌڻ مان نفرت يا ڏکيائي معلوم ٿئي. مثال:

هر ڪنهن جي همٿ ۾ پنهنجي قسمت آهي، پنهنجو بخت،
جي ڪنهن شئي جي ڪشش ڪوشش جي جالي ڪو ٿو راهه.

پٽ پڳ ڪپين، پٽ پڳ ڪپين، پٽ پڳ ڪپين،
چؤ تون نہ چو ھت ٿو رھين، ڇا جي تجارت ٿو ڪرين.

*

نغارو چوي ٿو تہ ڏيرج پڪڙ،
تڪڙ ڇڏ، تڪڙ ڇڏ، تڪڙ ڇڏ تڪڙ.

*

ٿا ڏڪڙ ۾ طبلا وڄن ۽ چون،
تہ ڏڪ ڏڪ ٿا ڏڪ ڏڪ ٿا ڏڪ ڏڪ لڳن.

(٣٤) صنعت متلائم: متنافر جو ضد، جنھن ۾ لفظن پڙھڻ يا اچارڻ جي نھايت نرمائي، ھلڪائي ۽ سولائي ھجي، ۽ ڪابہ ڏکيائي يا اگرائي يا نفرت معلوم نہ ٿئي. مثال:

رنج مان ويو رسي دلدار، خدا خير ڪري،
درد ۾ دل ٿي گرفتار، خدا خير ڪري!
لک ڪيم آريون نيازيون نہ مڃيئن ڪا منت،
ڪيئين اصل وصل کان انڪار، خدا خير ڪري!
جنھن کي سمجھيم ٿي سڄڻ، ھاءِ ٿري ٿيو بدخواہ،
ٿيو دلارام دل آزار، خدا خير ڪري!
[سارو غزل]

(٣٥) صنعت سليس: اھو شعر، جو تمام سليس لفظن ۾ ھجي. مثال:

سچائي سور نہ دنيا ۾ ھار ڇڏ، جو اھا،
ھلي جي لاءِ آھي لٺ، جوان لاءِ تلوار.

*

نہ چؤ تہ کھڙي عمل کان نجات مون کي ملي،
ڪري ٿو فضل تہ آھن بھانا ان کي گھڻا.

*

بساھ پاڻيءَ مان ورتي سون ھيءَ مت
نہ ڪجي غير جنس سان صحبت.

(٣٦) صنعت جزيل: سليس جو ضد. اھو شعر، جنھن ۾ ڏکيا ۽ گھرا لفظ ڪم آيل ھجن. مثال:

جي نسم پر پروانو جا، پيري جسي ڪنهن ۾ ٿو رکان،
تنهن مٿو پنهنجو آءٌ مک جان پڻ ھٿن سان ٿو پٽيان.

*

وڃ نا ڏسي زاهد جسي پڳ، تڪبجج نہ وعظ ان جو ٻڌي،
گنبذ ۾ بسي مغزيءَ جسي ڪري، اواز اڪثر ٿئي گهڻو.

*

جسي عنقا آهين پکين ۾، تسہ ڪوه قساف نہ ڇڏ،
مسواءِ قساف جسي، عنقا بسہ ٿيو 'عنا' ۽ رنج.

(٣٧) صنعت ممتنع: اهو شعر جسو ڏسڻ ۾ آسان هجي، مگر انهيءَ جي معني اونهي، پرانهين ۽ مشڪل هجي. مثال:

سلسلو اسباب جسو عسالسم ۾ ڪيئن آهي ڳنڍيل،
باغ ۾ ماکيءَ جي مک وئي، خون پرواني جو ٿيو.

(مطلب آهي تہ دنيا ۾ هڪڙي ڳالهہ جا ڪيترائي سبب آهن، ڪي ويجها، ڪي پرانها، سڀ پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن مثلاً باغ ۾ ماکيءَ جي مک گلن تي ويهي ٿي، تہ اهو بہ پرواني جي مرڻ جو هڪڙو سبب ٿو ٿئي، ڇالاءِ جو ماکيءَ جي مک ماکي ٿي ڏاهي، ۽ ماکيءَ جي ماناري مان ميڻ ٿي نڪري، ۽ ميڻ مان موم بتي ٿي ٺهي جا ٻري ٿي، ۽ انهيءَ تي پروانا اچي گڏ ٿا ٿين، ۽ منجهس پئي سڙي مرن ٿا).

دل جي اک جي آهي روشن، جسمي اک بيسود آهہ،
بساغ ۾ بيسدار آهيسان، مسثل نرگس جسي عبث.

(يعني ظاهري اک سان ڏسڻ ڪنهن ڪم جو ناهي، دل جي اک سان ڏسڻ ضروري آهي. ظاهري اکين سان ڏسڻ اهڙو آهي جهڙو نرگس جا گل باغ ۾، جي اکين سان مشابه آهن ڇو تہ رات ڏينهن انهن جون اکيون پٽيون پيون آهن، پر ڏسن ڪي بہ ڪين ٿيون).

(٣٨) صنعت بديه يا ارتجال: اهو شعر، جو هڪدم ڏسڻ يا ٻڌڻ جي چوڻ تي، سواءِ خيال ڪرڻ جي چئي ڏجي. مثال:

ڪمال اسماعيل مشهور شاعر، قتل ڪيو ويو هو، جنهن مرڻ وقت في البديه هيءَ رباعي چئي، جا پنهنجي وهيل رت سان آگر سان پاسي واريءَ پٽ تي لکي.

رباعي

دل خون ٿي منهنجي، جانگدازي هيءَ آهه،
تولاءِ سران، تنهنجي چاره سازي هيءَ آهه،
ان هوندي ڪريان صبر، ڪڇان ڪين ٿو آهه،
شايد تنهنجي نت بنده نوازي هيءَ آهه.

طغان شاهه ڏارن جي راند ڪندي ٽي ڇڪا گهريا ته ٽي ڀؤن پيا، تنهن تي رنج ٿيو. ارزقي شاعر بروقت هيٺين رباعي چئي جا مشهور آهي:

رباعي

اي شاهه! تو ڏارن کان گهريا ٽي ڇڪا،
پر ڏيپ کان اهي بدلجي ٽي ڀؤن ٿي پيا،
ٿيا ڇڪا ٽئي حڪم تي تنهنجي حاضر،
هيبت کان اهي زمين تي ٿيا اونڌا.

انهيءَ قسم جا بديه شعر ڪتابن ۾ تمام گهڻا آهن، جي اسان هتي هنڌن تي ڏنا آهن.

(٣٩) صنعت رويه: بديه جو ضد، يعني اهو شعر، جو خيال ۽ ويچار کان پوءِ چوڻ ۾ اچي. اهڙي شعر جي مثال جو ضرور ڪونهي. اڪثر شاعرن جو شعر اهڙو آهي، تڏهن به نموني لاءِ ٻه مثال هتي ڏجن ٿا:

رباعي

اي دل تو قضا خدا جي تي ٿي راضي،
مستقبل تون وساري ڇڏ ۽ ماضي،
قسمت ۾ اٿئي هڪڙو ۽ تون ڳولين ڏهه،
ڏهه توکي ڪو ڏيندا، پاڻ ٿي تون قاضي.

قطعا

مالهو آهي هميشه اڄ جو پڪ،
پوءِ ڪهڙو هجي ڀل اڄ جو حال.
ڪالهه جو ڀٽ ٿو آهي ڪنهن ڪم جو،
گرچ ان وٽ هو ڪالهه ملڪ ۽ مال.
ڪهڙي هٿ ڀي ڀٽاڪ منان تي،
جن مٿي ڪالهه آيو ڪاهي ڪال.

فخر ڪر پاڻ تي نہ ڏاڏي تي،
ماضي ڇڏ، حال وٺ ۽ استقبال.

(٤) صنعت موقوف: جڏهن هر مصراع جي پڇاڙيءَ ۾ ڪڙو اهڙو لفظ اچي، جو ٻيءَ مصراع سان لاڳو هجي، ۽ انهيءَ ڪان سواءِ جملو يا مضمون پورو نہ ٿئي. مثال:

رباعي

جنهن ۾ نہ مشابہ آهي تہ ڪو تومان، سوا
سج جي، جو اٿي صبح جو هر روز ٿو، تا
خدمت ڪري تنهنجي، پيرين پئي تو ڪي، پر
تون گوشو ڪرين، رکين نہ ان جي پرواہ.

## فصل پيو

### صنايع معنوي

صنعت تشبيہ: لفظي معنيٰ آهي مشابهت ڏيڻ يا مقابلو ڪرڻ، ۽ اصطلاحي معنيٰ آهي ڪنهن هڪڙيءَ شيءِ کي ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان ڪن صفتن ۾ مقابلو ڪرڻ. جنهن شيءِ سان مقابلو ڪجي يا مشابهت ڏجي، انهيءَ کي 'مشبہ' بہ تو چئجي ۽ جنهن کي مشابہ ڪجي، انهيءَ کي بہ 'مشبہ' تو چئجي. جنهن صفت ۾ مشابہ ڪجي انهيءَ کي 'وجہ تشبيہ' چئجي، ۽ لفظ: وانگي يا جان' يا جيئن وغيره جي مشابهت ڏيڻ ۾ ڪم ايندا آهن، انهن کي 'حرف تشبيہ' سڏبو آهي.

تشبيہ ستن قسمن جي آهي:

(١) تشبيہ مطلق: جنهن ۾ هڪڙيءَ شيءِ کي ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ ۾ ٻيءَ سان مشابہ ڪجي، ۽ 'حرف تشبيہ' ظاهر يا لڪل ڪم نہ اچن. مثال:

تلوار تنهنجي ۽ ڀالو، قلم جان دشمن جي،
سيسي وڍين ۽ چيرين ان جو سينو ٿا.

*

ٽيو زلف تنهنجو جيم، الف نڪ ۽ ڀرون نون،
عاشق نہ غلط ڪن ٿا، جو تو ڪي ٿا چون 'جان'.

*

سروَ کي ٿا چون آزاد، جو قدُ کونہ ڪري،
سرو قد تنهنجي تہ ڏس، ڪيا هي بہ ڏاڙهون پيدا.

عقل سان وات عشق جي ڳولڻ،
جڻ تہ ڳولڻ آهي ڏيئي سان سج.

*

شعر اڪري ٿو دل مان منهنجي ايئن،
اڪثر جيئن هو تنور مان طوفان.

(٢) تشبيہ مشروط: جڏهن هڪڙيءَ شئي جي ٻيءَ سان ڪن شرطن هيٺ مشابهت ڪجي، ۽ جنهن جي تہ هيءَ هن جهڙي آهي، بشرطيڪ هوءَ هونءَ هجي. مثال:

چنڊ جهڙو آهين تون، جي چنڊ کي ٽوپي هجي،
سروَ جهڙو آهين تون، جي سروَ رکندو هوئي قبا.

*

جيڪڏهن ڳالهائي ڪيولي، وار ڪي جي ساهہ هوئي،
ڳالهائيندڙ آهي سا ڪيولي، ساهہ وارو آهي سو وار.

(٣) تشبيہ الڪنايہ: يعني ڪنايہ واري تشبيہ، جنهن ۾ اشاري سان مشابهت ڏجي، ۽ حرف تشبيہ ڪم ۾ نہ اچي. مثال:

چنڊ چوڏهينءَ جي تي ڪڏهن مشڪ جي ميٽي وجهين،
يعني ڳاڻ تي — يعني سڙهو اٿو
سج ٻپهرڻ جي تي ڪڏهن برقعي جي ڪڪرن سان ڍڪين،
ڪڏهن ڪيلي لعل ۽ هيرن سان بدخشان کي لٽين،
ڏندن سان
ڪڏهن روئي موتين سان تون دريا کي شرمندو ڪرين.
هنجن سان

*

چيلهہ ۽ رانن جو ان مثل آءٌ ڪريان ڪهڙو بيان،
ڪنهن ڏٺو آهي جبل کي، تہ ڪندو هڪ وار مان.
رانون — چيلهہ
تہ مثال اک جي جو آهي تنهنجي، ڏسجي ٿو غلط،
سهوَ ڪاتب آهي ڪئي، جو عين تي نقطو ڏنئين.
اک

*

شڪستو منهنجي نه دل ڪـي ڪـريـو اي سنگدلـو!
ڇو خدا کان، ڪريو ڪو خدا جي گهر جـو لحاظ.
يعني دل
[حديث موجب ڪعبو يا بيت الله]

(٤) تشبيه التسويه: يعني برابريءَ واري تشبيه، جنهن ۾ هڪڙي صفت پنهنجي ۽ هڪڙي محبوب يا موصوف جي وٺي ۽ ٻنهي کي ٻين هڪڙي شئي سان مقابلو ڪري ۽ برابر ڄاڻي.

مثال:

لقطي دل پنهنجي مان، مون ڇيو 'وات تنهنجو جوڙيان آءٌ'،
چيئين کلي، 'سگهندو جڙي ڪيئن، وات هڪ نقطي منجهان'؛
وار جهڙي جسم پنهنجي مان ڇيم، 'جوڙيان آءٌ چيلهه'،
چيئين کلي، 'آهين چريو، ڪيئن چيلهه جڙندي وار مان'!

*

آسماني چنڊ جان چمڪين ٿو تون،
آسماني چرخ جان آءٌ ٿو ڦيران؛
پر نياني نقش جان تون حسن ۾،
پر نياني تند جان آءٌ ضعف کان.

*

منهنجي دل جـان تنگ آهي تنهنجو وات،
بلڪ سنهو منهنجو ٿيو، تنهنجي چيلهه جـان.

(٥) تشبيه العڪس: يا عڪس واري تشبيه، جنهن ۾ شاعر ٻن شين مان هڪڙيءَ کي ٻيءَ سان ۽ وري انهيءَ کي پهرين سان مقابل يا مشابه ڪري. مثال:

گهوڙن جي سنبن سان ويا جبل پٽجي ۽ ٿيا غار،
ماڻهن جـي مڙهن سـان ڀـرجي پر يا غـار جبل ٿيا.

*

ڌرتيءَ جان فلڪ خاڪ کان گهوڙن جـي سيه فام،
مردن جي ڏڪڻ ڌرتي فلڪ جان ڪئي بي آرام.

*

شام ڏٺي صبح جان پوشاڪ زرد،
صبح سينه پوش ٿيو شام جان.

(٦) <u>تشبيه الاضمار</u>، يا باطني تشبيه، جنهن ۾ هڪڙي شيءِ کي ٻيءَ سان ظاهري طرح مشابه ڪجي ۽ انهيءَ ۾ ڪو عيب ڪڍجي يا اعتراض آڻجي، مگر باطني طرح اِئين ڪرڻ مان تعريف جهڙو مدعا هجي. مثال:

چپ مٺا، نالو مٺو، پوءِ ڪيئن ڪڙا ٿيا تنهنجا ٻول،
نرم ۽ نازڪ بدن، پوءِ پٿر ڪيئن ٿي تنهنجي دل!

<u>رباعي</u>

جي چنڊ ۽ شعاع شمع جو تو وٽ ٿيو،
کهنجان ۽ پتران پوءِ، تڏهن آءٌ ڇو ٿيو،
جي شمع تون آهين، ڇو پتران پيو نو آءٌ،
جي چنڊ تون آهين، ڇو وڃان آءٌ کهنبو.

*

مست عاشق آءٌ، ڪيو مڪڙيءَ گريبان چاڪ ڇو،
نيس ڪٺل آءٌ، پوءِ ڇو لالا جو ٿيو خوني ڪفن،

(٧) <u>تشبيه التفصيل يا مغالطه</u>، جنهن ۾ پهرين هڪڙي شيءِ کي ٻيءَ سان مشابهت ڏجي، پوءِ وري ڦري پاڻ کي غلط سمجهي ٻي ڳالهه ڪري، جنهن مان اڳين کان به زياده صفت نڪري يا بهتر تعريف نڪري. مثال:

قد ۾ سرو ٿا چون هن کي،
شڪل ۾ چنڊ ٿا انهيءَ کي سڏين،
پر ڪمر سروَ کين پڌندو آهه،
چنڊ ڏوپي ڪڏهن ڏٺي تو ڪين.

*

چنڊ چوڏهين جو آهي تنهنجو مکڙو،
پر پٽيس آءٌ، ائين چيو مون غلط،
چنڊ ۾ داغ، مکڙن ۾ تس چاهون،
روشنائي منجهس ٿي تنهنجي فقط.

*

سروَ ڪي ٿا سڏين يار جو قد،
پر آهي سروَ اڻجليل ڪاٺي.

*

سروَ جهڙو آهين، پر تني سروَ کي رفتار ڪانه،
چنڊ جهڙو آهين، پر تني چنڊ کي گفتار ڪانه.

*

وات ان جي، جي مٿان آءُ تير ڏسي پاڃي ويس،
ڪو نه ٿو ڪڍهن اکر تني مير جي نقطو ڏئي.

آهي وات گل جهڙو تنهنجو اي يار،
۽ سڪڙين جان آهن پنسي تنهنجا گل.

آهي وات گل، پر نڙيو ڪين اچا،
آهن سڪڙيون گل، پر مي آهن نڙيل.

٣. صنعت استعاره: لفظي معني اڌارو گهرڻ، اصطلاحي معنيٰ هيءَ آهي ته ڪنهن لفظ جي حقيقي معنيٰ ڪيئي، اڌاري طرح ڪم آڻجي. تشبيه ۽ استعاره ۾ هي فرق آهي ته تشبيه ۾ هڪڙي شئي ٻيءَ شئي جهڙي يا مشابه چوڻ ۾ ٿي اچي، جيئن ته 'شينهن جهڙو مڙس' ۽ استعاره ۾ مڙس کي خود شينهن چوڻ ۾ ٿو اچي، ۽ حرف تشبيه جو ڪم ۾ ڪونه ٿو اچي. مثال:

'لطف جو پاڇو' يتيمن جي مٿي تي تون پکيڙ،
'ستر جي دامن' بہ عيبن تي ٻين جي تون وڇاءِ.

*

'نہ باهہ حرص جي' ۽ 'واءُ هٺ جي' سان ٿي مخول،
جو 'ماڙي عمر جي' مٿيءَ جي آهي پاڻيءَ تي.

*

جهولي دنيا جي' خلق کان خالي،
'پيٽ ڌرتيءَ' جو ٻڙ پريو نہ اچا (طاعون جي اثر کان).

*

وچ هٿن ۾ انس، ڪکر مٿنهن تي،
يعني ترار — سهڙ

چنڊ مٿي تي ۽ چرخ ران جي هيٺ.
تاج — گهوڙو

*

چنڊ يا مرجان جي چنبي ڪکر ڪاري مان ڪيئن موتي،
سيندي لڳل هٿ — وارن — ڦڙا پاڻيءَ جا

۽ ڪاري مشڪ جهڙي رات مان چنڊ نڪري ظاهر ٿيو.
مٿي جا وار — مٿنهن

*

چنڊ نمون آئي ڪرين چوڏهينءَ جي چنڊ کي وبجهو تون،
اگر — پيشاني يا مٿنهن

تڏهن چڳيا ڪيئي ڪتين جا سج مان هڪدم ٿا ٿيمن.
پگهر جا ڦڙا — منهن يا پيشاني

*

رت وسي مينهن جان، جڏهن چمڪندي شمشير جي برق،
رت ۾ پڏندا اچن ٿا ڏسجن هتي فولاد ۾ غرق.
زره پهريل پهلوان

*

جسم تنهنجو آهي ٻيڙي ۽ هي جڳ آهي درياء،
عمر تنهنجي واءُ آهي، ۽ تون سوداگر آهين.

*

شڪستي دل کي نيت عيد آهي ڪانه چو نه تڏهن گهرجي،
'مٺائي نااميديءَ' جي ۽ 'حلوو نامراديءَ' جو.

*

سخن سچ آهي جو آيري لهي ٿو،
الهندو ڪن آيرندو وات ان جو.

*

'فلڪ جي خوان تي سج چنڊ ٻه مانيون'،
انهن مان هڪڙي آهي گرم، ٻي سرد.

٣- <u>صنعت ڪنايه</u>: يعني اشارو ڏيڻ ۽ چٽو بيان نه ڪرڻ. مثال:

طبع ان جي کي سڏ قوت، ۽ وات ان جي کي چؤ لذت،
انهيءَ جي اک کي سڏ لالا، انهيءَ جي مغز کي عنبر.

٤- <u>صنعت مجاز مرسل</u>: جڏهن استعاره وانگي ڪي لفظ غير معمولي معنيٰ سان ڪم اچن، جيئن ته سبب جي جاءِ تي سبب وغيره. مثال:

عشق جو بحر هو ۽ عقل جي ڪان،
شرع جي اک ۽ دين جي هو جان.

٥- <u>صنعت متضاد</u>: هن کي تضاد، طباق، تطبيق، مطابقه ۽ اختيج به چون. هن صنعت ۾ اهڙا لفظ ڪم ايندا آهن، جي هڪٻئي جا ضد هوندا آهن. مثال:

عدل پڌرو سندس، ۽ ظلم لڪل،
جنگ ٿوري سندس، ۽ صلح گهڻو.

*

دوست سان آهي سرد پاڻيءَ جان،
باهه جان گرم آهي دشمن سان.

<u>رباعي</u>

سي آهي فنا ۽ فقر جنهن جي آئين،
نه صحو نه محو تنهن کي ۽ شڪ نه يقين؛
نا علم نه جهل، نه حقيقت نه مجاز،
نا ڪشف نه اعجاز ۽ نا ڪفر نه دين.

<u>قطعو</u>

ڪڏهن راحت ٿي دنيا ۾، ڪڏهن رنج،
ڪڏهن ڏئي مفلسي، ۽ ڏئي ڪڏهن گنج.
ڪڏهن بيداد هڪ جو، ٻئي جو ٿئي داد،
ڪڏهن بيمار هڪڙو، ٻيو رهي شاد.

٦. صنعت مراعات نظير: هن کي 'متناسب' به چوندا آهن. هن ۾ اهڙا لفظ ۽ اهڙو مضمون جو اسباب آڻبو آهي، جنهن جو هڪٻئي سان واسطو رهندو آهي، ۽ جن جي وچ ۾ مناسبت هوندي آهي. مثال:

آهي ڪٿ آرام جي 'فرصت گهڙي پل حال' ۾،
پيو 'زمانو' آهي هٿ 'ماضي' ۽ 'مستقبل' مڙئي.

*

'آب حيوان' جي ڇڏي جنهن طمع، سوئي 'خضر' آهه،
نفس جي 'ظلمات' مان جو نڪتو، 'اسڪندر' اهو.

*

نه 'باهه' حرص جي ۽ 'واءُ' هٿ سان ٿي مخول،
جو ماڙي عمر جي 'مٽيءَ' جي آهي 'پاڻيءَ' تي.

٧. صنعت تجاهل العارف: يعني پاڻ کي ڄاڻي ٻجهي نادان ۽ جاهل بنائڻ. هن ۾ شاعر ڪا ڳالهه ڀوري چوي، پوءِ پاڻ کي غلط چوي يا شڪ ذيڪاري، يا غير واقفيت يا اداني ظاهر ڪري. اڪثر لفظ 'يا'، 'خواهه'، 'متان'، 'شايد' ۽ 'مگر' وغيره ڪم ايندا آهن. مثال:

موتي آهي پنن تي، يا ماڪ جا ڦڙا هي،
نڪري ٿو گل مان دونهون، ڪوهيرو آهي يا هي.

*

هو گهوڙو، يا هو تير ڇٽو ڪنهن ڪمان مان،
هٿ ۾ تيغ يا هٿ ۾ بجلي، ڪري آسمان مان.

*

تيغ بردوش هو هڪ هڪ، يا ڪنهو بدر هلال،
گرچ نينگر هئا، رستم کي ٿي سمجهيو تن زال.

*

تون ڀچين ٿو مون کان، منهنجي ماه جي منزل ڪٿي،
منزل آهي دل ۾ ان جي، پر نه ڄاڻان دل ڪٿي.

*

هي رات آهي، يا ٿي ڪڪرن جي اونداهه،
هي خواب آهي، يا خود حالت سچي آهه.

[وزن: مفاعيلن، مفاعيلن، مفاعيل]

*

هي ڌرتي ٿيو ڌسان، يا آهي آپ هي،
نہ ڄاڻان ٿو، هو آپ آهي يا ڌرتي.

٨. صنعت ايهام: هن کي 'تخيل' بہ چوندا آهن. هن ۾ اهڙا لفظ ڪم اچن ٿا جن جا ٻہ مطلب هجن: هڪڙو ويجهو، ٻيو پرانهون. پڙهندڙ ويجهي معنيٰ سمجهي، پر شاعر جو مطلب پرانهون هجي. مثال:

ڪيرڙ آهي ستارو ۽ مضبوط،
وڻ بہ ۽ نالو بہ
ڌس تہ کهڙا نہ، ٿس ٿلها ڌونرا.
ٻانهون ۽ ڪرڙ جو ڦر

*

لازم آهي دال ڏارا پيو نہ ڪاڏو ڪاٿي زال،
ذال اکر ۽ عورت — اکر ۽ ڪاڏي جي دال
گڏ اصل پيدا ٿيا ڄاڻن ڪتابي تن جو حال.

*

گـذري وئي مشڪ جان خطا ۾ سب عمر،
گناهہ بہ ۽ ولايت بہ
وارن ۾ سفيدي ۽ سياهي دل ۾.

*

سڄو يا گهمت نہ چؤ ڪوريءَ کي، ٿيو جيئري قبر ۾ گرچ،
سندس ٿيو ناهي پيٺو پٽ، ونس تڙو ۽ اڌ لڪ ٿيو.
ڪورين جو سامان — ڪورين جو ترو — ڪورين جو
اوزار ۽ نالو — ۽ ڪلنگي — بہ ۽ چگو بہ

*

سنجهہ تصوف پير وانگي ڪاملن سان گڏيو رکي،
ڌس تہ ڪيئن پيوند سان سنڌي بہ صوفي ٿيو پوي.
گڏيل بہ ۽ قلم بہ — ساڌو بہ پيرا — درويش بہ ۽ پيرو بہ

*

غرق رت ۾ اهو مصحف جيهو رخ سارو هو،
عضوو هر هڪ تنهن پڙهندڙ جو سي پارو هو.

ٽيهه ٽڪر ۽ قرآن جو جزو.

*

خلوت ۾ رک تون دل پلي، قرآن وانگي "جمع"
نازل ٿين انجمن ۾ تہ سي پارا ٿي تون پڙ.

جمع جو ضد ۽ قرآن جا جزا.

*

سڳن پائن ۾ ٿئي اخلاق جو فرق،
ڪنهو ۽ گل ٿئي هڪ ماءُ جا پٽ.

نالا ماڻهن جا ۽ وڻ جا پاڙا.

*

جڏهن کان پيئي مون کي ملڪ نيم شب جي خبر،
تڏهن کان وسري مون کي ملڪ نيم روز ويو.

ملڪ جو نالو ۽ پهر.

*

زلف جي اوندهہ کان نڪري مٿهن ان جي جو وٽ،
واسطا وٽ، اي گنجا عاشق، خدا جا اسم وار.

وارڻ مان امر ۽ وار.

*

خط وڌيو پڻ زلف ۽ ڪاڪل وڌيا، گيسو وڌيا،
حسن جي سرڪار ۾ جيڪي وڌيا، هندو وڌيا.

هندو ماڻهو ۽ ڪاري رنگ جون شيون.

٩- صنعت لف و نشر: لفظي معني ويڙهڻ. وري کولي پکيڙڻ. اصطلاحي معني موجب پهرين ڪي شيون گڏ آڻڻ ۽ پوءِ انهن کي ڌار ڪرڻ. مثال:

دوست دشمن تنهنجي جا ڏينهن رات جان ۽ دل هجن.
وعدي ۽ دڙڪي کان شل هجي نئور ۾، هو نار ۾.

قطعو

آدمي آهي مرڪب، هڪ معجون خوب،
ٺيو بناوت ۾ مليل، ان جي مَلڪ ۽ جانور،
جي ڪري آو قصد هن جو، ٿئي چڙهي ان ڪان مٿي،
۽ ڪري جي ميل هن جو، ٿئي لهي هن ڪان بتر.

۱۰- جمع، تفريق ۽ تقسيم: هي سڀ گڏ ٿا اچي سگهن ٿا، ۽ هر هڪ جدا يا مفرد به اچي سگهي ٿو. صنعت ۾ جڏهن شاعر ٻه يا وڌيڪ شيون هڪڙي صفت ۾ آڻي گڏ ڪري، تڏهن انهيءَ کي 'جمع مفرد' يا 'جامع' سڏيندا آهن. مثال:

عاشق آهي تو تي مون جيئن آسمان،
ان سبب مون وانگي آهي بقرار.

*

چنڊ آهي يار جي منهن جهڙو ڪڏهن، يعني بدر،
۽ ڪڏهن مون وانگي ڪُبڙو آهي آو، يعني هلال.

*

سڀ ٿيو آسان منهنجي لاءِ اڄ،
ڏيتي ليتي، نيڪ بد ۽ بيش ڪم.

۲- تفريق مفرد: جڏهن شاعر بيت ۾ ٻه شيون ڌار ڌار آڻي ۽ انهن کي گڏ نه ڪري. مثال:

نه ڪَڪر تو جيهو سخا ۾ ٿيو،
تو ڪَڪر کو ڀلا وسائي زر،
هٿن مان پاڻي تو ڦيمي، ۽ هن مان رت.
منهنجيون پنبڻيون ڪٽ، ۽ ڪٽ وسندڙ ڪکر.

۳- تقسيم مفرد: جڏهن شاعر ٻن يا زياده شين کي بيت ۾ ورهائي ۽ هر هڪ ورهاڱي جي ترتيب هڪڙي قاعدي تي رکيو اچي. مثال:

عجب دلربا جا گل ۽ چپ ۽ پڻ زلف،
هڪ آهي گُل، ٻيو سوسن، ٽيون عنبر

*

تنهنجا دشمن مُٺا ٿيا شڪستا سدا،
يا ڪُٺا يا پڳا، يا پَڌا، قيد ٿيا.

*

ڪڪسٽو ٿيڻ اي شيخ گھرون، آءٌ ۽ تون ٻئي،
محراب ڏي تون ۽ ڦيرون يار جي ڏي آءٌ.

عبدالواسع جبليءَ جي قصيدي جو ترجمو

ڀڪيڙيو عدل ملڪن ۾ اسان جي بادشه پياري،
تيتر، چيلو، هرڻ، ڪوئو ٿو دشمن کان نہ ڀپ ڏاري.
سنگت ۾ باز جي ڦهريون، ڪَھڙ جو يار آهي ٻيو،
چڙي چيڻي سان گڏ ٿو ٿيون، ٻليءَ سان چوٿون گڏ گھاري،
بهادر بادشه سنجر، رکي نيت خوش رعيت کي،
دماغ ۽ دل ۽ پيشاني ۽ سٿنهن جنهن جو ٿو ڏيکاري.
صلح ۽ سانت سٺڪ پهريون، سهاڳ ۽ ڀلائي ٻيو،
ڇڳو طالع ۽ دولت ٿيو، ۽ چوٿون خلق سو واري.
ٿيو همت ان جو منجهہ بخشش، هُشيار ان جو ٻہ منجهہ ڪوشش،
قلم ان جو مٿا جياري، علم ان جو جگر ڏاري.
رسائي فيض ٿو پهريون، ڪنبائي دشمن کي ٻيو،
هلائي حڪم جگ ۾ ٿيو، ۽ چوٿون فتح کي ساري.
[سارو قصيدو]

۴- **جمع تفريق**: جڏهن شاعر ٻہ شيون گڏ آڻي ٻنهي کي هڪڙيءَ شيءِ سان مشابهت ڪري، ۽ پوءِ انهن کي ٻہ مخالف صفتن ڏيئي ڌار ڌار ڪري. مثال:

ٻيلي گلاب سان ٻئي سڙيا آهيون، آءٌ ۽ تون،
آءٌ ان جي رنگ سان آهيان، تون ان جي بوءِ سان.

*

خبر سموري حلال ۽ حرام جي ٿو رکان،
شراب تو سان حلال آهي، ٻاڻي تو ري حرام.

۵- **جمع ۽ تقسيم**: جڏهن شاعر بيت ۾ پهرين ڪي شيون هڪڙي معني ساڻ گڏ آڻي، ۽ پوءِ انهن کي ورهائي ڌار ڪري. مثال:

ٻن شين کي ٿي ضرورت، ٻن شين جي اصل ڪان،
علم کي گھرجي عمل، حڪمت کي گھرجي تجربو.

١٠. جمع، تفريق ۽ تقسيم: جڏهن هي ٽيئي ڳالهيون گڏ ڪم آڻجن. هيءَ صورت الهه مشڪل آهي. مثال:

بند آهين تون، ۽ تنهنجو بندو آءٌ پڻ بند ۾،
بند تنهنجو ٿيو عيسان، ۽ بند منهنجو ٿيو نهان،
بند تنهنجو آهي لوهه، بند منهنجو آهي غم،
بند تنهنجا پير ۽ هٿ، بند منهنجي آهي جان.

١١. صنعت مجتمع الضدين: هن کي 'توجيه' يا 'موجه' يا 'ذوالوجهين' به چوندا آهن. هن ۾ شاعر لفظ آڻيندو، جن مان تعريف به معلوم ٿي سگهي ۽ گلا به، يعني جن مان ضد صفتون نڪرن. مثال:

روشني تنهنجي منهن ڪان ٿئي اونداهه،
باغ تنهنجي قدم ڪان ٿئي پٽ پاهه.

(هن ۾ فعل جو فاعل ۽ مفعول ڪهڙو يا ٻيو ٿي سگهي ٿو، ۽ ان موجب معني خراب يا چڱي ٿي سگهي.)

١٢. صنعت مدح و ذم: يعني تعريف ۽ گلا هن جون ٻه صورتون آهن. 'مدح ڪالذم'، جنهن ۾ تعريف گلا جهڙي هجي، ۽ ٻي 'ذم ڪالمدح'، جنهن ۾ گلا تعريف جهڙي هجي. هن صنعت ۾ شاعر ڪا ڳالهه تاڪيد سان ڪري ۽ پهرين تعريف يا گلا معلوم ٿئي، پر سگهو ئي پهاڙيءَ ۾ انهن جي برخلاف معلوم ٿئي. هن ۾ لفظ: پر، مگر، ليڪن ۽ سوا وغيره ڪم ايندا آهن. مثال:

زلف ڏنگا، مگر سڌون اُس قد،
ٽت سگهو ٿس، مگر اکيون بيمار،
آهي عادل، مگر سخا جسي ڪري،
ٿيو خزاني تي پنهنجي ظلم شعار.

*

نشان ڪو به زماني ۾ ناهي آدم جو،
هزار ورهه لنگهي ويا، جو ويو مري آدم.

حضرت آدم به ۽ سچو انسان به

*

جنهن تـي نالو تنهنجو ٻـو، دنيا ۾ عزت ان لڌي،
پر نـہ ويا، جي ٿيا هٿ تنهنجي ۾ خوار ۽ خراب.
يا سڪا

*

هٿما جي ٻـاڇـي ۾ دشمن سـدائـيـن تنهنجو رهـي،
مٿي انهيءَ جي جون ڪائين هڏيون، جو ڪاهي اچي.

*

وچ تون دولتمند وٽ فـقـط قضا حاجت جي لاء،
گهرج لاهڻ ۽ ٽورو ڪرڻ ۾
گهر تونگر جـو حقيقت آهي هڪڙو جـا ضـرور.
گهرج ملڻ جي جاءِ ۽ ڪاڪوس ۾

*

جيم سجڻ ڪي لـہ ويهہ ماڻ رقيب ڪار منهين،
چيائين مرڪي، تہ هو پڻ مون ڪي چوي ٿو ائين.

قطعو

ٻـہ هيون هڪڙي شـخـص جون زالون،
هـڪـڙي نـالـي سِيانِي ٻـي ڪـاتـون.

سـاٿهو هـڪ، هـڪ دفـعـي وتـس آيو،
هيون ٽـڪيون ات رڪـيـل مٿانءِ جون.

هـن مٿانءِ جـي ڪٽي صـلاح ان ڪـي،
هـن چـيـو آهـي بـڪـ ڪـيڏي اچ مون.

جـي گهرين تـو مون ڪـي تـون ڪارائي،
تـہ سيانِي مـون ڪـي ڏي ٻـا ڪـاتـون.
سپ ۽ زال جو نالو ۽ — تون ڪاٽ ۽ زال جو نالو ۽

١٣. صنعت ادماج: لفظي معني لپيٽڻ، اصطلاحي معني موجب اهو ڪلام جنهن مان ٻہ مطلب نڪرن، پوءِ تعريف هجي يا گلا. مثال:

زبان آهي سڄڻ جي تلوار، تلوار آءُ انهي جاڻان،
چگو هو جي زبان ان جي هجي ها وات منهنجي ۾.

(بلي ٻه ءُ جيب ٻ)

۱۴- صنعت تجريد: لفظي معني اگهاڙو يا چڙهو ڪرڻ، اصطلاحي معني موجب ڪنهن صفت واري هڪڙي شئي مان ٻي شيءِ پيدا ڪرڻ. مگر مطلب پهرين شيءِ جي صفت جو هجي، پوءِ اها تعريف هجي يا گلا. اڪثر غزل جي پڇاڙيءَ ۾ تخلص ضمير غائب ۾ آڻي ٻيءَ سٽ ضمير متڪلم ڪم آڻيندو ايو هجي. مثال:

جنهن کي سمجهيم ٿي سڄڻ، هاءِ! ٿري ٿو بدخواهه،
دوست ٿيو دشمن خونخوار، خدا خير ڪري!
بيڪسيءَ کان آهي حيران پريشان "قليچ"،
سڀ ويس چارا، ٿيو لاچار، خدا خير ڪري!

۱۵- صنعت اشتباع: لفظي معني موجب هڪڙو ٻئي جي پٺيان آڻڻ، اصطلاحي معني موجب اهڙي طرح ڪجي، جو انهيءَ مان ٻي تعريف به معلوم ٿي سگهي يا گلا. مثال:

باهه کان ڪاوڙ جي تنهنجي، جڳ سڙي هوند خاڪ ٿئي،
مهر جو جي بحر تنهنجو، هوئي نه هر دم موجزن.

۱٦- صنعت هزل ڪالجد: اهڙو ڪلام جو ظاهري چرچو هجي، پر باطني انهيءَ مان ڪا ضروري يا نصيحت جهڙي ڳالهه نڪري. مثال:

قحبه دنيا جي ائين صحبت کان پچو،
ڪسبياڻي
آتشڪ ان جي جهنم کان ڊڄو.
پرميل هومرض
[ وزن: فاعلاتن، فعلاتن، فعلات ]

*

اي پسر! تون نه پٽ پدر جو ٿي،
پيءُ جو پٽ نه ٿي يعني رکو اصل نسل تي نه ياڙ
چڏ پدر کي، تون پٽ هنر جو ٿي.

*

ڏاک جي ڏيءَ سان رات ڪيو مون لڪاح،
يعني شراب
ڏيٺو پيو هوش عقل، منجهه ڪابين.

١٧- صنعت التفات: هن ۾ شاعر ڪڙي ضمير مان ڦري اوچتو ٻيو ضمير وٺي، جيئن غائب مان ڦري حاضر وٺي. مثال:

ٿي تيغ سان فراق جي عاشق جي دل ڦٽيل،
اي صبر، ٿئين فراق ۾ لاءِ تون عجب زره.

*

نيڪي گهٽ‌ر جنهن ڪرڻ جهان ۾ نيت،
چاهي بهتر هتي ٻيو نيڪيءَ ڪان.

١٨- صنعت مدح موجه: جنهن ۾ شاعر اهڙي ڪڙي صفت يا حقيقت آڻي، جنهن مان ٻه صفتون يا حقيقتون پيدا ٿين، ۽ جنهن جي تعريف ڪرڻي هجي تنهن جي ٻن طرحن سان تعريف ٿئي. مثال:

ڪري دشمن سان ڪار تنهنجي ترار،
جا ڪري گنج سان ٿي تنهنجي سخا.
لاءِ تنهنجي سان پٽ رهي تعريف،
تنهنجي دشمن جي ناءَ سان گلا.

١٩- صنعت رجوع: جڏهن شاعر ڪا ڳالهه ڪري پوءِ اوچتو ڦري ٻي مخالف ڳالهه ڪري، جنهن ۾ پهرين غلط ڪئي هئائين. مثال:

۽ ڏو هن درد، دل منهنجيءَ ڪي ڏاهي،
غلط چيو مون، جو مون کي ناهي ڪا دل.

٢٠- صنعت استدراڪ: هن ۾ شاعر اهڙا لفظ ڪم آڻي، جي ماڻهو سمجهن ته هجو يا گلا آهي، پر پوءِ جيڪي چوي تنهن مان تعريف معلوم ٿئي. مثال:

نڌو گهران ته رهي جڳ ۾ تنهنجو ڪوئي نشان،
گهران اهو ڏو، ته جڳ ۾ رهين نشان ٿي تون.

٢١- صنعت تفسير: هن کي 'تبيين' به چون. جڏهن ڪو شاعر پهرين ڪو مبهم لفظ آڻي، جنهن جي تفسير يا بيان ڪرڻ جو ضرور ٿئي. تفسير ٻن قسمن جا آهن، هڪڙو جلي ٻيو خفي:

تفسير جلي اهو آهي، جنهن ۾ اهو ساڳيو لفظ وري آئي، انهيءَ جو تفسير ڪجي.

قطعو

جيسين ٻـر ۽ ٻـا هوئي زمانو، ٻيو ڪري هت تيسين شاهه،
ٻـا ٻـڌي ٻيو ٻـا ٻيو ڪولي، ٻـا وٺي ٻيو ٻـا ڏئي.
چا ٻـڌي، دشمن جا هٿ، ۽ ڪولي چا، ڪوٽ ۽ قلعا،
چـا ولي، دشمن کـان ملڪ چـا ڏئي زر خلق کي.

يا سڪ

قطعو

حـال مـال ۽ سـال فال ۽ اصـل نسل ۽ تخت بخت،
نت هجن اي شاهه توسان، حـي اٿ ئي شل سازڪار.
حـال عمدو، مـال بيحد، سـال سؤڪو، فـال نيڪ،
اصـل قـائـم، نسل بـاقـي، تخت عالي، بخت يـار.

تفسير خفي اهو آهي، جنهن ۾ مبهم لفظن جي تفسير ڪرڻ ۾ اهي ساڳيا لفظ وري آندا وڃن، ۽ انهن ئي مبهم يا لڪل ڇڏي ڏجن

قطعو

نـه ليندو تـو جيهو دنيا ۾ ٻيو ڪوئي معشوق،
نـه مون جيهو ڪوئي عاشق، رقيب جهڙو عدو.
جهان ۾ ڪوئي سـاٿـهـو اسـان ٽنهي وانـگي،
نـه رهندو حسن ۽ عشق ۽ نيـاڳـ ۾ يڪسو.

۲۲- صنعت مزدوج: هن کي ڪي 'تضمين' بہ چوندا آهن. هن ۾ ٻہ يا زياده لفظ، هموزن ۽ قافيدار بيتن جي مصراعن ۾ ڪم اچن ٿا. مثال:

سوهڻي صورت، موهڻي مـورت، جـي ڪري معروف ٿئين،
حـسـن خـدمـت، اعلي هـمـت، جـي سبب موصوف ٿئين.

۲۳- صنعت حشو يا اعتراض: هن ۾ پهرين شاعر ڪا ڳالهه شروع ڪندو آهي ۽ انهيءَ جي پوري ٿيڻ کان اڳي ٻي ڳالهه وچ ۾ آڻي وجهندو آهي- هي صنعت ٽن قسمن جي آهي.

حشو قبيح: جڏهن ڪو لفظ غير ضروري يا زائد ڪم اچي، ايت جي معنيٰ کي خراب ڪري. مثال:

تنهنجي احسان جو ٿيو منهنجي مٿان ايترو بار،
'جو ويس ڊڪجي انهيءَ هيٺ ۽ ٿي ويس لڪل'.

حشو متوسط: جنهن ۾ اهو غير ضروري يا زائد لفظ آڻڻ يا نه آڻڻ هڪجهڙو هجي ۽ نه خراب لڳي نه چڱو. وچولي درجي جو هجي. مثال:

فراق تنهنجي کان اي دوست 'دلربا دلبر'،
ٿيو 'منهنجو جسم بي آرام، منهنجي دل بيچين'.

حشو مليح: جنهن ۾ انهيءَ زائد يا غير ضروري لفظ آڻڻ ڪري شعر سهڻو لڳي ۽ وڻي ۽ انهيءَ جي معنيٰ بهتر نڪري. مثال:

ترار تنهنجي شها، 'شل وڍيندڙ هوءِ'،
انهي جا خيال پيا دشمنن جي دل ۾ پوءِ.

*

قيدخاني ۾ آءٌ 'دنيا جي' ۽ 'هن جڳ ڪوڙي' ۾،
'دور توکان' آهيان ائين، جيئن منهنجا دشمن هوئن شال.

*

لال لب تنهنجي کي چوڻ 'امڪين'،
آهي گويا ڪرڻ ته هجوَ 'مليح'.

۲۴. صنعت ارسال المثل: جنهن ۾ هڪڙي بيت ۾ ڪو ڀاڪو يا مشهور مثل آڻجي، جو عام لاڳو هجي. مثال:

گوشہ گيري پنهنجي وس ۾ ناهي خواه آوارگي،
ڇا ڪجي لاچار آهي، 'بندگي بيچارگي'.

*

مون پڇيو اڪ کي ته ڇو ٿي آهين انڌي منجهه فراق،
چيئين ٻڌو ٿي ڪين 'اذا جاء القضا عمي البصر'.

*

سروقد يار جي تي طوبيٰ سرڪش،
آءٌ پڙهان عربي مثل، 'ڪل طويل احمق'.

*

ڪيو ذڪر چنڊ جو مون، ڪنيا پار زلف منهن تان،
ڏيو 'سوال آسمان' جو، ۽ 'جواب ريسمان' جو.

*

سوين سهڻن جي آهي دل تي اک،
ڇا ڪجي 'هڪ انار سؤ بيمار'.

*

تنهي عبث تسبيح ڦيرائڻ اکين جي آب ري،
'ريج ڦارا ڏس ادا ساوا ڪي داڻا تي سڱهن'.

*

دل نيئن، لاءِ دوست آيو، پهرين نيائين عقل کي،
چور 'ڏاهو پهرين چوريءَ کان اڄهائي تو' ڏيو.

*

دل سپن عضون جي خادم، پر بدن جي ٿي رئيس،
'سيد القوم' آهي 'خادمهم' مثال ان جو اهو.

رباعي

شيعن ۽ سُنين جا معاملا تيا مشهور،
آهن ڪُتن پلن جا جهيڙا مشهور،
ڪنهن جو نه تعصب رکي ڏاهو ماڻهو،
ڏيو 'ماس ڳڏهه جو، ڏند ڪتي جا، مشهور.

۲۵- صنعت ارسال المثلين: جڏهن هڪڙي ٿي بيت ۾ ٻه مثل ڏنا وڃن. مثال:

قدر موتيءَ جو بحر ۾ کهڙو،
کاڻ ۾ قدر کهڙو سون سندو.

*

نادان کي ڪرڻ ڪا نصيحت اجائي آهي،
ٻيڙي ۾ جڻ هوا ٿي، يا پاڻي پرڻ ۾.

*

جـي کو نالائق مٿي لائـق ڪان وڌي عيب ناهي،
ڪـڪ تري دريـاءَ تـي، مـوتـي تري ۾ تـو لهي.

٣٦- صنعت سوال و جواب: جڏهن مصرع يا بيت يا ساري غزل ۾ سوال ۽ ان جو جواب ڏنو ويو هجي. مثال:

سڄڻ پنهنجي ڪي چيم اي، جـو تنهنجو ڪونهي نظير،
چو تنهنجي زلف جي ڪڙين ۾، منهنجي دل ٿي اسير؟
چيائين عـشـق ۾ ٻـڌي تنهنجي دل ٿـي ديـوالـي،
هـمـيـشـه پـيـر ۾ ديـوانـي ڪي پـوي زنـجـيـر.

*

چيئين، اڄ ته هڪوار، چيو مون اڪين سان،
چيئين، غم نه ڪو ڌار، چيو مون اڪين سان!
چيئين، برقعو لاهيان، چـيـم لـطـف تنهنجو،
چيئين، ڏس تون ٻئي پار، چيو مون اڪين سان!
چيئين، چـو روئين ٿـو، چيـم هجر ۾ هڪس،
چيئين، هاڻ خوش گهار، چيو مون اڪين سان!
[سارو غزل]

*

هـهـڙو مفلس پـلا آهـيـان آءٌ چـو،
خـود فـروشـي نٿي اچـي مون کي.

*

مون کي ميخوار ڪيو، ڪنهن ڪيو، دلدار ڪيو،
مست سـرشـار ڪيو، ڪنهن ڪيو، دلدار ڪيو!
پيرت جـو پيالو پـيـاري، ڪيئين بيخود بيهوش،
وري هـوشيار ڪيو، ڪنهن ڪيو، دلدار ڪيو!
نـاز انـداز سـان مَن مـوهي، ڌ تـاري دل کي،
عـاشـق زار ڪيو، ڪنهن ڪيو، دلدار ڪيو!
[سارو غزل]

*

زلف دلبر جي ڪي مون ڇيو اهڙو ڇو ڪارو ٿئين؟
ڇٿين جو ويهي سچ جو ويجهو، ٿئي انهيءَ جو اهڙو حال.

*

خبر اٿئي تہ هي زاهد ٿيو ڇو گوشہ نشين،
مکهو جهلي نہ ويچارو، پري رخن جو تاب.

رباعي

پنهنجو مون طبيب وٽ ڪيو درد بيان،
ڇيئين دوست پنان نہ پئي جي لاءِ چور زبان،
مون ڇيو تہ غذا، ڇيئين تہ پي خون جگر،
مون ڇيو پرهيز، ڇيائين ڇڏ هر دوجهان.

٢٧- صنعت ملمع: جنهن ۾ هڪڙي بيت جي هڪ مصراع عربي، ٻي فارسي يا ڪنهن ٻي ٻوليءَ جي هجي، يا غزل ۾ هڪڙو بيت عربي، ٻيو فارسي يا ڪنهن ٻي ٻوليءَ جو هجي. مثال:

سجهہ سياڻا م َ ڪر تون ساڻا، صحي سڃاڻان، سنڌئي اشارا،
سدا محبت ۾ عاشقن جا، يقين اهن ٻري پسارا.

هيا حبيبي يميل قلبي الي الو صالک علي الدوام،
و ان اسعي لما احوج و احصل محض اضطرارا.

نظر ببر ما بحال زار م بلطف بين عجز و انکسارم،
بعشوهاي تو تاب نارم دلم چو موم دولت چو خارا.

غضب کي آتش تو اب بجهادے، ذرا محبت کي بات چيت کر،
ز بسکه ميرے دلِ حزين پر، گذر گيا هے ستم دوباره.
[سارو غزل]

٢٨- صنعت ترجمہ: هن ۾ شاعر عربي ٻوليءَ جي بيت يا مصراع جو ترجمو، فارسي يا ٻي ٻوليءَ ۾ آڻي. مثال:

قطعو عربي

ولو ڪان النساء ڪمن ذڪرنا
لفضلت النساء علي الرجال
فلا التانيث لاسم الشمس عيب
ولا التذڪير فخر و للهلال

سنڌي ترجمو

جي دنيا ۾ هجن سڀ اهڙيون زالون،
هجي مڙسن کان وڌ زالن جي منزل.
عرب ۾ شمس مادي ۽ قمر نر،
مگر سج اصل کان ٿيو چنڊ کان افضل.

*

تنهنجو مذهب ٻيو ۽ منهنجو ٻيو،
ٿيو لڪم دينکم ولي دين.

عربي

مكافات السماحته دار خلد
و امن من مخافته يوم بوس
وما نارا بمحرقته جوادا
ولو كان الجواد من المجوس

فارسي

مكافات جوانمردي بهشت ست
بروز خوف و امن از هيبت قبر
نسوزد آتش دوزخ سخي را
اگرچ آن نكو سيرت بود گبر

سنڌي

جوانمرديءَ جو بدلو نت بهشت آهه،
نه آهه خوف ان کي مور کان قبر؛
نه ساڙي باهه دوزخ جي سخيءَ کي،
سياڻو اهڙو جيتوڻيڪ هوئي گبر.

٢٩- صنعت مبالغه يا اغراق؛ هن ۾ شاعر ڪنهن جي تعريف يا ذڪر ڪندي تمام گهڻو مبالغو ڪري. جڏهن اهو حد کان وڌيڪ يا ناممڪن يا عقل ۽ عادت جي برخلاف هجي، تڏهن انهيءَ کي 'غلو' چوندا آهن. مثال؛

## رباعي

ڀرڻ جي بار ڪان، ڪري آءٌ ٿو ڀوان،
آواز جي واءُ سان، ڪري آءٌ ٿو پوان،
منهنجو ٿي ڪريو پاڇو، اڳي ڌرتيءَ تي،
هاڻ ضعف ڪاڻ پاڇي جان، ڪري آءٌ ٿو پوان.

*

جي منهنجي آهه جا شعلا، چڙهي مٿي ڪڏ ٿين،
ته آسمان تي پيو هڪڙو سج ٿئي پيدا.

*

شاهه هي دهشت منجهان جي ڏٺي زماني ڪي هڪل،
پئي ڇڄي هفتن ۽ ڏينهن جي قطارن جي مهار.

*

معجزو ڏس تون موليءَ جو، حقي ۾ وجهي ساهه،
جنهن مسيحا جي هٿن ۾، ٿو مئو ڳالهائي.

*

عجب نازڪ بدن هو يار منهنجو،
ڳرو چپ تي لڳس ٿي، پان جو رنگ.

*

قلم منهنجي سندي مس جي چڪي مڪ،
ته هوند جيڪر ڇڏي ماڪي وساري.

*

بلائي آهي خدا ڪئي، جو ڪين ڪيئين پيدا،
پئي جهان هستي، راز ان ۾ حڪمت جو.

*

هجي ها جي، ته پئي ڏئي ڇڏي ها بخشش شاهه،
ڪڏهن خدا جو نه محتاج ٿئي ها ماڻهو ڪو.

٣٠. صنعت تعجب: اهو شعر، جنهن ۾ شاعر پنهنجو عجب ظاهر ڪري، يا جڏهن ڪا عجب جهڙي ڳالهه آئي، جيئن مٿينءَ صنعت ۾ آهي. مثال:

عجب دريءَ اصل هي جهان فاني آهه،
جهاز عمر جو جنهن ۾ سدا رواني آهه.
[سارو غزل]

*

منهن بهشت آهي سڄڻ جو، مرض ڪونهي منجهہ بهشت،
پوءِ عجب آهي تہ ڪيئن ان جون اکيون بيمار ٿيون!

*

باطن ۽ آهين ظاهر، تنهنجي عجب هيءَ چالي،
عالم ڀريل ٿيو توسان، ۽ جاءِ تنهنجي خالي.

٣١. صنعت ڪلام جامع: اهو شعر، جو حڪمت ۽ نصيحت سان ڀريل هجي، ۽ عام سان لاڳو هجي. مثال:

قطعو

رهڻ گهرين جي سلامت سنڀال هٿ ۽ زبان،
خراب دست درازي، زبان درازي بتر،
ڀلي ڪلي سڄو عالم، ڀلي ڀماڪ هڻي،
نہ چائين جيڪي نہ چؤ ۽ سگهين تون جيڪي نہ ڪر.

*

اک ڏکڻ نيڪي بديءَ کان آهي اينهن جو ڪمال،
عاقبت بينا ٿيڻ لاءِ گهر جي نابينا ٿيڻ.

*

توکي خالق ڪئي عطا هڪڙي زبان آهي، ٻہ ڪن،
تا تون ڳالهائين سدا هيڪوٽو، ۽ ٻيڻو ٻڌين.

٣٢. صنعت تزلزل: يعني ڏڪڻ. جڏهن شاعر ڪو اهڙو لفظ ڪم آڻي، جنهن جي هڪڙي اکر جي ڦيرائڻ سان تعريف مان ڏري ڳالهہ ٿي پوي: مثال:

مٿو خالي خيالن کان رکڻ جڳ ۾ 'ڀلي ٻتت' آهہ،
مٿو خالي رکي دليا ۾ جو، تنهن لاءِ 'ڀلي ڀت' آهہ.

٣٣. صنعت قول بالموجب: جڏهن جيڪي چئجي، تنهن جي معنيٰ، مطلب جي برخلاف ورتي وڃي. مثال.

تون چوين ٿو دوستي توسان نہ دل سان ٿو ڪريان،
سچ چوين ٿو، دل سان نہ، پر تو ڪريان آءٌ جان سان.

*

توکان پڇين ٿو مون کان، منهنجي ماءُ جي منزل ڪٿي،
منزل آهي دل ۾ ان جي، پر نه ڄاڻان دل ڪٿي؟

٣٤. صنعت اطراد: يعني انتظام، اصطلاحي معنيٰ موجب جنهن جي تعريف ڪجي، تنهن جي پيءُ ڏاڏي ۽ ساري خاندان جا نالا ترتيبوار آڻجن. مثال:

قطعو

سڀ جن خليفا جي ٿيا بني اميه سدا،
چوڏهن هئا، پڌايان سندن لاءِ سربسر.
پهرين معاويه، ٿيو مشهور ابن هند،
بعد ان جي ٿيو يزيد، جفاڪار بدگهر.
تنهن بعد ٿيو معاويه، مروان ان کان پوءِ،
عبدالملڪ، وليد، سليمان، پوءِ عمر.
پوءِ ٻيو يزيد، پوءِ هشام ۽ وليد ٻيو،
پوءِ ابراهيم، پوءِ ٿيو مروان، جو هو خر.

الحمار

٣٥. صنعت تلميح: يعني ڏيکارڻ، اصلاحي معنيٰ موجب شعر ۾ ڪنهن قصي يا مسئلي يا اصطلاح ڏي اشارو ڪرڻ. مثال:

آهي بيت الله دل پر ٿي پئي بتخانو آهه،
مرد ڪو گهرجي خليل ات، جو ڀڃي ڪيرائي بت.

*

خلق کان سيمرغ ۽ عنقا جان نت جي تون لڪين،
قدر جيئن ليلة القدر اسم اعظم جو لهين.

٣٦. صنعت برامت استهلال: يعني منهن ۾ وڏائي، اصطلاح موجب ڪنهن ڪتاب يا ڪلام جي شروع ۾ اهڙا لفظ آڻڻ، جي پوءِ ايندڙ مضمون سان مناسب هجن، جيئن اڪثر مثنوين ۾ ڪندا آهن. مثال:

(پهرين بيت قصيدي جو زالن جي پردي بابت)

عقل تي پردو پيو تن جي جي چاڻن ڪين ٿا،
جي رهن پردي جي پردي ۾ لکن ٿا فائدا.

۳۷. صنعت سهل ممتنع: اهو شعر، جو ڏسڻ ۾ آسان هجي، مگر انهيءَ جي معنيٰ تمام اونهي ۽ مشڪل هجي.

۳۸. صنعت ارصاد: يعني واٽ جي نگهباني ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ موجب شعر جي منڍ ۾ اهڙو لفظ آڻڻ، جنهن سان خبر پوي ته پڇاڙيءَ ۾ قافيي وارو ڪهڙو لفظ ايندو. مثال:

'چانٺ' وانگي بخت هن جي در تي ٿئي محڪم مقيم،
بخت وانگي جو رکي پنهنجو مٿو هن چانٺ تي.

۳۹. صنعت مشاڪلت: يعني هڪٻئي جي هم شڪل هئڻ. اصطلاحي معنيٰ موجب ڪنهن شئي جو بيان اهڙن لفظن ۾ ڪجي، جي پاسي وارن لفظن سان مناسب هجن. مثال:

چونڊ پنهنجا چپ سبن، در در پنڌ ڪان ٿا فقير،
گودڙيءَ ۾ چو وجهن اگهڙيون، سبن ڪپڙن جا چير.

۴۰. صنعت ابداع: اهو شعر، جنهن جو مضمون ۽ معنيٰ عجيب هجي، ۽ لفظ عمدا ۽ چونڊيل ڪم آيل هجن. مثال:

نيڪن ۾ بدي ليئي سکهي ٿي،
بچڙن ۾ چڱائي پر ليي ڪين؛
سڙڪو ٿي شراب مان سکهي ٿو،
پر سڙڪي منجهان شراب ٿئي ڪين.

*

ايستيءَ جي پوش ۾ هستي هميشه جي رکان،
زنده دل ڏاڍي ڀيان آهيان، آءٌ قلبر جي ڍير ۾.

۴۱. صنعت مزاوجت: جڏهن هڪڙي ڪم سان هڪٻئي تي مخالف اثر پيدا ٿين. مثال:

جڏهن ڏسين سون ڪي، بدلجي لطف تنهنجو ٿئي عتاب،
جڏهن ڏسان توکي، ڦري ٿئي صبر منهنجو اضطراب.

۴۲. صنعت حسن تعليل: جڏهن ڪنهن ڳالهه جي علت يا سبب جو عمدي طرح بيان ڪجي، جو حقيقت ڪري سبب نه هجي، پر شاعرانو خيال هجي. مثال:

عاشقن جو رت وهائن هر گهڙيءَ تنهنجون اکيون،
تن جي ماتم ۾ سدائين زلف تنهنجا ٿيا سياهه.

*

جو ٽڪو ني گهمان ٿو پيريءَ ۾،
آءٌ جواني مٽيءَ ۾ ٿو ڳوليان.

*

ٿو سڏو منهنجو ڪين ٻاتائي،
چنبڙيو چپ ڪنان سٽاڻ گهٽي.

*

سياهه بخت رهن جڳ ۾ نت ٿا اهلِ قلم،
جو خود قلم ٿو رهي، روسيه گريبان چاڪ.

۴۳. صنعت حسن طلب: جڏهن ڪنهن جي تعريف ڪندي يا ٻي مطلب جي ڳالهه ڪندي، ڏاڍي لطف سان ڪو سوال يا ٻچا ڪجي، جنهن مان اها تعريف ثابت ٿئي يا اهو مطلب ظاهر ٿئي. مثال:

قطعو

ڪريان ٿو هجوءَ زماني جي آءٌ انهي سببان،
جو ان ڪان حالت منهنجي ٿئي نه ٿي بهتر،
ٿي ڪهڙي ڳالهه چڱي ان ڪان، جو ڀلائي ڪري،
اسان ٻنهي کي تون پرچائيس، ڏيئي مال ۽ زر.

۴۴. صنعت معما: جڏهن شاعر ڪو نالو ڳجهيءَ طرح لڪائي ڏئي، ۽ ڪنهن ٻي صنعت جي وسيلي پروڙي سگهجي. معما جا مقرر قانون آهن، جن جو هتي ڏيڻ ضروري نٿو ڏسجي. مثال:

چالي گهرين جي نانءُ سچو منهنجي جو، اي دوست!
خورشيد جو مٿو ٿيو رکيل سرو جي مٿان.

جواب: خورشيد لفظ جو مٿو يا مهڙ جو اکر آهي خ، سو سرو لفظ جي منهن ۾ رکبو ته خسرو ٿيندو.

قاف تي جي عڪس ٿئي بي انتها احسان جو،
دام ۾ سيمرغ پئي ان جي، جنهين احسان ڪيو.

جواب: بيت جو مضمون تہ سمجهہ ۾ اچي سگهندو، جو تمام چڱو آهي ۽ ڪنهن کي گمان نہ پوندو، تہ هيءَ ڪا ڳجهارت آهي يا هن مان ڪو نالو نڪرندو. پر انهيءَ مان اسحاق جو نالو نڪري ٿو. هن طرح: بي‌انتها احسان جي هڪڙي رواجي معنيٰ آهي تہ بيحد يا بي‌انداز احسان، پر انتها جي معنيٰ پڇاڙي بہ آهي تہ پڇاڙيءَ کان سواءِ، احسان يعني پوئين حرف کان سواءِ احسان، يعني نون ڪڍڻ سان احسا ٿيو، انهيءَ جو عڪس قاف ني پري. صنعت عڪس موجب يا صنعت مقلوب موجب، احسان ڦري اسحا ٿيندو، سو قاف تي رکيو وڃو تہ اسحاق ٿيندو. قاف جي معنيٰ بيت ۾ جبل قاف آهي، جنهن ۾ سيمرغ رهندو آهي. پر هتي معنيٰ ۾ حرف قاف آهي.

*

نہ لکن جي 'لکو لکو' چون،
پر اهي ڏس 'بنان' جيئي ٿا لکن.

جواب: 'چپ'، جي لکو لکو لفظ چوڻ سان پاڻ ۾ نٿا لڳن، پر بنان چئي لفظن سان لڳن ٿا جو حرف ب اهن ۾ ٿو اچي.

*

منهن رکي ڪونہ، ڏس تہ ڪيئن ٿو کلي،
اک رکي ڪانہ، ڏس تہ ڪيئن ٿو روئي.

جواب: ڪکر.

*

جي ڪجهي هٿ ۾ ٿي ڏهن کي ڪٿهي،
جي اچي ٿئي تہ سوءِ سهن چئي.

جواب: نهرڻ.

*

تقليب ۽ ترديف ۽ تجنيس سان آءُ.
شرقيءَ جو گهراڻ ضد ٿو، اڻين يار ڪان آءُ.

جواب: بوسہ يعني چمي. (هن طرح ۽ شرقيءَ جو ضد آهي غربي. غربي ۽ عربي تجنيس خطي. عربيءَ جو مقلوب ربيع - ربيع جو مرادف بهار. بهار ۽ نهار تجنيس خطي. نهار جو مرادف يوم - يوم جو مقلوب موي - موي جو مرادف شعر. شعر جي تجنيس شعر - شعر جو مرادف بيت. بيت جو مرادف دار - دار جو مقلوب راد. راد ۽ زاد تجنيس خطي. زاد جو مرادف توشہ - توشہ ۽ بوسہ تجنيس خطي. بوسہ يعني چمي.)

۴۴۵. صنعت نغز: هن کي فارسيءَ ۾ 'چيستان' ٿا چون. هيءَ صنعت به معما وانگي آهي، مگر هن ۾ سوال جي رستي اچا ني ڪجي ۽ ڪي نشان يا صفتون ٻڌائجن ٿيون، ۽ انهيءَ جو جواب خيال ڪري ڳولڻو ٿو پوي. سنڌيءَ ۾ ان کي ٻرولي يا ڳجهارت چئي ٿو سگهجي. مثال:

سوار آهي گهوڙو جو پيادو هلي،
اچي ٻٽ تي ڊوڙي، ۽ ترسي نه مور.
سندس ٻت سفيد آهي ۽ منهن سياهه،
رهي هيٺ هلي حڪم ان جو ٿو دور.

جواب: قلم.

*

جوڙو ابلق ڪبوترن جو ڏس،
بند آهن جدا ڪنڌين اندر،
گڏ آڏامن پيٺي سي آپ تائين،
نه پر ڪنڌين ڪان وڃن نه سي ٻاهر.

جواب: اکيون.

آهي چپا جو جتي ڪٿي ڏسجي،
آهي صورت ۾ هوبهو انسان،
رکي پاڻهون ننڍو، مٿو ۽ ڳچي،
هلي نو سان، مگر آهي بيجان.

جواب: ٻاچوُلو.

**اشارو:** سنڌي چيستان جو خلاصو ڪڙو ننڍڙو ڪتاب پارن جي وندر لاءِ مون لکيو آهي، جنهن ۾ طرح طرح جا چيستانا ڏسڻ ۾ ايندا.

۴۴۶. حسن مطلع ۽ حسن مقطع: هي ٻه به صنعتون شمار ۾ اينديون آهن. غزل جي پهرئين بيت کي 'مطلع' چوندا آهن ۽ پوئين کي، جنهن ۾ شاعر جو تخلص هوندو آهي، تنهن کي 'مقطع' چوندا آهن. جڏهن اهي بيت نهايت عمدا آهن، تڏهن انهن کي انهن نالن سان سڏيندا آهن. 'حسن مقطع' کي 'حسن تخلص' به چوندا آهن. هن جي مثالن ڏيڻ جو ضرور ڪونه ٿو ڏسجي.

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي

سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَٺَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَٺَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَٺَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَٺَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَٺَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَٺَ کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.<br>
... ...<br>
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛<br>
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛<br>
... ...<br>
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛<br>
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........<br>
... ... ... ...

هي بيٺُ اُتي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيٺُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.
پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.
**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

**The Reading Generation** **پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ**